# قومي سوال

## ۽ مارڪسي بين الاقواميت



ٽيڊ گرانٽ/ ايلن ووڊز/ لال خان

ترجمو: شرجيل شر

# قومي سوال

# ۽

# مارڪسي بين الاقواميت

(سياست)

ٽيڊ گرانٽ/ ايلن ووڊز/ لال خان

ترجمو: شرجيل شر

طبقاتي جدوجهد پبليڪيشن

حيدرآباد - 2009ع

ڪتاب جو نالو: قومي سوال ۽ مارڪسي بين الاقواميت
موضوع: سياست
ليکڪ: ٽيڊ گرانٽ/ ايلنووڊز/ لال خان
ترجمو: شرجيل شر
ڇاپو پهريون: جولاءِ 2009ع
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ڇپائيندڙ: طبقاتي جدوجهد پبليڪيشن،
ويجهو حيدر علي ڊيري، سول اسپتال روڊ، حيدرآباد
فون: 022_2918426
قيمت: 200 روپيا

**QAUMI SAWAL AEEN MARXI BAINAL-AQWAMIAT**

**[National Question and Marxist Internationalism]**

**(Politics)**

*By: Ted Grant/ Alan woods/ Lal Khan*
*Translated by: Sharjeel Shar*

Edition: First
Year: July -2009
Quantity: 1000
Published by: Struggle Publications, near Hyder Ali Dairy,
Civil Hospital Road, Hyderabad. Tel: 022-2918426
Lahore office: 105, Mangal Mension, Royal Park,
Luxmi Chowk, Lahore. Tel: 042-6316214
Price: Rs. 200-00

# فهرست

# تعارف

قوميتن جو سوال يعني قومن ۽ اقليتي قومن تي جبر هڪ اهڙو سوال آهي، جيڪو سرمائيداري نظام جي پيدائش کان موجوده زماني تائين، مارڪسي نظريي ۾ مرڪزي حيثيت رکندو آيو آهي. لينن پنهنجي لکڻين ۾ خاص طور هن اهم مسئلي تي گهڻو ڪجهه لکيو آهي. هي لکڻيون اسان لاءِ هڪ اهڙو نوس بنياد مهيا ڪن ٿيون، جنهن سهاري اسان هن انتهائي منجهيل ۽ ذماڪيدار مسئلي تي گهڻو ڪجهه ڳالهائي سگهون ٿا. ايئن چوڻ درست ٿيندو ته قومي سوال جي صحيح ڇنڊ ڇاڻ ڪانسواءِ بالشويڪ 1917ع ۾ اقتدار حاصل ڪرڻ ۾ ڪڏهن به ڪامياب نه ٿين ها. سماج جي هر سطح تي مظلوم عوام جي اڳواڻي جو فرض ادا ڪرڻ سان ئي پورهيت طبقو سوشلزم جي جهنڊي هيٺ پاڻ کي متحد رکي سگهي ٿو. هيءَ اها طاقت آهي، جيڪا ظالمن جو تختو اونڌو ڪري سگهي ٿي. زار شاهي سلطنت جي مظلوم قومن جي مسئلن کي سمجهڻ ۾ ناڪامي، پورهيت طبقي جي انقلابي جدوجهد کي سخت هاڃو رسائي پئي سگهي. اڄ انساني ترقي ۾ ٻه بنيادي رڪاوٽون آهن. هڪ پيداوار جي ذريعن/وسيلن جي ذاتي ملڪيت ۽ ٻيو قومي رياست. پهرين ڳالهه ته آساني سان سمجهه ۾ اچي ٿي، پر ٻي ڳالهه تي گهربل ڌيان نٿو ڏنو وڃي. اڄ جڏهن سرمائيداري جو زوال شروع ٿي چڪو آهي ۽ هڪ سماجي

معاشي نظام بيٺي بيٺي پاڻ ئي پنهنجي پيرن تي ڏهي رهيو آهي ۽ ان جا تضاد سهپ کان ٻاهر ٿي رهيا آهن. تڏهن هر جاءِ تي قومي سوال هڪ دفعو ٻيهر اذيت ناڪ نتيجا اپاري رهيو آهي. تيڻ تہ ائين گهربو هو تہ هي انساني ترقيءَ جو هڪ وساريل باب بڻجي، پرامن طريقہ سان پس منظر ۾ هليو وڃي ها. جيڪو مايوس اصلاح پسندن جو خيال هيو پر هن مسئلي اهڙي تہ شيطاني ۽ زهريلي صورت اختيار ڪئي آهي، جيڪا سيني قومن کي بربريت جي طرف ڌڪي رهي آهي. عالمي سطح تي سوشلزم جي فتح لاءِ هن مسئلي جو حل تيڻ بيحد ضروري آهي. ڪوبہ ملڪ پلي اهو ڪيترو بہ وڏو ۽ طاقتور ڇو نہ هجي، عالمي منڊي جي بي رحم طاقتن اڳيان بيهي نہ ٿو سگهي. جنهن کي سرمائيدار گلوبلائيزيشن جو نالو ڏين ٿا. ان کي ئي مارڪس ۽ اينگلز ڏيڍ سئو سال اڳ بلڪل ٺيڪ طريقي تي بيان ڪري ڇڏيو هيو. هيءَ اهائي شيءِ آهي جيڪا ذري گهٽ انهن جي اڳڪٿيءَ مطابق ٿي رهي آهي. ٻي عالمي جنگ کان پوءِ خاص طور گذريل ويهين سالن کان محنت جي ورهاست بين الاقوامي سطح تي وسيع پيماني تي ٿي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ واپار ۾ ايڏو وڏو واڌارو ٿيو آهي، جنهن جو مارڪس ۽ اينگلز خواب بہ نہ ٿي ڏسي سگهيا. عالمي معيشت کي ايتري اوچي درجي تي پاڻ ۾ ائين اُٽيو ويو آهي، جو انساني تاريخ اڳ ۾ هي منظر ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هيو. هيءَ هڪ انتهائي ترقي پسند تبديلي آهي. جنهن جو مطلب اهو آهي، تہ عالمي سوشلزم جي قيام لاءِ مادي حالتون بلڪل سازگار آهن. عالمي معيشت جو ڪنٽرول فقط بہ سوَ وڏين ملٽي نيشنل ڪمپنين جي هٿ ۾ آهي. سرمائي جو ڦهلاءُ خوفناڪ حد تائين پهچي چڪو آهي. هر روز 1.4 کرب ڊالر ناٽو ڪاروباري ڏيتي ليتي لاءِ سرحدون ٽپي ٿو. هن سرمائي جي 70 سيڪڙو ڏيتي ليتي انهن ئي ڪمپنين وچ ۾ ٿئي ٿي. هر گذرندڙ ڏينهن سان گڏ وڏيون وڏيون هڪ هٿيون هڪ ٻئي جي ڳلي ڪپڻ ۾ پڻ رُڌل رهن ٿيون. هن ڪم لاءِ وڏي پيماني تي رقم خرچ ڪئي وڃي ٿي. جنهن جو نتيجو اهو نڪري رهيو آهي، تہ طاقت ناقابل تصور حد تائين چند ڪمپنين جي هٿن ۾ منتقل ٿي رهي آهي ۽ اهي آدم خورن جهڙو ڪردار سرانجام ڏئي رهيون آهن. گهٽي کان گهٽي نفعي جي ڊوڙ ۾ اهي هڪ ٻئي کي بہ ڳهي رهيون آهن. آدم خورن جي هن جشن ۾ پورهيت طبقو اڳي وانگر نقصان ۾ رهي ٿو. جڏهن بہ ٻن ڪمپنين جو پاڻ ۾ انضمام ٿيندو آهي، تہ تمام گهٽي تعداد

۾ ملازمن کي نوڪري مان برطرف ڪيو ويندو آهي. ڪارخانہ بند ڪيا ويندا آهن. نفعي ۽ اعليٰ انتظامي عهديدارن جا پيٽ ڀرڻ لاءِ پورهيتن تي شديد دٻاءُ وڌو ويندو آهي.

هن صورتحال ۾ لينن جي ڪتاب "سامراجيت – سرمايداري جو اعليٰ ترين مرحلو." هڪ نئين اهميت اختيار ڪئي آهي. لينن ٻڌائي ٿو تہ وڏين هڪ هٿين ۽ ٽرسٽن جي وقت ۾ سرمائيداري سامراجيت جي شڪل ۾ بدلجيو وڃي. پر لينن جي دور واري هڪ هٿي، اڄ جي دور جي اڳيان ٻارن جي راند لڳي ٿي. 1999ع ۾ غير ملڪن ۾ ڪمپنين تي مالياتي قبضي جي واقعن جو تعداد حيران ڪندڙ هيو يعني 1998 جي 5100 جي مقابلي ۾ 1999ع ۾ انهن سودن ۾ 47 سيڪڙو اضافو ٿيو جن جي ماليت 798 ارب ڊالرز هئي، جنهن پويان سڀ ريڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا. ايڏي وڏي رقم سان دنيا مان جهالت، بک ۽ بيماري جهڙا مسئلا حل ڪري پيا سگهجن. پر ائين ڪرڻ ايستائين ناممڪن آهي، جيستائين پيداوار جو ڪو منصفاڻو نظام نہ هجي. جنهن ۾ چند سرمائيدارن جي وڏي نفعي جي بجاءِ عوام جي ضرورتن کي اوليت ڏئي سگهجي. انهن ملٽي نيشنل ڪمپنين جي طاقت جيڪا سرمائيداراڻي حڪومت جي طاقت بہ بنجندي پيئي وڃي، اها هڪ اهڙو منظر بنائڻ ۾ مصروف آهي، جنهن کي هڪ آمريڪي ماهر عمرانيات ڪورائٽ ملز "فوجي صنعتي ڪمپليڪس" جو نالو ڏنو آهي. هي ڪمپليڪس دنيا تي جيئن حڪمراني ڪري رهيو آهي ائين تاريخ ۾ اڳي ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو.

هتي اسانکي هڪ چٽو تضاد نظر اچي رهيو آهي. گلوبلائيزيشن جي بنياد تي بورجوا ۽ خاص ڪري سرمائيداري لاءِ معذرت ڀريو رويو رکندڙ وچولي طبقي جا معيشتدان هي دليل ڏين ٿا، تہ قومي رياست جي ڪا اهميت ئي نہ رهي آهي. هي ڪو نئون دليل نہ آهي. جيئن ڪائوتسڪي پهرين عالمي جنگ ۾ ساڳيو ئي دليل پيش ڪندي چيو هيو تہ سرمائيداراڻي هڪ هٿين ۽ سامراجيت جي ارتقا جي ڪري سرمائيداري جا تضاد ڏاڪي بہ ڏاڪي ختم ٿي ويندا ۽ ٻيهر ڪڏهن جنگ نہ لڳندي. ڇو تہ سرمائيداري جي ترقي کان پوءِ "قومي رياست" هڪ بيڪار شيءِ بڻجي ويندي. اڄ اهو ساڳيو نظريو برطانيہ ۾ ايرڪ ها بس بام جهڙا ترميم پسند پيش ڪري رهيا آهن. هي اڳوڻو اسٽالنسٽ جيڪو هاڻي ليبر پارٽي جي ساڄي ڌر ۾ وڃي چڪو آهي، دليل ڏئي ٿو تہ، قومي

رياست تہ انساني تاريخ جو "عبوري دور" هيو. جيڪو هاڻ گذري چڪو آهي. بورجوا معيشت جا ماهر بہ سرمائيداري جي آغاز کان اهوئي دليل ڏيندا رهيا آهن. اهي سرمائيداراڻي نظام ۾ موجود تضادن کان انڪار ڪندي، ان جو حل ڳوليندا رهن ٿا. پر هي اهو وقت آهي، جڏهن عالمي منڊي هن ڌرتي تي هڪ وڏي طاقت بڻجي چڪي آهي ۽ قومي قدا بہ هر هنڌ هڪ طاقتور شڪل وٺي چڪا آهن. اهڙي صورتحال ۾ قومي سوال حل ٿيڻ بجاءِ هر ملڪ ۾ تشدد پريو ۽ زهريلو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي.

سامراجيت ۽ هڪ هٿي سرمائيداري جي ترقي سان گڏ سرمائيداراڻو نظام پنهنجي نجي ملڪيت جي محدود حد کان ٻاهر نڪري چڪو آهي. قومي رياست هاڻي تقريباً اهوئي ڪردار انجام ڏئي رهي آهي، جيڪو سرمائيداري جي آغاز کان پهريائين ننڍيون ننڍيون مقامي رياستون ادا ڪنديون هيون. پهرين مهاڀاري لڙائي دوران لينن لکيو هيو تہ سامراجيت سرمائيداري جو اعليٰ ترين مرحلو آهي. ترقي ڪيل ملڪن ۾ سرمائيداريءَ قومي رياستن جون حدون اورانگهي چڪي آهي. هاڻ مقابلي بازي جي جاءِ هڪ هٿي وٺي چڪي آهي ۽ سوشلزم لاءِ معروضي حالتون پيدا ڪري چڪي آهي. (سوشلسٽ انقلاب ۽ قومن جو حق خوداراديت لينن جي لکڻين جو مجموعو جلد 22) ڪير بہ جيڪ هن انهي ابتدائي سچائي کي سمجهڻ ۾ ناڪام ويندو اهو نہ فقط قومي سوال کي سمجهڻ جي اهليت کان محروم ٿيندو پر موجوده زماني جي سيني لقائن ۽ ماحول کي سمجهڻ کان پڻ معذور رهندو.

گذريل هڪ سئو سال جي سڄي تاريخ پيداواري طاقتن جي قومي رياست جي سوڙهين حدن کان بغاوت جي تاريخ آهي. هن شئي ئي عالمي معيشيت کي جنم ڏنو آهي. جنهن سان عالمي بحران ۽ جنگيون ٿيون آهن ان ڪري پروفيسر هابس بام هڪ اهڙي دنيا جي، جيڪا تصويرڪشي آهي، جنهن ۾ قومي تضاد پاڻمرادو متجي ويندا. سو هڪ جاهلاڻي خود فريبي ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ ناهي. سچائي ان جي ابتڙ آهي. سرمائيداري جي عالمي بحران جي ڪري قومي سوال هاڻ رڳو اڳوڻن ٻيڻڪي ملڪن تائين ئي محدود نہ رهيو آهي، پر هي اهڙن ترقي ڪيل ملڪن کي بہ متاثر ڪري رهيو آهي، جتي اهو سمجهيو ٿي ويو تہ هي مسئلو حل ٿي چڪو آهي. بيلجئم، جيڪو يورپ جو انتهائي ترقي يافتہ ملڪ آهي، اتي بہ مختلف قومن يعني والون ۽ فليمش جي وچ ۾ تڪراءَ

سان ڪجھ مخصوص حالتن ۾ هن ملڪ جي ٽٽڻ جوخطرو پيدا ٿي سگھي ٿو. قبرص ۾ اسان ترڪن ۽ يونانين جي قومي ڇڪتاڻ ۽ هڪ مقام تي ترڪي ۽ يونان کي هڪ ٻئي جي ٽڪراءُ ۾ ڏسون ٿا. بلقان جي رياستن ۾ قومي سوال يورپ کي جنگ جھڙي صورتحال تي وٺي آيو هيو.

آمريڪا ۾ هسپانوي (اسپيني) ۽ ڪارن جي خلاف نسل پرستي جو مسئلو آهي. جرمني، فرانس ۽ ٻين ملڪن ۾ نسلي فرق ۽ ٻين ملڪن مان لڏي آيلن تي اتان جي اصلي رهاڪن طرفان حملن جو بہ خطرو آهي. اڳوڻي سوويت يونين ۾ قومي مسئلي جي ڪري هڪ کان پوءِ ٻئي ملڪ ۾ گھرو لڙاين ۽ خوني ڦڏن جنم ورتو آهي. برطانيہ جتي سرمائيداري سڀ کان پراڻي آهي، اتي بہ قومي مسئلو اڃان تائين حل نہ ٿيو آهي. رڳو اتر آئر لينڊ ئي نہ پر اسڪاٽ لينڊ ۽ ويلز ۾ بہ قومي سوال سرفهرست آهي. اسپين ۾ بہ اسڪادي ڪاتالونيا ۽ گليسيا جو مسئلو ڪر ڪٽي رهيو آهي. سڀ کان غير معمولي ڳالھ اها آهي، تہ اٽلي ۾ اٽلي جي متحد ٿيڻ جي هڪ سؤ سال کان پوءِ اتر ليگ اترين علائقي "پادانيہ" ۾ حق خودارادیت جي ذريعي پاڻ کي اٽلي کان الڳ ڪرڻ جو رجعتي مطالبو ڪري ڇڏيو آهي ۽ نتيجو اٽڪر آهي. اسان قومي سوال کي نظرانداز ڪري پنھنجو ئي نقصان ڪنداسين. جيڪڏهن اسان معاشري کي تبديل ڪرڻ ۾ ڪاميابي چاهيون ٿا، تہ اسان کي، هن سوال تي وڏي بيرحمي سان واضح ۽ ٺيڪ ٺاڪ پوزيشن اختيار ڪرڻي پوندي. هن مقصد کي سامهون رکندي، اسان پورهيتن ۽ نوجوانن، سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ پارٽين جي ڪيڊرن سان مخاطب آهيون، تہ جيئن سماج کي تبديل ڪرڻ جي جنگ ۾ اهي مارڪسي نظرين کي سمجھي سگھن. اسين پنھنجي موجوده ڪم کي انهن جي ئي نانءَ ڪريون ٿا.

**ٽيڊ گرانٽ/ ايلن ووڊز**

# سنڌي ايڊيشن جو مهاڳ

سرمائيداري نظام جي ڪوڙ سارين غلاطتن مان هڪ غلاظت اها به آهي، ته هن ۾، علم جي اعليٰ قدرن کي بي معنيٰ بنايو ويو آهي ۽ لفظن جي حرمت ختم ڪئي ويئي آهي. ان ڪري ”سياست“ لفظ جي معنيٰ سجاڳي ۽ جدوجهد بجاءِ ٺڳي، دوکي ۽ فراڊ جو روپ وٺي چڪي آهي. اڪثر ماڻهو هن لفظ کي ناپسند ڪندي، هن کي غلط معنيٰ طور استعمال ڪن ٿا. جڏهن ته حڪمران طبقن به شعوري طور تي سماج کي غير سياسي بنائڻ ۽ خاص ڪري پورهيت طبقي کي سياست کان پري رکڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي ۽ هر وقت اهو ذهن نشين پئي ڪرايو آهي، ته عوام سياست نه ڪري، ڪو وقت ته هوٽلن، بسن ۽ ٻين مختلف جڳهين تي اهو لکيل رهيو ته ”هتي سياسي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ منع آهي.“ حڪمران طبقا پورهيت عوام کي سياست نه ڪرڻ جو درس ڏيئي، جڙ پاڙ انهن سان سياست ڪري رهيا آهن. ان کان علاوه سياست کان ڀڄڪڻ جا ٻيا به ڪيترائي لاڙا موجود رهيا آهن، جيئن ”سياست اميرن جي راند آهي“، يا ”اقتدار اميرن جو ورثو آهي.“ هن سان گڏ حڪمرانن جي طبقاتي ڦرلٽ واري سياست اهڙا ته واهيات رخ پيدا ڪيا آهن، جو سياست کان عوام جو باغي ٿيڻ سمجهه ۾ اچي ٿو پر پورهيت عوام جو اهڙي طرح سياست کان ڪنجي ويهڻ، مسئلي جو حل نه آهي، اڪيون ٻوٽڻ

يا جدوجهد نہ ڪرڻ سان پاڻ تي آيل مصيبتون ٽري نہ ويندیون، پر ان سان تہ اجا بہ صورتحال سنگين ٿي ويندي ۽ رڳو پورهيت عوام جو ئي نقصان پيو ٿيندو. ڇو تہ عالمي معاشي بحران جي چوٽ چڙهڻ جي ڪري، سرمائيدار طبقو پنهنجو مالي خسارو، پورهيت طبقي کي مليل اڻ پورين سهوليتن جي بہ ڪٽوتي ڪرڻ سان پورو ڪري رهيو آهي. جنهن سان بک، بيروزگاري، مهانگائي، بيماري ۽ غربت ۾ اجا بہ اضافو ٿيندو. جڏهن تہ اڄ دنيا جي 6۔ ارب ۽ 53۔ ڪروڙ آبادي مان 4۔ ارب 75 ڪروڙ انسان غربت جي ڪري ماني جي ٻن ويلن لاءِ هلاڪ آهن. عوام جي زندگي عذاب بنجي ويئي آهي. تنهنڪري هن غربت ۽ ذلت مان نجات واسطي اسان سڀني هارين، مزدورن، بيروزگارن، شاگردن ۽ مردن توڙي عورتن، استادن، وڪيلن، ڊاڪٽرن، انجنيئرن، ڪلارڪن ۽ ننڍن واپارين توڙي دوڪاندارن مطلب تہ ورڪنگ ڪلاس کي عوام جي حقن واري سياست ڪرڻي ئي پوندي. سياست جو مطلب هرگز اهو نہ آهي، تہ پورهيو ڪندڙ هر ماڻهو کي ميمبري يا ناظمي تائين پهچڻ گهرجي. (جيڪو عمل پڻ وقت سان لاڳاپيل آهي) پر هتي ان مان مراد اها آهي، تہ هر پورهيت کي سياسي شعور حاصل ڪري پورهيت سٽ سان شامل ٿيڻ گهرجي. اهو ئي پورهيت عوام جي نجات جو واحد رستو آهي. جنهن ذريعي هو پنهنجي طبقاتي ٻڌي ۽ اتحاد کي مضبوط ۽ پائدار بنائي سگهي. سياست نہ ڪرڻ جي ڪري، پورهيت عوام ان شعور کان ئي بي خبر لڳو وڃو آهي، تہ هنن جي مسئلن جو ذميوار ڪير آهي ۽ حل ڪهڙو آهي؟؟

سرمائيداري نظام جيڪو شروع کان ئي استحصالي تہ هئو پر هاڻي اهو انتهائي غيرانساني بہ بنجي چڪو آهي. هي نظام پنهنجا اڳ جا ناهيل اصول ۽ قانون پاڻ ٽوڙڻ لڳو آهي، جيڪي بہ قانون سرمائيدارن لاءِ وڏ کان وڏ ناجائز دولت ڪمائڻ جي راهہ ۾ رڪاوٽ بنجن ٿا، تہ انهن کي اورانگهڻ هي پنهنجو حق سمجهن ٿا. جديد قومپرستي جو نظريو بہ هن نظام جي ئي شروعاتي تخليق جو نتيجو آهي. جنهن جي بنياد تي هن نظام قومي رياست جوڙي، ان ۾ قومي سرمائيدار جي پرورش ڪئي، پر جڏهن دولت جي حوس اجا وڌي، تہ قومي سرمائيدار پاڻ قومي رياست جون سرحدون ٽوڙي، ٻين ملڪن ۾ مداخلت شروع ڪئي ۽ اتان بہ ڦرلٽ ڪري، ناڻو ميڙڻ شروع ڪيو. هاڻي اهي سرمائيدار گهڻ قومي ڪمپنين (هڪ هٿين) جو روپ وٺي، سڄي دنيا تي قبضو ڄمائي چڪا آهن. پر پوءِ

ٻه هنن قومي رياست جهڙيءَ فرسوده ڍانچي کي اجا ختم نه ڪيو آهي ۽ ان کي ائين زنده رکڻ جي ڪوشش پيا ڪن. جيئن بيٺڪي ملڪن ۾ مرندڙ جاگيرداري کي سلامت رکڻ جي ڪوشش ڪئي هئائون. هنن کي اها خبر آهي، ته جيڪڏهن قومي رياست بنهه ختم ٿي ويئي، ته پاڻ ٻه غيرمحفوظ بنجي ويندا، ان ڪري هي پاڻ رياست کي نسبتن ڪمزور حيثيت سان زنده رکڻ جي حق ۾ آهن. هي صرف اهو چاهين ٿا، ته هنن جي سامان جي وڪري لاءِ سرحدون نه هجن ۽ درآمدي ٽيڪس نه لڳن. ته جيئن هي گهٽ کان گهٽو ناڻو ڪمائي سگهن. پر پورهيت عوام کي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ انهن جي بغاوتن کي روڪڻ لاءِ قومي رياست برقرار هجي. هي سرمائيدار سرمائيڪاري جي مروج اصولن جي لتاڙ ڪندي، دولت ڪمائڻ جي ناجائز طريقن تي ته لهي آيا آهن، پر انساني سماج کي به اڳتي ترقي ڏانهن وٺي وڃڻ بجاءِ، رجعت پسندي ڏانهن موڙين پيا. هر اها شي جيڪا جهنگ جو قانون، جاگيرداري يا مذهب ذريعي هنن کي ملڪيت ميڙڻ ۾ مدد ڪري ٿي، ته هو ان کي به استعمال ڪن ٿا. اڄ سرمائيدارن لاءِ ته دنيا جي ملڪن جون سيئي سرحدون ختم ٿيل آهن. جتي ٻه اهي پاڻ چاهين، ته بغير ڪنهن رڪاوٽ جي وڃي سگهن ٿا ۽ هنن جو سامان ٻه سمورن ملڪن ۾ وڪرو ٿئي ٿو. پورهيتن جي پگهر مان نچوڙيل اربين ڊالر ناڻو ٻه ملڪن جون سرحدون ٽپي، هنن جي بئنڪ اڪائونٽ ۾ پهچي ٿو، ان تي ڪا ٻه روڪ ٽوڪ نه آهي. جڏهن ته پورهيت طبقو، جنهن جون ناهيل شيون ۽ ڪمايل ناڻو ته سرحد پار وڃي سگهي ٿو، پر اهي پاڻ ڪيڏانهن ٻه وڃي نه ٿا سگهن. انهن لاءِ سخت پابنديون آهن. ڇاڪاڻ ته ان سان سندن نام نهاد قومي رياست لڏي ويندي. سرمائيدار طبقي پهرئين ڏينهن کان ئي قومي رياست صرف پنهنجي مخصوص مفادن لاءِ جوڙي هئي، نه ڪي پوري قوم جي مفادن لاءِ!! اهو ڪيئن؟ اهو سڀ ڪجهه هن ڪتاب "قومي سوال ۽ مارڪسي بين القواميت" ۾ تفصيل سان ڏنل آهي. جيڪو اڄوڪي دنيا جي ٽن اهم انقلابين ڪامريڊ ٽيڊگرانٽ، ايلن وڊز ۽ لال خان جو لکيل آهي. جنهن جو سنڌي ۾ ترجمو نوجوان انقلابي شرجيل شر ڪيو آهي. ڪامريڊ شرجيل جي هيءَ محنت واکاڻ لائق آهي. هن ڪتاب جي سنڌي ۾ ڇپجڻ جي سخت ضرورت هئي، ڇو ته درست ۽ جديد انقلابي مواد جي سنڌي ٻولي اندر سخت اڻاٺ آهي، خاص ڪري هن اهم سياسي

موضوع تي، جيڪو سياست جو بنيادي سوال آهي، ان کي سمجھڻ بنا اهڙي ڪا انقلابي وک اڳتي کڻي نہ ٿي سگھجي، جيڪا عوام ۽ قوم جي نجات جو دڳ ڏسي سگھي.

پاڪستان جيڪو قومن جو جبري الحاق آهي. ان جي وجود جي پھرئين سر ئي غلط رکيل آهي. ان کان سواءِ هتان جي حڪمران طبقن جي انتهائي جبر، نااهلي ۽ موقعي پرستيءَ هن ملڪ ۽ عوام جي رهي سهي ڪسر بہ ڪڍي ڇڏي آهي. مٿان وري عالمي معاشي بحران قومن مٿان ٿيندڙ استحصال کي بربريت ۽ وحشيت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري ملڪ اندر هزارين عوامي مسئلن سان گڏ، قومي جبر ۾ پڻ بي پناهہ اضافو ٿيو آهي.

هڪي پاسي سنڌ جي قومپرست ڌرين جي ايتري تہ سادگي آهي، جو اول تہ اهي جنم يومي سان فطري پيار جي جذبي کي بہ قومپرستي نظريو سمجھيو ويٺا آهن، بيو تہ نظرياتي پختگي نہ هجڻ جي ڪري، هنن وٽ ڪو بہ اعليٰ انقلابي مقصد ۽ پروگرام نہ آهي، نہ هنن جي جدوجهد ۾ ڪو تسلسل آهي ۽ نہ وري هنن جي عملن ۾ ڪا مستقل مزاجي آهي. لفاظي طور تي آزادي جو نعرو تہ ٻڌجي ٿو پر ان جو ڪو بہ عملي تناظر نہ آهي، تہ اها آزادي ڪيئن ۽ ڪڏهن حاصل ٿيندي؟ ڪا بہ خبر نہ آهي! ڪارڪنن کي اهو چيو ويندو آهي، تہ ”توهان سڄي ڌرتي جا وارث آهيو.“ پر عملي طرح تہ هنن ويچارن ڪارڪنن وٽ زمين جو هڪ ويسو بہ ناهي هوندو. گھڻي ڀاڱي زمين جا مالڪ تہ سنڌ جا مير، پير، وڏيرا، سردار ۽ جاگيردار بڻيل آهن. پڇڻ تي جواب ملندو تہ ”آزادي کان پوءِ اهو نبيرو ڪري وٺنداسين ۽ آزادي بعد توهان پاڻهي ئي زمين جا مالڪ بڻجي ويندئو.“ اها ڳالهہ تہ دل سان ئي ڪو نہ ٿي لڳي، تہ جيڪا شي اڄ اسان جي نہ آهي، اها سياڻي پاڻهي ئي ڪيئن پنهنجي ٿي ويندي!! بنگالين بہ تہ ان سوال کي حل ڪرڻ بنا قومي آزادي ڪئي ورتي هئي، پر پوءِ ڇا ٿيو؟ عوامي ليگ ۽ بنگالي سرمائيدار طبقي، پارٽي فوج هٿان، مڪتي باهني جي انقلابي مزدورن، هارين، بيروزگارن ۽ شاگردن جو قتل عام ڪرائي، انهن کان سڀ ڪجھہ کسي ورتو. نتيجي ۾ لکين شهيدن ۽ هزارين نياڻين جي عصمتن جي عيوض، نہ هنن کي زمين ملي، نہ روزگار مليو ۽ نہ ئي هنن جي غربت ختم ٿي. اڄ بہ ساڳيا بنگالي ڪراچي ۾ سستي ۾ سستي مزدوري ڪرڻ تي مجبور آهن. معاشي تنگي ۽ سفاڪ غربت جي ڪري،

بنگالي نياڻيون، سڄي دنيا سميت سنڌ ۾ بہ پئسن تي وڪرو ڪيون پيون وڃن. پلا اها آزادي، جيڪا پورهيت عوام جو پيٽ بہ پري نہ سگهي، سا وري ڪهڙي آزادي چئبي. اها آزادي، جنهن ۾ هاريءَ مزدور خوشحال نہ ٿين، سا اڻ پوري آزادي آهي. ان جو مطلب تہ 38– سال اڳ بہ ٿلهي جاگرافيائي آزادي جو اهو تناظر درست نہ هئو جنهن ايڏي وڏي قربانيءَ جي باوجود بنگالين جي غربت کي ختم ڪرڻ بجاءِ اجا وڌايو.

اڄ تہ ويٽنام ۽ انگولا جي آزاديءَ وارا ڏينهن بہ نہ رهيا آهن، جن کي سڄي دنيا جي پورهيتن (جن ۾ آمريڪي ۽ برطانوي بہ شامل هئا.) کان علاوه ڪيترن ملڪن جي حڪومتن بہ عملي طرح مدد ڪئي هئي. اڄ جو معروض بلڪل ان جي ابتڙ آهي. جڏهن آمريڪي سامراج افغانستان ۽ عراق تي حملا ڪيا، تہ ان جي مخالفت ڪرڻ بجاءِ سڄي دنيا جي حڪومتن ان جي حمايت ڪئي ۽ سعودي عرب ۽ پاڪستان جهڙن ملڪن تہ پنهنجا فوجي اڏا سامراج جي حوالي ڪيا. شايد ان ڪري ئي سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪجھ قومپرستن جا اخبارن ۾ بيان ڇپيا آهن، تہ هنن کي آزادي "آمريڪا" ڏياريندو!!! جيڪا انتهائي بي وقوفي جهڙي ڳالھ لڳي ٿي. عوام تي ڀروسو ڪرڻ بجاءِ عالمي سامراج ۾ اميد رکڻ، ائين آهي، جيئن جهنگ جي بگهڙن مان چڱائي جي اميد رکڻ. ڪجھ قومپرستن کي وري نوابن، سردارن، جاگيردارن ۽ پيراڻين گادين مان وڏيون اميدون آهن. هيءَ تہ جي. ايچ. ڪيو جي ڀگهاردارن مان بہ توقع رکيا وينا آهن، تہ اهي سنڌ جي آزادي واري هلچل جي اڳواڻي ڪندا.

ٿلهي آزادي بنا ڪنهن طبقاتي معاشي ۽ سماجي آزادي واري تناظر جي هجڻ جي ڪري، سنڌ جي قومپرستن جي عملي جدوجهد پنهنجي عوام کان ڪٽيل ۽ اشوز تائين محدود رهي آهي. اشوز بہ اهي جيڪي وقت بہ وقت سرڪار جا ئي اٿاريل آهن. اهي قومپرست سرڪار جي ڪنيل قدمن پٺيان هلندي، سياست ڪندا رهيا آهن. هنن هميشه پهل ڪرڻ بجاءِ پيروي ڪئي آهي. هنن جي سدائين دفاعي حڪمت عملي رهي آهي. هميشه دفاعي پوزيشن تي رهڻ وارا آزادي لاءِ اڳيرا تي لڙي ئي نہ ٿا سگهن. انهن ڳالهين کان هٽي ڪري، جيڪڏهن سنجيدگي سان ويچارجي، تہ ڇا اهي اشوز ايڏي اهميت جوڳا آهن؟ جيڪڏهن آهن، تہ يقينن پوءِ انهن کي اهڙي انداز ۾ ڇو ڪنيو وڃي ٿو جو اڪثر ڪري عوام انهن کي نان اشوز قرار ڏيئي ڇڏي ٿو. گذريل 38 سالن جي تاريخ ۾ سنڌي

ٻولي، ٻهارين جي آبادڪاري، پنوعاقل ڇانوڻي، چشما جهلم لنڪ ڪئنال، ٿل ڪئنال، حيدرآباد ضلعي جو ورهاڱو ڪوڪروپار سرحد ڪولڻ ۽ ڪالاباغ ڊيم، مکيہ اشوز طور ڪنيا ويا آهن. هنن ۾ جيڪي حڪمرانن لاءِ گهڻن مفادن وارا هئا، مخالفت جي باوجود انهن تي عمل ڪيو ويو ۽ باقي رهيل اشوز بہ حڪمراني جي فائدي کان خالي نہ هئا. خاص ڪري پنهنجي حڪمرانن کي ڊيگهہ ڏيڻ لاءِ، جڏهن بہ عوام جي پاڻ ۾ ويجهڙائپ وڌندي آهي، تہ هو انهن کي "ورهايو ۽ حڪومت ڪريو"، واري پراڻي سامراجي چال طور استعمال ڪندا آهن.

اشوز تي سياست ڪرڻ لاءِ اهو بہ ڏسڻ لازمي آهي، تہ هئن اشوز جي فائدي يا نقصان جي هيئت ڇا رهي آهي؟ ڇا هي اشوز عوام جي خوشحالي يا بدحالي جي علامت هئا يا آهن؟ انهن جو درست تجزيو ڪرڻ بنا قومي سوال جو حل، اڳتي وڌي نہ ٿو سگهي. ان ڪري انهن جو احاطو ڪرڻ تمام ضروري آهي. ڇو تہ قوم جا سمورا مسئلا اهي تهذيبي هجن يا سماجي، اهي سڌي يا اڻ سڌي طرح معيشيت سان لاڳاپيل هوندا آهن ۽ معيشيت سان لاڳاپيل مسئلا سادي نموني گهُر ڪرڻ يا احتجاج سان حل نہ ٿيندا آهن. ان لاءِ طبقاتي جدوجهد بہ ڪرڻي پوندي آهي. اڄ جا حڪمران اهڙا تہ ڊيڊ ۽ بي حس بنجي ويا آهن، جو پورهيت پنهنجي عام گهُرجُن خاطر پاڻ ساڙيو ڇڏين، پوءِ بہ حڪمران انهن شهيدن جا ارمان پورا ڪرڻ بجاءِ ٺٺوليون ڪندا رهن ٿا، تہ اهي وري قوم جا مسئلا جيڪي زندگي جي بنيادي مسئلن يعني روزگار، صحت ۽ تعليم کان وٺي، انسانن جي خوشحالي تائين سلهاڙيل آهن، سي ايترو آسانيءَ سان ڪيئن حل ڪري سگهندا؟

حڪمرانن طرفان بلوچن خلاف فوجي آپريشن پڻ شروع ڪيو ويو آهي. بلوچستان جي وسيلن تي قبضي ۽ ملٽي نيشنل ڪمپنين جي ميگا پروجيڪٽن تان شروع ٿيل بلوچن جي مزاحمت جي ڪري گنڀير صورتحال پيدا ٿي ويئي آهي. جنهن ۾ غاصب حڪمران ٽولي پاران جنگي جهازن، هيليڪاپٽرن ۽ توپن سان شهرن ۽ ڳوٺن مٿان بمباري ڪرڻ سان گڏ بلوچن کي قطارن ۾ بيهاري گولين جي ذريعي شهيد ڪرڻ جو وحشي عمل پڻ جاري آهي. ائين ٿو محسوس ٿئي، تہ بلوچن خلاف هڪ وڏي اڻ اعلانيہ جنگ شروع ڪئي ويئي آهي. جڏهن تہ ان جي ردعمل ۾ مزاحمت ٿيڻ فطري ڳالهہ آهي.

جڙتو بہ قومي نظريي جو دفاع ڪندڙ حڪمرانن پاران بلوچستان جي مسئلي جو سياسي حل نہ ڪيي سگهڻ ۽ سندن آمراڻي حڪمراني جو ڍنگ ثابت ڪري ٿو تہ سرمائيداري نظام ڳري، سڙي ۽ زبون ٿي چڪو آهي، هن جو اڃا بہ جاري رهڻ بربريت ۽ وحشيت کي وڌائيندو.

ٽئين طرف پختونخواهہ جي وانا، وزيرستان ۽ سوات ۾ پاڪستاني ۽ آمريڪي فوج هٿان پرڏيهين جي آڙ ۾ ڏيهي ماڻهن کي مارڻ جو سلسلو اهڙي طرح جاري آهي، جو ملڪ جو اقتدار اعليٰ چِڙ مذاق بنجي ويو هجي. ڪالهہ تائين آمريڪي سامراج جي چرچ تي افغان جنگ ۾ جن ماڻهن جي پرورش ڪئي ويئي هئي. اڄ سامراج جي چوڻ تي هنن کي موت جي ننڊ سمهاري رهيا آهن. هن مهل جيڪڏهن ڪنهن پاڪستاني پروفيسر کي چئجي، تہ پاڪستان جي نظرياتي وصف بيان ڪري،تہ يقينن اهو ڏندڙجي ويندو!!

هي سموري صورتحال ٻڌائي ٿي، تہ حڪمران سادي طرح "ويڙهايو ۽ حڪمراني ڪريو" ڪان بہ گهڻو اڳتي نڪري، افراتفري ۽ وحشت جي ذريعي ملڪ تي حڪومت جاري رکڻ چاهين ٿا.

عام طرح حڪمران پنهنجي سرڪاري پروگرامن ۽ ميڊيا تي امن، انسانيت، يڪجهتي ۽ قوم جا هوڪا پيا ڏيندا آهن. پر عملي طرح ان جي بلڪل ابتڙ پاڻ ئي انهن قدرن جو تقدس پائمال ڪندي، امن، انسانيت، يڪجهتي ۽ قوم جون ڌجيون اڏائي رهيا آهن. اتفاق سان ڪشمير سانحي جي ڪري ملڪ اندر ٿوري گهڻي يڪجهتي پيدا ٿي هئي، پر اها بہ حڪمرانن کي برداشت نہ ٿي، انهن هڪ ئي ڌڪ سان (ڪالاباغ ڊيم اڏڻ جو اعلان ۽ بلوچستان ۾ فوجي آپريشن) اها ختم ڪري ڇڏي.

حقيقت ۾ حڪمران طبقي جي اها چالاڪي آهي، تہ قوم کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ هر وقت ناٽڪ ڪندا رهندا آهن. ظاهر طور ائين محسوس ڪرائيندا آهن، تہ قوم هنن کي ڏاڍي پياري آهي. پر هي رڪارڊ جي ڳالهہ آهي، هن فوجي ٽولي جي سموري ڪيل جاني نقصان جو اندازو لڳائيندا سين، تہ ان ۾ هندستان سان ڪيل ٽن جنگين ۾ مخالف فوج جي صرف 2_ سيڪڙو ڪيل جاني نقصان جي ڀيٽ ۾، پنهنجي ملڪ جو 98_ سيڪڙو جاني نقصان ڪيو آهي. اڄ پوري دنيا جي حڪمران طبقن جي اجائي لفاظي ايتري حد تائين بيهودہ ٿي ويئي

آهي، جنهن کي سمجهڻ هاڻ قومن لاءِ ڏکيو ناهي. جيئن دنيا ۾ هي بہ مشهور آهي، تہ آمريڪي حڪمران وڏا قومپرست آهن. جو پنهنجي هڪ بہ شهري جو قتل برداشت نہ ڪندا آهن. جڏهن تہ حقيقت ان جي بلڪل ابتڙ آهي. اها لفاظي هو رڳو پنهنجي قوم کي بيوقوف بنائڻ لاءِ ڪندا آهن، تہ جيئن هو پنهنجا طبقاتي مفاد حاصل ڪندا رهن. جيڪڏهن هي حقيقي ۽ سچا قومپرست هجن ها، تہ افغانستان ۽ عراق ۾ روزانو آمريڪين جا لاش ڪري رهيا آهن، پر هنن جي تہ منهن ۾ گهنج بہ نظر ڪو نہ ٿو اچي. ان جا واضح بہ سبب نظر اچن ٿا. هڪ تہ هي فوجي سپاهي، حڪمران طبقي مان نہ آهن، پر پورهيت طبقي مان آهن، ٻيو تہ اهي فوجي حڪمرانن جي ئي مفادن جي پورائي لاءِ استعمال ٿي رهيا آهن. ان ڪري اتي هنن جي قومپرستي مفادپرستي ۾ تبديل ٿي پنڌپهڻ بنجي ويندي آهي.

شاؤنسٽ قومپرستيءَ جو اهڙو پيانڪ استعمال، هاڻي سيني ملڪن جي حڪمرانن جو شيوو ٿي ويو آهي. پر اهو وقت بہ پري نہ آهي، جو قومون پنهنجي حڪمرانن جي سرمائيدارانہ مفادن لاءِ استعمال ٿيڻ کان انڪار ڪنديون ۽ اهو بہ بعيد نہ آهي، تہ خود آمريڪي عوام، فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ کان انڪار ڪندي، ان کي انساني حقن جي سنگين ڀڃڪڙي قرار ڏيئي ڇڏيندو. چاڪان تہ حڪمران روزگار جي بهاني، پورهيت عوام کي مجبور بنائي، فوج ۾ ڀرتي ڪن ٿا. اصل ۾ هي پورهيت طبقي جو ئي ڪمايل ناڻو آهي، جيڪو انهن جي روزگار، صحت، تعليم ۽ ٻين سهولتن تي استعمال ڪرڻ بجاءِ، انهن کي هيسائڻ، دٻائڻ ۽ مارڻ لاءِ خرچ ڪن ٿا. جيڪڏهن صرف هڪ سال جي هٿيارن جي هيءَ رقم جيڪا هڪ هزار ارب ڊالرن کان مٿي آهي، هٿيارن تي خرچ ڪرڻ بجاءِ انسانن جي ڀلائي لاءِ ڪتب آندي وڃي، تہ هتي نہ صرف ڪو بہ بکئي پيٽ نہ سمهي، پر سيني کي بيشمار سهولتون بہ ملي وڃن. ايستائين جو سڄي دنيا جي ملڪن جا روڊ رستا، ناليون ۽ نيڪال جو نظام ايترو جديد بنجي وڃي، جو انسانن بجاءِ خودڪار مشينون صفائي ڪري سگهن ۽ سماج جا ڌڪاريل ڀنگي پڻ سماج جا باعزت انسان بڻجي سگهن. پر اڄين حڪمران ڇو ڪندا؟ هنن اڳي ڪڏهن بہ عوام لاءِ سوچيو آهي، جو هاڻي سوچيندا. ان جو واحد سبب موجوده طبقاتي سماج ۽ سرمائيدارانو نظام آهي. جيڪو نفعي جي بنياد تي هلي ٿو. جيئن ڪشمير سانحي

دؤران شهيدن لاءِ ڪفن، جيڪو عام ڏينهن ۾ 150ـ روپين ۾ ملندو هو، اهو 900ـ روپين ۾ ۽ ڪنڌ 27ـ روپين بجاءِ 95ـ روپين ۾ ڪلوگرام وڪرو ٿيا. مطلب تہ سرمائيدار انسانن جي مجبورين ۽ مصيبتن مان تہ اجا بہ گهڻو نفعو ڪمائيندا آهن. انهن جي اها ظالماڻي حوس ختم ڪرڻ جو هڪڙو ئي طريقو آهي، تہ سوشلسٽ انقلاب ذريعي هنن ظالمن ۽ استحصالي حڪمرانن کي لاهي پورهيتن جو راڄ قائم ڪريون. جيڪو طبقاتي جدوجهد جي بغير ممڪن نہ آهي ۽ اها طبقاتي جڙت ڪنهن هڪ قوم يا صوبي بجاءِ ملڪي، علائقائي ۽ عالمي سطح تي ڪرڻي پوندي. ائين نہ، جيئن هتي پاڻ کي مارڪسسٽ سڏائيندڙ ڪجھ دوست، سوشلسٽ سنڌ لاءِ جدوجهد کي پنهنجو نصب العين قرار ڏيئي رهيا آهن. پر سندن طريقہ ڪار ساڳيو روايتي ۽ تنگ نظري تي ٻڌل، استالني (مرحليوار انقلاب ۽ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم) طريقو آهي. جيڪو غيرسائنسي، مدي خارج ۽ نظرياتي طور ناممڪن آهي. سچ تہ اهو ظاهر ظهور پورهيتن سان دشمني ڪندي، انهن کي ورهائڻ جي ڪوشش آهي. صرف سنڌ تائين انقلاب هڪ تہ ممڪن نہ آهي، ٻيو تہ ان جو سلامت رهڻ بلڪل ناممڪن آهي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي، تہ اڄ جي حالتن ۾ اها خواب خيالي ئي ٿي سگهي ٿي. ڇاڪاڻ تہ پنجاب جي حڪمران طبقي کي اتان جي پورهيت طبقي جي جڙت ۽ اتحاد کان سواءِ ڪيئن شڪست ڏيئي سگهجي ٿي؟ سنڌ جي انقلاب ۽ آزادي جو خواب ڪراچي جي پورهيتن جي ڀرپور مدد کان سواءِ ڪيئن ممڪن آهي؟

انهن سمورين حقيقتن کان ـلاوه صرف خواهش ڪرڻ سان قومي آزادي ملي نہ ٿي وڃي، پر اها موجوده معروض اندر هڪ مڪمل منظم ۽ شعوري جدوجهد جي گهر ڪري ٿي. ان نسبت سان ڏسبو تہ جنهن نظام اندر رهي ڪري هتان جي قومپرستن طرفان قومي آزادي جي جاکوڙ ٿي رهي آهي. انهي سرمائيداري نظام جي عالمي معاشي بحران تہ آمريڪا کان اسپين تائين ۽ جرمني کان جپان تائين سمورن ترقي يافتہ ملڪن جي قومي رياستن جي ڪردار کي بلڪل وائکو ڪري ڇڏيو آهي. انهن قومي رياستن پنهنجي پنهنجي قومن کان سموريون آزاديون ۽ خوشحاليون کسي ورتيون آهن. ڇاڪاڻ تہ ان نظام اندر هاڻي قومي رياست جو ڪردار فقط پنهنجي قومن جي اڪثريتي عوام جو وڌ ۾ وڌ استحصال ڪري چند سرمائيدارن جون تجوريون ڀرڻ آهي. هن وقت وال اسٽريٽ آمريڪا جي

سرمائيدارن پنهنجي دولت 6 لک ارب ڊالر ٻڌائي آهي. دولت جي ايڏي انبار جي باوجود دنيا جي امير ترين ملڪ آمريڪا جي اڻ پڙهيل ماڻهن جي شرح 36 سيڪڙو آهي، غربت جي شرح 28 سيڪڙو ۽ بيروزگاريءَ جي شرح 10 سيڪڙو آهي. صرف گذريل 17 مهينن ۾ 60 لک پورهيتن کي ملازمتن تان برطرف ڪري کين ڪان روزگار جو حق کسيو ويو آهي ۽ هلندڙ سال وڌيڪ هڪ ڪروڙ ملازمن کي برطرف ڪرڻ بابت ٻڌايو ويو آهي. هاڻي ته آمريڪي پورهيت غريب ملڪن جي مزدورن وانگر پنهنجا عضوا ۽ گڙدا کپائي پنهنجو پيٽ پالڻ تي مجبور آهن. جاپان دنيا جو ٻيو نمبر شاهوڪار ملڪ هجڻ جي باوجود دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ خودڪشين وارو ٻيو نمبر ملڪ پڻ آهي ۽ هاڻ هتي غربت، بيروزگاري ۽ مالي پريشانين هڪ قومي برائي جي شڪل اختيار ڪئي آهي. جرمني، دنيا جي ٽئين نمبر امير ملڪ ۾ بيروزگاري سڄي يورپ جي پيٽ ۾ وڌيڪ آهي. فرانس ۾ 20 سيڪڙو بيروزگاري آهي ۽ اسپين ۾ 13 سيڪڙو بيروزگاري آهي. مطلب ته دنيا جا شاهوڪار ترين ملڪ به پنهنجيون قومي آزاديون برقرار رکي نه سگهيا آهن.

اهڙي سامراجي دؤر ۾ عالمي مالياتي لٽيرن ۽ فوجي سنگينن هيٺان ڪمزور قومون ڪهڙي طرح آزادي حاصل ڪري سگهنديون؟ پر جيڪڏهن اها آزادي ڪنهن وڏي رتوڇاڻ يا ڪنهن سامراجي سازش جي نتيجي ۾ ملي ٿي، ته اها به اهڙي ئي ڪنهن دلال رياست جي شڪل ۾ ملڻي آهي. جيڪا رياست اڄ هر هنڌ انتهائي ظالم ۽ مڪروهه ڪردار جي مالڪ بڻجي وئي آهي، اها پنهنجي قوم کي مليل آزادي به کسي، ڦرلٽ ڪري کين ڪي ڪنگال ڪري رهي آهي. اهو سيني ڪان وڌيڪ اهم سوال آهي، جنهن لاءِ قومي ڪارڪنن کي سوچڻ گهرجي.

انهي عالمي معاشي بحران جي ڪري پاڪستاني رياست پڻ اقتصادي طور تي ڏيوالي واري صورتحال ۾ گهيريل آهي. هڪ ته هن ملڪ، سامراجي پالسين جي پوئواري ڪندي، پنهنجي صنعت، زراعت، پرڏيهي واپار، قومي بچت ۽ سماجي ڍانچو تباهه ڪري ڇڏيا آهن، ته ٻئي طرف ملڪ جي معاشي ڪرنگهي وارا سيئي ادارا نجڪاري هيٺ وڪرو ڪري ڇڏيا آهن ۽ هاڻي باقي صرف 16 ادارا بچيل آهن، جن کي به کپائڻ لاءِ موجوده پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت اعلان ڪري چڪي آهي. انهن کي وڪرو ڪرڻ سان ملڪ جي پنهنجي اقتصاديات ٻڙي تي ويندي ۽ ملڪ

جي 26 لک سرڪاري ملازمن جون پگهارون بہ رياست تي بوجهہ بنجي وينديون. ملڪ جي اهڙي ڳنڀير معاشي صورتحال ۾ حڪمرانن وٽ هڪڙو ئي رستو بچي ٿو تہ اهي عوام جو استحصال اجا بہ شديد ڪن. ماڻهن کي هڪ بہ سهولت ڏيڻ بجاءِ انهن جي گهرن ۾ گذريل سالن کان گڏ ٿيل جيڪا بہ جمع پونجي آهي، اها ڳرن ڳرن ٽيڪسن ۽ مهانگائي جي ذريعي انهن کان ڦُري ونن. ڏهہ سال يعني 99_1998ع ۾ 250 ارب روپيہ ٽيڪس ورتو ويو هئو ۽ هلندڙ سال 1377 ارب روپيا ڪاٽو آهي. ان کان علاوه موجوده حڪومت پنهنجي شروعاتي 13 مهينن جي عرصي دؤران 13 ارب ڊالر پرڏيهہ مان امداد ۽ قرضن جي ناليءِ ۾ حاصل ڪيا آهن. پر پوءِ بہ رياست جو مالي بحران ختم نہ ٿيو آهي، پر اهو اجا بہ وڌيو آهي. جڏهن تہ ملڪ جي 16 ڪروڙ آبادي مان 13 ڪروڙ 20 لک انسان غربت جو شڪار آهن. ملڪ جا 3 ڪروڙ 84 لک نوجوان بيروزگار آهن ۽ هر سال هزارين نوجوان بيروزگاري ۽ غربت جي ڪري خودڪشيون ڪرڻ تي مجبور آهن. ملڪ جي اهڙي سماجي ۽ معاشي صورتحال هتي ڪنهن عوامي انقلاب جي ابرڻ جي نشاندهي ڪري ٿي. انهي انقلاب کان بچڻ لاءِ ملڪ جا سيئي سرمائيدار ۽ انهن جو عالمي سامراج پنهنجون سرتوڙ ڪوششون ڪري رهيا آهن. پر اهي ڪامياب ناهن ٿيڻا. ڇاڪاڻ تہ عالمي معاشي بحرن ايترو تہ شديد آهي، جنهن جي اڳيان سرمائيدارن جون سيئي تدبيرون بي اثر بنجي ويون آهن. هتي امير ملڪن جي پنهنجي اقتصاديات ڊهي پئي آهي، تہ اهي پاڪستان جي ڪتان مدد ڪري سگهندا. جڏهن تہ پاڪستان کي هر سال ايتري ئي امداد ۽ قرض گهرجن. جيڪي ناممڪن آهن. پر اها ڳالهہ بہ ايتري سولي نہ آهي، تہ پاڪستاني حڪمران ان انقلاب کي آسانيءَ سان برپا ٿيڻ ڏيندا. اهي تہ پنهنجي دولت بچائڻ خاطر انقلاب کي ناڪام بنائڻ لاءِ حد کان بہ گذري ويندا. تڏهن تہ انهن هتي هڪ طرف مذهب کي استعمال ڪندي، انتهاپسندن جي خوني ويڙهہ شروع ڪرائي آهي ۽ ٻئي طرف ملڪ اندر قومي تضادن کي پڙڪائي، ڇئني صوبن جي پورهيتن جي طبقاتي جڙت کي ٽوڙڻ چاهين ٿا. حڪمرانن جا اهي سمورا هٿرادو ناٽڪ ڪامياب نہ ٿيڻا آهن. ڇو تہ آخري تجزئي ۾ پورهيتن کي بک لڳي ٿي، جيڪا کين کي بغاوت ڪرڻ لاءِ ضرور مجبور ڪندي. هتي اها ڳالهہ بہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي، تہ اهڙي آزادي جيڪا پورهيت انقلاب کي ناڪام بنائڻ جي بدلي ۾ حاصل ٿئي تہ اها آزادي بہ ٻئي غلاميءَ جو طوق بنجي ويندي ۽ اهڙي نام

نهاد آزادي جي نالي تي اها بيهر قومي غلامي جي ڳٽ ۾ ڦاسائي ويندي آهي. انقلاب جي قيمت تي ملندڙ اهڙي آزاديءَ جي ڪڏهن بہ حمايت نہ ٿي ڪري سگهجي.

هتان جي قومپرستن طرفان هر وقت اهو اظهار پڻ ڪيو ويندو آهي تہ، سنڌ وسيلن سان مالامال آهي، آزاديءَ کان پوءِ اهي وسيلا قوم تي خرچ ڪيا ويندا، وغيره وغيره. پر حقيقت اها آهي تہ هتان جي سموري زمين جاگيردارن ۽ وڏيرن جي قبضي ۾ آهي. هتان جا سيئي ڪارخانا سرمائيدارن وٽ آهن، هتان جا معدني وسيلا ملٽي نيشنل ڪمپنين جي حوالي آهن، جيڪي ڪل آمدني جو صرف 12.5 سيڪڙو يعني 200 ارب روپيہ رائلٽيءَ جي شڪل ۾ پاڪستاني رياست کي ڏينديون آهن ۽ 87.5 سيڪڙو يعني 1400 ارب روپيا پاڻ ڪڻنديون آهن. جڏهن تہ بندرگاهون غيرملڪي آقائن جي ڪنٽرول ۾ آهن. جڏهن تہ سرمائيداري نظام اندر رهي ڪري اهي سمورا وسيلا ڪير بہ ڇڏرائي نہ ٿو سگهي، سواءِ سامراج ۽ سرمائيدارن سان ٽڪر کائڻ جي ۽ سرمائيداريءَ نظام اندر رهي ڪري اهو ٽڪر اهڙي طرح کائي نہ ٿو سگهجي، جهڙي طرح پاڻي ۾ رهي مانگر مڇ سان وير پالي نہ ٿو سگهجي.

بهرحال جبري الحاق واري پاڪستان ۾ قومن سان جيڪا بہ ويڌن ٿي رهي آهي، اها ڪنهن بہ قيمت تي نظرانداز نٿي ڪري سگهجي. هتان جي قومن جي ڦرلٽ، ڏاڍ ۽ جبر واري عمل ۾ پاڪستاني ۽ پنجابي حڪمرانن جي صرف مذمت ڪرڻ مارڪسسٽن لاءِ ڪافي نہ آهي، پر انهن خلاف چوکنيي ويڙهہ ڪرڻ جو فرض پڻ انهن تي عائد ٿئي ٿو. هن نسبت سان اسان هر قسم جي قومي جبر جي خلاف آهيون، اسان هر قسم جي لساني ۽ نسلي ڏاڍ جي مذمت ڪريون ٿا، اسان هتان جي قومي استحصال خلاف عملي ويڙهہ ڪنداسين، جهڙي طرح اسان هڪ انسان هٿان ٻئي انسان جي ظلم جو خاتمو چاهيون ٿا، اهڙي طرح هڪ قوم هٿان ٻئي قوم جي استحصال کي پڻ مسترد ڪريون ٿا. هڪ مارڪسسٽ تنظيم طور تي، اسان ٻين قومن سميت سنڌ جي مڪمل آزادي جي حمايت ڪريون ٿا، جتي ڪوبہ نوجوان بيروزگار نہ هجي، جتي ڪوبہ پورهيت غريب ۽ بدحال نہ هجي، جتي ڪابہ عورت بي وس ۽ لاچار نہ هجي، جتي ڪوبہ پيرسن بزرگ پنهنجي زندگي مان بيزار نہ هجي، جتي ڪوبہ ٻار جبري پورهيو نہ ڪري يا گند جي ڍير تان روزي نہ ڳولي، جتي ڪابہ نياڻي عزت وڪڻي اٽو نہ وٺي،

جتي تعليم ۽ علاج سيني لاءِ هجي، جتي هر طرف برابري ۽ مساوات هجي، پر هر طرح سان قوم آزاد ۽ خوشحال هجي. اهڙي آزادي جي اسان ڀرپور حمايت ڪريون ٿا. ان سان گڏ اسان بلوچستان ۾ فوجي آپريشن جي مذمت ڪندي، هتان جي قومي تحريڪ جي پڻ ڀرپور حمايت ڪريون ٿا.

بلوچستان جي هٿياربند جدوجهد، جيڪڏهن محدود ۽ تنگ دائري ۾ رهي ٿي، ته ڀلي سالن جي عرصي تائين جاري رهي، پر اها ڪنهن به طرح بلوچ عوام کي ڪجهه ڏيئي نه ٿي سگهي. ڇو ته جڏهن به هن هٿياربند جدوجهد سان ناهه ٿيو ته اهو حڪمران طبقي جي سطح تي، ڪجهه ڏيو ۽ ڪجهه وٺو جي اصول تحت ٿيندو.

ساڳئي طرح ڪجهه بنيادپرستن جو خيال آهي، ته اهي آمريڪي سامراج کي شڪست ڏيندا، جيڪا پڻ ڪل جهڙي ڳالهه آهي. ڇو ته اهڙي طريقي سان سامراج کي شڪست ڏيڻ ممڪن نه آهي. جيڪڏهن ممڪن آهي، ته صرف آمريڪا جي پنهنجي پورهيتن جي مدد سان، پورهيت طبقي جي عالمي جڙت ۽ مظلوم طبقن ۽ قومن جي ٻڌي جي ذريعي. اهڙي طرح هتي به سنڌ، بلوچستان، پنجاب، پختون ۽ ڪشمير جي پورهيتن جي اتحاد کان علاوه هندستان جي پورهيتن سان گڏ، سڄي ڏکڻ ايشيا تائين هيءُ طبقاتي جڙت قائم ڪرڻي پوندي. جيڪا مارڪسزم جهڙي انقلابي نظريي ۽ سوشلسٽ انقلاب جهڙي مقصد کان بغير ممڪن نه آهي. هڪ زنده حقيقت اها آهي، ته هن بدلجندڙ معروض ۾ اهڙي انقلابي جڙت تعمير طرف وڌي پئي، جيڪا نه صرف قومي سوال کي حل ڪندي، ڏکڻ ايشيا جي سوشلسٽ فيڊريشن قائم ڪندي، پر طبقاتي استحصال کان پاڪ سماج ۽ قومن جي حق خودارادیت سميت هتان جي سمورين قومن ۽ انسانن کي حقيقي آزادي ڏياريندي.

جون 2009ع

**انور پنهور**

باب پهريون

# جديد تاريخ ۾ قومي سوال

"جيڪڏهن آئرلينڊ جي جدوجهد ۽ ٻيٽن تي مشتمل ملڪ انگلينڊ جي تقدير کي الڳ رکون، تہ اولهہ يورپ ۾ سرمائيدار قومن جي جوڙجڪ جي مرحلي ۽ سرمائيداري جي شروعات فرانس جي انقلاب سان ٿئي ٿي ۽ ان جو پورائو (تڪميل) هڪ سئو سالن ۾ جرمن سلطنت جي جوڙجڪ ٺيڪ سان گڏ ٿي وڃي ٿو."

(انقلاب روس جي تاريخ – ٽراٽسڪي صفحو نمبر 889)

ڪيترائي ماڻهو اهو سمجهن ٿا تہ, قومي رياست هڪ فطري شيءِ آهي, توڙي جو اها ماڻهن جي رت ۽ روح ۾ رچيل نہ آهي, تہ بہ ان جو تعلق ڏور ماضي سان ضرور آهي. حقيقت اها آهي, تہ سرمائيداراڻي قومي رياست نسبتن هڪ نئين شيءِ آهي. جيڪا رڳو گذريل ٻہ سو سالن کان وجود رکي ٿي. پنهنجي منفرد پوزيشن يعني ٻيٽن تي مشتمل سلطنت هئڻ سبب هالينڊ انهيءَ ذمري ۾ نہ ٿو اچي. جتي سورهين صدي عيسوي ۾ سرمائيداري انقلاب اسپين جي خلاف قومي آزادي جي جنگ جي شڪل اختيار ڪئي. جيستائين انگلينڊ جو تعلق آهي, هتي سرمائيداري يورپ جي ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ سڀ کان پهريائين آئي هئي, يعني چوڏهين صدي جي آخر ۾, ان کان پهريائين قومون نہ هونديون هيون, صرف قبيلا هوندا هيا, شهري رياستون ۽ سلطنتون هونديون هيون. ڪنهن شهري رياست يا سلطنت کي قوم سڏڻ غلط آهي, پر اها غلطي اڪثر ڪئي ويندي آهي. ويلز جي هڪ قومپرست اديب تہ برطانيہ تي رومن حملي کان اڳ "ويلز" قوم جو پتو لڳايو آهي! هيءَ تہ خواهشن جي جادوگري آهي. ويلز تڏهن تہ خانہ بدوش قسم جا قبيلا هيا, جيڪي ان علائقي ۾ رهندڙ ٻين

قبيلن کان مختلف نہ هوندا هيا. جن کي هاڻي انگلينڊ سڏيو ٿو وڃي. قومپرست اديبن جي اها سوچ ڏاڍي عجيب آهي، تہ قوم هميشه اصل کان موجود هئي. (خاص ڪري انهن جي پنهنجي قوم) اصل ۾ قومي رياست تاريخ جي ارتقا جو نتيجو آهي. هيءَ اصل کان موجود نہ هئي ۽ نہ ئي مستقبل ۾ هميشه موجود رهندي.

حقيقت ۾ قومي رياست سرمائيداري نظام جي پيداوار آهي. ان کي سرمائيدار طبقي پيدا ڪيو هيو جنهن کي هڪ قومي منڊي گهربل هئي. ننهن ننڍين ننڍين شهري رياستن کي ٽوڙي ڇڏيو. جنهن جا پنهنجا ٽيڪس وغيره هوندا هيا، انهن کي خرچ پکي جو پنهنجو نظام هوندو هيو ماپ تور جا پنهنجا اوزار هوندا هيا. رابرٽ هيل برونر جي سفرنامي مان هيٺئين چونڊ ٽڪري مان اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ويندي. هن چونڊ ٽڪري ۾ هن هڪ جرمن سوداگر اينڊري ريف جي سفر جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪو هُن لڳ ڀڳ 1550ع ۾ ڪيو هيو.

"اينڊري ريف هڪ سوداگر آهي. سندس ڏاڙهي وڌيل آهي. ڪيس اُن جو ڪوٽ ڦهريل آهي. اهو جرمني جي شهر بيڊن ۾ واپس پنهنجي گهر اچي ٿو ۽ پنهنجي زال کي ٻڌائي ٿو تہ، هن ٿيهہ منڊين جو (سفر) دورو ڪيو آهي ۽ سندس پني ڪاٺ سان رڳڙجي سڙي پئي آهي ۽ هي پنهنجي سفر جي تڪليفن کان آگاهہ ڪري ٿو. هن کي هر ڏهن ميلن تي روڪيو ويندو هيو ۽ ناڪو ڏيڻ لاءِ چيو ويندو هيو. باسل ۽ ڪولون جي وچواري سفر لاءِ کيس ٿيهہ مارڪ بطور ٽيڪس ڏيڻو پيو.

ڳالهہ هتي ئي ختم نہ ٿي ٿئي. هوجنهن بہ قبيلي ۾ وڃي ٿو اُن جو ڏوڪڙ پئسي جو پنهنجو نظام آهي. پنهنجا قانون، قائدا ۽ ضابطا آهن. بيڊن شهر جي اوسي پاسي ۾ ماپ تور جا 92 مختلف طريقا آهن ۽ ڊيگهہ جي ماپ جا 112 طريقا آهن، اهڙي طرح ٻاٽيان وارين شين مثال طور: ڪير ۽ ٻاٽي وغيره جي ماپ جا 123 ماپا آهن. وزن ڪرڻ جا 80 مختلف طريقا آهن." (آر ايچ بورنر عالمي فلسفہ دان ص نہ نمبر 22)

هن مقامي نظام کي ٽوڙڻ ان وقت جي هڪ دليراڻي وک هئي. انهن سيني مختلف پيداواري طاقتن کي قومي رياست ۾ ڪٺو ڪرڻ سرمائيداريءَ جو هڪ ترقي پسنداڻو ۽ تاريخي ڪارنامو هيو. هن انقلاب جو بنياد وچئين دور جي آخري ڏينهن ۾ رکيو ويو هيو. معنيٰ تہ جاگيرداري جي زوال ۽ سرمائيداري جي شروعاتي زماني ۾ جڏهن شهري لڳاتار

پنھنجا حق گھري رھيا ھئا. وچئين دور جي بادشاھن ڪي جنگين وڙھڻ لاءِ پئسي جي ضرورت ھوندي ھئي. اھي اپرندڙ سوداگرن ۽ پونجي وارن ڪان رقم وٺڻ لاءِ مجبور ھوندا ھيا. پر بازار جي معيشيت جو زمانو اجان نہ آيو ھيو ۽ اھا اجان سرمائيداري جي ابتدائي شڪل ھئي. گھريلو منڊيون ھونديون ھيون ۽ ننڍي پيماني تي سامان تيار ٿيندو ھيو. ان وقت قومي منڊي يا قومي رياست جو ڪو واضح تصور بہ موجود نہ ھيو. اھو صحيح آھي، تہ جديد يورپي رياستن جو ڪجھہ ڍانچو موجود ھيو پر اھي رياستون اجا غير ترقي يافتہ مرحلي ۾ ھيون. فرانس انگليند سان سئو سالہ جنگ دوران ڏاڪي بہ ڏاڪي ھڪ قومي رياست جي شڪل اختيار ڪري ورتي ھئي، پر ان جنگ جو ڪردار قومي ھئڻ بجاءِ ھڪ حوالي سان جاگيرداراڻو ۽ خانداني ھيو. انھن جنگن ۾ وڙھندڙ سپاھي شاھہ ڪان وڌيڪ مقامي سردارن جي حڪم ھيٺ ھوندا ھئا. ھڪ خطي ۾ ھڪ زبان ھئڻ باوجود فرانسي ماڻھو پاڻ ڪي بريٽن، برگنڊي ۽ گاسڪو گينز تصور ڪندا ھيا. آھستي آھستي وڏين تڪليفن واري عمل ڪان پوءِ ڪيترين صدين ۾ حقيقي قومي سڃاڻپ ۽ شعور پيدا ٿيو. ھي عمل سرمائيداري، پيسي جي ميعشت ۽ قومي منڊي پيدا ٿيڻ سان گڏوگڏ برابر ھلندو رھيو. ان جو خاص مثال قديم دؤر جي آخري زماني ۾ انگليند ۾ اُنَ جو واپار آھي. جاگيرداري جي زوال ۽ آپيشاھي حڪومتن جي وجود ۾ اچڻ واري عمل انھن جي پنھنجي مقصدن لاءِ سرمائيدار ۽ واپاري طبقي جي ھمٿ افزائي ڪئي ۽ ان جي واڌ ويجھہ ڪي تيز تر ڪيو. رابرٽ ھيل برونر ان لاءِ ھيئن لکيو:

”پھريائين پھريان يورپ ۾ درجي بدرجي قومي سياسي وحدتون وجود ۾ آيون. ھاري جنگين ۽ بادشاھن جي فتحن سبب جاگيردار پنھنجن ئي بٽايل حڪومتي دائرن ڪان ٻاھر نڪرڻ تي مجبور ٿيا ۽ انھن گڏجي ڪري ھڪ مرڪزي بادشاھاڻي حڪومت جوڙي ورتي. بادشاھتن جي قيام سان گڏوگڏ قومي جذبو بہ پيدا ٿيڻ لڳو ۽ ان جي نتيجي ۾ ڪجھہ ڏيھي صنعتن ڪي حڪومتي مدد بہ ملڻ لڳي. جيئن فرانس ۾ ڪاشيگري، جنگي جھازن جي تياري ۽ فوجي صنعت. پوءِ درجي بدرجي مقامي قانونن جي جاءِ تي قومي قانونن ۽ مقامي ڪرنسي جي بجاءِ معياري ڪرنسي ۽ ماپ تور جي مختلف ماپن جي جاءِ گڏيل ماپن ورتي.“

(Ibid P.34)

اهڙي طرح تاريخي نقطي نظر سان قومي مسئلي جو تعلق سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب جي زماني سان آهي. تنقيدي نظر سان ڏٺو وڃي، تہ قومي سوال سوشلسٽ پروگرام جو حصو نہ تو بڻجي. ڇاڪاڻ جو هي تہ سرمائيدارن کي جاگيرداري جي خلاف جدوجهد دوران ئي حل ڪرڻ گهربو هيو. اهو سرمائيدار ئي آهي، جنهن شروع ۾ قومي رياست جي تخليق ڪئي هئي. اُن زماني ۾ قومي رياست جي جوڙجڪ هڪ تمام وڏو انقلابي ۽ ترقي پسند قدم هيو. هي مرحلو جدوجهد کان سواءِ پرامن طريقي سان طئي نہ ٿيو هيو. پهرين حقيقي قومي رياست هالينڊ هئي. جيڪا سورهين صدي عيسوي ۾ اسپيني سامراج خلاف وڙهي وينڊڙ قومي آزادي جي جنگ. جنهن سرمائيداراڻي انقلاب جي صورت اختيار ڪئي هئي، ان جي نتيجي ۾ وجود ۾ آئي. آمريڪا ۾ اهڙي قومي رياست جي جوڙجڪ ارڙهين صدي ۾ هڪ قومي آزادي جي انقلابي جنگ جي بنياد تي ٿي. جنهن کي 1860 جي ڏهاڪي ۾ خوني گهرو لڙائي جي ذريعي مستحڪم/مضبوط ڪيو ويو. اٽلي ۾ بہ قومي رياست جو بنياد قومي آزادي جي جنگ وڙهڻ کان پوءِ وجود ۾ آيو هيو. جرمني جو ان زماني ۾ متحد ٿيڻ بہ جهڙوڪر هڪ ترقي پسند عمل هيو. جنهن کي بسمارڪ رجعتي طريقن ۽ رتوڇاڻ جي پاليسي سان مڪمل ڪيو.

## فرانس جو انقلاب

سواءِ هالينڊ ۽ برطانيہ جي جديد يورپي رياستن جي جوڙجڪ جو عمل فرانسيسي انقلاب سان گڏ شروع ٿيو. ان وقت تائين قومي رياست جو تصور ڪنهن بادشاهي سلطنت سان ملندڙ جلندڙ هيو. قوم بادشاهہ جي ملڪيت هوندي هئي. هيءَ شيءِ سڌي طرح جاگيرداري مان آئي هئي ۽ اها ان نئين پيدا ٿيل صورتحال سان سڌو سنئون ٽڪراءَ ۾ هئي، جنهن سان سرمائيدارن جو اُيار ڳنڍيل هئو. طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ سرمائيدارن پاڻ کي عوام جو نمائندو چوڻ شروع ڪيو. يعني قوم جو نمائندو. روبزپيري (1789 جي انقلاب فرانس جي ليڊر) جي چوڻ مطابق "اشرافيہ رياستن ۾ لفظ "قوم" جي ڪا خاص معنيٰ نہ هوندي آهي، سواءِ اشرافيہ گهراڻي جي مطلق العنان حڪمرانن جي. فقط جمهوريت جي هيٺ انفرادي ماڻهو قوم جي شڪل اختيار ٿا ڪن." (اِي- ايچ ڪار "بولشويڪ انقلاب" واليوم 2 صفحہ نمبر 414) فرانسيسي انقلاب جو پهريون اصول

بي رحم مرڪزيت هئي. فرانس جي پراڻي حڪومت جي ٽيڪ تي سارو يورپ هيو. ان لاءِ عوام کي هڪ جڳهه تي گڏ ڪرڻ، زندگي ۽ موت جي جنگ وڙهڻ لاءِ اولين اهميت رکندو هيو. "جمهوريہ، واحد ۽ ناقابل ورهاست" جي نعري، پهريون ڀيرو فرانس کي هڪ قوم طور متحد ڪري ڇڏيو. بريٽينون نارمن ۽ پروينڪالز جون خاصيتون ۽ قبائلي رڪاوٽون ٽٽي ويون. جيڪڏهن ائين نہ ٿئي ها، تہ انتشار ڦهلجي وڃي ها ۽ انقلاب پنهنجي موت مري وڃي ها. ويندي ۾ خوني جدوجهد هڪ اهڙي جنگ هئي، جيڪا عليحدگي پسندي ۽ جاگيرداري جي رد عمل جي خلاف هئي. فرانس ۾ بوربن خاندان جي تختي اونڌي ٿيڻ سان سڄي يورپ ۾ قومي جذبي کي هٿي ملي هئي. اهڙن انقلابي ماڻهن جا مثال جن پراڻي جاگيرداراڻي ۽ مطلق العنان نظام جو خاتمو آندو هيو، سي هر جاءِ تي انقلابي ۽ ترقي پسند رجحانن لاءِ عمل انگيز طور ڪم ڪري رهيا هئا. وري جڏهن انقلاب فرانس کي ڪچلڻ لاءِ برطانيہ ۽ زار روس جي اڳواڻي هيٺ يورپي فوجون متحد ٿي ويون، تہ فرانس جي انقلابي فوج انهن کي جواب ڏيڻ لاءِ بلڪل تيار هئي ۽ پوءِ هر محاذ تي انقلابي فوج کي فتح حاصل ٿيندي ويئي ۽ اها رجعتي لشڪرن کي پسپا ڪرڻ ۾ ڪامياب وئي. دنيا انقلابي عوام ۽ قوم جي طاقت ڏسي دنگ رهجي وئي.

انقلابي فوج پاڻ سان گڏ بغاوت جي باهہ هر هنڌ کڻي وئي. پنهنجي فتح ڪيل علائقن ۾ اها انقلابي پيغام ڦهلائيندي رهي. يورپ جا ماڻهو انقلابي اُڀار ۽ اُٿار جي وقت فرانسيسي فوج کي مسيحا سمجهندا هيا. فرانس جي صورت جهڙي طرح تبديل ٿي هئي، ان جا قصا هر هنڌ هلي رهيا هئا ۽ اُتان جي عوام کي اهي چئي رهيا هئا تہ اهي بہ پنهنجي تقدير بدلائڻ لاءِ اٿي کڙا ٿين. هيءَ هڪ انقلابي جاکوڙ هئي، جنهن جو اڳ ۾ ڪو مثال نہ ٿو ملي. فرانسيسي بينڪيتن مان غلامي جو خاتمو انساني حقن جو اعلان نامو هر جاءِ پڙهيو ٿي ويو. جاگيرداري ۽ آمراڻي حڪومتي نظام جي خاتمي جو اعلان ڪيو ٿي ويو. ڊيوڊ ٿامسن هن متعلق لکي ٿو.

"فرانسيسي فوج جي هر جاءِ مدد ڪئي ٿي وئي، مقامي ماڻهو انهن سان ملندا پئي ويا. انهن هٿان ٿيندڙ تباهي جو آڌر ڀاءُ ڪيو ٿي ويو. خود پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ جو تصور صرف ان وقت شدت سان پيدا ٿيو، جڏهن انهن ڏٺو تہ فرانسيسي آقا بہ انهن پراڻن آقائن کان گهٽ سخت نہ آهن. اهو تصور تہ عوام جي اقتدار اعليٰ جي نتيجي ۾ قومي آزادي

حاصل ٿيڻ گهرجي، ان فرانسيسي قبضي جو اڻ سڌو نتيجو هيو. اُن جو حقيقي مطلب يعني رعايتن جو خاتمو ۽ هر قسم جا حق هن نئين مقصد ۾ صرف ڪاميابين جي نتيجي ۾ شامل ٿيا. فرانسيسي انقلابين آزاد خيالي جاٽي ٻجهي ڦهلائي ۽ قوم پرستي کي غير ارادي طور پيدا ڪيو.“
(يورپ نيپولن کان پوءِ ص 50 – ڊيوڊ ٿامسن).

فرانسيسي انقلاب جي زوال ۽ ٿڪاوٽ نيپولن بونا پارٽ جي آمريت کي جنم ڏنو. نيپولن جي اقتدار ۽ سامراجي حوس ابتدائي انقلابي جمهوري پيغام کي توڙي مروڙي ڇڏيو جيڪو اڳتي هلي فرانس لاءِ موتمار ثابت ٿيو. ان جي باوجود نيپولن جي حڪومتي دور ۾ بہ انقلابي پيغام هڪ بگڙيل شڪل ۾ فرانسيسي يورپ جي مختلف علائقن تائين پڪڙيو ۽ ان سان ٿورا گهڻا انقلابي نتيجا ملندا رهيا. خاص طور جرمني ۽ اٽلي ۾.

فرانسيسي انقلاب جا زبردست نتيجا ان جا مستقل نتيجا ثابت ٿيا. نيپولن انقلاب جي اثرن ۾ واڌارو ڪندي، ان کي جرمني ۽ اٽلي تائين ڪٽي ويو ۽ اتي بہ جاگيرداري جو خاتمو ڪري ڇڏيو. جاگيردارن جي پنهنجي هارين تي قانوني عملداري بہ ختم ٿي وئي. هاڻ هاري پنهنجي فصل جو ڪوبہ حصو مالڪ کي نہ ڏيندا هيا. مطلب تہ جاگيرداري بطور هڪ اقتصادي نظام جي مري چڪي هئي. زمين جي معاوضي طور مالڪن کي ڪجهہ رقم ڏني ويندي هئي. هن نئين قسم واري تنظيم جي عمل ۾ ڪليسا جي هڪ بہ نہ هلي. وچولو طقبو ۽ هاري بہ هاڻي اشرافيہ وانگر ملڪ جا معزز شهري بڻجي ويا ۽ هاڻي هر ڪنهن کي هڪجيترو ٽيڪس ڏيڻو پوندو هيو. ٽيڪس لاڳو ڪرڻ ۽ وصوليءَ جي نظام کي وڌيڪ موثر بڻايو ويو اشرافيہ جو خاتمو ڪيو ويو ننڍا ننڍا اندروني ٽيڪس پڻ ختم ڪيا ويا. هاڻي هر جاءِ تي هر ڪنهن کي پنهنجي صلاحيتن ۽ هنر ڏيکارڻ جا موقعا مليا پئي. نيپولين جي فتحن جي اثر هيٺ سڄي يورپ ۾ جديديت جي هوا گهلي پئي. اولهہ يورپ کي هڪ بلاڪ جي صورت ۾ پنهنجي تابع بنائڻ جو نيپولن جو خواب گهٽ ۾ گهٽ ان حد تائين پورو ٿي ويو تہ ان مدي خارج سرحدي ورهاست کي ختم ڪري، مراعتن ۽ اختيارن کان آزاد ڪري ڇڏيو. هن جيڪو ڪجهہ بہ تبديل ڪيو هيو ان کي ٻيهر بحال نہ پيو ڪري سگهجي. (نيپولن کان پوءِ يورپ صفحہ نمبر 67 ڊيوڊ ٿامسن)

نيپولن جي حڪومت جو دؤر ڪو مقدس ۽ برڪتن ڀريو بہ ڪونہ هيو. پنهنجي گهر يعني فرانس ۾ ڳرا ٽيڪس لڳائڻ بجاءِ هن انهن کي

پنهنجي فتح ڪيل علائقن ۾ نافذ ڪري ڇڏيو ۽ سيني فائدن باوجود فرانسيسي حڪومت غير ملڪي حڪومت ئي رهي. روبس پيئر ڪيڏي نه ڏاهپ جي ڳالهه ڪئي آهي، ته ”سنگينن وارن خلق جي خادمن کي ڪوبه پسند نه ٿو ڪري.“ فرانسيسي حملي اٽتر طور قومي آزادي واري جنگ جي شڪل ۾ پنهنجي مخالفت پيدا ڪري وڌي. جنهن سان شروعاتي فتحن جي اهميت گهٽ ٿي وئي. روس جي برفاني جميل ميدانن ۾ فرانسيسي فوج جي شڪست ۽ تباهي فرانس جي خلاف قومي بغاوتن جي هڪ لهر جي ايرڻ جو اشارو هئي. پروشيا ۾ سموري قوم بيدار ٿي وئي ۽ ان فريڊرڪ وليم ٽيئن کي نيپولن جي خلاف وڙهڻ تي مجبور ڪيو. اڄ جي جديد يورپي رياستن ۾ بي شمار رياستون، نيپولن جي خوني جنگين جي ڏقيڙ کان پوءِ، سوپ ماٿيندڙن جي طرفان ڪيل ورهاست جي نتيجي ۾ وجود ۾ آيون.

## 1848ع کان پوءِ قومي سوال

1848 جو سال يورپ ۾ قومي سوال لاءِ اهم موڙ هيو. انقلاب جي شعلن جي وچ ۾، جرمن، چيڪ، پولش ۽ اطالوين جا دٻيل قومي جذبا تيزي سان اُيامي مٿي اچي ويا. جيڪڏهن انقلاب ڪامياب ٿي وڃي ها، ته جرمني ۽ ٻين ملڪن ۾ قومي مسئلي جو حل جمهوري انداز ۾ ٿيڻ جو رستو نڪري اچي ها. پر جيئن مارڪس ۽ اينگلز وضاحت ڪئي هئي، ته 1848ع جي انقلاب سان رد انقلابي سرمائيدارن غداري ڪئي هئي. انقلاب جي شڪست جو مطلب هي ٿيو ته قومي مسئلو ڪنهن ٻئي نموني سان حل ڪيو وڃي. اتفاق سان شڪست جي سببن مان هڪ سبب قومي مسئلي کي رجعتي مقصدن جي پورائي لاءِ حل ڪرڻ هيو. هن لاءِ چيڪن جو مسئلو مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

جرمني ۾ قومي مسئلو هڪ لفظ ۾ پيش ڪري ٿو سگهجي. ”اتحاد“ يعني جرمني جي رياستن جو اتحاد. 1848ع جي انقلاب جي شڪست کانپوءِ به جرمني ننڍين ننڍين رياستن ۽ صوبن ۾ ورهايل رهيو. جرمني ۾ سرمائيداري جي آزاداڻي ترقي جي لاءِ اها سڀ کان وڏي رنڊڪ هئي. پورهيت طبقو به ان مشڪل ۾ ڦاٿل هو تنهن ڪري جرمني جو اتحاد هڪ ترقي پسند مطالبو هيو. ليڪن هي سوال ته جرمني کي متحد ڪير ڪندو ۽ اهو ڪهڙن طريقن سان متحد ٿيندو وڏي اهميت وارو هيو.

مارڪس کي اها اميد هئي، تہ اهو اتحاد هيٺين طبقن ذريعي حاصل ڪيو ويندو، يعني پورهيت انقلابي ذريعا استعمال ڪندي. هي ڪم سرانجام ڏيندا. پر ائين ٿي نہ سگهيو. ڇاڪاڻ جو پورهيت طبقو 1848ع ۾ هي مسئلو انقلابي ذريعي سان حل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو تنهنڪري ان کي بعد ۾ رجعتي طريقن سان پروشيا جي قدامت پسند آمر بسمارڪ حل ڪيو.

انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ جو وڏو ذريعو جنگ هئي، ان ڪري 1864ع ۾ پروشيا ۽ آسٽريا ڊينمارڪ کي شڪست ڏيڻ لاءِ پاڻ ۾ ہٿ ٿي ويا. ڊينمارڪ جنگ ۾ پنهنجو صوبو شيلسوگ هولسٽين وڃائي ويٺو. هي صوبو پروشيا ۽ آسٽريا ۾ ڇڪتاڻ ڪان پوءِ 1865ع ۾ جرمني جو حصو بڻجي ويو. فرانس کي هن جهيڙي ڪان ٻاهر رکڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ بسمارڪ آسٽريا سان لڙڻ خاطر اٽلي سان اتحاد ڪيو. جڏهن جولاءِ 1866ع ۾ آسٽريا کي ڪونيگراٽز جي جنگ ۾ شڪست ٿي تہ جرمني تي پروشيا جو قبضو مڪمل ٿي ويو. جرمني جو اتحاد رجعتي طريقن سان وجود ۾ آيو يعني پروشيا جي حملي ذريعي. ان سان پروشيا جي فوجي پوزيشن ۽ بسمارڪ جي بونا پارٽسٽ حڪومت مضبوط ٿي وئي. ليڪن ان سڀي عمل يورپ ۾ جنگين جو ٻج ڇٽي ڇڏيو. جنهن طريقي سان قومي مسئلو حل ڪيو ويو، ڪهڙي طبقي حل ڪيو ۽ ڪنهن جي مفاد ۾ حل ڪيو. اهي سوال پورهيت طبقي لاءِ اهم سوال آهن. صرف انهي ڳالهہ سان وضاحت ٿي وڃي ٿي، تہ اسان لاءِ هي مطالبو ڇو ناقابل قبول آهي. اسين ڪيئن سرمائيدار ۽ وچولي طبقي جي قومپرستن لاءِ تاڙين وڄائڻ وارو ڪردار ادا ڪريون، ان وقت بہ جڏهن اهي ڪو اهڙو فرض نڀائي رهيا هجن، جيڪو ظاهري طور ترقي پسنداڻو هجي. اسان کي هر وقت ۽ هر هنڌ پنهنجو طبقاتي نقطہ نظر سامهون رکڻو پوندو.

ظاهري طور جرمني جو گڏجڻ هڪ ترقي پسنداڻو قدم هيو. جنهن جي مارڪس ۽ اينگلس حمايت ڪئي هئي. پر ان جو اهو مطلب نہ هيو، تہ جرمن سوشلسٽ، بسمارڪ آمر جي حمايت ڪن ها. هي خيال ئي مارڪس لاءِ تڪليف ڏيندڙ هيو. هن رجعت پرست بسمارڪ جي هميشه مخالفت ڪئي، پر جڏهن هو جرمني کي گڏ ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو تہ مارڪس ۽ اينگلز ان کي هڪ وک اڳتي سڏيندي، ان جي حمايت ڪئي. ڇو تہ ان سان جرمن پورهيت طبقي کي گڏ ٿيڻو هيو. 25 جولاءِ 1868ع تي اينگلز مارڪس ڏانهن لکيو "وقت صورتحال کي سادو بڻائي ڇڏيو آهي.

هيءَ هڪ سٺي خبر آهي. وچولي سرمائيدارن وچ ۾ جهيڙي جهٽي جي خاتمي سان وڌيڪ ترقي ٿيندي ۽ انقلاب ڏانهن پنڌ آسان ٿيندو. ننڍين رياستن ۾ به تحريڪ اتي ڪڙي ٿيندي. بدترين مقامي اثر رسوخ ختم ٿيندو ۽ پارٽيون مقامي.بجاءِ قومي بڻبيون. منهنجي خيال ۾ هي ٿيڻ گهرجي، ته جائز قرار ڏيڻ ڪانسواءِ ان کي قبول ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي حق ۾ ان کي وڌ کان وڌ استعمال ڪرڻ گهرجي. منهنجو مطلب آهي ته جرمن پرولتاريا کي متحد ۽ منظم ڪرڻ لاءِ حمايت ڪرڻ گهرجي."

## اٽلي جو اتحاد:

اٽلي ۾ به جرمني جهڙي صورتحال هئي. 1850ع جي ڏهاڪي ختم ٿيڻ تي اٽلي کي متحد ڪرڻ وارين ڪوشش جي باوجود هي ملڪ بري طرح ڏڦيڙ ۽ آسٽريا جي ظلم جو شڪار هيو. جنهن ان جي اترين علائقن کي پنهنجي مملڪت ۾ شامل ڪري ڇڏيو هيو. ان ڪانسواءِ ڪجهه ننڍيون ننڍيون رياستون جن ۾ ڏکڻ اٽلي ۽ سسلي جي بوربون سلطنت شامل هئي، انهن کي انقلاب کان بچائڻ لاءِ آسٽريائي فوج مداخلت لاءِ تيار هئي. وچ اٽلي جي پوپ جون رياستون فرانس جي حفاظت هيٺ هيون. رڳو ساردانيا جي سلطت آسٽريائي اثر کان آزاد هئي. قدامت پسند حڪمران گهراڻي جي "ڪاؤنٽ ڪيور" جي اڳواڻي هيٺ اٽليءَ هوريان هوريان پنهنجو وڃايل حصو واپس وٺڻ شروع ڪيو. ان سان گڏوگڏ اٽليءَ ۾ هڪ قومي انقلابي تحريڪ به شروع ٿي چڪي هئي. جنهن ۾ جمهوريت پسند، سوشلسٽ ۽ ٻيا ڪيترائي عنصر شامل هئا. اهي عنصر اٽليءَ جي هر رياست ۾ موجود هئا ۽ انهن مان ڪجهه ته اٽليءَ کان ٻاهر جلاوطنيءَ جي زندگي گهاري رهيا هئا. هن تحريڪ جو اهم ڪردار "مازيني" هيو جنهن جا منجهيل خيال هن تحريڪ جي نوعيت جو اظهار پيا ڪن. ان جي ابتڙ ڪائونٽ ڪيور جيڪو اتر اٽلي جي رياست پيڊماؤنٽ جو آزاد سربراهه هيو. سو هڪ هوشيار مگر بي اصول چالباز هيو. هن هڪ هوشيار ايلچيءَ وانگر برطانيه ۽ فرانس کان روس خلاف 1855ع ۾ جاري ڪريميا جي مهم ۾ شامل ٿيڻ جي اجازت گهري. پوءِ هن ڳجهي نموني فرانس جي بادشاهه نيپولن ٽئين کي نائي ۽ سيوي جي علائقن ۾ داخل ٿيڻ جي در ڏئي ڇڏي. بدلي ۾ ان سان هڪ ناهه ڪيو. جنهن هيٺ آسٽريا طرفان ڪنهن شرارت ' اڳرائي جي صورت ۾

فرانس ڪائونٽ ڪيور جي مدد جو پابند هيو. 1859ع ۾ ڪائونٽ ڪيور ۽ آسٽريا وچ ۾ لڙائي ڇڙي پئي، جيڪا اٽلي جي گڏجڻ جو نقطہ آغاز بڻجي پئي. سڄي اٽلي ۾ سجاڳيءَ جي لهر اٿي پئي، پيڊمائونٽ جي فوج فرانسيسي فوج سان ملي ڪري، آسٽريا خلاف سيلفيرنو جي هنڌ تي جنگ ڪٽي ورتي، هاڻ اٽليءَ جو اتحاد يقيني نظر تي آيو پر هي اتحاد نيپولين ٽئين جي مفادن خلاف هيو. ان ۾ پاڇوڪڙ آسٽريائي فوج سان هڪ ٺاهہ ڪري ورتو ۽ ڪائونٽ ڪيور ۽ انقلابي قوتن کي انهن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏنو. آخرڪار اٽلي جي آزاديءَ جي جنگ کي سسلي ۾ سجاڳيءَ جي لهر بچائي ورتو. جتي گيربالڊي جي قيادت هيٺ هڪ هزار سرخ قميصون پهريل رضاڪارن جو آڌر ڀاءُ ڪيو ويو. سسلي جي جنگ کٽڻ کان پوءِ انهن رضاڪارن ڏکڻ اٽليءَ تي حملو ڪري ڏنو ۽ نيپلز ۾ فاتحن وانگي داخل ٿيا. اهڙي طرح هيٺين سطح کان انقلابي طريقي هيٺ اٽلي جو اتحاد وجود ۾ آيو. پر اهو فصل ڪنهن ٻئي هنڌ لٽيو ويو. ڪاءِنٽ ڪيور لڳاتار سازشن ۾ رڌل رهيو. ان برطانيہ ۽ فرانس کي ترغيب ڏني، تہ اهي گڏيل اٽلي تي سندس حڪومت کي مڃتا ڏين. ان کان اڳ جو ڪٽي سمورو اٽلي انقلابين ۽ جمهوريت پسندن جي وَرنہ چڙهي وڃي. ڪاونٽ ڪيور جون فوجون ڪنهن مزاحمت کانسواءِ نيپلز شهر ۾ داخل ٿي ويون. گيري بالڊيءَ مقابلو ڪرڻ بجاءِ شهر جا دروازا کولي ڇڏيا 26 آڪٽوبر تي وڪٽرا مينول جو آڌر ڀاءُ اٽليءَ جي بادشاهہ طور ڪيو ويو. جنهن پراڻي نظام انهن کي رت ۾ وهنجاري ڇڏيو هيو ان خلاف مڪمل فتح ياب ٿيڻ بدران اٽليءَ جو عوام رڳو اڌوري فتح حاصل ڪري سگهيو. جمهوريہ بڻجڻ بدران اٽلي هڪ آئيني بادشاهت بڻجي ويو جنهن سان محدود آزادي ملي. جنهن ۾ 98 سيڪڙو ماڻهن کي ووٽ ڏيڻ جو حق نہ هيو پوپ وارين رياستن ۾ پوپ کي حڪمراني ڪرڻ جو حق مليل رهيو انهن سڀني ڳالهين باوجود اٽلي جو اتحاد اڳتي جي طرف هڪ وڏي وک هئي. وينس ۽ پوپل رياستن کي ڇڏي ڪري، سڄو سارو اٽلي متحد بڻجي چڪو هيو جڏهن تہ وينس آسٽريا جي ماتحت ٿي رهيو 1866ع ۾ آسٽريا جي خلاف جنگ ۾ اٽلي پروشيا جو ساٿ ڏنو ۽ انعام ۾ ان کي وينس ملي ويو. آخرڪار 1871ع ۾ پروشيا سان جنگ ۾ فرانس جي هار تي ۽ فرانسيسي فوج روم مان نڪري وئي، هن شهر ۾ اٽالين فوج جو داخلا سان اطالوي اتحاد جي فتح هئي. اوڻويهين صدي جي آخري اڌ حصي ۾ ايليہ يورپ ۾

قومي مسئلو وڏي حد تائين حل ڪيو ويو جرمني ۽ اٽلي جي داخلي اتحاد بعد هي مسئلو اوڀر يورپ تائين محدود رهجي ويو ۽ اهو بہ وڏي ڏماڪي دار انداز ۾ خاص طور بلقان جي رياستن ۾ جتي روس، ترڪي، آسٽريا، هنگري ۽ جرمني جون دشمنيون وڏي منجهيل انداز سان هلي رهيون هيون، اها ئي حقيقت پهرين مهاياري لڙائي جو باعث بڻي. 1789ع کان 1817ع جي عرصي ۾ قومي سوال اولهہ يورپ ۾ نسبتن ترقي پسنداڻو ڪردار ادا ڪيو هيو. رجعت پسند بسمارڪ جي حڪمراني هيٺ جرمنيءَ جي اتحاد کي بہ مارڪس ۽ اينگلز هڪ انقلابي قدم قرار ڏنو. پر اوڻويهين صدي جي پڇاڙي تائين سرمائيداري هيٺ پيداواري قوتن جي ترقي قومي رياست جي سوڙهين حدن کان ٻاهر نڪرڻ شروع ڪري ڏنو يعني سامراجيت جي تشڪيل جو آغاز ٿي ويو هيو. جنهن وڏين طاقتن جي وچ ۾ جنگ جي ناقابل مزاحمت واري لاڙي کي پيدا ڪيو هيو. 1912_13ع ۾ بلقان جي جنگ ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ قومي رياستن جي جوڙجڪ مڪمل ڪري ڇڏي هئي، پهرين عالمي جنگ ۽ وارسائي ناهہ (جيڪو قومن جي حق خود اراديت جي نعري تحت ٿيو) قومي رياست جي تابوت ۾ آخري ڪوڪو هيو ان هيٺ آسٽرو هنگرين سلطنت پنهنجي انت تي پهچي ۽ پولينڊ آزاد ٿيو.

باب ٻيو

# قوم ۽ رياست جو برصغير ۾ ظهور

ارتقا جي فطري عمل جي ذريعي جڏهن انساني سماج ترتيب ورتي، تہ اهو هڪ عظيم قدم هيو. سوچ ۽ شعور گڏيل ربط ۽ تعلق سان وڌندا رهيا. شعور پهريون دفعو موضوعي اعتبار کان تدبير کي جنم ڏئي ڪري، انسان ۾ فطري ۽ قدرتي عملن کان مدافعت ۽ موضوعي اعتبار کان معروض تي اثرانداز ٿيڻ جي صلاحيت کي جنم ڏنو. پر ان سوچ ۽ شعور جي ناتي انسان جانورن کان اهڙي طرح مختلف هيو. جو هن کي گڏيل رشتن جي حوالي سان اجتماعي طور زنده رهڻو پوندو هيو. انسانن جي هن گڏيل رهڻي ڪهڻي ۽ اجتماعي زندگي کي ئي سماج سڏجي ٿو. سماج جي پرتن، طرز زندگي ۽ ڪيفيتن ۾ هن سماج جي ارتقا سان گڏوگڏ تبديليون بہ ايندڙيون رهن ٿيون، پر هي ارتقا هڪ ئي رفتار، طرف ۽ طرز تي مشتمل ناهي. هر سماج جي بئي سماجي طرز ۽ ڍانچي ۾ تبديلي هڪ ٽپلانگ، جهٽڪي يا انقلاب ذريعي ٿي هئي. هن سماجي ارتقا جي عمل ۽ حرڪت جو دارومدار سماجي زندگي کي زنده رکندڙ رائج الوقت پيداوار جي ذريعن جي ارتقا ۽ تبديلي تي ٻڌل هيو. انساني تاريخ ۾ جيڪي بہ سماج گذريا آهن، انهن جي بنيادي جوڙجڪ ۽ طرز جو دارومدار ان سماج ۾ رائج پيداوار جي ذريعن جي ڪيفيت تي هيو ان لاءِ اسان کي انهن سماجن جي صورت ڪڏهن گروهي، ڪڏهن قبيلائي، ڪڏهن نسلي ڪڏهن مذهبي، ڪڏهن ذات پات، ڪڏهن برادرين، ڪڏهن قوميتن ۽ ڪڏهن طبقن جي واضح شڪلين ۾ نظر اچي ٿو. قديم ڪميونسٽ سماج کان وٺي، اڄ جي عالمي هڪ هٽين واري صنعت تي مشتمل رشتن جي عالمي سماج تائين، سيني ڪيفيتن ۾ ارتقا جي عمل دوران ان سماج ۾ رائج الوقت پيداوار جا ذريعا، قدر ۽ مقدار جي حوالن کان بهتر ٿيندا ويا.

انسان جي فطرت تي وڏندڙ عبور ئي انساني تهذيب، تمدن، ثقافت، زبان ۽ بين سماجي قدرن کي جنم ڏنو. جيڪڏهن اسان سماج جي ارتقا ۽ ان جي تبديل ٿيڻ جو غور سان جائزو وٺون، ته اهو اندازو لڳائي سگهنداسين، ته پيداوار جي ذريعن ۾ ترقي، سائنسي ايجادن ۽ محنت جي حوالي سان علم، عقل ۾ واڌ ويجهه جو عمل وڌندي وڌندي، هڪ اهڙي هنڌ پهچي ويندو هو، جو ان جي قدبت، مقدار لاءِ رائج الوقت سماجي ڍانچو سوڙهو ٿي ويندو هيو ان ڍانچي جي پڪڙ سان پيداواري ذريعن جو ساهه گهٽجڻ لڳندو هيو. ترقي جي عمل جي قانون هيٺ پيداوار جي ذريعن جي وڌيڪ ارتقا جي رستي ۾ هي سماجي ڍانچا هڪ رڪاوٽ بڻجي ويندا هيا، ايئن پيداوار جي ذريعن ۾ ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ جو دٻاءُ سماجي ڍانچي تي اثرانداز ٿيندي، ان جي ڪمزوري کي ظاهر ڪندو هيو جنهن سان ان سماج جي سيني پرتن ۽ قدرن ۾ عدم استحڪام، گهُٽ ٻوسٽ، هلچل ۽ بيچيني ظاهر ٿي پوندا هيا، اهو ئي ترقي پسند عمل انهن پيداوار جي ذريعن ۾ هڪ اوچتي تبديلي کي جنم ڏيندو هيو، جيڪو سماجي انقلاب جو باعث بڻجي ڪري، انهن سماجن جي ڍانچن ۽ صورتن جي پيداوار جي ذريعن، آمدرفت جي ذريعن ۽ مواصلاتي ذريعن جي پنهنجي ترقي ۽ ارتقا جي خاص ڪيفيت پيدا ڪندو هيو. ان لاءِ شروعاتي سماجن ۾ دنيا جون تمام وڏيون وڏيون تهذيبون هڪٻئي کان اڻواقف هيون، واپار جي پنتي پيل هجڻ سان ثقافتن ۽ تهذيبن جي قدرن ۾ تمام وڏو فرق هيو جنهن ۾ علائقائي ۽ جاگرافيائي عنصرن جو وڏو عمل دخل هيو پر هي عمل صرف اڳتي نه پر پوئتي به هليو هڪ پاسي قدرتي آفتن تهذيبن کي غرق ڪري ڇڏيو ۽ ڪين ڌرتيءَ جي سيني تان مٽائي ڇڏيو ته ٻئي پاسي انساني بربريت ڪيترن تهذيبن کي قتل ڪيو پر هر تباهي کانپوءِ به آبادي ۽ ترقي نئين ۽ وڌيڪ مٿاهين سطح تي انساني سماج جي ارتقا جاري رکي.

اڄ اسان وٽ جنهن جديد قوم ۽ قومي رياست جو تصور پيش ڪيو وڃي ٿو اهو ڪو ايترو جديد به نه آهي، اڄ جي جديد قوم ۽ رياستن جو وجود وٺڻ 300 کان 500 سال پراڻو آهي، قومي رياست اصل ۾ جاگيرداري نظام خلاف سرمائيداراڻي انقلاب جي نتيجي ۾ پيدا ٿي هئي. هن انقلاب کي صنعتي انقلاب، قومي جمهوري انقلاب يا بورجوا انقلاب جي نالي سان به سڏيو ٿو وڃي، رومي سلطنت جي زوال بعد يورپ تقريبن

هڪ هزار سالن تائين اونداهي ۾ ٻڏي ويو هيو. يورپ ۾ صنعت، تهذيب و تمدن ۽ ثقافت، مذهبي رجعت پرستي جو شڪار تي، پسماندگي ۽ جهالت ۾ ڪيترن سالن تائين ٻڏل رهي. ان وچ ۾ مذهبي انقلابن ۾ عيسائيت ۽ اسلام جا غلامي خلاف انقلاب وڏيڪ اهميت جوڳا آهن. غلامي جي زنجيرن جي ٽٽڻ سان خاص ڪري وچ اوير ۾ سائنس ۽ ٻين علمن ۾ ترقي ٿي، جنهن سان انهن تهذيبن ۾ بي پناهه ترقي ٿي، خاص ڪري ثقافتي، سياسي، فوجي، رياستي، فن تعمير ۽ ٻين پاڳن ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي. هن ترقي بدلي اسلامي حڪمراني دنيا جي ڏورانهن علائقن تائين ڦهلجي وئي، جنهن جو بنيادي سبب، سائنس ۽ ٽيڪنڪ ۾ ترقي هيو ترقي جي هڪ خاص دور ڪانپوءِ جاگيرداري وارو نظام ان جي رستي ۾ پاڻ رڪاوٽ بڻجي ويو هيو انڊونيشيا کان اسپين تائين، مراڪش کان ڪاشغر تائين اسلامي قوتن، سويون ان ئي سائنسي ترقي جي ڏڍ تي حاصل ڪيون هيون. پر ڪيترن سون سالن جي ترقي جي عمل ڪانپوءِ انهي ئي جاگيرداراڻي رياست ۽ معيشيت جا نظام هندستان کان وٺي ڪري اسپين تائين ترقي جي عمل ۾ رڪاوٽ بڻجڻ شروع ٿي ويا. حقيقت ۾ ان جاگيرداراڻي انقلاب جو اقتصادي، معاشي ۽ سماجي ڍانچو پيداوار جي ذريعن جي ارتقا جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجڻ شروع ٿي ويو هيو. جن هن انقلاب کي فروغ ڏنو. انهن جي ارتقا ايترو اڳتي وڌي ويئي، جو ساڳي نظام ۾ رهندي، انهن وٽ اڳتي وڌڻ جي ڪا گنجائش ئي نه رهي هئي.

اهڙي طرح اسلامي حڪومتن، مختلف اسلامي بادشاهتن ۽ خلافتن ۾ سياسي، سماجي، رياستي ۽ ثقافتي انتشار شروع ٿي ويو جدلياتي قانون هيٺ شيون پنهنجي نفي ڪري رهيون هيون ۽ پاڻ پنهنجي ابتڙ ٿي رهيون هيون. مغلن جي حڪمراني کان وٺي خلافت عثمانيه جو زوال ان عمل جو نتيجو هيو مسلمان حڪمرانن جو ذاتي ڪردار ۽ ٻيا سطحي ۽ اجايا جواز تاريخي ماديت جي سائنس سان ڪابه هڪجهڙائي نه پيا رکن. هي اصل ۾ تاريخ جي عمل کي غلط انداز ۾ پيش ڪرڻ ۽ سياسي حقيقتن کان پاند بچائڻ جا حيلا ۽ بهانا آهن. پر اسلامي ۽ اوير جي تهذيبن جي زوال جو دور گهڻي حد تائين يورپ ۾ ٻيهر سجاڳي (Renaissance) جي اڳ واري دور سان ملي ٿو. ڪيترن صدين تي مشتمل يورپ جي اونداهي دور Dark ages جي خاتمي جو عمل وري سائنس ۽ ٽيڪنڪ ۾ نين انقلابي تبديلين ۽ ايجادن تي ٻڌل هيو پر انهن کي لاڳو

ڪرڻ لاءِ عيسيائيت جي ڪيٿولڪ رجعت پسندي جي هڪ هٽي کي ٽوڙڻ لازمي هيو. ان لاءِ هن سائنسي ۽ صنعتي انقلاب سان گڏوگڏ سياسي انقلاب بہ نظر اچن ٿا. جيڪي برطانيہ ۾ ڪرامويل Cromwell جي سياسي بغاوت کان وٺي، مارٽن لوٿرڪنگ جي يورپ ۾ مذهب خلاف بغاوتن جي صورت ۾ نظر اچن ٿا. جڏهن ڪيٿولزم جي هڪ هٽي ٽوڙڻ لاءِ عيسائيت جو هڪ نئون فرقو پروٽيسٽنزم ايجاد ڪري، جاگيرداراڻي، مذهبي ۽ بادشاهت جي سماجي بنيادن کي ٽوڙي تباهہ ڪيو ويو. هي صنعتي يا قومي جمهوري انقلاب 300 سالن جي عرصي تي ٻڌل آهي، پهريان انقلاب، 14هين 15هين ۽ 16هين صديءَ ۾ ڊينمارڪ، فلانڊوز (هالينڊ ۽ بيلجيم) ۽ ڪجهہ ٻين ننڍن ملڪن ۾ وجود ۾ آيا. وڏا انقلاب، برطانيہ، فرانس، (1789) ۽ جرمنيءَ ۾ آيا. آمريڪا ۾ هي انقلاب 1876ع جي گهرو ويڙهہ جي خاتمي وقت ٿيو. جڏهن تہ جاپان ۾ هن انقلاب جي تڪميل جنرل ميڪارٿر جي غاصبيت هيٺ 1945ع ۾ ٿي.

جيتوڻيڪ هن سرمائيداراڻي صنعتي انقلاب جون مختلف ۽ مخصوص صورتون موجود آهن، پر سماجن ۾ جيڪي تبديليون آيون آهن، انهن ۾ ڪجهہ صورتون ۽ ڪيفيتون هڪجهڙيون آهن، هنن صنعتي انقلابن جي ذريعي ٿيندڙ تبديلين ۾ ڪجهہ اهم تبديليون هي آهن:

1. جديد قوم ۽ نئين قومي رياست جو وجود ۾ اچڻ.
2. زرعي انقلاب، زمين جي ورهاست ۽ ڳوناڻي پورهيتن جي شهرن ۽ صنعتن ڏانهن وڏي پيماني تي لڏ پلاڻ.
3. صنعتي انقلاب ۽ جديد صنعت جي ؛ وڌڪ لاءِ بنيادي ڍانچي (انفراسٽڪچر) جي تعمير.
4. سرمائيداراڻي پارلياماني جمهوريت جو آغاز جنهن ۾ سمورن ماڻهن کي ووٽ ڏيڻ جو حق Universal suffrage مليو.

هن سرمائيدارڻي انقلاب جيڪا رياست قائم ڪئي، تنهن پنيان معاشي تبديلي جي خواهش جو مکيہ هٿ هيو. جاگيرداراڻي بادشاهت ۾ جيڪو سماج ۽ رياست هئي، سا جاگيرداراڻي پيداواري طريقي تحت ٽڙيل پکڙيل هئي، جاگيردارن ۽ زميندارن ۾ ورهايل هاري ۽ انهن تي مڙهيل راجا، مهاراجا يا بادشاهہ جنهن رياستي ڍانچي تحت هلي رهيا هئا، اهو بلڪل ڇڙوڇڙ هيو ۽ ان نظام ۾ تمام گهڻو جهول هيو هن نظام جو بنياد مذهب تي هيو ۽ بادشاهہ کي خدا جو عيوضي ڪري سمجهيو ويندو هو

بادشاهت جي ساک جو گهڻو دارومدار مذهبي عقيدن تي هوندو هيو. جاگيرداراڻي سماج ۾ پيداوار جي ذريعن جو معيار به ان حد تائين ئي وڌيو هو جو ان جي ڏتڙيل هجڻ ۾ مذهبي ۽ مابعد طبعياتي عقيدن کي سماجي بنياد ۽ پنيرائي ملي پئي سگهي، سرمائيداراڻي صنعتي انقلاب، ٽيڪنڪ ۽ سائنسي ايجادن جي ذريعي انهن سڀني وهمن ۽ مذهبي عقيدن جي چيلهه ڀڃي ڇڏي. علائقائيت ۽ مقامي بنياد تي سماج ۽ سياست کي ختم ڪندي، مختلف فرقن، ذاتين، قومن، جاگيرن ۽ راڄڌانين کي هڪ مرڪزي قومي رياست ۾ جوڙيو. انهن ٽڙيل پکڙيل آبادين کي گڏ ڪري جديد قومي نظام جي جوڙجڪ ڪئي. هن ۾ جتي صنعتي انقلاب جو اهم ڪردار هيو اتي نئين قومي منڊي ۽ قومي واپار جي ڦهلاءُ، خبرچار ۽ اچ وڃ جي ذريعن جي ترقي جي وسيلي انهن فاصلن کي ختم ڪيو ۽ ايئن هڪ نئين قوم وجود ۾ اچي وئي، ان قسم جي قوم جو ماضي جي نظامن ۽ سماجن ۾ ڪوبه وجود نه هيو تاريخ ۾ هي هڪ انتهائي ترقي پسنداڻو قدم هيو جنهن سان صنعت ۽ حرفت سائنس، ٽيڪنڪ، ثقافت، واپار، معيشيت ۽ سماج تمام گهڻي ترقي ڪئي، هن انقلاب اهڙا ڪارناما ڏيکاريا. جو دنيا دنگ رهجي وئي. سمنڊن جي گهرائي کان وٺي پهاڙن جي چوٽين تائين فتحون حاصل ڪيون ويون. انسان جي جسم جي اندرئين عضون جي باريڪين کان وٺي، ڪائنات ۾ پري پري تائين، انساني عقل ۽ علم جي پهچ کي ممڪن بڻايو ويو. ليڪن هي سرمائيداراڻو انقلاب عالمي سطح تي هڪ جهٽڪو نه هيو هي دنيا جي هڪ پاڱي تي کان به گهٽ حصي تي نافذ ٿي سگهيو. ان جي باوجود ان سرمائيدارڻي قومي جمهوري انقلاب جي ذريعي ٿيندڙ ترقي ايتري ته تيز هئي، جو ڪجهه سالن کانپوءِ ان سان ٿيندڙ پيداوار ۾ ايتري ته واڌ اچي وئي، جو قومي ۽ ملڪي منڊيون ان جي کپت لاءِ سوڙهيون ٿي ويون. ان جي نتيجي ۾ بينڪيت ۽ بين ڏتڙيل ملڪن ۽ کنڊن تي انهن ترقي ڪيل سرمائيدار ملڪن يلغار ڪري، انهن کي فتح ڪرڻ ۽ انهن جي بازارن، معدنيات ۽ وسيلن تي قبضو ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. آفريڪا، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا جي کنڊن تي برطانوي، اسپيني، ڊچ ۽ بين ترقي ڪيل سرمائيدار ملڪن قبضو ڪري، انهن کي پنهنجي ڪالوني ۾ بدلائڻ شروع ڪري ڏنو نه فقط انهن اتي جي معيشيتن تي قبضو ڪيو پر انهن جي سماجن، تهذيبن ۽ ثقافتن کي به تباهه و برباد ڪري ڇڏيو اهڙي

طرح سامراجي قبضي ۽ استحصال جو شڪار ٿيل معيشيت تي ٻڌل سماجن جي ارتقا جو ڊنگ بہ بدلجي ويو. انهن ملڪن ۾ سيڙپ اصل ۾ سڌي سنئين سامراجي ڦرلٽ تي ٻڌل هئي ۽ شروع کان ئي هتان جي سيڙپڪاري ۽ صنعتڪاري، سماجي ترقي سان ميلاپ نہ پئي رکي. ان سامراجي غلبي جي ڪري انهن ملڪن جي معاشي ۽ سماجي ارتقا جو عمل تمام گهڻو سست ٿي ويو ۽ ڪجهہ ملڪن ۾ تہ ترقي پويان پير ڪيا.

ننڍي کنڊ پاڪ ۽ هند تي هڪٻئي پٺيان سيني يوربي سامراجين قبضي ڄمائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، سڀ کان اول پورچوگيز آيا، پوءِ اسپيني، ان کانپوءِ فرانسيسي پوءِ ڊچ ۽ آخر ۾ برطانوي سامراجين هتي مڪمل قبضو ڪري ورتو پر جيئن مارڪس لکيو تہ:

”هندستان تي برطانوي سامراج هندوستاني فوجين جي وسيلي قبضو ڪيو هيو.“

ان جو بنيادي ڪارڻ اهو هيو تہ هتي قومي، جمهوري يا صنعتي انقلاب اڃي نہ سگهيو هيو. ننڍي کنڊ ۾ ڪابہ قومي رياست نہ هئي، جديد قوم جو ڪوبہ وجود نہ هيو ۽ نہ ئي ڪا صنعتي ۽ قومي ترقي ٿي هئي، جنهن سان اولهہ جي سامراجيت جو مقابلو ڪري سگهجي. برطانوي سامراج پنهنجي روايتي پاليسي Divide and Rule ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو جي پاليسي ذريعي هندوستان جي ٽڙيل پکڙيل رياستن، قوميتن ۽ مذهبي گروهن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪري، انهن کي پاڻ ۾ ويڙهائي، پنهنجو تسلط قائم ڪيو ڪيترائي راجا، مهاراجا، انهن جا ايجنٽ بڻجي ويا ۽ ٿورين رعايتن جي عيوض صنعتي انقلاب جي زور تي طاقت حاصل ڪيل برطانوي سامراج جي غلامي کي قبول ڪري ڇڏيو. هندوستان جي صنعت ۽ قومي ترقي جي حالت اها هئي، جو 1649ع ۾ پاڻي پٽ واري ابراهيم لوڌي ۽ بابر جي وچ ۾ لڳندڙ جنگ ۾ استعمال ٿيل توپ 1857ع جي جنگ آزادي ۾ وري استعمال ٿي هئي. برطانوي سامراج جنگ آزادي کي شڪست ڏيڻ کانپوءِ پنهنجو غلبو مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو. پر هتي جيڪي بہ صنعتي ۽ مواصلاتي بنياد بنايا ويا هئا، انهن جو مقصد هڪ پاسي لنڪا شائر ۽ مانچسٽر جي ڪپڙي جي صنعت ۽ بين برطانوي شين لاءِ منڊي بنائڻ هيو ٻئي پاسي هتان جي معدنيات ۽ بين وسيلن کي برطانوي سامراج جي دولت ۽ طاقت کي وڌيڪ زور وٺائڻ لاءِ ڦرلٽ ڪرڻ هيو ان مقصد لاءِ ٿيندڙ صنعتڪاري ۽ سماجي

ترقي هتي اهڙو صنعتي انقلاب برپا نہ ٿِي ڪري سگهي، جنهن جي ذريعي يورپ ۾ بين ترقي يافتہ صنعتي ملڪن سماجي ترقيءَ کي جنم ڏنو هيو. جاگيرداري کي ختم ڪيو هيو ۽ جديد صنعت ۽ معيشيت جو بنياد وڌو ويو هيو. ان پس منظر ۾ هندوستان ۾ قومي يڪجهتي ۽ جديد قومي رياستن جي جڙڻ جو سوال ٿي پيدا نہ ٿِي ٿيو جيڪا سامراجي تسلط ۽ جارحيت جي مزاحمت ۽ مقابلو ڪري سگهي، هتان جي ارتقا جو ڍنگ تمام گهڻو اڻ برابري وارو ۽ تضادن واري نوعيت جو هيو. پر هن گهٽ وڌائي ۽ اڻ برابري واري طريقي ۾ هڪ عام قدر بہ موجود هيو مثال هندوستان ۾ برطانوي سامراج پنهنجي شين جي وڪري لاءِ ريل جو جيڪو نظام رائج ڪري رهيو هيو مارڪس ان لاءِ چيو تہ:

”هن ريلوي لائين جو هر ميل برطانوي سامراج جي موت جو سامان فراهم ڪندو. ڇو تہ ريلوي لائين پهريون ڀيرو هندوستان جي ڏورانهن علائقن ۾ ڦهلجي، ماڻهن کي پاڻ ۾ ملائي رهي هئي ۽ قومي ٻڌي جو بنياد پئجي رهيو هو.“

سامراجي صنعت ڪاري جنهن جو مُول متو ٿي ڦرلٽ هيو هندوستان ۾ هڪ نئين ۽ تازي پورهيت طبقي کي پيدا ڪري رهي هئي، پر هن طرز جي سماجي ۽ صنعتي ارتقا نئين قسم جي تضادن ۽ تڪرارن کي جنم ڏئي رهي هئي، هن تحريڪ کي برطانوي سامراج ڪيئي ڀيرا مقامي حڪمرانن ۽ اڳواڻن جي مدد ۽ تعاون سان ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي. خاص ڪري ٻي مهاڀاري لڙائي 45_1939ع ڪانپوءِ برطانوي فوجن ۾ بغاوت پيدا ٿيڻ ۽ هتي سامراج جي گهڻي ڪمزور ٿيڻ سبب ان لاءِ سڌي طرح حڪمراني ڪرڻ وس ۾ نہ رهيو. پر برطانوي سامراج ايڏو آساني سان وڃڻ وارو ۽ پنهنجي حڪومت ختم ڪرڻ وارو بہ نہ هيو.

برطانوي سامراج خلاف اٿندڙ قومي آزادي جي تحريڪ ان وقت تائين هندوستان جي ملڪيتي طبقن جي پيٽي بوروجوا (وچئين طبقي) ۽ قومپرستن جي هٿن ۾ هئي، پر جڏهن هن تحريڪ ۾ هندوستان جي مزدورن ۽ پورهيتن طبقاتي نموني سان مداخلت شروع ڪئي. تہ اها صورتحال سامراج لاءِ ڏاڍي تشويشناڪ ٿي وئي. ڇو تہ قومي آزادي جي تحريڪ جو طبقاتي آزادي جي تحريڪ ۾ يعني سوشلسٽ انقلاب جي تحريڪ ۾ بدلجڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو هيو. جنهن سان استحصالي نظام جي ٽٽڻ جو خطرو ٿي ويو هيو هن سلسلي ۾ هندوستان ۾ _1936

37ع جي ريلوي هڙتال قابل ذڪر آهي. انهن حالتن ۾ نہ صرف طبقاتي تحريڪ ۽ پورهيت طبقي جي قومي آزادي جي جدوجهد ۾ وڌندڙ عمل دخل جي خلاف گانڌي، نهرو جناح ۽ ٻين ننڍي ڪنڌ جي ملڪيتي طبقن جي چونڊ اڳواڻن برطانوي سامراج جو ڳجهہ ڳوهہ ۾ توڙي ڪلي عام ساٿ ڏنو هو هن ۾ هندوستان جي ڪميونسٽ پارٽي C.P.I جي غداري پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. اسٽالن، چرچل ۽ روز ويلٽ جي قيادت جي وچ ۾ 1943ع ۾ يالٽا ۾ ٿيل معاهدي هيٺ، ماسڪو مان هندوستان جي ڪميونسٽ پارٽي لاءِ اهي هدايتون آيون، تہ اها برطانوي سامراج خلاف اڀرندڙ تحريڪ ۽ ايجي ٽيشن ۾ ڪوبہ ڪردار ادا نہ ڪري. انهن هدايتن جي پيروي ڪندي، C.P.I برطانوي سامراج ڪي پنهنجي تعاون جي پڪ ڏني، صورتحال ايتري تائين شرمناڪ ٿي وئي، جو ڪميونسٽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري ڊانگي بمبئي جي جيل مان برطانوي وائسراءِ لارڊ ويول کي هڪ خط ذريعي پنهنجي پارٽي جي خدمتن جي آڇ ڪئي. ڪميونسٽ پارٽي وٽ ان وقت 48000 ڪان بہ وڌيڪ ڪيڊرز ميمبر هيا ۽ جيڪڏهن برطانوي سامراج خلاف اڀرندڙ آزادي جي جدوجهد ۾ هي سرگرم ڪردار ادا ڪري ها، تہ هندوستان ۾ قومي آزادي جي تحريڪ هڪ سوشلسٽ انقلاب ۾ بدلجي سگهي پئي، توڙي جو ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت کان پورهيت طبقي جي تحريڪ کي وڏو ڌڪو لڳو. پر پوءِ بہ پورهيت طبقو آرام سان ويهڻ وارو نہ هيو. 1946ع واري پورهيتن جي هڙتال، سامونڊي فوج جون بغاوتون ۽ بري فوج اندر بغاوتن، جنگ کان زخمي ٿيل هيٺي برطانوي سامراج جي بنيادن کي لوڏي ڇڏيو پر ڪنهن مارڪسي قيادت واري انقلابي پارٽي جي کوٽ، ڪميونسٽ پارٽي جي غداري ۽ ٻين عنصرن جي کوٽ سبب مقامي حڪمرانن کي تحريڪ جي قيادت حاصل ڪرڻ ۾ آساني ٿي پئي، پوءِ بہ هڪ متحد هندوستان جي آزاد ٿيڻ جي خطري کي نہ ئي برطانوي سامراج برداشت ڪري پئي سگهيو ۽ نہ ئي مقامي حڪمران "آزاد هند" جي حڪمراني آساني سان ڪري ٿي سگهيا. انهن حالتن ۾ برطانوي سامراج هندوستان جي قومي تحريڪ جي قيادت سان ملي ڀڳت ڪري، هڪ دفعو ٻيهر "ورهاست وسيلي حڪمراني" جي پاليسي اختيار ڪئي ۽ مذهب جي بنياد تي ننڍي کنڊ جي ورهاڱي جي عمل کي تيز ڪندي، طبقاتي بڌي تي ڪاري ضرب لڳائي وئي ۽ هن طبقاتي جڙت کي ٽوڙڻ لاءِ 27_ لک بي گناهہ ماڻهن جو قتل عام ٿيو.

پاڪستان هندوستان ٺاهي، ننڍي کنڊ کي ورهائي ڇڏيو مذهبي عنصر کي استعمال ڪندي، نه رڳو طبقاتي جدوجهد تي حملو ڪيو ويو. پر هندوستان ۾ قومي آزادي جي تحريڪ کي به تباهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ان سان ننڍي کنڊ ۾ قومي مسئلو وڌيڪ منجهيل ۽ رتوڇاڻ وارو بڻجي ويو.

*CENTRAL HEADQUARTERS*

**Communist Party Of India**

*(Section of The Communist International)*

grams: PEOPLESWAR
phone: [illegible] (P.C. Joshi)

190 B, Khetwadi Main Road.
Bombay 4, March 1[illegible], 1943

Ref No.

Personal (1)

Dear Sir Reginald,

In another cover I am sending you a Memo on behalf of the Party Centre with enclosures, on the situation in the Provinces. I am afraid we are not yet quite used to writing documents for the Government but you will see that we talk straight and are frank.

If any of our statements are involved or need further clarification you have only to send me a note and I will try my best to make our attitude as clear as is humanly possible.

If you think any useful purpose will be served by my visiting you and explaining things, I will be quite willing to do so. I was told by Mr. Mackenzie that our attitude about the Congress arouses suspicion in our bonafides. If it is so I could explain it in a Memo.

The situation in the Provinces is deteriorating very fast. I hope you will be able to intervene successfully and help us to do our bit against the Fifth Column and in saving the country.

I am going to Malabar on the 16th. and will be back on the 29th. inst. With good wishes,

آزادي کانپوءِ هندستان جي حڪمرانن کي برطانوي سامراج سڀ وسيلا، رعايتون ۽ ٻيون سڀ سهولتون ڏنيون، ته جيئن اهي هندستان ۾ قومي جمهوري انقلاب برپا ڪري سگهن. آزادي جي 58 سالن کانپوءِ به هندوستان جا "ترقي پسند"، "سيڪيولر" ۽ "جمهوريت پسند" حڪمران سرمائيدار طبقا قومي جمهوري انقلاب جو هڪ به فرض نڀائي نه سگهيا. اڄ هندوستان ۾ قومي مسئلو هندوستان جي جسم ڪي ڪينسر وانگي ڪائي رهيو آهي. 28 مان 19 صوبن ۾ آزادي جون تحريڪون ۽ فرقي واراڻ نسلي فسادن جون تحريڪون هلي رهيون آهن. اڄ هندوستان جي قومي ٻڌي 50 سال اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڪمزور آهي، ڪشمير کان وٺي آسام تائين، ناگالينڊ کان تامل ناڊو تائين قومي مسئلو هندستان جي سرمائيداراڻي رياست ۽ حڪمران طبقن جي تاريخي شڪست ۽ ناڪامي جو چٽو ثبوت آهي. هندوستان جي حڪمرانن جو تاريخ جي ميدان ۾ دير سان لهڻ، سامراج جو صنعتي مالياتي ۽ ٽيڪنيڪي طور تي مقابلو نه ڪري سگهڻ جي ڪري، اُن جو ڪردار وڌ کان وڌ رجعتي بڻجندو پيو وڃي. اهو ئي سيڪيولر سرمائيدار اڄ قديم ترين هندو پرستي تي دارومدار ڪرڻ ۽ ان جو سهارو وٺڻ تي مجبور آهي، پر ان ۾ به هي ناڪام آهي. جو ته هر ايندڙ ڏينهن هندستان جي بحران کي وڌيڪ پُرتشدد ۽ گنڀير بنائيندو پيو وڃي. قومي مسئلو هندستان ۾ تمام گهڻي خونريز شڪل اختيار ڪري ويو آهي، جنهن جو حل موجوده حڪمرانن وٽ نه آهي. 58 سالن جي تجربي ثابت ڪيو آهي، ته هندوستان ۾ قومي مسئلو هاڻ هتان جو پورهيت طبقو ئي هڪ انقلابي جدوجهد ۽ سوشلسٽ بنيادن تي حل ڪري سگهي ٿو.

# مارڪس ـ اينگلز ۽ قومي سوال

مارڪس ازم جي نظرياتي ميدان ۾ قومي سوال جي تاريخ گهڻي ڏکي آهي، قومي سوال تي مارڪس ۽ اينگلز جي لکڻين ۾ اوهان کي وڏا دلچسپ ۽ ڏاهپ ڀريا نڪتا ملندا. لينن پنهنجي قومن جي ٿيوري ڏيڻ وقت انهن لکڻين مان وڏو فائدو ورتو. مثال طور هن پولينڊ ۽ آئرلينڊ جي مسئلي کي وڏي تفصيلي نظر سان ڏٺو. جنهن سموري 19هين صدي ۾ يورپي مزدور تحريڪ جو پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائي رکيو هو. اها ڳالهه دلچسپي جو ڪارڻ آهي، ته مارڪس جنهن قومي سوال کي نه ته ٺهيل نعري طور نه پر جدلياتي انداز سان ڏٺو هيو تنهن بعد ۾ مٿين ٻنهي مسئلن بابت پنهنجي پوزيشن تبديل ڪئي.

انقلابي جدلياتي سوچ ۽ تجريدي سوچ (معاشري کان ڪٽيل سوچ) ۾ واضح فرق انهن بحثن مان ملي ٿو جيڪي قومي سوال بابت پهرين انٽرنيشنل ۾ مارڪس ۽ پرڌون جي وچ ۾ ٿيا هئا. پروڌون جيڪو فرانسيسي سوشلسٽ ۽ انارڪزم جو حامي هيو قومي سوال جي موجودگي کان ئي انڪاري هيو. انقلاب جي تحريڪ جي سموري عمل دوران اهڙا فرقي پرست هميشه موجود رهيا آهن. جيڪي طبقاتي جدوجهد جو تجريدي نظريو پيش ڪندا آهن. سماج ۾ جيڪا اٽل حقيقت موجود هوندي آهي، هو انهيءَ کي نه ٿا ڏسن. بلڪ پنهنجي خيالي دنيا جي بي جان لکڻين سان ڳالهين جو آغاز ڪن ٿا. پرڌون ۽ سندس چيلا پهرين انٽرنيشنل جي جنرل ڪائونسل ۾ چوندا رهيا ته. پولينڊ. اٽلي ۽ آئرلينڊ جي ماڻهن جي قومي آزاديءَ جي جدوجهد غير اهم هئي. بس رڳو فرانس ۾ انقلاب ضروري هيو. جنهن سان سڄي دنيا نيڪ ٿي ويجي ها، فقط سڀني کي انتظار ڪرڻو پوندو. ليڪن مظلوم ماڻهو انتظار نه ٿا ڪري سگهن. اهي انتظار ڪن به ڇو؟ 1866ع ۾ مارڪس پيرس ۾ موجود پروڌون ٽولي کي

نندينديءَ. اينگلز ڪي لکيو "شائونزم جي خلاف مناظري جي حد تائين انهن جا دليل ڪارائتا آهن ۽ انهن ۾ بهتريءَ جي گنجائش آهي. پر هي ماڻهو قوميتن کي واهيات سمجهن ٿا ۽ بسمارڪ ۽ گيري بالڊي تي هلان ڪن ٿا. جڏهن اهي ماڻهو هيئن چون ٿا، تہ سڄي يورپ کي ان وقت تائين خاموش ويهڻ گهرجي، جيستائين اسان فرانس مان غربت ۽ جهالت جو خاتمو نہ ٿا آڻيون، تہ هي اها ڳالهہ بلڪل اجائي ٿا ڪن."

(مارڪس ۽ اينگلز جا چونڊ خط 7 جون 1866 جو خط)

پهرين انٽرنيشنل جي جنرل ڪائونسل ۾ مارڪس کي ٻن محاذن تي وڙهڻو پيو. هڪ پاسي مازيني جهڙن وچولي طبقي جي قومپرستن خلاف تہ ٻئي پاسي وري پروڌون جي نيم انتشار پسند شاگردن خلاف جيڪي قومي سوال کان بلڪل انڪاري هئا. 20 جون 1866ع تي مارڪس لکيو "ڪالهہ انٽرنيشنل ڪائونسل ۾ موجوده جنگ تي بحث ٿيو. بحث جي پڄاڻي اميد مطابق قوميت جي مسئلي ۽ ان ڏانهن اسان جي مؤقف تي ٿي. "فرانس جي نوجوانن" (غير مزدور) جي نمائندن چيو تہ قوميتون توڙي قومون جيئن تہ پراڻي تعصب ۽ ساز جي پيداوار هونديون آهن، فرانس ۾ سماجي انقلاب جي پچڻ تائين، ساري دنيا کي اوسيئڙو ڪرڻو پوندو." پروڌون جي ابتڙ مارڪس ۽ اينگلز قومي سوال کي سدائين مناسب اهميت ڏيندا رهيا. پر اهي ان کي سدائين مزدور سوال جي ماتحت سمجهندا رهيا، معنيٰ تہ اهي ان کي پورهيت طبقي ۽ سوشلسٽ انقلاب جي نظر کان ڏسندا رهيا.

## پولينڊ جو مسئلو

قومي مسئلي تي لينن وانگر مارڪس جو رويو ڏاڍو لچڪدار هيو. هو ان کي عالمي انقلاب ۽ پورهيت طبقي جي عام مفاد واري نظر سان ڏسندو هيو. 1840ع 1850ع ۽ 1860ع ۾ هڪ خاص وقت تائين ان پولينڊ جي عوام جي حق خودارادي جي نہ رڳو حمايت ڪئي، پر ان جي مڪمل آزاديءَ جي حق ۾ هيو. هن اهو ان حقيقت جي باوجود ڪيو تہ ان وقت پولينڊ ۾ تحريڪ آزادي جي قيادت رجعتي پولش اشرافيہ جي هٿ ۾ هئي، مارڪس اها پوزيشن ان لاءِ اختيار نہ ڪئي هئي، تہ ان کي قومپرستيءَ سان ڪو لڳاءُ هيو ۽ نہ ئي ان لاءِ تہ ان زماني ۾ حق خود ارادي کي عالمي پيماني تي سيني مسئلن جو (اڪسير) علاج سمجهيو ٿي ويو.

پنهنجي آخري ڪتاب "روسي زار شاهي جي خارجہ پاليسي" ۾ اينگلز لکي ٿو تہ "پولش عوام زار روس جي خلاف پنهنجي بهادراڻي جدوجهد جي عيوض ڪيترائي ڀيرا يورپ ۾ انقلاب کي بچايو. جهڙي طرح 94_1792 ۾ جڏهن پولينڊ کي روس شڪست ڏنيٰ هئي، پر ان فرانسيسي انقلاب کي بچائي ورتو هيو. پر پولش مسئلي جو ٻيو بہ رخ آهي. پولينڊ اشرافيہ جي هڪ مڪمل طور تي غير منظم رياست آهي. جنهن جي پيڙهہ هارين جي ڦرلٽ ۽ رت نپوڙڻ تي هئي. ان جو آئين اهڙو آهي، جيڪو هر قومي عمل کي ناممڪن بنائي ڇڏي ٿو. ان لحاظ کان هي پنهنجي پاڙيسري ملڪن لاءِ هڪ سولو شڪار بنجي وڃي ٿو. پولينڊ واسي خود چون ٿا تہ، صديءَ جي شروع کان ئي هي گڙٻڙ جو شڪار رهيو آهي. سڄي ملڪ تي غير فوج جو قبضو هيو. جن هن ملڪ کي شراب ۽ ڪباب لاءِ پئي استعمال ڪيو. جتي ڪائڻ پيئڻ ڪانپوءِ غير ملڪي گهٽو ڪري بل ڏيڻ وساريو ٿا ڇڏين."

(مارڪس، اينگلز جي لکڻين جو مجموعو جلد 27 صفحہ 18)

سموري 19 صديءَ ۾ پولينڊ جي سوال يورپ جي سياست ۾ هڪ مرڪزي حيثيت رکي آهي. هن سوال پورهيتن جي تحريڪ تي بہ گهرو اثر وڌو آهي. جنوري 1863ع ۾ پولينڊ واسين بغاوت برپا ڪري ڏني. هيءُ ايار ڏسندي ئي ڏسندي، سڄي پولينڊ ۾ پکڙجي ويو ۽ اتي قومي حڪومت وجود ۾ آئي، پر هن بغاوت جي قيادت گهٽ درجي جي اشرافيہ جي هٿن ۾ هئي، جيڪي عوام کي اياريندي، بغاوت کي ڪامياب شڪل ڏيڻ جا اهل نہ هئا. جڏهن طاقت وڏن جاگيردارن جي هٿن ۾ آئي، تہ انهن فرانس ۽ برطانيہ طرفان مداخلت جي اميد تي زار روس سان هڪ ناهہ ڪيو. پر هن ناهہ کي جلد ئي توڙي ڇڏيو ۽ روس هيءَ تحريڪ چيپاڻي ڇڏي. وري برطانيہ ۽ فرانس ان تي آڱر بہ اُپي نہ ڪئي، پر پولش بغاوت سڄي يورپ جي مزدورن ۽ پورهيتن جي دل ۾ پولش عوام لاءِ همدردي ۽ جرئت جو جذبو ضرور پيدا ڪري ڇڏيو. پولش عوام جي انقلابي تحريڪ جي مدد لاءِ 1863ع ۾ پهرين انٽرنيشنل قائم ڪئي وئي هئي، جيڪا پولش عوام جي انقلابي تحريڪ جي مدد جي ڪوشش جي سڌي سنئين نتيجي ۾ قائم ٿي. اينگلز ٻڌائي ٿو تہ پولش بغاوت جي لاءِ اميد جو ڪرڻو يورپ جو پورهيت طبقو هيو. هن 11 جون 1863ع تي مارڪس کي لکيو "جيڪڏهن پورهيت، بغاوت کي جاري رکن ٿا. تہ ان سان سڄي يورپ ۾ تحريڪ ايري

سگهي ٿي. جيڪا انهن کي بچائي ونندي. جيڪڏهن حالتون خراب ٿين ٿيون، تہ پولينڊ ڏهن سالن لاءِ ختم ٿي ويندو. هن قسم جي بغاوت عوام جي مقابلي ڪرڻ جي سگهہ کي ڪيترن سالن تائين پوئتي هٽائي سگهي ٿي.“ (MESC P 150)

پولش سوال ڏانهن مارڪس جي رويي جو اندازو سندس عالمي انقلاب سان واڳيل حڪمت عملي سان ٿئي ٿو. ان وقت زار روس پورهيت طبقي ۽ جمهوريت جو وڏي ۾ وڏو دشمن ۽ يورپ ۾ سڀ کان وڏي رجعتي طاقت هئو۔ جيئن تہ روس ۾ ان وقت پورهيت طبقو موجود نہ هيو. تنهن ڪري روس ۾ ڪڙي انقلاب جو ڪوبہ امڪان نہ هيو. جيئن لينن اڳتي هلي لکيو هيو:

”روس اڃا ننڍاڪڙو هيو ۽ پولينڊ اکيون کولي رهيو هيو.“
(قومن جي حق خوداختياري فيبروري مئي 1917ع لينن جون لکڻيون جلد 20 صفحہ 108)

وڏي دشمن روس کي ڌڪ لڳائڻ خاطر مارڪس پولينڊ جي آزاديءَ جي حمايت ڪري رهيو هيو. پر 1851ع تائين مارڪس ڪنهن حد تائين پولينڊ مان مايوس ٿي چڪو هيو. پولش اميرن طرفان بغاوتن ۾ ڪاميابيون، هن جي نگاهہ ۾ شڪ پريون بڻجي چڪيون هيون. رڳو هن هڪ ڳالهہ مان اهو ظاهر تو ٿئي، تہ مارڪس ۽ لينن جي نظر ۾ ”حق خود اراديت ۽ قومي سوال سدائين طبقاتي جدوجهد ۽ پورهيت انقلاب کان گهٽ حيثيت رکندا هيا. مارڪسسٽن لاءِ اهو بلڪل ضروري نہ هيو تہ اهي هر هنڌ حق خوداختياري جي تحريڪ جي حمايت ڪن، ساڳيو ئي مارڪس جيڪو پولينڊ جي آزادي جي تحريڪ جُي حمايت ڪندو هو چيڪن جي آزاديءَ جو سخت مخالف هيو. هن 19 هين صدي جي آخري اڌ ۾ بلقان ۾ نام نهاد آزاديءَ جي مخالفت بہ ڪئي هئي.

حقيقت ۾ هيءَ ٻئي ٽڪراءَ واريون صورتون انقلابي ضرورتن جون پيدا ڪيل هيون. مارڪس سمجهي پيو تہ پولينڊ جي آزادي حاصل ڪرڻ سان روس کي زبردست ڌڪڪو لڳندو. جنهن جا انقلابي نتيجا نڪرندا. پر ان سان گڏ ئي زار ذڪرڻ ۾ سلاوي ٻولي ڳالهائيندڙن جي قومي تحريڪ کي بلقان ۾ پنهنجي والار پسند پاليسي لاءِ هڪ هٿيار طور استعمال ٿي ڪيو. جيئن تاريخ ۾ اڪثر ٿيندو رهيو آهي، تہ ڪمزور قومن جي جدوجهد کي رجعتي طاقتون نهايت ئي چالاڪيءَ سان ريزگاري وانگر استعمال ڪري ونن ٿيون. قومي سوال جي هن ڏارا کي ڪير بہ

سمجهڻ ۾ ناڪام ٿيو ته اهو اڻٽر طور رجعتي ڄار ۾ ڦاسي ٿو پوي.

پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ اينگلز انتهائي ڏاهپ سان اها اڳڪٿي ڪئي هئي ته، روس ۾ انقلابي هلچل پيدا ٿيندي. "هتي اسان معاملي جي مرڪزي نڪتي تي پهچي وڃون ٿا."

اينگلز لکيو هو "1856ع کان روس جي اندر ٿيندڙ تبديليون پنهنجو رنگ ڏيکاري رهيون هيون. ان ۾ حڪومت جو به هٿ آهي. سماجي انقلاب وڏيون ڇلانگون ڏنيون آهن. روس ڏينهون ڏينهن جديد ٿيندو پيو وڃي. نيون مشينون اچي ويون آهن. ريلوي لائينون ٺهي ويون آهن. ڏيتي ليتي پئسي جي شڪل ۾ ٿي رهي آهي. ان سان گڏوگڏ پراڻيون رسمون ريتون دم ٽوڙي رهيون آهن. روس جو آمر زار انهن تبديلين آڏو بيهي نه سگهندو. مخالف پارٽيون ٺهي رهيون آهن. جيڪي آئيني به آهن ۽ انقلابي به آهن. حڪومت رڳو انهن سان ڏاڍ سان ئي منهن ڏئي سگهي ٿي. روسي سفارتڪاري وڏي خوف خطري سان انهن ڏينهن کي ويجهو ايندي ڏسي رهي آهي. جڏهن روسي عوام پنهنجي ڳالهه ٻڌائڻ جي گهر ڪندو ۽ جڏهن انهن جي پنهنجي اندروني معاملن جو قصو انهن کي اهو سوچڻ جو موقعو نه ڏيندو ته هندوستان ۽ قسطنطنيه کي ڪير پيو فتح ڪري ۽ ڪير پيو دنيا تي برتري حاصل ڪري. 1848ع جو انقلاب جيڪو پولينڊ جي سرحدن تي رڪجي ويو هيو هاڻ روس جي دروازي کي کڙڪائي رهيو هو. ان جا هاڻ ڪيترائي اتحادي به آهن. جيڪي مناسب وقت تي دروازا کولڻ لاءِ انهن جي مدد ڪندا." ("مارڪس اينگلز جو گڏيل ڪم" جلد 27 صفحه 45)

هي ڪيتريون نه غير معمولي سٽون آهن ۽ اهي سٽون 1890ع ۾ لکيون ويون هيون. پهرين روسي انقلاب کان 15 سال ۽ آڪٽوبر انقلاب کان 27 سال پهريائين اينگلز وڏن واقعن جي اڳڪٿي ڪري رهيو هيو ۽ يورپ ۾ قومي سوال جي قسمت کي روسي انقلاب سان ڳنڍي رهيو هيو. واقعن اهو ٻڌائي ڇڏيو ته "اينگلز صحيح هيو". جيئن لينن پوءِ اها وضاحت ڪئي هئي، ته 1880ع کان پوءِ پولينڊ جي آزادي جو نعرو مناسب نه هيو ڇو ته روس ۾ پورهيت طبقي جي ترقيءَ پنهنجو پاڻ ئي روس ۾ انقلاب جا امڪان روشن ڪري ڇڏيا هيا.

## فرانس – پروشيا جنگ

مارڪس ۽ اينگلز جي اثر هيٺ پهرين انٽرنيشنل سٺيني بنيادي

معاملن تي اصولي موقف اختيار ڪيو. انٽرنيشنل جي حيثيت رڳو نظرياتي نہ پر عملي پڻ هئي. جهڙوڪ: هڪ ملڪ ۾ هڙتال جي موقعي تي انٽرنيشنل جا ميمبر بين ملڪن ۾ هن هڙتال جو سبب ٻڌائيندا هيا ۽ احتجاج بہ ڪندا هيا, تہ جيئن غير ملڪي مداخلت کي روڪي سگهجي.

جيئن تہ اسان پهريائين اهو ٻڌائي چڪا آهيون, تہ 19هين صدي جي پهرين اڌ حصي ۾ پورهيت طبقي کي جنهن مسئلي کي منهن ڏيڻو هيو اهو جرمني جو اتحاد هيو. مارڪس ۽ اينگلز جرمني جي اتحاد جي مشروط حمايت ڪرڻ تي مجبور هيا. جيتوڻيڪ هي ڪم بسمارڪ جهڙن رجعت پسندن جي هٿان ٿيو هيو. ان جو اهو مطلب هرگز بہ نہ آهي, تہ اهي بسمارڪ جي اثر هيٺ ٿي ويا هئا يا انهن پنهنجي طبقاتي پوزيشن ڇڏي ڏني هئي. پهرين انٽرنيشنل فرانس – پروشيا جنگ (1870_71) کي جرمني جي بچاءَ جي جدوجهد سمجهندي هئي, بيشڪ هي درست مؤقف هيو. نيپولين ٽئين جي حڪومت طاقت جي زور تي جرمني جي اتحاد کي روڪڻ لاءِ تيار هئي, پر ان جو اندازو غلط نڪتو. پروشيا جي فوج همت هاريل فرانسيسي فوج کي ائين پڇايو جيئن شينهن گدڙ کي ڀڄائي.

فرانس – پروشيا جنگ تي مارڪس جو لچڪدار ۽ انقلابي مؤقف هڪ بهترين مثال آهي. مارڪس جنگ جي پهرين مرحلي ۾ پروشيا جي مشروط حمايت ڪئي, ڇو تہ اها جنگ پروشيا پاران پنهنجي بچاءَ لاءِ وڙهي ٿي وئي. هتي سندس مؤقف متاثرو يا جذباتي هرگز نہ هيو. (هو پروشيا جي رجعت پرست حڪمران بسمارڪ کان سخت نفرت ڪندو هيو) پر هي موقف پورهيت طبقي ۽ بين الاقوامي انقلاب جي لحاظ کان اختيار ڪيو ويو هيو. پروشيا جي فتح سان جرمنيءَ کي متحد ٿيڻو هيو جيڪو تاريخي طور تي هڪ ترقي پسنداڻو قدم هيو. ٻئي پاسي فرانس جي شڪست سان نيپولين ٽئين کي اقتدار تان لهڻو هيو. جنهن سان فرانس ۾ انقلاب جي ترقي جو نئون منظر جڙڻو هو. ان سان روسي زار شاهي کي بہ ناهوڪي چوٽ لڳڻي هئي, ڇو تہ اها جرمنيءَ کي ڪمزور ۽ ورهايل رکڻ لاءِ فرانس جي بونا پارٽسٽ حڪومت تي ڀروسو ڪيو ويٺي هئي. ان حقيقت جي باوجود تہ پروشيا جي فتح جي صورت ۾ بسمارڪ کي مضبوط ٿيڻو هيو (وقتي طور تي) مارڪس شروع شروع ۾ فرانس جي خلاف پروشيا جي حمايت ڪئي.

پر هي عام بيان جنگ جي باري ۾ مارڪسي نڪتہ نگاهہ کان

ڪو قطعي يا آخري مؤقف نہ آهي. هر صورتحال ۾ قومي سوال تي طبقاتي نگاهہ کان غور ڪرڻ ضروري هوندو آهي. ان صورت ۾ بہ جڏهن ڪا خاص قومي جدجهد ترقي پسند شڪل ۾ جاري هجي، تہ بہ پورهيتن لاءِ هي لازمي آهي، تہ اهي سرمائيدارن کان پنهنجي طبقاتي آزادي بچائي رکن. جنگ جي دوران مارڪس پنهنجي پوزيشن مٽائي. جڏهن فرانس ۾ نيپولين ٽئين جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو (آڪٽوبر 1870ع) ۾ اتي هڪ جمهوري ريپبلڪ جوا علان ڪيو ويو تہ پروشيا پاران جنگ جي نوعيت ئي بدلجي وئي ۽ هاڻي هو فرانسيسي عوام خلاف خونريزي ۾ ملوث ٿي رهي هئي. جنگ جو ترقي پسنداڻو ڪردار بدلجي ويو هيو. تڏهن مارڪس ان جي ننداَ تي لهي آيو. فرانس جي هڪ حصي آلسڪ لورين تي پروشيا جو قبضو هڪ رجعتي عمل هيو. جنهن کي جرمنيءَ جي اتحاد لاءِ هڪ ترقي پسنداڻو قدم سمجهيو ٿي ويو. ان سان جرمني ۽ فرانس ۾ قومي نفرت جنم ورتو هيو ۽ پهرين مهاپاري لڙائي (18-1914ع) جي سامراجي قتل عام لاءِ زمين تيار ڪئي هئي. فرانسيسي فوج جي شڪست فرانس ۾ انقلاب جو تڪڙو ڪارڻ بڻجي پئي. ان سان بي مثال پيرس ڪميون جنم ورتو. مارڪس پيرس جي مزدورن کي انتظار ڪرڻ جو ڏس ڏنو هيو. پر جڏهن اهي هڪ پيرو ميدان عمل ۾ نڪري آيا، تہ مارڪس پوري زور شور سان پيرس ڪميون جو بچاءُ ڪرڻ شروع ڪيو. هاڻ جنگ جي نوعيت ئي بدلجي وئي هئي. مارڪس جي نظر ۾ قومي سوال سدائين طبقاتي جدوجهد جي هيٺان رهيو آهي. جنگ ۾ جنبيل ٻن حڪمرانن جو قومي تضاد ڪيترو بہ وڏو وسيع ڇو نہ هجي، اهي پورهيتن کي شڪست ڏيڻ خاطر متحد ٿي ويندا آهن. پيرس ڪميون جي واقعي ۾ جڏهن وارسائي جي رجعتي فوج ڪميونسٽن تي حملو ڪري، انهن کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو، تہ پروشيائي جرنيل هڪ پاسي تي ويا ۽ خاموش تماشائين وانگي هي خوني نظارو ڏسندا رهيا.

## آئرلينڊ جي مسئلي تي مارڪس جو موقف

پولينڊ وانگي آئرلينڊ جي سوال تي مارڪس جو موقف بہ انقلابي نقطہ نگاهہ تي ٻڌل هيو. مظلوم آئرش عوام سان فطري لڳاءُ رکندي، مارڪس سرمائيدار ۽ وچولي طبقي جي قومپرستن تي ڇتي تنقيد ڪندو هيو. شروع کان ئي مارڪس ۽ اينگلز اهو چٽو ڪري ڇڏيو هيو تہ آئرلينڊ

جي قومي آزادي پوري طرح سماجي آزادي جي سوال سان لاڳاپيل آهي ۽ خاص ڪري زمين جي مسئلي جي انقلابي حل سان سلهاڙيل آهي. هي شاندار تجزيو قومي آزاديءَ جي جدوجهد تي رڳو آئرلينڊ ۾ نه، پر هر جڳهه تي گهرا اثر ڇڏي ٿو.

ايڊورڊ برنسٽائن ڏي لکيل پنهنجي هڪ خط تاريخ 25 جون 1882ع ۾ اينگلز اهو چتو ڪيو هيو ته آئرش تحريڪ ۾ ٻه لاڙا ملن ٿا. انقلابي زرعي تحريڪ جيڪا هارين جي اوچتي سڌي عمل سان اڀري هئي ۽ جنهن پنهنجو سياسي اظهار انقلابي جمهوريت ۽ شهري اشرافيه جي "لبرل قومي حزب اختلاف پارٽيءَ" ۾ حاصل ڪيو هيو. اها ڳالهه هارين جي هر تحريڪ ۾ سچي ثابت ٿي آهي ته جيڪڏهن شهري مرڪزن ۾ انهن کي اڳواڻي ملي وڃي، ته ڪنهن حد تائين سندن تحريڪ ڪامياب ٿيندي نظر اچي ٿي. مطلب ته نين حالتن ۾ جيڪڏهن انهن کي سرمائيدارن يا پورهيت طبقي جي اڳواڻي ملي وڃي پر سرمائيدارن سچي تاريخ ۾ بورجوا (سرمائيدار) جمهوري انقلاب جو پيدا ڪيل ڪوبه بنيادي مسئلو حل نه ڪيو آهي ۽ ان ۾ قومي آزاديءَ جو مسئلو به شامل آهي. آئرلينڊ ان جو بهترين مثال آهي. مارڪس ۽ اينگلز جي موقف جو بنياد آئرلينڊ، انگلينڊ، اسڪاٽ لينڊ ۽ ويلز جي مرضي موجب فيڊريشن جي قيام واري تناظر تحت هيو. اينگلز 1848ع ۾ لکيو هيو ته "آئرش عوام کي انگلينڊ جي پورهيتن سان ملي ڪري، سخت جنگ ڪرڻي پوندي، ته جيئن عوامي چارٽر جي ڇهن نڪتن تي عمل ٿي سگهي. اهي ڇهه نڪتا هي آهن: پارليامينٽ جو ساليانو اجلاس ٿئي، ووٽ جو حق، پارليامينٽ جي ميمبر ٿيڻ لاءِ ملڪيت هجڻ جي شرط جو خاتمو پارليامينٽ جي ميمبر کي پگهار ڏني وڃي، هڪجهڙن چونڊ حلقن ۽ ووٽ بذريعي بيلٽ. اهي ڇهه نقطا حاصل ڪرڻ کان پوءِ ئي آئرلينڊ کي يونين ڇڏڻ جو فائدو پوندو.
(اينگلز 9 جنوري 1848ع)

شروع کان ئي مارڪس ۽ اينگلز آئرش وچين طبقي جي قومپرست آزاد خيال ڊينيئل او ڪونل جهڙن ماڻهن خلاف جدوجهد ۾ لڳا رهيا. جيڪي انهن جي خيال ۾ عوام جا غدار هيا. پوءِ وري ڪجهه وقت لاءِ وچولي طبقي جي فينين جي حمايت ڪندا رهيا. هڪ اهڙي وقت ۾ هي نيڪ ۽ فطري به هيو. جڏهن آئرلينڊ ۾ پورهيتن جي ڪابه تحريڪ نه هئي، جيڪو ويهين صديءَ جي شروعات تائين هڪ زرعي ملڪ هيو. پر

اهي فينين جا بہ سرگرم حامي نہ هئا ۽ سدائين آزاد طبقاتي پوزيشن تي بيٺا رهيا. هو فينين جي مهم جوئي جهڙن حربن کي بہ سختيءَ سان ننديندا رهيا. انهن جو دهشتگرديءَ ڏانهن لاڙو سندن قومي تنگ نظري ۽ انگريز مزدور تحريڪ سان لاڳاپجڻ کان انڪار هنن لاءِ سخت اٽوٽندڙ هيو. ان حقيقت جي باوجود فيني آئرش انقلابي جمهوري تحريڪ جو هر اول دستو هيا ۽ انهن ۾ سوشلسٽ خيال بہ مليل هئا. مارڪس ۽ اينگلز انهن جي باري ۾ ڪنهن خوشفهميءَ جو شڪار نہ هيا.

29 نومبر 1867ع تي مارڪس اينگلز کي لکيو:

”جيستائين فينين جو لاڳاپو آهي، اوهان بلڪل ٺيڪ ٿا چئو. انگريزن جي حيوانيت سبب اسان کي هي وسارڻ نہ گهرجي، تہ هن فرقي جا اڪثر ماڻهو گڏهہ ۽ ڪنهن حد تائين استحصال پسند آهن ۽ اسان کي انهن بيوقوفين جي ذميواري قبول نہ ڪرڻ گهرجي، جيڪي هر سازش ۾ ٿي وڃن ٿيون ۽ اهي ٿينديون ئي رهنديون.“

اينگلز جو چوڻ جلدئي ثابت ٿي ويو. رڳو ٻن هفتن کان پوءِ 13 ڊسمبر 1867ع تي فينين جي هڪ گروهہ ڪارڪن ويل قيدخاني ۾ پنهنجي چند ساٿين کي ڇڏائڻ لاءِ ڌماڪو ڪري ڇڏيو. ڌماڪي سان آس پاس جي ڪيترن ئي گهرن جي ڊهڻ کان علاوه 120 ماڻهو زخمي پڻ ٿيا. ماڻهن ۾ آئرش تحريڪ خلاف ڪاوڙ جي لهر ڇانئجي وئي. ٻئي ڏينهن مارڪس وڏي ڪاوڙ ۾ اينگلز کي لکيو. ”فينين ڪلرڪن ويل ۾ جيڪو ڪجهہ ڪيو اها بي حيائي جي حد هئي. لنڊن ۾ اهي ماڻهو جيڪي آئرلينڊ لاءِ وڏي حمايت رکندا هيا، اهي ڪڏهن بہ اهو نہ چاهيندا، تہ ڪين ائين ڌماڪن سان اڏايو وڃي. هن اهڙي قسم جي واقعن ۾ موت ضرور ٿين ٿا.“

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ 19 ڊسمبر تي اينگلز مارڪس کي جواب ۾ هي لکيو:

”ڪلرڪن ويل ۾ جيڪا بي حيائي ۽ بيوقوفي ڪئي وئي، اها پڪ سان ڪجهہ مٺي ڀريل ماڻهن جو ڪم هيو. سيني سازشين جي اها بدقسمتي هوندي آهي، تہ انهن کان اهڙيون ئي فاش غلطيون ٿينديون رهنديون آهن. ڇو تہ، ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ ٿيڻو ئي هوندو آهي. ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪري ڇڏڻ جو اهوئي نتيجو هوندو آهي. آمريڪا ۾ هن ڳالهہ تي وڏو شور ۽ هُل ٿيو آهي. چند گڏهہ هن قسم جي بيوقوفيءَ جا ذميوار ٿيندا

رهندا آهن. اهڙا ماڻهو سڀ کان وڏا بزدل ۽ پاڙي هوندا آهن. انهن مان هڪ نالو ايلسن آهي. جيڪو واعدي معاف شاهد بڻجي چڪو آهي. لنڊن ۾ ڪنهن درزيءَ جي دوڪان کي باهہ ڏيئي، آئرلينڊ کي ڪيئن تي آزادي ڏياري سگهجي؟"

مارڪس ۽ اينگلز جڏهن اهڙي ڏک ڀري انداز ۾ فينين جي باري ۾ لکي سگهن ٿا، تہ جيڪڏهن اڄ اهي زندهہ هجن ها، تہ I.R.A جي دهشتگردي جي طريقہ ڪار جي باري ۾ ڪيتري تائين ڏکارا ٿين ها. جيڪا دهشتگردي گذريل ڪيئي سالن کان جاري آهي ۽ جنهن جي اڳيان ڪلرڪن ويل جو حادثو باراڻو کيل لڳي ٿو. انفرادي دهشتگردي سرمائيدار رياست کي ڪمزور ڪرڻ بجاءِ مضبوط ڪندي آهي. ان جو وڏو رجعتي رخ اهو هوندو آهي، تہ اها استحصال پسندن اڳيان پورهيتن کي ڪمزور ۽ چڙوچڙ ڪري ڇڏيندي آهي. يقيناً هي فينين جو سڀ کان ڪمزور پاسو يا رخ هيو. اينگلز انهن تي ڪاوڙ مان لکيو "انهن ماڻهن جي نظر ۾ پورهيتن جي تحريڪ ڪو شوشو هوندي آهي. اهي نہ ٿا چاهين، تہ آئرش هاريءَ کي متان اها خبر پوي، تہ يورپ ۾ سوشلسٽ مزدور سندن ساٿاري آهن."

(مارڪس اينگلز جون لکڻيون اينگلز بنام مارڪس 9 ڊسمبر 1869ع)

انگريز حڪومت فيني قيدين سان جيڪو برو سلوڪ رکندي هئي، مارڪس ۽ اينگلز ان جي سخت خلاف هيا ۽ اهو چوندا هيا، تہ آئرش عوام کي پنهنجي تقدير جو فيصلو پاڻ ڪرڻ جو حق حاصل هئڻ گهرجي. اهي اهو قومي نقطي نظر سان نہ. پر سوشلسٽ نقطي نظر کان چوندا هيا. پڪو انقلابي هجڻ ۽ عالمي پورهيت طبقي جو حمايتي هجڻ جي ناتي، ٻئي انگلينڊ ۾ پورهيت انقلاب جي تناظر ۾ آئرلينڊ جي قسمت جو فيصلو ڏسڻ گهرن پيا. 1840 ۽ 1850 جي ڏهاڪي ۾ مارڪس جو خيال هيو، تہ آئرلينڊ ان وقت آزادي حاصل ڪري سگهندو جڏهن انگلينڊ جو پورهيت طبقو فتح حاصل ڪندو. پر 1860ع ۾ مارڪس جو ذهن بدلجي ويو ۽ هي موقف اختيار ڪيائين، تہ گهڻو امڪان اهو آهي، تہ آئرلينڊ ۾ سجاڳي جي چڻنگ انگلينڊ ۾ انقلاب برپا ڪري سگهي ٿي. آئرلينڊ جي سوال تي مارڪس جي لکڻين تي متاڃري نظر وجهڻ سان ئي خبر پئجي وڃي ٿي، تہ 1860ع کان پوءِ ان آئرلينڊ جي آزاديءَ کي پورهيت انقلاب جي تابع ڪري ڇڏيو هيو ڇاڪاڻ جو مارڪس جي خيال ۾

انگلينڊ جي انقلاب کي عالمي انقلاب جي ڪاميابي ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪرڻو هيو. مارچ 1870ع ۾ جنرل ڪائونسل جي ميمبرن جي نالي پنهنجي هڪ ڳجهي خط ۾ هن پنهنجي مؤقف جي هيئن پيش ڪيو:

”ممڪن آهي، ته شروعات فرانس پاران ٿئي، پر انگلينڊ سنجيده معاشي انقلاب لاءِ هڪ هٿيار ثابت ٿي سگهي ٿو. هيءُ هڪ اهڙو ملڪ آهي. جتي هاري گهٽو گهٽ آهن ۽ زرعي زمينون سمورن هٿن ۾ اچي ويون آهن. هي هڪ اهڙو ملڪ آهي، جتي وڏيون وڏيون صنعتون آهن ۽ پيداواري طاقتون ڪجهه وڏن سرمائيدارن جي هٿ ۾ آهن. هيءُ وڏو ملڪ آهي، جتي جي وڏي آبادي اجرتي مزدور آهي. هتي ٽريڊ يونينون پڻ سرگرم آهن ۽ انهن جي روين ۾ به پختگي ملي ٿي ۽ عالمي سطح تي انهن کي مڃتا به ملي ٿي. هيءُ اهو ملڪ آهي، جنهن جو عالمي منڊي تي غلبو آهي ۽ جتي برپا ٿيندڙ اقتصادي انقلاب ساري دنيا تي اثر انداز ٿيندو. جيڪڏهن انگلينڊ جاگيرداري ۽ سرمائيداري جو ڪلاسيڪل مثال آهي، ته ان جي تباهي جون مادي حالتون به هتي پچي چڪيون آهن.
(پهرين انٽرنيشنل جي جنرل ڪائونسل جي ڪارروائي 70-1868)

ان ئي نقطہ نگاهہ کان آئرلينڊ جو قومي سوال هڪ وڏي تناظر ۾ عالمي سوشلسٽ انقلاب جو حصو بڻجي ٿو. هن مخصوص صورتحال کان هٽي ڪري، آئرلينڊ بابت مارڪس جي موقف کي سمجهڻ ممڪن نہ ٿيندو. 1860ع کان پوءِ مارڪس ان لاءِ آئرلينڊ جي آزاديءَ جي حمايت ڪندو هيو ۽ هو ان نتيجي تي پهتو هيو تہ انگلينڊ جي وڏن وڏن زميندارن جون جاگيرون آئرلينڊ ۾ هيون. اتي هاري طبقو بہ موجود هيو هن طبقي جي هلايل هلچل برطانوي مفادن کي سولائي سان شڪست ڏئي پئي سگهي، انهن جي حق خود اراديت جي گهر اٽڙ طور زمين جي مسئلي سان لاڳاپيل هئي. هن لڪيءَ ۾ مارڪس چٽو ڪيو، تہ ”جيڪڏهن انگلينڊ يورپي سرمائيداري ۽ جاگيرداري جو ڳڙهہ آهي، تہ آئرلينڊ ئي هڪ اهڙي جاءِ آهي، جتي هن کي ڪاپاري ڌڪ لڳي سگهجي ٿو.“

”آئرلينڊ انگريز جاگيرداري جو ڳڙهہ آهي. جيڪڏهن ان کي آئرلينڊ ۾ شڪست اچي ٿي، تہ انگلينڊ ۾ بہ شڪست ايندي. آئرلينڊ ۾ هي وڏيڪ سولو ان لاءِ آهي، تہ هتي معاشي جدوجهد زرعي ملڪيت چوڌاري ٿي رهي آهي. گڏوگڏ اها جدوجهد قومي آزادي لاءِ بہ ٿي رهي آهي ۽ عوام وڌيڪ انقلابي ۽ مشتعل آهي. آئرلينڊ ۾ جاگيرداري رڳو انگريز فوج جي

ڏاڍ تي قائم آهي. جڏهن ٻنهي ملڪن جو جبري اتحاد ٽٽندو تہ آئرلينڊ ۾ جلد ئي هڪ سماجي انقلاب ڦٽي پوندو. توڙي جو اهو انقلاب پنهنجي شڪل شبيهہ ۾ بگڙيل هوندو. پر ان سان انگريز جاگيردار نہ صرف وڏي ملڪيت کان محروم ٿي ويندا، پر پنهنجي سڀ کان وڏي اخلاقي طاقت بہ وڃائي ويهندا. يعني آئرلينڊ تي انگلينڊ جي قبضي جي نمائندن طور انهن جي حيثيت بہ ختم ٿي ويندي. آئرلينڊ ۾ جاگيرن انگلينڊ جي جاگيردارن کي بچائي رکيو آهي. ٻئي پاسي پنهنجي جاگيردارن جي طاقت کي آئرلينڊ ۾ برقرار رکندي، انگريز پورهيت طبقو پنهنجو پاڻ ئي انهن کي انگلينڊ ۾ شڪست کان مٿانهون بنائي رهيو آهي.

ٻئي پاسي انگريز سرمائيدارن غريب آئرشن کي آئرلينڊ مان زوري لڏائي انگلينڊ ۾ مزدور طبقي کي پنهنجي چنبي ۾ رکيو آهي. هنن ان تي بہ صبر نہ ڪيو پر پورهيتن کي ٻن دشمن ڌڙن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي. هڪ پاسي انگريز پورهيت ٻئي پاسي آئرش مزدور. وڏن صنعتي ادارن ۾ انهن جي وچ ۾ ساڙ ڏنو ويو آهي. هڪ عام انگريز مزدور هڪ عام آئرش مزدور کان نفرت ڪري ٿو. هو سوچي ٿو تہ هو ايڏو پري کان ان جي مقابلي ۾ آيو آهي ۽ هو مزدوري بہ گهٽ وٺي ٿو. جنهن سان سندن زندگيءَ جو معيار ڪري رهيو آهي. هو قومي ۽ مذهبي طور انهن کي پسند نہ ٿو ڪري. هو انهن سان اهڙو ورتاءُ ٿو ڪري، جيڪو غريب گورو آمريڪي ڪاري غريب غلام سان ڪري ٿو. هن نفرت ۽ ڌڪار کي انگريز پورهيتن ۾ هٿرادو طور تي داخل ڪيو ويو آهي، جنهن جي پنيرائي سرمائيدار ڪري رهيو آهي ۽ هو ان ۾ پنهنجي طاقت جو راز سمجهي ٿو.“ (Ibid)

خط ختم ڪندي مارڪس لکي ٿو ”آئرلينڊ سان همدردي واري قرارداد بين قراردادن جو هڪ قسم جو تعارف آهي. جيڪي تصديق ڪن ٿيون، تہ (عالمي انصاف کان سواءِ) موجوده زبردستي ناهيل يونين کي ٽوڙيو وڃي، ان کان بغير انگريز پورهيت طبقي جي آزادي اڻٽيٽي آهي. هن يونين کي برابر ۽ آزاد ڪنفيڊريشن ۾ تبديل ڪيو وڃي. جيڪڏهن وس ۾ هجي، تہ آئرلينڊ کي هڪ آزاد ملڪ قرار ڏنو وڃي، جيڪڏهن ضروري هجي تہ.“

ڏسو مارڪس ڪيڏي نہ احتياط سان لفظن جي چونڊ ڪئي آهي ۽ ڪيڏي نہ مهارت سان هن قومي سؤال تي پورهيتن جي موقف جو اظهار ڪيو آهي، تہ پهرين ڳالهہ اها آهي، تہ آئرلينڊ جي مسئلي کي عالمي

انقلاب جي تناظر کان الڳ ڪندي نہ ڏٺو وڃي. جيڪو ان جو اٽٽ حصو آهي. ٻي ڳالهہ هي آهي، تہ ان کي انگلينڊ ۾ سوشلسٽ انقلاب واري نقطي جي آغاز سان ڳنڍيو ويو آهي ۽ ان کان پوءِ؟ مارڪس حتمي طور اهو نہ ٿو چوي، تہ آئرلينڊ ۾ قومي آزاديءَ جي جدوجهد برطانيہ کان آزاديءَ تي ختم ٿيندي. هو چوي ٿو تہ ٻہ امڪان آهن. پهريون آزاد ۽ برابري واري ڪنفيڊريشن جنهن کي هو بهتر سمجهي ٿو. ٻيو امڪان مڪمل آزادي جنهن کي هو ممڪن سمجهي ٿو پر بهتر ڪڏهن بہ نہ. انهن مان ڪهڙي شيءِ وجود ۾ ايندي. ان جو دارومدار انگريز پورهيت ۽ بذات خود انگلينڊ ۾ هڪ ڪامياب سوشلسٽ انقلاب تي آهي.

مارڪس سدائين بين الاقواميت ۽ پورهيت انقلاب تي زور ڀريو آهي. صرف ان هڪ ڳالهہ مان ئي آئرش ۽ ٻين قومي سوالن جي باري ۾ ان جي رويي جي خبر پوي ٿي. مارڪس ۽ اينگلز لاءِ سدائين "پورهيتن جو مسئلو" مرڪزي اهيمت جو گهرجائو رهيو آهي. هي خيال انهن جي ذهن ۾ ڪڏهن بہ اچي نہ ٿي سگهيو تہ "فوج هٽايو" جو نعرو هٽي ۽ مظاهرا ڪندي، ڪم ڪڍيو وڃي ۽ هڪ اهڙو سادو سوال بنايو وڃي يا قومپرستن جو بنا پگهار جي مشير بڻجي وڃجي. ان جي ابتڙ مارڪس ۽ اينگلز آئرش سرمائيدار ۽ وچولي طبقي جي قومپرستن جي زهريلي ۽ منافقاڻي لفاظي خلاف لاڳيتو جدوجهد ڪئي ۽ اهي انگريز ۽ آئرش پورهيت طبقي جي انقلابي اتحاد لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهيا.

تاريخ ٻڌائي ڇڏيو آهي، تہ مارڪس ۽ اينگلز آئرلينڊ ۾ سرمائيدار ۽ وچولي طبقي جي قومپرست جي سرگرمين جو جائزو وٺڻ ۾ صحيح هئا. 1922ع ۾ آئرلينڊ کي ٻن حصن ڏکڻ ۽ اتر آئرلينڊ ۾ ورهائڻ تي راضي ٿيندي، آئرش.بورجوا قومپرستن قومي آزادي سان غداري ڪئي. تڏهن کان بورجوا قومپرست "سرحدي مسئلي" کي حل ڪرڻ ۾ پنهنجي نااهليت ڏيکاري چڪا آهن. انفرادي دهشتگرديءَ وارا ٻيا جن کي مارڪس ۽ اينگلز سخت ننديو هيو ۽ چيو تہ اهي بالڪل ناڪاره ثابت ٿيا آهن. اتر آئرلينڊ ۾ ورهين کان جاري خوار خراب "هٿياربند جدوجهد" کان پوءِ آئرلينڊ جو اتحاد پهرين کان گهڻو ڏور ڏسڻ ۾ ٿو اچي. آئرلينڊ ۾ قومي سوال صرف ۽ صرف طبقاتي سوشلسٽ ۽ بين الاقوامي پاليسي جي بنياد تي حل ڪري سگهجي ٿو. اهائي پاليسي جيڪا مارڪس، اينگلز، لينن، ٽراٽسڪي ۽ عظيم شهيد جيمز ڪونولي جي پاليسي هئي. فقط پورهيت

طبقو ئي هڪ طبقاتي پروگرام جي بنياد تي گڏ ٿي، هي مسئلو حل ڪري سگهي ٿو. لنڊن ۽ ڊبلن جي سرمائيدارن کي شڪست ڏئي سگهي ٿو. پر ان لاءِ پورهيت طبقي کي پهريائين متحد ٿيڻو پوندو ۽ اهو اتحاد قومپرستي جي بنياد تي حاصل نہ ٿي سگهندو. اتر آئرلينڊ ۾ وچولي طبقي جي قومپرستيءَ پورهيت طبقي جي اتحاد کي تمام گهڻو هاڃو رسايو آهي. هاڻ زخمن کي ڀرجڻ گهرجي. پر ائين قومپرستيءَ کي ڇڏي ڪري ۽ طبقاتي پاليسيءَ کي اختيار ڪندي ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. اسان کي لارڪن ۽ ڪونولي جي جذبن ۽ اڳواڻيءَ کي ٻيهر زنده ڪرڻو پوندو. آئرلينڊ ۾ قومي سوال سماج جي سوشلسٽ تبديليءَ سان ئي حل ڪري سگهجي ٿو. نہ تہ ايئن هي مسئلو ڪڏهن بہ حل نہ ٿي سگهندو.

## ٻي انٽرنيشنل

1889ع مئي ۾ جڙندڙ ٻي انٽرنيشنل پهرين انٽرنيشنل جي ڀيٽ ۾ وڏي پيماني تي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽين ۽ ٽريڊ يونينن تي ٻڌل هئي، ٻي انٽرنيشنل جي بدقسمتي اها هئي، تہ ان کي سرمائيداري جي ڏگهي اڀار ۾ قائم ڪيو ويو هو. 1900_1870ع جي عرصي ۾ تيل جي پيداوار لڳ ڀڳ ٽيڻ تي وڌي وئي، ريلوي ٽيڻ تي ڦهلجي وئي، جرمني ۽ آمريڪا، برطانيہ جي هڪ هٽي کي للڪارڻ لڳا. دنيا کي بينڪن ۽ پنهنجي اثر هيٺ آڻڻ لاءِ جوڙ توڙ ۽ ڊڪ ڊوڙ شروع ٿي وئي. صنعت جي وڌندڙ ترقي جو اهو مطلب هيو تہ سڄريل ملڪن ۾ پورهيت ٽريون گڏوگڏ زور وٺي ۽ ڦهلجي رهيون هيون. 19هين صدي جي آخري ٽن ڏهاڪن ۾ آمريڪا ۽ روس ۾ پورهيت طبقو ٽيڻ تي وڌيو 1900_1876 جي وچ ڌاري برطانيہ ۾ ٽريڊ يونين ميمبرن ۾ چوڻ تي واڌارو آيو جرمنيءَ ۾ پورهيتن جي يونين ۾ ميمبرشپ هزارن کان وڌي لکن تائين پهتي، سوشل ڊيموڪريٽ پارٽين جي ووٽن، ميمبرشپ ۽ اثر ۾ بہ واڌارو ٿيو.

جيتوڻيڪ هن تنظيم جو بنياد مارڪسزم تي هيو پر نئين انٽرنيشنل ۾ اُن نظرياتي ڇنڊائي جي کوٽ هئي، جيڪا پهرين انٽرنيشنل ۾ مارڪس ۽ اينگلز جي موجودگيءَ ڪري پيدا ٿي هئي. ان جو هڪ چٽو مثال قومي سوال تي انهن جو رويو هيو. جنهن تي انهن اجلاسن ۾ بحث ڪيو ويندو هيو. 1896ع ۾ لنڊن ۾ ٽيل انٽرنيشنل ڪانگريس هيٺون نهراءُ منظور ڪيو:

”هيءَ ڪانگريس سڀني قومن جي خودمختياريءَ جي حمايت ڪري ٿي ۽ هر ان ملڪ جي پورهيتن سان همدرديءَ جو اظهار ڪري ٿي، جيڪي هن وقت فوجي، قومي يا ڪنهن ٻئي آمريت يا ڏاڍ جو شڪار آهن ۽ اهڙن ملڪن جي پورهيتن کان گهر ڪري ٿي، تہ اهي سڄي دنيا جي طبقاتي منشور رڪندڙ پورهيتن سان ملي ڪري عالمي سرمائيداريءَ جو تختو اونڌو ڪن ۽ عالمي سماجي جمهوريت قائم ڪن.“

(بالشويڪ انقلاب جلد 1 صفحہ 423، ليکڪ اِي. ايچ ڪار)

بينڪيت جي سوال تي ٻي انٽرنيشنل جي پوزيشن منجهيل، غير واضح ۽ اٽڪتي هئي. ڪاٻي ڌر بينڪيت جي مذمت ڪرڻ تي گهري. پر اتي اهڙا ميمبر بہ هئا، جيڪي بينڪيت جي ان بنياد تي حمايت ڪري رهيا هئا، تہ اهي بينڪي هڪ ”مهذب مشن“ جي پورائي لاءِ انهن علائقن ۾ ويا هئا. 1904ع ۾ ايمسٽر ڊيم ۾ منعقد ٿيل ڪانگريس ۾ بينڪيت جي سوال تي، هالينڊ جي هڪ نمائندي وين ڪول بينڪيتي راڄ جي کُلي حمايت ڪئي، هن هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو جيڪو هي هيو تہ:

”پورهيت طبقي جي فتح ۽ ان جي معاشي آزادي کان پوءِ انهن لاءِ بينڪيتن تي ڪنٽرول لازمي ٿي پوندو. پلي ايندڙ وقت ۾ اهو سوشلسٽ نظام حڪومت ڇو نہ هجي. ڇا اسان اڌ دنيا کي انهن ماڻهن جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏيون، جيڪي اڃا تائين پنهنجي شروعاتي حالت ۾ آهن؟ جن زمين هيٺ پوريل دولت تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو آهي ۽ هن ڌرتيءَ جي گولي جي زرخيز ترين حصن کي غير آباد ۽ بر پٽ بڻايو آهي.“

(هڪ انقلابي پارٽي لاءِ لينن جي جدوجهد صفحہ 5)

انٽرنيشنل ڪانگريس دادابائي نوروجيءَ جو وڏي گرم جوشيءَ سان استقبال ڪيو جيڪو انڊين نيشنل ڪانگريس جو باني ۽ صدر هيو. پر انڊيا تي پنهنجي ٺهراءَ جنهن ۾ نيم خودمختياري جو مطالبو ڪيو ويو هيو. هن چٽي طرح چيو تہ انڊيا برطانوي راڄ هيٺ رهندو. ڪانگريس هالينڊ جي نمائندي جي ٺهراءَ کي نہ تہ رد ڪيو ۽ نہ ئي قبول ڪيو. جلاوطنيءَ جي بحث تي هڪ آمريڪي ميمبر مل ڪيوٽ هڪ نسل پرست ٺهراءُ پيش ڪيو جنهن جي آسٽريا ۽ هالينڊ جي عيوضين پٺڀرائي ڪئي. پر ان تي ايترو احتجاج ٿيو جو ان کي اهو واپس وٺڻو پيو. پر هڪ اهڙي ناهہ جو انٽرنيشنل ڪانگريس ۾ پيش ٿيڻ، ان حقيقت ڏانهن اشارو ڪري ٿو تہ سوشلسٽ ڌرين تي سرمائيدارانہ ۽ قومپرست خيالن جو

ڪيتري قدر دباءُ هيو.

1905 جو روسي انقلاب، بينڪي انقلابن لاءِ اميد جو سبب بڻيو. جنهن ايران، مصر، ترڪي ۽ هندوستان جي عوام ۾ قومي جذبن کي بيدار ڪيو جنهن سان بينڪيت ۽ قومي سوال تي سوشلسٽ انٽرنيشنل جي صفن ۾ ڏار پوڻ جو عمل تيز ٿيو 1907ع ۾ استيٽ گارڊ واري ڪانگريس ۾ جتي لينن ۽ روزا لڪسمبرگ جنگ جي موضوع تي پنهنجي ترميم پيش ڪئي هئي، ساڄي ۽ کابي ڌر جي ميمبرن ۾ وڏي پيماني تي منهن ماري ٿي هئي، کابي ڌر حقيقت ۾ مرڪزيت پسندن جي نمائندگي ليبيڊور ڪري رهيو هيو ۽ ساڄي ڌر جي ترميم پسندن جي لاڙي جي ترجماني ايڊورڊ برنستائن ڪري رهيو هيو. ڳالهه بينڪيت جي نظام جي ٿي رهي هئي. هالينڊ جو نمائندو وچولي طبقي جو خاص مثال هيو ۽ هو بينڪيت جو وڏو حمايتي هيو. ان جي مخالفت ۾ کابي ڌر جا ميمبر ٿورائي ۾ هئا. بحث جي گرماگرميءَ ۾ برنستائن چيو:

”بينڪيتن کي ڇڏڻ جو يوٽوپيائي خيال اسان کي دماغ مان ڪيڻ کپي. پوءِ ائين ٿيندو تہ اسان کي آمريڪا واپس ريڊ انڊين کي ڏيڻو پوندو. (بي چينيءَ جي لهر) بينڪون موجود آهن ۽ موجود رهنديون. اسان کي هيءَ حقيقت مڃڻي پوندي. سوشلسٽن کي بہ هي مڃڻو پوندو تہ ضرورتن سبب ”مهذب“ ماڻهن کي غير مهذب ماڻهن جو سرپرست ٿيڻو پوندو آهي.“ (Ibid P. 10)

بينڪيتن ۾ ”مهذب ڪردار“ جي مخالفت ڪندي، پولش وفد جي هڪ ميمبر ڪارسڪيءَ چيو تہ برنستائن هڪ قوم طرفان ٻي قوم جي سرپرستيءَ جي ڳالهہ ڪئي آهي. پر اسان پولش ان سرپرستيءَ جي حقيقت کي خوب سڃاڻون ٿا. زار روس ۽ جرمن حڪومت، اسان جا سرپرست رهي چڪا آهن. (زوردار تاڙين جو آواز) برنستائين مارڪس جي ان نقط نظر جو حوالو ڏنو آهي، تہ ”هر قوم کي سرمائيداريءَ جي ڏاڪي مان گذرڻ کپي.“ پر هي اتي غلطي ٿو ڪري. مارڪس هيئن چيو هيو تہ جيڪي ملڪ سرمائيداري جي ڏاڪي مان گذري رهيا آهن، انهن کي هي عمل مڪمل ڪري ڇڏڻ کپي. ان هي ڪڏهن بہ نہ چيو هيو تہ سرمائيداريءَ جي مرحلي مان هر ملڪ کي گذرڻو پوندو.

”اسان سوشلسٽن کي اها ڳالهہ سمجهي ڇڏڻ گهرجي، تہ سرمائيدار يورپي تهذيبن کانسواءِ دنيا ۾ ٻيون بہ تهذيبون موجود آهن. اسان کي

پنهنجي نام نهاد تهذيب متعلق ڪنهن قسم جي ڏوڪي ۾ نہ رهڻ کپي ۽ نہ ئي اسان کي، ان کي ايشيائي پراڻين تهذيبن تي ٽاڪڻ گهرجي. برنسٽائن جو خيال آهي، تہ سيني بينڪيتن کي ڇڏيو ويو تہ اهي بيهر بربريت ڏانهن هليون ونديون. هندوستان جي مثال مان اسان کي ائين نہ ٿو لڳي. منهنجي خيال ۾ هندوستان کي آزادي ڏني وڃي تہ يورپي تهذيب مان گهٽو ڪجهہ حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي سمورين صلاحيتن کي استعمال ۾ آڻي سگهي ٿو.“ (Ibid P.11)

ان ڪان پوءِ هندوستان بابت نهراءُ ووٽنگ لاءِ پيش نہ ڪيو ويو. جيتوڻيڪ انٽرنيشنل جي اڳواڻن هر قسم جي سفارتڪاريءَ ڪان ڪم ونندي، پنهنجا اختلافي ڏار پرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ان جو نتيجو 1914 واري تباهيءَ جي صورت ۾ آيو. روسين ۽ سربن ڪانسواءِ ٻي انٽرنيشنل جي سيني پارٽين بين الاقواميت جي اصولن سان غداري ڪندي سامراجي جنگ جي حمايت ڪئي. هڪ حقيقي بين الاقوامي پاليسيءَ جي کوٽ سبب قومي شائونزم جي پاليسيءَ تي هلندي، ٻي انٽرنيشنل 1914ع جي اونهاري ۾ ٽٽي وئي.

## قومي ثقافتي خودمختياري:

آسٽريا جي سوشل ڊيموڪريٽن پهرين عالمي جنگ ڪان پهريائين ٻي انٽرنيشنل ۾ قومي سوال جي هڪ خاص قسم جي تشريح پيش ڪئي. انهن قومي ثقافتي خودمختياري جي نظرئي جو بچاءُ ڪيو. روس ۾ يهودين جي تنظيم ”بند“ بہ اها ساڳي پوزيشن اختيار ڪري ورتي هئي. آسٽريا جي سوشل ڊيموڪريٽن جي 1899ع ۾ برني ۾ ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ قومي ثقافتي خودمختياريءَ جي خيال کي رد ڪيو ويو هيو. ان جي ابتڙ علائقائي خودمختياريءَ جو نعرو هنيو ويو. جيڪو اڻپورو هجڻ جي باوجود بهتر هيو. اڳتي هلي مرڪزيت پسند نظريو ڏيندڙ اوٽوبائر ۽ ان جي ساٿي ڪارل ريز جي اثر هيٺ پارٽيءَ پنهنجو مؤقف تبديل ڪري ڇڏيو ۽ قومي ثقافتي خودمختياريءَ جو موقف اختيار ڪيو.

قوم ۽ علائقي جي تعلق کي رد ڪندي، بائر قوم کي نسبتن ”هڪجهڙي ڪردار جا ماڻهو“ قرار ڏنو پر قومي ڪردار ڇا هوندو آهي، بائر ان جي ڇنڊڇاڻ هنن لفظن ۾ ڪئي آهي. ”هڪ قوم جون خاصيتون جيڪي ان کي ٻين قومن ڪان الڳ ڪن ٿيون“ هن وضاحت

جي اوٽائي بلڪل واضح آهي. هيءَ هڪ لفاظي آهي. هڪ قوم جو ڪردار ڪنهن ٻي شئي سان نہ، پر ان جي قسمت سان جڙندو آهي. يعني هڪ قوم جن خاص حالتن ۾ رهندي، پنهنجي بقا لاءِ پيداوار جي ذريعن کي اختيار ڪري ٿي ۽ پنهنجي محنت جي جڙيل شين کي ورهائي ٿي." (Die Nateonel foage Vienne 1924 P. 26, 24)

باٿر ان جي چٽائي وري هيئن ٿو پيش ڪري، "هڪ قوم، هڪجهڙي سوچ ۽ هڪجهڙي ڳالهہ ٻولهہ ڪندڙ ماڻهن جو ميڙ هوندي آهي. هيءَ جديد ماڻهن جو هڪ ثقافتي ميڙ هوندي آهي، جيڪو زمين سان ٻڌل نہ هوندو آهي."

(آر. ايس پرگنيف – قومن جو مسئلو 1902 صفحہ 35)

قومي سوال کي هن طرح سان ڏسڻ سائنسي طريقو نہ آهي. هي نہ رڳو غير حقيقي پر وڌو داخلي ۽ نفسياتي طريقو يا ڳجهہ آهي. بورجوا قومپرستيءَ کي ڍر ڏئي ڪري آسترو هنگيرين سلطنت ۾ قومي سوال کي حل ڪرڻ جي هيءَ هڪ ناڪام ۽ موقع پرست چال هئي. ان جي ابتڙ مارڪسزم تاريخي ۽ اقتصادي نظر سان هن سوال کي ڏسڻ گهري ٿو.

بالشويڪن وٽ قومي مسئلي جو حل هي هيو تہ انقلاب ذريعي زار شاهيءَ کي ختم ڪيو وڃي. ان جي ابتڙ آسٽريائي سوشل ڊيموڪريٽ هن مسئلي جو حل ننڍين ننڍين اصلاحن ذريعي چاهيندا رهيا. باٿر لکيو هيو "آسٽريائي قوم ٻين قومن سان گڏ سياسي اتحاد ۾ رهندي. ڏسڻو اهو آهي تہ قومون هن اتحاد ۾ رهندي پنهنجا تعلقات هڪٻئي سان ۽ رياست سان ڪيئن قائم رکنديون." (استالن مارڪسزم ۽ قومي سوال صہ 23)

جڏهن هڪ پيرو قوم ۽ علائقي جي وچ ۾ لاڳاپو ٽٽي پوي ٿو تہ وري مختلف علائقن ۾ رهندڙ قوميتن کي قومي اتحاد ۾ گڏ ڪرڻ جي گهر ڪئي وڃي ٿي، پوءِ مختلف قومي گروپن جا ميمبر پاڻ ۾ گڏجي صلاح مشورا ڪن ٿا ۽ فيصلا ڪن ٿا. تہ هنن جو لاڳاپو ڪهڙي قوم سان هيو. آيا اهي هنگيرين، جرمن چيڪ يا پول هئا. هي جاڻڻ کان پوءِ اهي پنهنجي قومي ڪائونسل ۾ ووٽ ڏيندا. جيڪا قوم جي ثقافتي پارليامينٽ بہ هوندي آهي، جيئن باٿر ان کي نالو ڏنو آهي. آسٽريائي سوشل ڊيموڪريٽن هر طريقي سان هاپسر برگ رياست سان ڪنهن ظاهري ٽڪراءَ کان پاسو ڪيو ۽ قومي سوال کي خالص ثقافتي ۽ ٻوليءَ جو معاملو بنائي ڇڏيو. باٿر تہ ايتري تائين چئي ڇڏيو تہ قومن جي مقامي خودمختياريءَ مان ئي

سوشلزم جو رستو نڪري ٿو. "جيڪو انسانيت کي قومي حوالي کان طئي ٿيل برادرين" ۾ ورهائي ڇڏيندو. جنهن سان ماڻهن جي قومي اتحادن جي بدليل جوڙجڪ سامهون ايندي. هن فلسفي جو طبقاتي نقطہ نظر ۽ مارڪسزم جي بين الاقواميت جي اصولن سان ڪوبہ واسطو نہ آهي، هن وچولي طبقي جي قومپرستي کي سوشلزم جو ويس پهرائي ڇڏيو آهي. لينن سوشلزم جي ان تشريح تي ڏاڍو ڪاوڙيو. هو مختلف قوميتن جي مختلف اسڪولن جي خيال کي تمام گهڻو غلط سمجهندو هيو. هن لکيو:

"قومي ثقافتي خودمختياري ڏاڍي نفيس شيءِ آهي ۽ ان لاءِ ئي ڏاڍي نقصانڪار قومپرستي آهي. قومي ثقافتي خودمختياري جي نعري تي هي پورهيتن کي بدنام ۽ خوار ڪري ٿي. هي پروگرام بيشڪ پورهيتن جي بين الاقواميت جي ترديد ڪري ٿو ۽ ٻورن لفظن ۾ اهو تہ قومپرست وچولي طبقي جي بلڪل خواهشن موجب آهي." (لينن جي لکڻين جو مجموعو جلد 19، 15 ڊسمبر 1913) تعليم جي ميدان کان وڌيڪ هن وچولي طبقي جي نظريي جا هاڃيڪار اثر ڪٿي بہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿا اچن. لينن ڪنهن ٻوليءَ جي مٿيرائپ واري حيثيت جي خلاف هيو. اوٽوبائر جي قومي ثقافتي خودمختياريءَ جي مخالفت ڪندي، هو مختلف قومن جي ٻارن جي مختلف اسڪولن جي خلاف هيو. خودمختياري جي منصوبي تي عمل جو مطلب اهو آهي تہ قوميتن جي مطابق تعليم جي ورهاست ڪئي وڃي. ٻين لفظن ۾ اسڪول جي معاملن ۾ بہ قومي برادري کي وچ ۾ آندو وڃي. جمهوريت واري نقطي نظر کان بہ هي ٻي حد رجعتي منصوبو آهي. سوشلزم جي لاءِ پورهيتن جي طبقاتي جدوجهد جي لحاظ کان تہ هي پري جي ڳالهہ آهي" (لينن جون مڪمل لکڻيون قومي سوال تي رمارڪس جلد 20) هتي اسان کي لينن ازم ۽ وچولي طبقي جي قومپرستيءَ ۾ فرق چٽو نظر اچي ٿو. مارڪسي هر قسم جي ڏاڍ جي مخالفت ڪندو جنهن ۾ لساني جبر بہ شامل آهي. ان ڳالهہ جي هرگز اجازت نہ ٿي ڏئي سگهجي، تہ ڪنهن مرد يا عورت کان سندس ٻوليءَ جو حق کسيو وڃي. ان کي ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ پڙهايو وڃي. عدالت يا ڪنهن ٻي تقريب ۾ ان کي ان جي ٻولي نہ ڳالهائڻ ڏني وڃي يا ان کي ٻي ٻولي ڳالهائڻ جو چيو وڃي. عام طور ڪنهن سرڪاري زبان جي موجودگيءَ جو ڪو جواز يا ڪارڻ نہ آهي يا ڪنهن خاص ٻوليءَ کي ڪنهن ٻي ٻولي تي اهميت ڏني وڃي پر ٻارن کي قومي، لساني يا مذهبي بنيادن تي هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ بہ

انتهائي رجعتي ۽ گندو عمل آهي. آمريڪا ۽ ڏکڻ آفريڪا جي اسڪولن ۾ امتيازي پاليسيءَ تمام وڏو رجعت پسند ڪردار ادا ڪيو هيو. اهڙي طرح اتر آئرلينڊ ۾ ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ ٻارن لاءِ اسڪولن ۾ وتي وڏي زهريلي ثابت ٿي. تعليمي نظام ۾ مذهب جي ڪابہ جاءِ نہ هوندي آهي ۽ نہ ئي هجڻ کپي. جيڪڏهن ڪليسا پنهنجي تعليم ڏيڻ چاهي ٿي، تہ ان کي پنهنجي ادارن ۾ حڪومت جي بجاءِ پنهنجي ڏوڪڙن مان هي ڪم ڪرڻ گهرجي. اسڪولن کي مختلف لساني ڌڙن جي، گهرج پوري ڪرڻي پوندي ۽ ان لاءِ فنڊ مهيا ڪرڻا پوندا. ٻارن کي قومي، لساني بنيادن تي الڳ ڪرڻ تعصب پيدا ڪرڻ آهي ۽ انهن جي ايندڙ زندگيءَ ۾ ٽڪراءُ پيدا ڪرڻ قبولڻ جوڳو نہ آهي.

بيلجيئم جي فليمش آبادي جي فرانسيسي ٻوليءَ کان نفرت ڪيترن نسلن کان فرانسيسي زبان کي فليمش ماڻهن مٿان ڏاڍ سان نافذ ڪرڻ جو نتيجو آهي. بهرحال ان سوال تي ڪيترن رخن کان ڳالهائي سگهجي ٿو. ڏکڻ آفريڪا جي اسڪولن ۾ انگريزي جي جاءِ تي قومي زبان ۾ تعليم ڏيڻ کي ڏاڍ مڃيو ويندو هيو. اهڙي طرح غير روسي قومن پنهنجي ٻارن کي روسي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ کي ترجيح ڏني هئي. جيتوڻيڪ اهو انهن لاءِ ضروري نہ هيو. مثال طور: آرمينيا ۾ چرچ جي اسڪولن ۾ روسي پڙهائي ويندي هئي، توڙي جو هيءَ لازمي نہ هئي. بالشويڪ جنهن شيءِ جي مخالفت ڪندا هيا، اهو ڪنهن ٻوليءَ جو ٻي ٻوليءَ تي امتيازي سلوڪ هيو يا ڪنهن وڏي ٻوليءَ يا ثقافت کي ڪنهن ٻي ٻوليءَ يا ثقافت تي نافذ ڪرڻ، اهو ڪڏهن بہ نہ هجڻ گهرجي، باقي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ تعليم پرائي سگهجي ٿي يا عدالت ۽ اسيمبليءَ ۾ ڳالهائي سگهجي ٿو. جيڪا ڳالهہ قابل قبول نہ آهي، اها آهي، اسڪولن ۾ قومي يا مذهبي بنيادن تي زهر ڦهلائڻ.

"قومپرست سوشلسٽ! مارڪسسٽن جو هڪ عام پروگرام آهي، جيڪو سيڪيولر اسڪولن جي گهر ڪري ٿو. مارڪسي نقطي نگاهہ کان ڪنهن جمهوري رياست ۾ هن عام پروگرام کان پاسو ڪرڻ جي اجازت نہ هجڻ گهرجي. ڪوبہ مقامي مضمون يا ٻولي پڙهائڻ جو فيصلو اتان جي مقامي ماڻهن جي مرضي موجب هجڻ گهرجي.

رهي ڳالهہ اها تہ تعليم جو ڪم حڪومت کان ڪسي ماڻهن جي حوالي ڪيو وڃي، ان مان اهو نتيجو ٿو نڪري، تہ اسان جي جمهوري

رياست ۾ قومن ڪي پورهيتن جي پئسن ڪي مذهبي اسڪولن لاءِ خرچ ڪرڻ جي بہ اجازت هئڻ گهرجي. مسٽر ليب مين اٽڃاٽائيءَ ۾ قومي ثقافتي خودمختياري جي رجعتي رخ جو پردو ڦاڙي وڌو آهي.“
(لينن جي لکڻين جو مجموعو جلد 20 آڪٽوبر 1913ع)

قومي سوال جي هر رخ وانگر هن رخ تي بہ هر قسم جي جبر ۽ امتيازي سلوڪ جو مقابلو ڪرڻ ڪان پوءِ، مارڪسسٽ تمام چٽو طبقاتي موقف اختيار ڪن ٿا. بيلجيم جتي فليمش ۽ والون قومپرستن ٻوليءَ جي سوال کي استعمال ڪندي، بيلجيم جي سماج ۽ ليبر تحريڪ کي قومي بنيادن تي ورهائڻ جي ڪوشش ڪئي. اتي بيلجيمُ جي مارڪسسٽن ٻوليءَ جي مسئلي تي عبوري گهرجن کي اڳيان آڻيندي، صورتحال کي سنڀاليو. مثال طور جتي هڪ ورڪر کي ان جو مالڪ فليمش يا فرانسيسي زبان سکڻ تي مجبور ڪندو هيو تہ مارڪسسٽ چوندا هيا، مالڪ ڪم جي وقت مان ڪجهہ وقت هن مقصد لاءِ ڏئي ۽ ان سان گڏ ان جي لاءِ ڪورس جي رقم بہ ڏئي. رقم جي ادائگي ورڪرز تنظيم جي لاڳاپي سان ملڻ کپي ۽ ان کان علاوه نئين فني مهارت سکڻ لاءِ ان کي وڌيڪ رقم ملڻ گهرجي.

انهن سيني ڳالهين مان اهو صاف ظاهر آهي، تہ لينن سدائين قومي سوال تي طبقاتي نگاهہ کان سوچڻ تي زور ڏيندو هيو. هو لکي ٿو پورهيتن جي جمهوريت جو نعرو ”قومي ثقافت“ نہ آهي، بلڪ ”عالمي پورهيت طبقي جي تحريڪ ۽ جمهوريت جي عالمي ثقافت“ اصل نعرو آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو، ”پورهيتن جي قومي جمهوريت جو پروگرام اهو آهي، تہ ڪنهن بہ قوم يا ڪنهن بہ ٻوليءَ کي پنهنجي طور ڪڏهن بہ رعايت حاصل نہ هئڻ گهرجي. قومن کي حق خود اختياريءَ جو مڪمل اختيار هوندو. هو آزاد ۽ جمهوري نموني سان ڪنهن سان بہ گڏجي يا الڳ طور رهي سگهن ٿيون. اهڙي قانون جي منظوري جنهن جو نفاذ سڄي ملڪ تي هجي، ان جي ذريعي اهڙي طريقي کي غير قانوني قرار ڏيڻ جيڪو رڳو ڪنهن هڪ قوم کي مٿيرو ثابت ڪري يا جيڪو قومن جي برابريءَ جي ڀڃڪڙي ڪري يا اقليتن جي حقن جي لتاڙ ڪري، تہ ان لاءِ هر شهريءَ کي اهو حق حاصل هجي، تہ اهو قانوني مدد سان اهڙي طريقي جي رد ڪرڻ جو مطالبو ڪري ۽ اهڙو طريقو نافذ ڪندڙن خلاف فوجداري قانون هيٺ ڪارروائي ٿي سگهي. (قومي سوال تي تنقيدي ريمارڪس جلد 20 ليکڪ لينن)

"قومي ثقافتي خودمختياري" جي ڦڏي ڦهلائيندڙ فطرت جا هاڃيڪار اثر آسٽريا جي اندر ئي پورهيتن جي اتحاد ۾ ظاهر ٿيڻ لڳا هئا. ومبرگ ڪانگريس ڪانپوءِ آسٽرين سوشل ڊيموڪريٽ پارٽي ٽٽي قومي پارٽين ۾ ورهائجڻ شروع ٿي وئي. گڏيل پورهيت پارٽي بدران جنهن ۾ ڇهه قومون موجود هيون، ان جون ڇهه پارٽيون بڻجي ويون. يعني، جرمن، چيڪ، پولش، رٿينين، اطالوي ۽ يوگو سلاويه جون پارٽيون. ان جا وڏا ناڪاري اثر سامهون آيا. پورهيتن جي تحريڪ جي اندر ئي قومي وڏائي ۽ قومي حسد جا جذبا جنم وٺڻ لڳا. هڪ پارٽيءَ جو ٻي پارٽيءَ سان لاڳاپو ٽٽي ويو. مثال جرمن پارٽيءَ جو چيڪ پارٽي سان ڪو لاڳاپو نه رهيو.

جيئن هميشه ٿيندو آهي، اصلاح پسندي جي نالي نهاد پاليسين جا ان جي ابتڙ نتيجا حاصل ٿيا. جيڪي اهي حاصل ڪرڻ پيا گهرن. قومي ثقافتي خودمختياري جي پروگرام جو مقصد هي هيو ته هي آسٽرو – هنگري سلطنت کي ٽٽڻ کان بچائي رکي. پر نتيجو بلڪل ان جي ابتڙ نڪتو. هاپس برگ جو تختو اونڌو ٿيڻ کان پوءِ هڪ پورهيت انقلاب جي راهه کلي سگهي پئي، جيئن روس ۾ فيبروري انقلاب ٿيو هيو. پر اقتدار تي قبضو ڪرڻ ۾ پورهيت طبقي جي ناڪامي سبب، آسٽرو – هنگري حڪومت قومي بنيادن تي هلندي ٽٽي وئي. ان جي ابتڙ لينن جي قومي حق خود اختياري جي پاليسي مختلف اثر وجهڻ واري هئي. هيءَ مظلوم قومن جي مزدورن ۽ هارين کي پاڻ ۾ جوڙڻ واري هئي. هن پاليسي هيٺ سوويت فيڊريشن وجود ۾ آئي هئي ۽ 1917ع کان پوءِ ان جا شاندار نتيجا ظاهر ٿيا. بالشوازم جي صحيح پوزيشن اها هئي، نه ڪي عليحدگي پسندي. اها پاليسي 1917 کان پوءِ شاندار انداز ۾ صحيح ثابت ٿي. مارڪسزم جيئن ته پورهيت طبقي جي بين الاقواميت جو نظريو آهي. ان لاءِ هي هر مسئلي تي ان حوالي کان لاڳو ٿئي ٿو.

اسان کي پاڪستان ۾ ۽ هر ملڪ جي وچئين طبقي ۾ اهڙا لاڙا ملن ٿا. جيڪي قومي ثقافت کي هڪ ترقي پسند قدم سمجهن ٿا ۽ ان کي طبقاتي جدوجهد تي حاوي ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ان جي ابتڙ مارڪسزم جيئن ته دنيا جو جديد ترين نظريو آهي، ان جو بنياد سائنس، صنعت ۽ ٽيڪنڪ جي جديد ترين ايجادن ۽ ڪيفيتن تي ٻڌل آهي. ان لاءِ مارڪس ۽ اينگلس اڄ جي گلوبلائيزيشن جي ڪيفيت يا ان جي ٻنيادن واري صورتحال ۽ ان جي تناظر بابت 150 سال پهريائين اڳڪٿي

ڪري چڙهي هئي. عالمي معيشيت، سائنس، ثقافتي ۽ سماجي لاڙن جي پس منظر ۾ قومي ثقافتي خودمختياري جي مطالبن جو بنياد تبديل ٿي چڪو آهي. هي هڪ خيالي (يوٽوپيائي) مطالبو بڻجي چڪو آهي. اهو ئي مطالبو جيڪو سرمائيداري جي شروع جي دور ۾ شايد ترقي پسند مطالبو هيو پر اڄ جدلياتي طور ابتڙ شڪل اختيار ڪري ويو آهي، يعني هي طبقاتي جدوجهد ۾ ڏڦيڙ جو سبب بڻجي رهيو آهي. ان ڪري هن جو ڪردار ۽ اثر رجعتي ۽ رد انقلابي بڻجي چڪو آهي. هڪ طرف پاڪستاني ڪلچر ۽ ثقافت جو راڳ ڳايو پيو وڃي، پر جيڪڏهن سرمائيدارانه حوالي کان به ڏٺو وڃي، ته هن ثقافت جي مصنوعيت ان جي تاريخي ۽ سماجي حوالي کان پڌري آهي. رياست جي جڪڙ ۽ پابندين جي باوجود مٿان کان ٺاهي ويندڙ هي ثقافت سماج ۾ پنهنجي ساک ۽ اثر مڪمل نہ ڪري سگهي آهي. هن سان پاڪستان ۾ هڪ زير زمين بليڪ ثقافت سماج ۾ پکڙجي رهي آهي. مثال طور پاڪستان جي ثقافتي ڪمزوري ۽ شڪست جو اعتراف هي آهي، تہ مٿي خاص ڪري هندستاني فلمن جي هلائڻ تي پابندي آهي. پاڪستان ۾ رهندي، اوهان سينيما تي هندوستاني فلم نہ ٿا ڏسي سگهو ۽ اڄ ڪلهہ وڊيو جي دوڪانن جو تمام وڏو ڌنڌو هلي رهيو آهي جتان تمام وڏي پيماني تي پارٽي فلمون ورتيون ۽ ڏنيون وڃن ٿيون ساڳي صورتحال موسيقي ۽ ٻين ثقافتي شعبن جي آهي. ساڳي نموني جيڪڏهن لباس جو نمونو ڏٺو وڃي، تہ مردانہ لباس ۾ گوڏ کان شلوار قميص ۽ اتان کان سوٽ ۽ جينز تائين هڪ ارتقائي عمل آهي. مذهبي تسلط ۽ جنسي استحصال جي هن سماج ۾ جيڪي ظالمانا قدر آهن، ان سبب عورتن جي لباس جي ارتقا ۾ ايتري اڳڀرائي نہ ٿي آهي. پر هن عالمي ثقافتي ٻوڏ کي، سڀئي رياستي ۽ سماجي قدر لاڙا ۽ پابنديون بہ روڪي نہ سگهيون. پر جتي پاڪستاني ثقافت ڏڦيڙ جو شڪار آهي، اتي هيءَ عالمي ثقافتي ٻوڏ بہ بيهودي ثقافت مسلط ڪري رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ هي عالمي سرمائيدارانہ حڪمرانن جي بحران ۾ قاتل ان معاشي نظام جي بدشڪل ۽ بگڙيل ثقافت آهي. هن سان ظاهري طور سماج جي جيڪا بيهڪ جُڙي آهي، ان ۾ هڪ پاسي تہ منافقت وڌي آهي، ٻئي پاسي ڏوهہ، ڪوڙ ڌوڪيبازي، مارڪُٽ ۽ خود غرضي واري نفسيات وڌي وئي آهي. عادتون ۽ اٿڻ ويهڻ، رهڻي ڪهڻي، چال چلت ۽ هڪٻئي ڏانهن رويہ ۽ لاڳاپن ۾ بيهودگيءَ جا

عنصر حاوي ٿيا آهن. اهڙي ڪيفيت ۾ علائقائي، صوبائي ۽ بين قوميتن جي قومي ثقافتن جي خودمختياريءَ جا مطالبا ۽ لاڙا وڌيا آهن. پاڪستاني حڪمران هڪ طرف اسلامي ثقافت کي سڌ سماءُ جي ذريعن وسيلي مسلط ڪري رهيا آهن، ته ٻئي طرف، سنڌي، بلوچي، پنجابي ڪشميري، پختون ۽ ٻين ثقافتن کي نهايت ئي هترادو ۽ جعلي نموني ۾ پيش ڪري رهيا آهن. انهن کي ائين ڪرڻ ۾ ڪو عار به نه ٿو ٿئي. ڇاڪاڻ جو انهن پاڪستاني حڪمرانن جو قومي استحصال انهن ثقافتي آزادين سان نه ٿو ٿئي. جڏهن ته اهي سڀ ثقافتون به ماضيءَ جي مختلف دؤرن جي نمائندگي ڪن ٿيون. ان لاءِ جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي. ته هاٺوڪي عالمي ثقافت هجي، هٺ ٺوڪي پاڪستاني ثقافت هجي يا علائقائي يا هن سياسي يونٽ جي مختلف قومن جي ثقافت هجي، اصل ۾ اهي سڀ مختلف حڪمرانن جون ثقافتون آهن. پورهيتن جي حقيقي ثقافت انهن جي اقتدار ۽ سماج جي اڏجڻ سان نهندي. جيڪا پورهيت طبقي جي بين الاقواميت جي ڪردار جي حوالي کان هڪ اعليٰ معيار جي ثقافت هوندي. مارڪسي نين سرحدن کي ڪڙو ڪرڻ بجاءِ سرحدن جي ڊهڻ تي ايمان رکن ٿا. انهن سرحدن جي ڊهڻ سان ئي دنيا جو گڏيل سوشلسٽ وفاق جنم وٺندو. پر صرف هن بيان سان ئي سوال حل نه ٿيندو. اسان وڏن سياسي يونٽن جي حق ۾ آهيون. تڏهن جڏهن ٻيون سڀ شيون برابر هجن، پر ٻيون سڀ شيون برابر ناهن. مارڪس هڪ دفعي چيو هيو. ”عوام لاءِ ان کان وڌي ڪا به ذلت نه آهي، ته اهي ٻئي عوام تي جبر ڪن. جتي به ائين ٿئي، مارڪسسٽن جو اهو فرض آهي، ته اهي اقليت جو دفاع ڪن. اسان هر قسم جي تعصب، ڏاڍ ۽ قومي حقن جي انڪار جا مخالف آهيون ۽ اسان ان جي خلاف وڙهنداسين.“

پورهيت طبقي لاءِ هر ٻئي مسئلي وانگر قومي مسئلي تي پنهنجي آزادانه پاليسي رکڻ لازمي آهي. هن پاليسي جي جوڙڻ جو مقصد بين سيني مسئلن تي جڙندڙ پاليسين وانگر سماج جي سوشلسٽ تبديلي جي جدوجهد کي واڌ ۽ هٿي ملڻ گهرجي. اهو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، ته سوشلزم جي جدوجهد يا اجرتي محنت ۽ سرمائي جي وچ ۾ جنگ کي ڪنهن قسم جي اتحاد لاءِ روڪڻ گهرجي.

قومي ڌرلت ۽ جبر خلاف لڙائي ۽ انقلابي طبقاتي جدوجهد کي ٻي

ڪان اڳيان رکڻ جي ضرورت آهي. سرمائيداراڻي نظام جي اڻبرابر ناهموار ۽ گڏيل ترقي جتي سماج ۾ تمام وڏن تڪرارن کي جنم ڏنو آهي، اتي قومي مسئلو وڌيڪ ڳنڀير ۽ منجهيل ٿي پيو آهي. هي صورتحال اسان کي بين الاقوامي طور خاص ڪري بينڪي ملڪن ۾ ملي ٿي. سرمائيداري جي ان ارتقا پاڪستان ۾ قومي مسئلي کي ڏاڍو منجهائي ڇڏيو آهي، آبادين ۽ قومن جو تناسب ئي بدلجي ويو آهي، سنڌ، بلوچستان ۽ ٻين علائقن ۾ آبادين جي تناسب ۾ اها تبديلي ۽ قومي بنيادن جي سياست جي پاليسي مختلف قوميتن جي پورهيتن وچ ۾ خوني تڪراءُ ۽ گروهي ويڙهه کي وڌائي رهي آهي. ان قسم جي پاليسي ڪنهن به طرح پورهيت طبقي جي مقصد کي اڳتي نه ٿي وٺي وڃي سگهي پر رد انقلابي ۽ رجعتي نوعيت اختيار ڪري ٿي وڃي، سنڌ بلوچستان ۽ ٻين علائقن ۾ ٻهريائين موجود قومي ۽ لساني تعصب جي سبب ان سان ڏقير ۽ گهرو ويڙهه جو پڙڪڻ به ممڪن آهي. ان کي فقط هڪ ئي طريقي سان ختم ڪري سگهجي ٿو اهو طريقو هي آهي، ته قومي بنيادن بدران طبقاتي يڪجهتي ۽ جُرّت جي نظريي کي اڳتي آندو وڃي. پاڪستاني ۽ پنجابي حڪمرانن جي ڦرلٽ ۽ ڏاڍ جي مذمت ڪرڻ مارڪسسٽن جو فرض آهي. سيني مظلوم قومن جي حق خودداراديت کي مڃڻ جو اهو مطلب ڪڏهن به ناهي ته قومي عليحدگيءَ جي مخالفت نه ڪئي وڃي. هنن مخصوص تاريخي ۽ معاشي حالتن ۾ مارڪسسٽ ان قسم جي عليحدگي جي حمايت نٿا ڪري سگهن.

حق خوداراديت جو مطلب مختلف قوميتن جي پورهيتن وچ ۾ يڪجهتي پيدا ڪرڻ آهي، انهن وچ ۾ نفرت ۽ ڏار ٿيڻ جي لاڙن کي هٿي ڏيڻ نه آهي. جتي ڏار ٿيڻ سان قومي مسئلي کي اڄ جي دور ۾ حل نٿو ڪري سگهجي، اتي هن رياستي ڍانچي ۾ رهندي، قومي حق، ثقافتي آزادي، ڪنفيڊريشن ۽ صوبائي خودمختياري وغيره جا نعرا به ڪوڙا ۽ ڪنهن به مسئلي جو حل پيش ڪندڙ ناهن.

قومي آزادي لاءِ سنڌي بلوچ، پختون ۽ ٻين قومپرستن جو آمريڪا ۽ ٻين سامراجين طرفان مدد جي آس ڪرڻ ۽ خواهش رکڻ، انهن تحريڪن جي ڪردار جو وڌيڪ ڳري سڙي وڃڻ ۽ رجعتي بڻجڻ جي عڪاسي ڪري ٿو.

هن صورتحال ۾ مارڪسسٽن جو عمل چٽو آهي، مسئلن جو حل سوشلسٽ انقلاب کانسواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي. آبادين ۽ مختلف قومن کي ويڙهائڻ ۽ انهن وچ ۾ قومي نفرت پيدا ڪرڻ، سان هي مقصد حاصل نٿو ڪري سگهجي. سرمائيدارانہ نظام سماج جو ڪوبہ مسئلو حل ڪرڻ جي صلاحيت وڃائي چڪو آهي. قومي مسئلو بہ طبقاتي جدوجهد ۽ سوشلسٽ انقلاب جي ذريعي ئي حل ڪري سگهجي ٿو هن خطي ۾ ان جي شڪل اسان کي ننڍي کنڊ هند پاڪ جي هڪ رضاڪارانہ سوشلسٽ فيڊريشن جي صورت ۾ ملي ٿي. هن قسم جي سوشلسٽ فيڊريشن جو قيام عمل ۾ اچي سگهي ٿو. قومي مسئلي جو حل عوام جي پاڻ ۾ ويڙهہ سان نہ، پر طبقاتي جڙت جي بنياد تي ٺهندڙ سماج سان ئي ممڪن آهي.

## باب چوٿون

# قومي سوال تي لينن جو مؤقف

”قومي طور تي هم خيال ۽ هڪ جهڙين رياستن ۾ ترقي پسند سرمائيدارن تفريق پسندي تي قابو پائي، مرڪز مائل لاڙن کي ترقي ڏني، جهڙي طرح فرانس ۾ ٿيو يا وري قومي تفريق ۽ انتشار تي قابو پاتو جيئن اٽلي ۽ جرمنيءَ ۾ ٿيو. ان جي ابتڙ قومي طور تي مختلف قسم جي رياستن جنهن جو مثال ترڪي، روس، آسٽريا ۽ هنگري آهن. هتي صنعتي انقلاب برپا ٿيڻ جي دير، مرڪز مخالف قوتن کي جنم ڏنو“.

(ليون ٽراٽسڪي، انقلاب روس جي تاريخ صفحه 890)

انقلاب کان اڳ روس گهٽو پٺتي پيل ۽ نيم جاگيرداراڻو ملڪ هيو جيڪو غير ملڪي سامراج تي دارومدار رکندڙ هيو هو اڄ جي ٽين دنيا جي گهڻن ملڪن جهڙي صورتحال رکندڙ هيو روس جي سياسي زندگي ۾ قوميتن جي مسئلي کي مرڪزي حيثيت مليل هئي. جيتوڻيڪ زار روس بلقان جهڙين مظلوم رياستن جي حفاظت جي پردي ۾، پنهنجي رياستي والار جي، پاليسين کي لڪايو هيو پر حقيقت ۾ هي قومن جو قيد خانو هيو. زار شاهي روس جي 43 سيڪڙو آبادي غالب روسي قوم هئي ۽ باقي 57 سيڪڙو ۾ يوڪرائن، جارجيا، پولينڊ، فن لينڊ ۽ ٻيون مظلوم قومون شامل هيون.

ست ڪروڙ روسين 9 ڪروڙ غير روسين تي غلبو قائم ڪري رکيو هيو. ان کان سواءِ انهن سيني تي زار جي روسي ڪامورا شاهي جدا ظلم ڪندي هئي. حالتن کي وڌيڪ بگاڙڻ ۾ هن ڳالهه جو به هٿ هيو ته روس جي اثر هيٺ اولهندا علائقا معاشي ۽ ثقافتي طور تي روس جي مرڪزي علائقن کان وڌيڪ مهذب ۽ سڌريل هيا. هن ڳالهه تي بحث ڪري سگهجي ٿو. ته اوير ڏانهن ڪاڪيشا ۽ خاص طور وچ ايشيا ۾ روس جي پيش قدمي هڪ ترقي پسنداڻي وک هئي. ان جي ابتڙ پولينڊ، فن

لينڊ ۽ بالٽڪ رياستن ۾ هرگز ائين نہ ٿيو هيو. جيئن اينگلز چيو هيو "فن لينڊ، فن لينڊ وارن جو، بسابيريا رومانيہ وارن جي ۽ پولينڊ جي رياست پولينڊ وارن جي آهي. هتي وڪريل قوميتن کي گڏ ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. سيني تي روسي قوم جو ليبل لڳايو ويو هيو. هتي وحشياڻي طاقت جي بربريت سان پريل فتح ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هيو. هي ڏاڙو هيو ۽ رڳو ڏاڙو". (مارڪس اينگلز گڏيل لکڻيون جلد 27 صفحہ 28)

بالشويڪ پارٽيءَ شروع کان ئي وڏي ديانتداراڻي پوزيشن اختيار ڪئي، اهو تمام گهڻو ضروري هيو عوام خاص ڪري هارين جون دليون کٽڻ لاءِ قومي سوال عام طور پورهيت طبقي جي بدران هارين ۽ وچولي طبقي کي موهي ٿو. تاريخي طور تي ڏٺو وڃي، تہ قومي سوال ۽ زرعي سوال جو پاڻ ۾ گهاٽو لاڳاپو آهي، ڪنهن وقت تہ پڙهيل لکيل ايتري تائين جو مارڪسي ماڻهو پڻ هي سوال سمجهڻ ۾ ناڪام رهن ٿا. وچولي طبقي جي عوام جو ڌيان پنهنجي طرف ڇڪڻ لاءِ ۽ انقلاب لاءِ انهن کي پنهنجي پاسي آڻڻ لاءِ جمهوريت ۽ ڪنهن وقت تہ حق خودراديت جو مطالبو پڻ لازمي بڻجي ٿو وڃي. پر اهڙا نعرا ۽ گهرجون ان وقت سنا ٿا لڳن، جڏهن پورهيت طبقو ۽ ان جي پارٽي عوام جي اڳواڻي حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ڪري رهيا هجن ۽ اهي سرمائيدار پارٽين ۽ ان جي پروگرام خلاف لڙي رهيا هجن، تنهن ڪري انقلابي ڌر جي ڪاميابي جو پهريون شرط سرمائيدار ۽ وچولي طبقي جي قومپرستن خلاف اٽل جدوجهد آهي. هن جدوجهد کي جاري رکڻ لاءِ قومي سوال تي چٽو موقف رکڻ تمام ضروري آهي.

لينن وانگي ٽراٽسڪيءَ بہ قومي سوال تي تمام گهڻو زور ڏنو آهي. هن جي ڪتاب "روسي انقلاب جي تاريخ" ۾ هن سوال تي نهايت ئي چٽو ۽ بهترين باب موجود آهي. هن موضوع تي بالشويڪ پارٽيءَ جو موقف وڏي واضح انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. پر اهو لينن ئي هيو جنهن منڍ کان ئي سڀ کان وڌيڪ قومي سوال تي مارڪسي موقف ۽ جاڻ پريل خزاني جي لازوال مواد جو واڌارو آندو. ٽراٽسڪيءَ بالشويڪ مؤقف هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

"روس ۾ مرڪز مائل (Centripetal force) قوتن جي وڌڻ جو جلد ئي لينن کي پتو پئجي ويو هيو. هو ڪيترن ئي سالن تائين وڏي جوانمردي سان پارٽي جي پراڻي پيراگراف جي حق ۾ وڙهندو رهيو. جيڪو قومن جي

حق خوراراديت يعني قومن جي بطور رياست مڪمل ڌار ٿيڻ جي ڳالهه ڪري پيو خاص ڪري روزا لڪسمبرگ جي خلاف. بالشويڪ پارٽي ڌار ٿيڻ جي وڪالت نہ ٿي ڪري. هو قومي ظلم جي هر نوعيت ۽ شڪل جي مخالفت ڪري ٿي. جنهن ۾ ڪنهن بہ قوم کي زبردستي پاڻ سان ملائڻ بہ شامل آهي. فقط ان طريقي سان ئي روسي پورهيت طبقو مظلوم ۽ ڪچليل قومن جو اعتماد ۽ ڀروسو کٽي سگهي ٿو.

پر هي معاملي جو فقط هڪڙو پاسو آهي، قومي دائري ۾ بالشيوازم جو هڪ ٻيو بہ رخ آهي. جيتوڻيڪ هي ٻهرين رخ جي بنهہ ابتڙ آهي، پر ان جو هڪ طرح سان مددگار بہ آهي. پارٽي ۽ پورهيتن جي ليڪي ۾ رهندي. بالشو ازم مرڪزيت تي زور ڏئي ٿو ۽ ان قومپرستيءَ جي مخالفت ڪري ٿو. جيڪا پورهيت طبقي جي اتحاد کي ٽوڙي سگهي ٿي ۽ انهن کي هڪٻئي خلاف ڪري ٿي. بالشوازم سرمائيدارٽي رياست جي ان حق کان صاف انڪار ڪري ٿو تہ هو پنهنجي شهريت يا زبان ڪنهن قومي اقليت تي مڙهي، هو مختلف قوميتن کي رضاڪاراڻي نموني طبقاتي ڊسيپلين قائم رکندي، گڏ ڪري ٿو تنهن ڪري هي پارٽي جي تعمير ۾ قومي فيڊريشن واري اصول کي چٽائيءَ سان رد ڪري ٿو. هڪ انقلابي پارٽي مستقبل ۾ جڙندڙ رياست جو ڪو نمونو نہ هوندي آهي، البتہ ان کي پيدا ڪرڻ جو هٿيار هوندي آهي. ڪو هٿيار يا پُرزو شيون بڻائڻ لاءِ هوندو آهي ۽ بذات خود اها شيءَ نہ هوندو آهي. هڪ مرڪزي تنظيم جدوجهد جي ڪاميابيءَ جي ضامن هوندي آهي. ڪٿي ان جو ڪم قوميتن خلاف مرڪز جي ڏاڍ جو خاتمو ئي ڇو نہ هجي."

(روسي انقلاب جي تاريخ صفہ 890)

## قوم ڇا ٿيندي آهي؟

پهرين مهاڀاري جنگ کان اڳ لينن قومي سوال کي تمام گهڻو وقت ڏنو هيو. خاص ڪري اوٽو باير جي ترميم پسند نظرين تي. 1910_1908ع تائين لينن جلاوطني ۾ هيو ۽ بلڪل سيني کان الڳ ٿلڳ هيو روس کان رشتو ٽٽڻ ۽ ساٿين جي کوٽ جي سبب لينن اسٽالن جو ڪلي دل سان آڌرڀاءُ ڪيو. جيڪو هڪ جارجيائي نوجوان هئو. جنهن کي هو بلڪل نہ سڃاڻندو هئو. لينن هن نئين ساٿيءَ جي همت افزائي تي گهڻو وقت لڳايو. هو نون ساٿين جي اچڻ تي ائين ئي ڪندو هيو. وري اسٽالن هيو بہ

جارجيائي، مطلب تہ هو هڪ مظلوم قوم جو ماڻهو هو. لينن کي پنهنجي نئين شاگرد کي قومي سوال تي ليڪچر ڏيڻ جو موقعو هٿ لڳو. جيڪو ڏاڍو محنتي ثابت ٿيو. انهن ليڪچرن جي بنياد تي اسٽالن قومي سوال تي هڪ وڏو مضمون لکيو. جيڪو پوءِ "روشني" نالي سان هڪ رسالي ۾ ڇپيو. مضمون جو نالو هو "مارڪسزم ۽ قومي سوال" 1914ع ۾ هي، مضمون هڪ ڪتاب جي صورت ۾ ڇپايو ويو. هي مضمون اسٽالن جي لکڻين جي ٻئي جلد ۾ موجود آهي، هڪ عرصي تائين قومي سوال تي هن کي هڪ معياري مضمون سمجهيو ويو. حقيقت بہ اها ئي آهي، تہ هي ڪو ايڏو برو مضمون بہ نہ هيو. پر هي اسٽالن جي نظرياتي ڏاهپ جو نتيجو نہ هيو سچ اهو آهي، تہ هي اسٽالن جو مضمون ئي نہ هيو اي ايچ ڪار لکي ٿو "اندريون ۽ ٻاهريون شاهديون ٻڌائن ٿيون، تہ هي مضمون لينن جا آهن" (اي ايچ ڪار بالشويڪ انقلاب جلد ۱ صفحہ 26_425)

هن مضمون جو مهاڳ نام نهاد "جي ليس ڪيس" جي ڇوڏاري ٿيندڙ يهودي دشمن هلچل جي وقت لکيو ويو هيو. جنهن ۾ خبردار ڪيو ويو هيو تہ "قومپرستيءَ جي لهر ڏاڍو تيزيءَ سان وڌي رهي آهي ۽ هيءَ پورهيت عوام کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ڇڏيندي. سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي لاءِ هي ڏاڍو نازڪ وقت آهي، ان کي قومپرستيءَ جي مزاحمت ڪرڻ گهرجي ۽ هن بيماري کان عوام کي بچائڻ گهرجي. سوشل ڊيموڪريٽ ئي بين القواميت ۽ عوام جي اٽٽ اتحاد جي پروگرام ۽ نعري جي بنياد تي قومپرستيءَ جي لهر جو مقابلو ڪري سگهن ٿا".

(جوزف اسٽالن قومي ۽ بينڪي مسئلو صفحو 8)

بنيادي مسئلو هي هيو تہ هڪ قوم جي وضاحت ڪيئن ڪئي وڃي، هي سوال ايترو سولو نہ آهي، جيترو ظاهري طور ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هي "وقت" جي تشريح ڪرڻ جي برابر آهي. سينٽ آگسٽائن چيو هيو تہ مون کي خبر آهي، تہ وقت ڇا آهي؟ پر ڪير مون کان پڇي تہ وقت ڇا آهي؟ تہ مان ان جي وضاحت نہ ڪري سگهندس. هڪ قوم جو بہ اهڙو ئي معاملو آهي، هر هڪ جو خيال آهي، تہ هو قوم بابت ڄاڻي ٿو پر جڏهن هن کي قوم جي تشريح جو چيو وڃي، تہ هو منجهي پوي ٿو. اسٽالن جو ڪتاب بہ اهڙي ئي وضاحت جي هڪ ڪوشش آهي. نتيجو ڪنهن حد تائين تسلي بخش آهي. اوٽوبائر جي موضوعي تعريف جي ابتڙ اسٽالن هڪ قوم جي وضاحت مارڪسي نقطي نظر کان ڪئي آهي. هو لکي ٿو

تہ هڪ قوم تاريخي طور جنم ورتل هڪ ڪميونٽي آهي، جنهن جي پنهنجي زبان، پنهنجو علائقو پنهنجي معاشي زندگي ۽ پنهنجيون نفسياتي عادتون هونديون آهن، جيڪي ان جي ثقافت ۾ ظاهر ٿين ٿيون.

تنهن ڪري هڪ قوم کي پنهنجي زبان ۽ علائقو هئڻ گهرجي، گڏيل تاريخ ۽ ثقافت هئڻ گهرجي ۽ اها سگهارن معاشي رشتن منجهہ ڳنڍيل هجي، هي تہ هڪ عام وضاحت ٿي. جيڪا بي شڪ صحيح آهي، جيڪا اوٽو بابر جي نفسياتي رسائي ۽ قومي ثقافتي خودمختياري جي حامين جي هڪ قوم جي وضاحت کان تمام مٿانهين آهي. ان جي باوجود جيئن عام وضاحتن سان ٿيندو آهي، هي قومي سوال جي ڪا حتمي وضاحت نہ آهي. عام زندگي ۾ ڪيترايون ئي اهڙيون شيون ملي ٿيون وڃن، جيڪي ڪنهن مسئلي تي ڪنهن وضاحت جي ترديد ڪري ٿيون ڇڏين. هي سوال تہ هڪ قوم ڇا آهي؟ وڏي مڪاريءَ سان ترڪندڙ آهي ۽ ڪيترن تجزين لاءِ ڏکائين جو سبب بڻجي ٿو. مثال طور اوهان زبان کي وٺو هڪ قوم لاءِ زبان جي اهميت گهٽي واضح آهي، هي قوم جو اختياري نشان آهي. ٽراٽسڪي جي لفظن ۾ "زبان اظهار جو سڀ کان وڏو هٿيار آهي" صنعت ۾ بہ ان جي اهميت واضح آهي، ڪاروبار ئي قومن کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو انهي بنياد تي سهولتن کي ڏسندي، قومي رياست جي تعمير ڪئي ويندي آهي. سرمائيداراڻن لاڳاپن لاءِ هي ڏاڍو نفعي وارو ميدان ثابت ٿيندو آهي." (روسي انقلاب جي تاريخ صفح 889 ليکڪ ٽراٽسڪي)

هن اصول ۾ ڪيئي استثنائي پاسا آهن، مثال شايد ئي ڪو هن حقيقت کان انڪار ڪري، تہ سوئس هڪ قوم آهي، سوئس ماڻهن کي هڪ قوم بڻجڻ ۾ صدين جي جدوجهد ڪرڻي پئي آهي، خاص طور آسٽريا خلاف. ان جي باوجود سوئس قوم جي پنهنجي ڪا هڪ زبان نہ آهي، لينن هن باري ۾ لکي ٿو.

"سوئٽزرلينڊ ۾ ٽي سرڪاري ٻوليون آهن، پر جيڪي قانون ريفرنڊم جي لاءِ پيش ڪجن ٿا، اهي پنجن زبانن ۾ هوندا آهن. يعني ٽن سرڪاري زبانن کان الڳ ٻن "رومانس" ٻولين ۾ بہ ڇپايا ويندا آهن. 1900ع جي ڳڻپ مطابق 3,315,433 سوئس شهرين مان 38651 سوئس اهي مقامي ٻولي ڳالهائين ٿا. يعني هڪ سيڪڙو کان ڪجهہ وڌيڪ. فوج جي اندر آفيسرن ۽ نان ڪميشنڊ آفيسرن کي پنهنجي جوانن سان مقامي ٻولي ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جي اجازت آهي. سئزرلينڊ جي ٻن وڏن ضلعن ۾ جن

جي آبادي هڪ هڪ لک آهي (گرابن ٻن ۽ والس) ٻئي ٻولين مڪمل برابري رکن ٿيون.“ (لينن قومي سوال تي تنقيدي رمارڪس جند 20)

قومي سوال کي سمجهڻ جو بنياد ان نقطي تي آهي، ته قوم تاريخي طور وجود ۾ آيل هڪ سچائي هوندي آهي. جدليات ڪنهن خيالي تشريح کان آغاز نه ٿي ڪري، پر زندگي جي سخت عمل کان شروعات ڪري ٿي. معنيٰ ته شيون ڪهڙي نموني واڌ ويجهه ڪن ٿيون. تبديل ٿين ٿيون ۽ ارتقا جي عمل ۾ رهن ٿيون. پهريائين ته قوم ڪا جامد شيءِ نه آهي، هي وڌندڙ ۽ پکڙجندڙ هوندي آهي. جتي پهريان قومون ناهن هونديون، اتي قومون پيدا ڪري سگهجن ٿيون. جديد قومي رياستون به بلڪل اهڙي نموني وجود ۾ آيل آهن. فرانس، جرمني ۽ اٽلي ۾ به ائين ئي ٿيو آهي. اڳتي هلي برطانوي سامراج انڊين قومي شعور پيدا ڪيو. هاڻ سرمائيداري جي زوال ۽ انڊين سرمائيدارن جي ڪنهن به مسئلي کي حل ڪرڻ جي نااهليت ئي انڊين قومي شعور جي وکري وڃڻ جي چٽي نشاني آهي، جيڪو انڊيا جي مستقبل لاءِ تمام وڏو خطرو آهي. تاريخي طور تي قومون، موجود ڪچي مواد سان، جنگين، حملن ۽ انقلابن جي نتيجي ۾ وجود اچن ٿيون. جيڪي پراڻن تعلقاتن ۽ واسطن کي ختم ڪري، سرحدن کي ڊاهي، نون لاڳاپن ۽ واسطن ۽ سرحدن کي جنم ڏين ٿيون. هي تاريخي متاستا شين کي بلڪل اٿلائي ڇڏي ٿي، جيڪا قوم ڪالهه تائين مظلوم هئي يا ڪو علائقو غلام هوندو آهي، اهو ڪنهن ٻئي ڏينهن سامراجي ملڪ يا ظالم قوم بڻجي سگهي ٿو. ان جو بهترين مثال آمريڪا آهي، جيڪو بنيادي طور برطانيه جي بينڪ هيو. پر اڄ اهو دنيا جي سڀ کان وڏي رجعتي ۽ طاقتور ترين رياست بڻجي چڪو آهي. اهڙي طرح ڪجهه سرمائيدار ملڪ جيڪي ڪجهه وقت اڳ غير ملڪي تسلط مان آجا ٿيا، هاڻ اهي پنهنجي چوڌاري موجود ڪمزور قومن ۽ ملڪن جي ڦرلٽ ڪن ٿا، ان جو بهترين مثال ڀارت آهي، جيڪو نيپال، آسام ۽ ڪشمير تي ڌاڙ ڪري رهيو آهي. 1917ع کان پهريائين زار روس به وڏين سامراجي طاقتن مان هيو جيتوڻيڪ هي ٻاهر سيڙپڪاري نه ڪندو هيو ۽ جاگيرداراڻو ڏتڙيل ملڪ هيو جنهن جا لاڳاپا برطانيه، فرانس، ۽ ٻين سڌريل سرمائيدار ملڪن سان نيم بينڪيتي به هئا.

## طبقاتي سوال

قومي سوال ٻين سماجي سوالن وانگي بنيادي طور تي طبقاتي مسئلو آهي، هي لينن جو خيال هيو ۽ هر پڪي مارڪسي جو اهو ئي خيال هئڻ گهرجي. لينن اهو موقف "قومي سوال تي تنقيدي تبصري ۾" چٽائي سان بيان ڪيو آهي ته، "هر قومي ثقافت ۾ جمهوري ۽ سوشلسٽ عنصر هوندا آهن، ڀلي اهي سڌريل نه هجن، سبب اهو آهي، ته هر قوم ۾ محڪوم ۽ پيڙهيل ماڻهو هوندا آهن. جن جي زندگي جون حالتون جمهوريت ۽ سوشلزم جي نظريي کي جنم ڏين ٿيون، پر هر قوم جو هڪ بورجوا ڪلچر (گهڻين قومن ۾ رجعتي ۽ مذهبي ڪلچر ملي ٿو) به هوندو آهي، جيڪو برتر حيثيت اختيار ڪري وٺي ٿو تنهن ڪري ڪنهن قوم جي عام ثقافت سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ مذهبي اڳواڻن جي ثقافت هوندي آهي." (گڏيل لکڻيون لينن جلد 20 آڪٽوبر 1913ع)

هڪ مارڪسسٽ پنهنجي شروعاتي سبق طور اهو ڄاڻي ٿو ته هر قوم جا غالب خيال حڪمران طبقي جا خيال ئي هوندا آهن. لينن ان ڳالهه تي زور ڏئي ٿو ته قومي ثقافت کي قبول ڪرڻ گهڻو ڪري ته هر قوم جو پنهنجي سرمائيدارن جي تسلط کي قبول ڪرڻ هوندو آهي. قومي سوال هڪ طبقاتي سوال آهي، هڪ مارڪسسٽ طبقاتي تضاد کي ڪڏهن به نٽو وساري سگهي. پر ان کي اڳيان آڻي ٿو هڪ ڪچليل قوم ۾ به انهن جو اهو ئي فرض آهي، ته هڪ جابر قوم ۾ به ساڳيو ئي فرض آهي. ڪنهن به جوائنٽ اسٽاڪ ڪمپنيءَ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرز ۾ مختلف قومن جا سرمائيدار گڏ ويٺل هوندا آهن ۽ پاڻ ۾ رلي ملي ويندا آهن. ڪارخانن ۾ مختلف قومن جا مزدور گڏجي ڪم ڪن ٿا. سمورن اهم سياسي معاملن تي بطور هڪ قوم نه پر بطور طبقي جي مؤقف اختيار ڪيو ويندو آهي." (قومي سوال تي تنقيدي رمارڪس جلد 20)

پنهنجي ٻئي مضمون ۾ لينن لکي ٿو "سرمائيداري خلاف جدوجهد ۾ پورهيت طبقي ۾ ٻڌي، انهن جي مفاد ۾ هوندي آهي، اهڙي طرح سيني قومن جي پورهيتن ۾ ٻڌي ضروري آهي، اهڙي طرح اهي هر قوم جي سرمائيدارن جي قومپرستائين پاليسين جي مزاحمت ڪري سگهن ٿا". هو وڌيڪ لکي ٿو ته "اجرتي پورهئي ڪرڻ واري پورهيت تي ان جو ڪوبه فرق نه پوندو آهي، ته سندس استحصال ڪير ٿو ڪري. ڀلي اهو عظيم

روسي سرمائيدار هجي، پولينڊ يا اسرائيل جو هجي، جڏهن پورهيت پنهنجي طبقاتي مفاد کي سمجهي وٺي ٿو تہ پوءِ اهو سرمائيدار کي اقتدار ملڻ تي سنڌن جي ڌرتيءَ کي بهشت بنائڻ وارن واعدن تي اعتبار ڪرڻ ڇڏي ڏئي ٿو. اجرتي پورهيت جو هر حالت ۾ استحصال ڪيو ٿو وڃي، ان استحصال جي خلاف ڪامياب جدوجهد جي لاءِ ضروري آهي، تہ پورهيت طبقو قومپرستيءَ کان آزاد هجي ۽ مختلف قومن جي سرمائيدارن جي وچ ۾ معتبرائي ۽ طاقت حاصل ڪرڻ واري لڙائي ۾ هڪ طرح سان غير جانبدار هجي، جيڪڏهن ڪنهن قوم جو پورهيت طبقو پنهنجي قوم جي سرمائيدارن کي مليل رعايتن جي پنيرائي ڪري ٿو تہ ان سان ٻين قومن جي پرولتاريا ۾ بي اعتمادي پکڙجي ويندي. اها شيءَ پورهيتن جي بين الاقوامي اتحاد کي ڪمزور ڪري ڇڏيندي ۽ هو ورهائجي ويندا. جيڪا ڳالهہ بورجوازي جي لاءِ خوشي جو سبب هوندي، حق خوراديت جي گهُر کان انڪار جو مطلب عملي طرح غالب قوم جي حمايت هجي ٿو. (قومن جو حق خودارادیت جلد 20)

سرمائيدارن جي خلاف پورهيتن ۽ مظلوم ماڻهن کي متحد ڪرڻ لينن جو سڀ کان وڏو مقصد هيو. هو لکي ٿو تہ، "سرمائيدارن جي قومي ثقافت هڪ حقيقت آهي. سرمائيدار هر جڳهہ تي جاگيردار ۽ مذهبي اڳواڻن سان ملي ڪري سرمائيداراڻي قومپرستيءَ کي پکيڙي ٿو ۽ پورهيتن کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ ۾ رڌل رهي ٿو ان ڪري هتي جيڪو بہ پورهيت طبقي جي حقن لاءِ جاکوڙڻ چاهي ٿو ان کي سڀني قومن جي پورهيتن کي متحد ڪري سرمائيداراڻي قومپرستيءَ خلاف ويڙهہ ڪرڻي پوندي. ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر بہ." (قومي سوال تي تنقيدي رمارڪس جلد 20)

هن سوال تي لينن جي سوچ ڏاڍي واضح هئي، هن موضوع تي سنڌس لکڻين مان ڪجهہ ڪتراڻي حوالا ڏيئي سگهجن ٿا.

## طبقاتي آزادي

قومي مطالبن جو سوشلسٽ نہ پر جمهوري ڪردار هوندو آهي، قومي ڏاڍ رڳو پورهيت طبقي کي متاثر نٿو ڪري، اها الڳ ڳالهہ آهي، تہ ان جو نشانو اهو ئي طبقو هوندو آهي، قومي سوال سڀني ماڻهن تي اثرانداز ٿئي ٿو خاص ڪري وچولي طبقي تي، ان جي باوجود جيئن تہ اسان پهريان ٻڌائي چڪا آهيون، لينن هن مسئلي کي طبقاتي نقطۂ نگاهہ کان ڏسندو

رهيو آهي، اسان به ان کي انهي نظر سان ڏسنداسين. لينن جي لکڻين جو ايياس ڪندي، سڀ کان پهريائين ان ڳالهه ڏانهن ڌيان ڇڪجي ٿو ته هن قومي سوال تي ڪيتري قدر جامع ۽ ڏاهپ ڀريون ڳالهيون ڪيون آهن. قومي سوال روسي پورهيت جي ڏکهي هلچل ۾ تاريخي حيثيت رکي ٿو جنهن جي شروعات 1903ع ۾ آر ايس ڊي ايل پي (RSDLP) جي ٻي ڪانگريس جي موقعي تي يهودين جي مسئلي تي بحث سان ٿي هئي. لينن قومي سوال جو ڪيئن خاڪو چٽيو؟ حقيقت ۾ ان سوال تي هن جو نقطہ نظر مخالفائو هيو هو ڪيترائي ڀيرا وضاحت ڪري چڪو هيو ته روسي بالشويڪ قومي جبر جي هر قسم جي خلاف آهن. سوال اهو نه آهي، ته اوهان ڪهڙي شيءِ جي حق ۾ آهيو سوال اهو آهي، ته اوهان ڪهڙي شيءِ جي خلاف آهيو اهو چوڻ ئي ڪافي آهي، ته اسان ڪنهن جي خلاف آهيون. اسان هر قسم جي لساني ۽ نسلي ڏاڍ جي خلاف آهيون ۽ اسان هر قسم جي قومي ڏاڍ خلاف وڙهه ڪنداسين. ڪنهن پورهيت تنظيم لاءِ جيڪا طبقاتي آزادي کي قائم رکندي. جمهوريت جي حق ۾ آهي، ان لاءِ اهو ئي ڪافي آهي. لينن اهو ڪڏهن به نه چيو هيو ته مارڪسسٽن کي قومي سرمائيدار يا وچولي طبقي جي حمايت ڪرڻ گهرجي. ان جي ابتڙ لينن سدائين قومي سوال تي مڪمل طرح طبقاتي آزاديءَ جي پوزيشن اختيار ڪئي. لينن ازمر جو پهريون اصول ئي بورجوازيءَ خلاف جنگ جي ضرورت هيو ظالم ۽ مظلوم قومن جي سرمائيدارن خلاف. لينن پنهنجي لکڻين ۾ بار بار نه رڳو قومپرست سرمائيدارن خلاف پر قومپرست وچولي طبقي جي به سخت ننڌا ڪئي آهي. اها ڪا اتفاقي ڳالهه نه آهي. لينن رڳو هڪ ڳالهه تي چاهي ۽ اها هي ته سماج ۾ انقلابي تبديلي آڻڻ لاءِ پورهيت طبقو قوم جي قيادت ڪري "قومي سوال تي تنقيدي رمارڪس" ۾ هو لکي ٿو:

"عوام جو ننڍ مان اٿي سجاڳ ٿيڻ هر قسم جي قومي ڏاڍ خلاف وڙهه ڪرڻ، ماڻهن ۽ قومن جي آزادي ۽ خودمختياري لاءِ آواز اٿارڻ، هڪ ترقي پسندائو قدم آهي. تنهن ڪري هڪ مارڪسسٽ جو پهريون فرض آهي ته هو قومي سوال جي هر رخ تي وڏي استقلال سان جمهوري مؤقف رکندو اچي، اهو ڪم ڏاڍو سخت ۽ هڪ قسم جو مخالف اثر رکندڙ آهي، پر قومپرستيءَ جي حمايت لاءِ پورهيت طبقي کان پري نٿو وڃي سگهجي. ان کان پريان سرمائيدار قومپرستي کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ پنهنجون"هاڪاري"

سرگرميون شروع ڪري ڏين ٿا. اسان پڪ سان هر قومي ڏاڍ خلاف آهيون، پر اسان قومي ثقافت يا ڪنهن قسم جي قومي فروغ جي حق ۾ نہ آهيون.“

۽ پوءِ ”قومن جي حق خوداراديت“ ۾ لينن لکي ٿو ”ان لاءِ پورهيت طبقو پاڻ کي ڪنهن قوم جي حق خوداراديت جي معنا ڪري پيدا ٿيندڙ منفي گهر کي مڃڻ تائين محدود رکي ٿو. ڪنهن قوم کي ڪا ضمانت فراهم نٿو ڪري ۽ نہ ئي ٻئي ڪنهن قوم جي قيمت تي ڪجهہ ڏيڻ جو واعدو ٿو ڪري.“ (گڏيل مضمون لينن جلد 20)

هڪ ٻئي هنڌ لينن پورهيتن جي تحريڪ ۾ قومپرستي جي هاڃيڪار اثرن جي باري ۾ لکي ٿو. ”نتيجو اهو آهي، تہ هر قسم جي لبرل سرمائيداراڻي قومپرستي پورهيتن ۾ بدعنواني پيدا ڪري ٿي ۽ آزادي جي مقصد ۽ پورهيتن جي طبقاتي جدوجهد کي سخت هاڃو رسائي ٿي، هي ان ڪري بہ نقصانڪار آهي، جو قومي ثقافت جي نعري ۾ سرمائيداراڻو لاڙو بہ لڪل هوندو آهي. قومي ثقافت جي پردي ۾ ئي روسي، پولش، يهودي، يوڪرائني ۽ ٻيا رجعتي ۽ مذهبي ماڻهو پنهنجي گندي راند کيڏن ٿا.

جيڪڏهن طبقاتي جدوجهد جي نظر سان ڏٺو وڃي، تہ اڄڪلهہ جي قومي زندگي جون حقيقتون ڪجهہ ان قسم جون آهن. جيڪڏهن نعرن کي طبقن جي پاليسين ۽ مفادن جي نظر سان ڏٺو وڃي، نہ ڪي بي جان، عام اصولن ۽ جذباتي و جوشيلي لفاظيءَ جي نظر سان. تہ اهڙي ئي صورتحال سامهون ايندي.“ (گڏيل مضمون لينن جلد 20)

ڇا ڳالهہ چٽي نہ ٿي؟ پورهيتن تي هي فرض عائد ٿو ٿئي، تہ هو هر قسم جي جبر ۽ قومي امتيازي سلوڪ جي مخالفت ڪن ۽ انهن جو اهو بہ فرض آهي. تہ هو قومپرستيءَ جي حمايت ڪرڻ کان انڪار ڪن. پلي اها ڪهڙي بہ شڪل ۾ هجي. آئرلينڊ ۾ جيڪي نام نهاد مارڪسٽ آءِ آر اي (I.R.A) جي حمايت ڪري رهيا آهن، اهي شايد ان غلط فهمي جو شڪار آهن. تہ اهي لينن جي پاليسيءَ تي هلي رهيا آهن. مارڪسزم ۽ قومپرستيءَ جي وچين لڪير کي ڏنڏلو ڪندڙ هر ان شيءَ جي مخالفت ڪري رهيا آهن. جنهن لاءِ لينن وڙهندو رهيو آهي.

قومپرستي جي خطرناڪ ڏوڪي بازي جو مقابلو ڪرڻ لاءِ لينن خبردار ڪيو هيو ”تہ پورهيت طبقو قومپرستيءَ جي حمايت ڪڏهن بہ نٿو ڪري سگهي، ان جي ابتڙ هو قومي فرق ۽ قومي رڪاوٽن کي دور ڪرڻ لاءِ ان قدم جي حمايت ڪندو. جيڪو قومن کي ويجهو آڻڻ ۾ مدد

ڪري ۽ قومن کي هڪ ٻئي ۾ ڳنڍي ڇڏي. هن کان مختلف قدمن جو مطلب هوندو رجعتي قومپرستن جي حمايت ڪرڻ."

(لينن جا گڏيل مضمون جلد 20)

قومپرستي بابت لينن ازم جو هي اصلي موقف آهي ۽ هي حق خود ارادیت جي نعري کان ڪيترين قدر مختلف آهي. ان جو مطلب اهو آهي، ته قومپرستيءَ جي الزام ۾ گرفتار ٿي ڪري، مارڪسي يا پورهيت طبقي جي موقف تان هٽ، ڪنيو رڇي. قومپرستيءَ جو قصيدو پڙهندي ۽ عليحدگي پسنديءَ جي ذريعي نئين رنڊڪ پيدا ڪرڻ خلاف مارڪس وانگي لينن به ننڍي قومي تنگ نظري" جي متعلق وڏي منفي سوچ رکندڙ هيو. هو ٻئي ڪنهن حد تائين وڏين رياستن جي حق ۾ هيا. لينن نيون سرحدون بنائڻ بدران پهريان کان موجود سرحدون ختم ڪرڻ جي حق ۾ هيو. هو آبادي جي پاڻ ۾ ميلاپ ۽ ڳنڍجي وڃڻ جي حق ۾ هيو (جيڪڏهن هي ڪم رضاڪارانہ طريقي سان ٿئي) اهو نہ ٿيڻ گهرجي، تہ هڪ قوم ٻي قوم جي قيمت تي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت وڌائڻ لڳي، هن باري ۾ هو لکي ٿو تہ "پورهيت طبقي جو رڳو اهو ڪم ناهي، تہ هو قوم جي قومي ترقيءَ جي حمايت ڪري. پر عام ماڻهن کي ان جي ابتڙ ان جي هاڃيڪار اثرن بابت خبردار ڪندو رهي. سرمايي جي گڏيل تبديلي لاءِ آزاد فضا پيدا ڪري ۽ زبردستي ڳنڍجڻ کانسواءِ هر قسم جي ڳنڍجڻ جو آڌار ياءِ ڪري.

"سرمائيدارانہ قومپرستي ۽ پورهيت طبقي جي بين الاقواميت هڪٻئي جا ضد آهن ۽ بغير ڪنهن ناهہ جي گڏوگڏ هلن ٿا، سرمائيدارانہ دنيا ۾ هي ٻن گروهن جي طبقاتي نمائندگي ڪن ٿا. قومي سوال تي ٻن پاليسين يا ان کان بہ وڌيڪ اهو تہ ٻن الڳ الڳ نظرين جو اظهار آهن."

اهو بي شڪ صحيح آهي، تہ سرمائيدارانہ قومپرستي ۽ پورهيت طبقي جي بين الاقواميت مڪمل طور بہ پاليسيون آهن، جيڪي ٻن مختلف طبقن جي نمائندگي ڪن ٿيون. هن حقيقت کي لڪائڻ يا مروڙڻ بيڪار آهي، لينن پورهيت طبقي جي بين الاقواميت جي حق ۾ هيو قومپرستي يلي کهڙو بہ روپ ڪري اچي ان کي قبول نہ هئي.

اها حقيقت آهي، تہ هو هر قسم جي قومي جبر جي خلاف هيو ۽ جبر جي شڪار قومن سان همدردي رکندو هيو. پر ان کي هن اڻ مٽ

حقيقت کي لڪائڻ لاءِ استعمال نہ ڪرڻ گهرجي، تہ لينن قومپرستيءَ جو دشمن هيو.

## لينن ۽ روزا لڪسمبرگ

قومي سوال تي مارڪس وانگي لينن کي پڻ ٻن محاذن تي وڙهڻو پيو اوڻو باير جهڙن ماڻهن جي موقعي پرست ۽ ترميم پسند خيالن جي اثرن خلاف ويڙهہ ڏاڍي ضروري هئي. جيڪا هر اول پورهيت طبقي تي وچولي طبقي ۽ سرمائيدارن جي قومپرستاڻي دٻاءَ جي عڪاسي ڪري ٿي، پر ان سان گڏوگڏ انهن ماڻهن سان جنگ ضروري هئي، جيڪي قومي سوال جي اهميت کان انڪاري هئا. هن سوال تي لينن ۽ روزا لڪسمبرگ وچ ۾ سالن تائين بحث ۽ تڪرار جاري رهيو تہ جيئن پارٽي هن موضوع تي درست موقف اختيار ڪري سگهي، پوءِ پهرين عالمي جنگ دوران لينن کي بخارن ۽ پاتاڪوف جي خلاف بہ جدوجهد ڪرڻي پئي، جن جي دعويٰ هئي، تہ قومي سوال جي ڪا اهميت نہ رهي آهي ۽ اهي حق خودارادیت جا پڻ مخالف هئا. اهو ٻڌائڻ جي ضرورت نہ آهي تہ روزا لڪسمبرگ هڪ عظيم انقلابي ۽ بين الاقواميت پسند هئي، پر بدقسمتيءَ سان هن جي بين الاقواميت تجريدي يا غير حقيقي ڪردار واري هئي، هوءَ پولش عوام جي خودمختياريءَ کان انڪاري هئي، بہ ـرائن قوم جي خيال کي دانشورن جو پيدا ڪيل نمونو سمجهندي هئي.

جيتوڻيڪ پولش سوشل ڊيموڪريٽن جو موقف غلط هيو يعني تجريدي (خيالي) موقف هيو. پر هو صحيح بين الاقواميت پسند هئا ۽ هو رجعت پسند سرمائيدارن ۽ وچولي طبقي جي قومپرستن جي نام نهاد پولش سوشلسٽ پارٽي سان مقابلو ڪرڻ جي جذبي سان هٿياربند هئا. حقيقت ۾ پولش سوشلسٽ پارٽي ڪنهن بہ نموني سوشلسٽ پارٽي نہ هئي، هي پيٽي بورجوا (وچولي طبقي جي) قومپرست پارٽي هئي، جنهن جو قيام 1892ع ۾ ٿيو. هي ڏار ٿيڻ جي حامي هئي ۽ چاڻي واٽي پولش پورهيتن کي روسي پورهيتن کان جدا ڪندي هئي، سيني وچولي طبقي جي تحريڪن وانگي ان جي اندر بہ کاٻي ۽ ساڄي ڌر هئي. 1906 ۾ ٻئي ڌڙا پاڻ ۾ وڙهي جدا ٿي ويا. اڳتي هلي پهرين مهاڀاري لڙائي دوران کاٻي ڌر قومپرستيءَ کي ڇڏي ڏنو ۽ پولش ڊيموڪريٽن سان ملي 1918ع ۾ پولش ڪميونسٽ ورڪرز پارٽي ناهي، پر ساڄي ڌر پنهنجي شائونزم تي قائم

رهي، پهرين عالمي جنگ هلندي. انهن پولش سپاهه بڻائي، جيڪا آسٽرو جرمن سامراج جي پاران وڙهي.

لينن پاڻ خود روسي هيو يعني هڪ جابر قوم جو ميمبر هيو. روزا لڪسمبرگ پولش هئي ۽ يهودي بہ هئي. لينن زار روس جي ستايل ماڻهن جي مجروح جذبن کان پوري طرح واقف هيو. هن پولش ڪامريڊن سان هن لهجي ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪئي.

"اسان اوهان جي موقف کان آگاهہ آهيون. اوهان پولش سوشل ڊيموڪريٽ آهيو. پولش قومپرستن خلاف وڙهڻ اوهان جو پهريون فرض آهي. اوهان کي هر حال ۾ ائين ڪرڻو پوندو. پر مهرباني ڪري اسان روسي ڪامريڊن کي اهو نہ ٻڌايو تہ اسان پنهنجي پروگرام مان پولش عوام جو حق خوداراديت وارو نعرو ڪڍي ڇڏيون. روسي سوشل ڊيموڪريٽ هئڻ جي ناطي اسان جو پهريون فرض، اسان جي پنهنجي يعني روسي سرمائيدارن ۽ زار شاهي جي خلاف ويڙهہ ڪرڻ آهي. رڳو ان طريقي سان اسان سوشل ڊيموڪريٽ پولش عوام تي اهو ثابت ڪري سگهون ٿا، تہ انهن کي دٻائڻ جي اسان جي ڪابہ خواهش نہ آهي، ۽ اهو ثابت ڪندي، اسان انقلابي جدوجهد ۾ ٻنهي عوام جي اتحاد جو بنياد رکي سگهون ٿا."

لينن ڪيتري نہ سهڻي ۽ جدلياتي نموني پنهنجي ڳالهہ ڪئي، قومن جي حق خوداختياري جو هرگز اهو مطلب ڪونهي هوندو تہ روسي ۽ پولش پورهيتن کي ورهائجي، پر ان جي ابتڙ انهن کي ويجهو آندو وڃي.

## مزدور تنظيمن جو اتحاد

لينن قومن جي حق خود اراديت جي حمايت چو ڪئي هئي، ائين ان طبقاتي جدوجهد کي تيز ڪرڻ ۽ پورهيت طبقي کي متحد ڪرڻ لاءِ ڪيو هيو. بالشويڪن لاءِ قومي سوال نہ رڳو رنڊڪ هيو، پر پنهنجي اندر انقلابي صلاحيت بہ رکندڙ هيو. قومي سوال تي درست موقف اختيار ڪرڻ کان بغير آڪٽوبر انقلاب ڪڏهن بہ برپا نہ ٿئي ها، پر قومي سوال تي لينن جي پاليسيءَ جو هڪ لازمي حصو اهو بہ هيو. تہ پورهيت طبقي جي اتحاد کي برقرار رکيو وڃي ۽ انهن جي تنظيمن کي قوميت، ٻولي، نسل ۽ مذهب کان وڌيڪ اهميت ڏني وڃي. هن يهودين جي انهي ڪوشش تہ اهي روسي پورهيتن کانسواءِ پنهنجي تنظيم بنائڻ جي سخت مخالفت ڪئي، هن باري ۾ لينن جا خيال بلڪل چٽا هيا. هو لکي ٿو تہ "ٻولي وغيره جي

مسئلي تي مختلف سرمائيدار پارٽين جي قومپرستاڻي بڪ بڪ جي ابتڙ پورهيتن جي جمهوريت سيني قوميتن جي پورهيتن ۽ انهن جي تنظيمن کي پاڻ ۾ ڳنڍيي تي ۽ انهن جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪري ٿي. تہ جيئن هر قسم جي سرمائيداراڻي قومپرستيءَ جو مقابلو ڪري سگهي. رڳو ان هڪ ئي طريقي سان سرمائيداريءَ خلاف جمهوريت ۽ پورهيت جي مفاد جو بچاءُ ڪري سگهجي ٿو. انسانيت جي ترقي ۽ بقا کي اڳتي وڌائي سگهجي. ۽ ان کي سندس منزل تائين پهچائي سگهجي ٿو جتي هر قسم جي قرلت ۽ مراعتون ڏاري شي هونديون.“ (قومي سوال تنقيدي مارڪس جلد 20)

ٽراٽسڪي صحيح چيو هيو تہ جڏهن لينن حق خود اراديت جو ذڪر ڪري ٿو تہ هي قومي سوال تي ان جي اڌ ڳالهہ آهي. ٻي اڌ ڳالهہ پورهيت تحريڪ کي قومي بنيادن تي ورهائڻ جي مخالفت ڪئي هئي. انهن ٻنهي عنصرن جي وچئين فرق کي اسان کي ياد رکڻو پوندو. حق خوداراديت هڪ جمهوري گهُر آهي. جيڪڏهن صحيح طرح چيو وڃي، تہ اها هڪ سرمائيداراڻي جمهوري گهُر آهي. پروگرام جو هي اڌ حصو مجموعي طور تي قوم سان لاڳاپيل آهي. جيستائين پورهيت طبقي جو تعلق آهي. پورهيتن جي تنظيمن کي قومي سوال تي ورهائڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هر ان مسئلي تي لينن جو موقف نوس ۽ چٽو آهي. پر افسوس جي اها ڳالهہ آهي. تہ اڄ ٽراٽسڪي جا نام نهاد پيروڪار ڪيترائي گروپ ۽ تنظيمون ڪنهن نہ ڪنهن طرح پورهيت تنظيمن کي قومي بنياد تي ورهائڻ جي مجرماڻي پاليسي اختيار ڪيون ويٺا آهن. ان جو لينن ازم سان ڪو لاڳاپو ئي نہ آهي ۽ اهو هڪ ڏوهہ آهي. تہ پورهيتن جي پارٽين ۽ تنظيمن کي قومي بيناد تي ورهايو وڃي. ان جي باوجود برطانيہ ۾ هي ڪم ٿي رهيو آهي. ٽريڊ يونين ۽ ليبر پارٽي اندر ڪاٽ هنيو پيو وڃي. ۽ رنگدار ماڻهن لاءِ جدا سيڪشن بڻايا پيا وڃن. اسڪاٽ لينڊ ۾ اسڪاٽ آئل ورڪرز جي الڳ تنظيم بنائي وئي آهي. جيڪا مارڪ رم جي بنيادي اصولن جي کلي عام مخالفت آهي. هر ملڪ مان اهڙو مثال ڏئي سگهجي ٿو اسان کي ياد رکڻ کپي. تہ قومي ۽ نسلي گروپن لاءِ الڳ الڳ تنظيم ناهڻ هڪ ڏوهہ آهي. جيڪو پورهيتن جي تحريڪن کي ڪمزور ڪرڻ ۽ ٽوڙڻ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. اڪثريت واري قوم اندر نسل پرستي ۽ شائونزم جو مقابلو ڪرڻ هڪ ڳالهہ آهي ۽ پورهيت طبقي ۾ قومي، لساني، مذهبي ۽ نسلي بنيادن تي ڏار وجهڻ ٻي ڳالهہ آهي.

بالشويڪ پارٽي يا ان ڪان اڳ سوشل ڊيموڪريٽ ليبر پارٽي جي اهڙي صورتحال ڪڏهن بہ نہ رهي هئي. روسي سوشل ڊيموڪريسي جو ڪوبہ رجحان (Jewish Bund) يهودي بند تنظيم ڪان علاوه تحريڪ کي قومي بنيادن تي ورهائڻ جي حق ۾ نہ هيو. منشويڪ پڻ بالشويڪن وارو موقف اختيار ڪيو ويٺا هئا. هي موضوع شروع ڪان وٺي ئي زير بحث رهيو آهي. ان وقت جڏهن يهودي سوشل ڊيموڪريٽڪس طرفان روسي سوشل ڊيموڪريٽ پارٽي اندر هڪ جدا تنظيم تسليم ڪرڻ جي گهر ڪئي وئي هئي، يهودين جي تنظيم جو نالو هيو "يهودي سوشل ڊيموڪريٽ تنظيم" جيڪا روس جي اولهہ ۽ لٿوينيا ۾ گهڻو مضبوط هئي، جتي يهودي گهڻي انگ ۾ رهندا هئا. هن رڳو اڪيلي طور يهودي پورهيتن جي حقن جي ترجمان بنجڻ تي گهريو. هن اهو بہ چاهيو ٿي، تہ ان جي وجود کي ميڄتا ڏني وڃي. هي مطالبو لينن ۽ روسي مارڪسسٽن سختيءَ سان رد ڪري ڇڏيو جن جو اهو زور هيو تہ پورهيتن جي هڪ پارٽي ۽ هڪ ٽريڊ يونين هئڻ گهرجي. اڄ بہ اهو ئي موقف آهي، تہ پورهيتن جو سڀ ڪان وڏو هٿيار سندن ٻڌي ۽ اتحاد آهي، جنهن کي هر صورت ۾ قائم رهڻ ڏنو وڃي. اسان قوميت، نسل، ٻولي، مذهب يا ٻي ڪنهن نالي تي پورهيتن جي ورهاست جي سخت مخالفت آهيون، ٻين لفظن ۾ اسان طبقاتي مؤقف جي حق ۾ آهيون.

## يهودين جو مسئلو

جيڪي ماڻهو پورهيتن جي تحريڪ کي قوميت، نسل، يا جنس جي بنياد تي ورهائڻ جا حامي آهن، سنئين سڌي نڳي ۽ ڏيکاءُ واري جذباتيت سان پنهنجي ان موقف کي غريبن سان ناانصافي ۽ تشدد جي آڙ وٺي، اهو ثابت ڪرڻ گهرن ٿا، تہ ڪارا ۽ گورا، عورت ۽ مرد، ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ وغيره هڪ تنظيم ۾ متحد نٿا رهي سگهن ۽ انهن کي رنگ، نسل ۽ جنس جي بنياد تي ورهائڻ گهرن ٿا. اهي بيهوده دليل بالشوازم جي تاريخ اڳ ئي رد ڪري چڪي آهي. جيئن يهودي تنظيم بند ڏانهن لينن جي رويي مان ظاهر آهي، روس ۾ يهودين سان ڀيانڪ ظلم ۽ ستم ڪيا ويندا هئا. انهن سان غير برابري وارو سلوڪ رکيو ويندو هيو ۽ انهن کي الڳ الڳ آبادين ۾ رهڻ تي مجبور ڪيو ويندو هيو ۽ اڪثر ڪري انهن تي حملا ڪري کين رتوڇاڻ ڪيو ويندو هيو. انهن جي هڪ محدود تعداد

ڪي اسڪولن ۽ نوڪرين ۾ ڪنيو ويندو هيو. 1917ع تائين يهودين جي حقن کي محدود ڪرڻ لاءِ 650 قانون بنجي چڪا هئا. هي اقليتن تي ڏاڍ جو هڪ انتهائي مڪروهه ۽ پيانڪ مثال هيو.

لينن جي چوڻ مطابق پورهيتن جو اهو فرض آهي، تہ اهي پيٽي بورجوازي خلاف وڙهندا رهن. مطلب تہ سڀ پورهيت يعني اهي بہ جيڪي بدترين جبر جو شڪار آهن. ان سبب ڪري روسي سوشل ڊيموڪريٽ يهودي تنظيم جو هر مطالبو رد ڪري ڇڏيندا هئا. انهن جي گهر قبولڻ لاءِ اهو ڪو معقول يا مناسب سبب نہ هيو، تہ انهن تي بي حد ظلم ۽ تشدد ٿيندو رهيو آهي، انهن قومي ثقافتي خودمختياري جو مطالبو پيش ڪيو جيڪو آٽو باير ۽ آسٽريا ئي مارڪسسٽن جي پروگرام مان ورتو ويو هيو. آسٽريا يا هنگري ۾ رهندڙ يهودين جو اهو مطالبو ڪو گهڻو وزن رکندڙ نہ هيو پنهنجي پکڙيل آبادي جي سبب هو پنهنجي ڪنهن خاص علائقي جي نشاندهي ڪرڻ کان قاصر هيا. جيڪو ڪنهن قوم هجڻ جو پهريون شرط آهي، قومي ثقافتي خودمختياريءَ جي گهر انڪري ڪئي وئي هئي، تہ جيئن يهودي آبادي کي اسڪولن ۽ ٻين يهودي ادارن وٽ گڏ ڪيو وڃي، ٽراٽسڪي انهن کي يهودين جو رجعتي يوٽوپيا چوندو رهيو جنهن سان انهن کي، ٻي آباديءَ کان ڪٽجي ڪري اڪيلائي جو شڪار ٿي وڃڻو هيو جنهن سان نسلي ڇڪتاڻ ۽ جهيڙي جهٽي کي وڌي وڃڻو هيو.

يهودين وٽ نہ ڪو گڏيل علائقو ۽ نہ ٻولي هئي، روس ۽ اوڀر يورپ ۾ گهٽا يهودي عبراني ڳالهائيندا هئا. پر ڪيترائي يهودي وري ان ٻوليءَ کان اڻواقف هئا. سڌريل ملڪن ۾ رهندڙ يهودي انهن ملڪن جون ٻوليون ڳالهائيندا هئا، اسپين ۾ پيدائشي طور رهندڙ يهودي اتان نيڪالي ملڻ ۽ بحيره روم جي علائقي ۾ وڪرڻ باوجود، صدين تائين اسپيني ٻولي ڳالهائيندا رهيا، انهن کي جڏهن بہ موقعو مليو تہ ان ملڪ جي آبادي ۾ رلي ملي ويا، جنهن ۾ هنن کي رهڻ جو موقعو مليو ٿي. پر ڪيٿولڪ ڪليسا انهن کي ائين ڪرڻ کان روڪيندي رهي. انهن کي سماج ۾ زبردستي اڪيلائي ۽ تنهائي جو شڪار بنايو ويو هو. هو زمين جا مالڪ نہ بڻجي سگهندا هيا، ان محرومي کانپوءِ هو گذرسفر لاءِ جاگيرداراڻي سماج ۾ ٻيا ذريعا اختيار ڪرڻ تي مجبور ٿيا، جن ۾ واپار ۽ وياج تي قرض بہ شامل هيو ۽ پنتي پيل زار شاهي روس ۾ انهن جي جبري بيگانگي تہ رحم جي قابل هئي.

يهودين بابت ڪا چتي ڳالهہ ۽ انهن جي درجہ بندي ڪرڻ لينن لاءِ بہ مشڪل هيو هو انهن کي هڪ مظلوم ذات يا مذهبي اقليت سڏيندو رهيو جيئن هيٺئين پيراگراف مان ظاهر آهي.

"اها ڳالهہ سڀ کان مظلوم ۽ مجبور قوم يهودي تي لاڳو آهي، يهودي قومي ثقافت جو نعرو هٿندڙن ۾ انهن جا مذهبي رهنما ۽ سرمائيدار شامل آهن، هڪ اهڙو نعرو جيڪو اسان جي دشمنن جو نعرو آهي، پر يهودي ثقافت ۽انهن جي تاريخ ۾ ڪجهہ بيا بہ عنصر شامل آهن سڄي دنيا جي 15 لک يهودين مان اڌ کان وڌيڪ روس ۽ گليسيا جهڙن ڏتڙيل ۽ نيم وحشي ملڪن ۾ رهن ٿا. جيڪي زبردستي انهن کي اڇوتن جهڙي حالت ۾ رکن ٿا. باقي اڌ مهذب ملڪن ۾ رهن ٿا، جتي انهن سان ڪوبہ امتيازي سلوڪ نٿو ڪيو وڃي، اتي يهودي ثقافت گهٽي واڌ ويجهہ ڪئي آهي، جمهوري ۽ پورهيتن جي تحريڪ ۾ يهودين هر جاءِ پنهنجي آبادين جي تناسب کان تمام وڌيڪ حصو ڪنيو آهي."

(قومي سوال تي تنقيدي ريمارڪ جلد 20)

جيتوڻيڪ يهودي هڪ قوم جي زمري ۾ نٿا اچن ۽ نہ ئي لينن انهن کي هڪ قوم مڃيندو هيو. ان جي باوجود آڪٽوبر انقلاب کانپوءِ بالشويڪن انهن کي حق خوداراديت جي پيشڪش ڪئي ۽ هڪ علائقو ڏيڻ جو بہ چيو جتي هو پنهنجي مرضي مطابق لڏ پلاڻ ڪري سگهيا پئي. (بيري بائي جان جو علائقو) پر تمام تورن ماڻهن اوڏانهن وڃڻ چاهيو هو فلسطين ۾ پنهنجي رياست قائم ڪرڻ گهرن پيا.

هڪ اهڙي هنڌ جتي عرب هڪ هزار سال کان قابض هئا. ان سان وچ اوير ۾ خونريزي جو هڪ ڊگهو سلسلو شروع ٿي ويو. اسرائيل جي رياست جو قيام هڪ رجعتي فعل هيو جنهن جي مخالفت انوقت جي ڪميونسٽن ڪئي هئي، ٽراٽسڪيءَ بہ ان کي يهودين جي لاءِ هڪ بي رحم ڪوڙڪي (ڦندو) قرار ڏنو هيو. گذريل اڌ صدي جي تاريخ ان کي سچ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. ان جي باوجود اسرائيل بطور هڪ رياست طور قائم آهي، گهڙي جون سُيون پوئتي نہ ٽيون موٽائي سگهجن. هاڻي اسرائيل هڪ قوم آهي ۽ اسان ان کي ختم ڪرڻ جي گهر نٿا ڪري سگهون. باقي فلسطين جي قومي مسئلي جو حل فقط اهو آهي، تہ وچ اوير ۾ سوشلسٽ فيڊريشن قائم ڪئي وڃي، جنهن ۾ عرب ۽ اسرائيلي ملي ڪري مڪمل خودمختياريءَ سان زندهہ رهن ۽ هڪٻئي جي قومي حقن

جو پورو پورو احترام ڪن. روس ۾ صيهونيت جا حامي سدائين هڪ معمولي اقليت ۾ هئا. روس ۾ انقلابي تحريڪ جا تمام گهڻا ميمبر يهودي نسل سان تعلق رکندا هئا. هو چاهيندا هئا. تہ معاشري جي نئين سر جوڙجڪ ٿئي، جنهن تي انهن جي مستقبل جو دارومدار هيو اهو صحيح ثابت ٿيو. روس ۾ آڪٽوبر انقلاب ڪانپوءِ يهودين کي مڪمل آزادي ۽ هڪجهڙائي حاصل ٿي وئي، هو مطمئن هئا. ان لاءِ انهن سوويت يونين جي اندر هڪ الڳ ملڪ جي پيشڪش کي قبول نہ ڪيو هيو.

## خودارادیت

قومي سوال تي قومن جو حق خودارادیت مجڻ لينن لاءِ مرڪزي حيثيت وارو هيو اهو هر ڪوئي ڄاڻي ٿو پر جيئن هڪ دفعي هيگل چيو هيو تہ ڄاڻڻ جو مطلب سمجهي وٺڻ ضروري نہ آهي، لينن قومي سوال تي تمام گهڻو لکيو آهي، ۽ ان موضوع تي هن جون لکڻيون مارڪسي موقف رکن ٿيون. جن ۾ هن هر رخ تي جدلياتي انداز ۾ روشني وڌي آهي، پر موجوده دور جا ڪيترائي گروپ جيڪي لينن کي سمجهڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، ۽ پاڻ کي ان جو جانشين سمجهن ٿا. پر انهن جي لکڻين تي متاڇري نظر وجهڻ سان ئي پتو پوي ٿو تہ انهن لينن کي پڙهيو تہ آهي، پر سمجهيو ڪين آهي، خاص طور تي لينن جي حق خودارادیت متعلق لکڻين کي، بي شڪ قومي سوال تي اهي لينن جي سوچ جو هڪ اهم عنصر آهن، انهن کي اهڙي طرح پيش ڪيو ٿو وڃي جڻ تہ فقط اهو ئي هڪ سوال هيو جنهن ۾ لينن ڦاٿل رهيو.

اها ڳالهہ تہ لينن قومن جي خودارادیت جو بچاءُ ڪيو هيو هڪ مارڪسسٽ لاءِ ابتدائي سبق آهي ۽ هن ابتدائي سبق ڪانپوءِ ٻيا بہ ڪيترائي سبق هوندا آهن. جيڪو ٻار پهرئين ئي سبق تي اٽڪي بيهي رهي، تہ ان کي هوشيار ٻار تہ نٿو چئي سگهجي. جدليات هر ڳالهہ تي چئني پاسن کان روشني وجهي ٿي، ڪنهن منجهيل مسئلي تي هڪ ئي طريقي سان روشني وجهڻ ۽ ان جي ٻين پاسن کي ڇڏي ڏيڻ، اهو جدليات جو ٻاراڻو استعمال آهي. فلسفي جي تاريخ ۾ ان کي سو فسطائيت جو نالو ڏنو ٿو وڃي، منطق جي شعبي ۾ هي شيءَ تمام گهڻين غلطين جو سبب ٿي سگهي ٿي. سياست ۾ ۽ خاص ڪري وري قومي سوال جي سياست ۾ اهڙيون غلطيون رجعتي قومپرستيءَ جي بچاءُ ۽ سوشلزم کي ڦٽو ڪري

چڙهڻ جو باعث بڻجي ٿيون وڃن. قومي سوال بارودي سرنگهن سان ڀريل هڪ ميدان آهي، جنهن مان گذرڻ لاءِ فني اوزارن جي ضرورت هوندي آهي، طبقاتي پوزيشن تان هٽڻ سان ئي اوهان چڙ ته وڃائجي وڃو ٿا. اڄ جا ڪيترائي ماڻهو جيڪي لينن جي حق خودارادي جي بچاءُ جي حوالي سان ڪجهه چاڻن ٿا، اهي بلڪل لينن جي موقف جي ابتڙ آهن. لينن لکي ٿو:

"اسان هروڀرو به ننڍين قومن کي قائم رکڻ جي حق ۾ نه آهيون، جيڪڏهن ٻيون حالتون هڪجهڙيون آهن، ته اسان انهن کي هڪ مرڪز تي آڻڻ جي حق ۾ آهيون ۽ اسان متاچري ۽ تصوراتي وفاقيت جي مخالفت ۾ آهيون." (سوشلسٽ انقلاب ۽ قومن جو حق خورادايت جلد 22, 1916ع )

لينن هر معاملي ۾ ننڍين قومن جي حق خودارادي جي حق ۾ نه هيو ٻيون حالتون هڪ جهڙيون هئڻ جي صورت ۾ هو ننڍين وحدتن جي بدران وڏن قومي يونٽن کي ترجيح ڏيندو هيو ۽ جمهوري طريقي سان انهن کي هڪ مرڪز تي آڻڻ چاهيندو هو بجاءِ ان جي ته اهي ٽڙيل پکڙيل رهن، پر ٻيون حالتون هڪجهڙيون سدائين نه ٿيون رهن . هڪ قوم جو ٻي قوم تي جبر واري حالت ۾ پورهيتن تي اهو فرض ٿو ٿئي، ته اهي قومي جبر خلاف وڙهن ۽ قومن جي حق خودارادايت جو بچاءُ ڪن.

قومن جي حق خودارادايت هڪ جمهوري گهُر آهي ۽ مارڪسسٽ ان جي حمايت ڪن ٿا. جيئن اسان ڪنهن ٻئي جمهوري گهُرجي حمايت ڪندا آهيون. پر عام طور جمهوري گهُرجن جي حمايت مارڪسسٽن تي لازمي نه هوندي آهي. اهڙيون گهرجون سدائين پورهيت طبقي جي مفاد ۽ سوشلزم لاءِ جدوجهد جي تابع هئڻ گهرجي. جيئن لينن چيو آهي، ته "عملي طور پورهيت طبقو جمهوري مطالبن جي هيٺ رهي ڪري، پنهنجي جدوجهد جاري ۽ پنهنجي سياسي آزادي قائم رکي سگهي ٿو. اهڙن مطالبن ۾ سرمائيدارن جو تختو اونڌو ڪري، هڪ جمهوري رياست قائم ڪرڻ به شامل آهي." (Ibid)

اها ڪا نئين يا حيران ڪندڙ ڳالهه نه آهي. جمهوري گهُرجن تي اهو ئي مارڪسي موقف آهي. مثال: طلاق جو حق جمهوري گهُر آهي، جنهن جي اسان حمايت ڪريون ٿا. هي حق ڪهڙي شيءَ تي بڌل آهي، هن جو اهو مطلب آهي، ته هڪ مرد ۽ هڪ عورت جيستائين خوش آهن. ته گڏ رهي سگهن ٿا. پر جيڪڏهن انهن جا پاڻ ۾ تعلقات خراب ٿي وڃن ٿا. ته

اهي هڪٻئي کان الڳ ٿي وڃن، انهن کي ڪير زوريءَ گڏ رهائي نٿو سگهي يا وري اسان ٻار ڪيرائڻ جي ڳالهه ڪريون ٿا. اها ڪهڙي ڳالهه آهي؟ ٻار پيدا ڪرڻ يا نہ ڪرڻ هڪ عورت جو حق آهي، ڇو تہ هڪ عورت پنهنجو جسم ڪهڙي طرح استعمال ڪري ٿي، اهو ان جي مرضي تي ڇڏيل آهي. اسان انهن جمهوري گهُرن جي حمايت ڪريون ٿا. پر ڇا اسان طلاق ۽ ٻار ڪيرائڻ کي ڪا سني ڳالهه سمجهون ٿا؟ يا وري اسان ڪو ائين چيو آهي، تہ هر عورت کي ٻار ڪيرائڻ گهرجي يا هر پرڻيل جوڙي کي جدا ٿيڻ کپي. اها اجائي ڳالهه ٿيندي. طلاق يا ٻار ڪيرائڻ ڪا سني ڳالهه نہ آهي، پر ڪجهه اهڙين مخصوص حالتن ۾ هي ڪا گهٽي بري ڳالهه بہ نہ آهي. اسين طلاق ۽ ٻار ڪيرائڻ جي حمايت نٿا ڪريون. پر فقط طلاق ۽ ٻار ڪيرائڻ واري حق جي حمايت ڪريون ٿا. خودارادیت وارو حق بہ ائين آهي، خودارادیت واري حق جي حمايت ڪرڻ ۽ بذات خود ڌار ٿي وڃڻ ۾ وڏو فرق آهي، اهو فرق مارڪسي پاليسي ۽ وچولي طبقي جي قومپرستي ۾ فرق جي برابرآهي. لينن جو ذهن هن معاملي تي گهڻو واضح هيو. "مسٽر سيمڪو فسڪي جو خيال آهي، تہ الڳ رهڻ جي حق ۾ ووٽ ڏيڻ اسان تي فرض آهي، تہ جيئن خودارادیت واري حق تي آڱر نہ کڄي. اسان کي الڳ ٿيندڙ علائقي جي ان حق لاءِ ووٽ ڏيڻ گهرجي، تہ اهو فيصلو هو پاڻ ڪري." (لينن جي لکڻين جو مجموعو جلد 19)

اها قومي سوال جي مرڪزي ڳالهه آهي، لينن وٽ خودارادیت واري حق جو اهو مطلب هرگز ناهي، تہ ڌار ٿيڻ جي حق ۾ ووٽ وڌو وڃي، ان جو مطلب آهي، قومي جبر جي هر قسم جي مخالفت ڪرڻ ۽ ڪنهن بہ قوم کي ڪنهن ملڪ جي حدن اندر زبردستي سان روڪي رکڻ جي مخالفت ڪرڻ. انهي معاملي تي ماڻهن کي آزادي سان فيصلو ڪرڻ جو حق حاصل هئڻ گهرجي. هيءَ هڪ بنيادي جمهوري حق آهي، جنهن جو بالشويڪن دفاع ڪيو هو. تنهن هوندي بہ هن حق کي ڪڏهن بہ ڪا قطعي شيءَ يا آخري ڳالهه نہ سمجهيو ويو. اهو حق هميشہ طبقاتي جدوجهد ۽ عالمي انقلاب جي تابع رهيو آهي. لينن جي پاليسي ڌار ٿي رهڻ واري نہ، پر رضاڪاراڻي اتحاد تي ٻڌل هئي، خودارادیت واري حق جو نعرو عليحدگي پسندي جي حمايت بجاءِ عليحدگي پسندي جي خلاف جدوجهد جو هڪ لازمي حصو هو.

لينن پنهنجي ڳالهه وڌائيندي چئي ٿو "مسٽر سمڪو فسڪي جي

چواڻي خودراديت واري حق ڪي مجڻ جو مطلب اهو آهي، تہ اسين هاڻ مڪمل طور تي سرمائيداراڻي قومپرستي طرف اچي ويا آهيون. اها ٻاراڻي ڳالهہ آهي، خوداراديت واري حق ڪي مجڻ جو مطلب اهو ناهي، تہ اوهان عليحدگي پسندي خلاف پروپيگنڊا ۽ مظاهرا ڪرڻ ۽ سرمائيداراڻي قومپرستي ڪي پڌرو ڪرڻ واري حق کان پاڻ ڪي محروم ڪري ڇڏيو آهي. پر انهي ۾ بہ ڪو شڪ ناهي، تہ الڳ ٿيڻ واري حق کان انڪار جو مطلب عظيم روسي رجعتي قومپرستن جي هٿن ۾ کيڏڻ برابر آهي.

اسين هڪ نئون تازو مثال ٿا وٺون. ڪئناڊا جي صوبي ڪيوبڪ جي فرانسيسي آبادي قومي طور اهو محسوس ٿي ڪري، تہ ڪئناڊا انهن تي ظلم ڪري رهيو آهي. ڪيوبڪ قومپرست عليحدگيءَ جي لاءِ زور لڳائي رهيا آهن. هڪ مارڪسي انهن کي چوندو.

”ها اهو ٺيڪ آهي، تہ اوهان حق خوداراديت جو حق رکون ٿا. اسان بہ ان ڳُهر ۾ اوهان سان گڏ آهيون. پر اسان جي خيال ۾ ڪيوبڪ جي عليحدگي اوهان لاءِ توڙي ڪئناڊا لاءِ هاڃيڪار آهي. جيڪڏهن ريفرينڊم ٿئي ٿو تہ اسان يقينن عليحدگي جي خلاف ووٽ ڏينداسين. اسان هڪ سوشلسٽ ڪئناڊا ۾ سوشلسٽ ڪيوبڪ جي حق ۾ آهيون. جنهن ۾ قومي حقن کي پوري عزت ڏني وڃي، اهو ئي ان مسئلي جو حل بہ آهي ۽ لينن جو بہ قومي مسئلي تي اهو ئي موقف آهي.

لينن حق خوداراديت کي هر مرض جي دوا نہ سمجهندو هيو تہ ان کي جڏهن بہ جن بہ حالتن ۾ چاهيو استعمال ڪري ڇڏيو. اهو چرپائپ وارو طريقو بعد ۾ انهن ماڻهن اختيار ڪيو جيڪي مارڪسزم ۽ لينن ازم جي نالي تي مسئلن جي حقيقي نوعيت کي سمجهڻ کان بغير رڳو حوالن کان ڪم وٺندا هئا. لينن حق خوداراديت کي زمان ۽ مڪان کان ٻاهر ڪا حتمي شيءَ نہ سمجهندو هيو پر اهو پورهيت طبقي جي اقتدار حاصل ڪرڻ واري جدوجهد جو حصو هيو ۽ مڪمل طور تي ان جدوجهد جي ماتحت هيو. اسٽالن جو لکيل مضمون ”قومي سوال ۽ مارڪسزم“ جيڪو حقيقت ۾ لينن جي هدايتن پٽاندڙ لکيل آهي. جيڪو هن موضوع تي ان جي خيالن جي پوري ترجماني ڪري ٿو. تنهن ۾ اها وضاحت هيئنئن ڪري بيان ٿيل آهي.

”هڪ قوم کي حق حاصل آهي، تہ هو خودمختيار طريقي سان پنهنجي زندگي گذاري ۽ هو الڳ رهڻ جو حق بہ رکي ٿي، پر ان جو اهو

مطلب ڪڍهن بہ نہ آهي، تہ ان لاءِ هر حالت ۾ ائين ڪرڻ ضروري آهي ۽ هو اهو سوچي تہ عليحدگي يا خودمختياري هڪ قوم لاءِ سدائين فائدي واري آهي، يعني آبادي جي گهڻائيءَ لاءِ جيڪي پورهيت آهن“ پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي لينن وڌيڪ چئي ٿو ”پر پورهيتن لاءِ سڀ کان وڌيڪ سٺو حل ڪهڙو آهي؟ خودمختياري، ڪنفيڊريشن يا عليحدگي؟

هي سڀ اهڙا مسئلا آهن، جن جو مدار انهن تاريخي حالتن تي آهي، جن ۾ ڪا قوم رهي ٿي، ان ڪان بہ اهو تہ هر شيءَ وانگر حالتون بہ بدلجنديون رهن ٿيون، هڪ قسم جي حالتن ۾ جيڪو فيصلو صحيح هوندو آهي، اهو بين حالتن ۾ غلط بہ ثابت ٿيندو آهي.

اهو بلڪل صحيح آهي، تہ حق خودارادیت جي مطالبي تي مارڪسست اڳواٽ ئي ڪو موقف اختيار نہ ڪندا آهن، اهو هر قوم جي حالتن تي مدار رکي ٿو. ان ڪان سواءِ اهو بہ ڏسڻو پوندو تہ پورهيتن جي مفاد ۽ عالمي سوشلسٽ انقلاب سان ان جو ڪهڙو رشتو آهي، لينن سدائين ان موقف جو رهيو. ”قومن جو حق خوداختياري“ ۾ هو لکي ٿو. ”انهن سيني ڳالهين ۽ نوس حالتن کي سامهون رکڻ بغير ڪنهن بہ ملڪ جو مارڪسسٽ ڪوبہ قومي پروگرام ناهي ٺٽو سگهي.“

(لينن مجموعي تصنيف جلد 20)

پولش سوشل ڊيموڪريٽن خلاف دليل ڏيندي، جيڪي قومي سوال تي انتهائي ڪابي ڌر جو موقف رکندا هئا ۽ اصولي طور حق خودارادیت جا منڪر هئا، لينن بين ڳالهين کانسواءِ هي بہ چيو هيو تہ سوشل ڊيموڪريسي جو اهو فرض نہ آهي، تہ هو حق خودارادیت جي هر جدوجهد جي حمايت ڪن، عام نقطي نظر سان هي دليل نلهو نظر تو اچي، ڇو تہ اهو غير منطقي آهي، پهرين ڳالهہ اها آهي، تہ ڪابہ اهڙي جمهوري گهر نہ آهي ۽ نہ ئي ٿي سگهي ٿي. جنهن سان ڪابہ خرابي پيدا نہ ٿيندي هجي. جيستائين ڪا خاص گهُر، عام گهُر جي ماتحت نہ هجي. اسان ڪنهن اهڙي گهُر جا پابند نہ آهيون، جيڪا ڪنهن قومي آزادي يا ڪنهن جمهوريہ يا مذهب خلاف ڪنهن تحريڪ جي باعث وجود ۾ اچي.

(لينن گڏيل لکڻيون جلد 20)

هڪ صورت اهڙي بہ آهي، جتي لينن واضح ڪري ٿو تہ اوهان قومن جي حق خودارادیت جي حمايت نہ ڪريو، جنهن سان پورهيت جنگ جي گهيري ۾ اچي وڃن. بالشويڪ قومي جدوجهد جي حمايت

حالتن جو جائزو وٺڻ بعد ڪندا هئا، ۽ لينن هر معاملي ۾ هن سوال کي تنگ نظر قومپرستي جي نقطہ نظر سان نہ، پر عالمي انقلاب جي نظر سان ڏسندو هيو. جولاءِ 1916ع ۾ لينن پولينڊ جي ماڻهن کي خبردار ڪيو هيو تہ اهي قومي آزادي جي جدوجهد شروع نہ ڪن. هن ٻڌايو تہ انهن جي جدوجهد روس ۽ جرمنيءَ ۾ انقلاب جي امڪانن سان ڳنڍيل هئي، هن لکيو "اوڙي پاڙي جي پاڙيسري سامراجي طاقتن جي موجودگي ۾ پولينڊ جي آزادي جو سوال اٿارڻ هڪ خيالي جنت جو پيڇو ڪرڻ هوندو. تنگ نظر قومپرستيءَ ۾ ڪرڻ ۽ اهو وساري ويهڻ، تہ يورپ منجهہ يا ڏهٽ ۾ گهٽ روس ۽ جرمني ۾ انقلاب پهريون ضروري بنياد ٻڌجي وڃي ٿو. اها جدوجهد اسان لاءِ بيحد هاڃيڪار ٿيندي.

(حق خودداراديت تي بحث جلد 22 صفحہ 350)

ان وقت جي حالتن هيٺ لينن پولينڊ جي عوام کي چيو تہ اهي پنهنجي حق خوداراديت کي روس ۽ جرمني ۾ انقلاب جي امڪانن جي حوالي سان ڏسن. اڳتي هلي لينن جو چوڻ صحيح ثابت ٿيو. روسي انقلاب ڪانپوءِ پولينڊ جي آزاد رياست ٺهڻ جو موقعو آيو. جڏهن تہ هن سلسلي ۾ پولش عوام جي پنهنجي هر ڪوشش بربادي‌ءَ تي پئي ختم ٿي، "خيالي جنت جو پيڇو" ۽ "تنگ نظر قومپرستيءَ ۾ ڪرڻ" مان لينن جي اها ئي مراد هئي، لينن انهن کي ڪيڏي نہ نرالي نصيحت ڪئي هئي، خوداراديت جي بنياد تي يوگوسلاويا کي ٽوڙڻ جي وڪالت ڪندڙن لينن جي پوزيشن کي ڪيڏو نہ بگاڙي پيش ڪيو هيو اهو بہ خيالي جنت جو پيڇو ۽ تنگ نظر قومپرستيءَ ۾ ڪرڻ جو هڪ ٻيو مثال آهي.

## لينن ۽ عمليت

مارڪسزم جي وچولي طبقي وارن نقادن جو جيڪي قومپرستيءَ جي دلالي ۾ ڦاسي چڪا آهن، هڪ عام خيال آهي، تہ اهي خيالي جنت بنائڻ جو مهڻو هڻندا رهن ٿا. هو چون ٿا. "اوهان ماڻهو خيالي پلاءُ پچائيندا رهو ٿا. سوشلسٽ فيڊريشن جو خيال قابل عمل نہ آهي. اسان کي هاڻي جو هاڻي ڪجهہ ڪرڻ کپي." ان قسم جون ٻيون ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. لينن اهڙين ڳالهين جو تمام سهڻي نموني جواب ڏنو آهي. هو لکي ٿو:

"قومي سوال ڪهڙي قسم جي عمليت جو گهرجائو آهي" هو پڇي ٿو ۽ پاڻ ئي جواب ڏئي ٿو يا تہ سڀني قومي خواهشن جي حمايت ڪريو

يا وري هر قوم جي عليحدگي پسندي جو جواب "ها" يا "نہ" ۾ ڏيو. يا وري سمورا قومي مطالبا قابل عمل هوندا آهن. اسان هاڻ عمليت جي تنهي مطالبن جي ممڪن معنائن جي ڇنڊڇاڻ ڪريون ٿا. سرمائيدار جيڪي هر قومي تحريڪ جي موقعي تي بطور اڳواڻ سامهون اچن ٿا. انهن جو چوڻ آهي، تہ سيني قومي خواهشن جي حمايت قابل عمل آهي، پر قومي سوال تي پورهيتن جي پاليسي سيني بين مسئلن وانگر هڪ خاص رخ ۾ سرمائيدارن جي حمايت ڪري ٿي، پر ڪڏهن بہ سرمائيدارن جي پاليسي سان پوري طرح نهڪي نہ ٿي اچي. پورهيت طبقو رڳو امن جي خاطر سرمائيدارن جي حمايت ڪري ٿو پر اهي سرمائيدار امن ڪڏهن بہ حاصل نہ ڪري سگهندا آهن. هي مقصد صرف مڪمل جمهوريت سان ئي حاصل ڪر سگهجي ٿو. پورهيت طبقي جي سرمائيدارن لاءِ حمايت هڪجهڙن حقن ۽ طبقاتي جدوجهد جي لاءِ بهترين حالتون پيدا ڪرڻ لاءِ هوندي آهي. تنهن ڪري اها ڳالهہ سرمائيدران جي عمليت خلاف وڃي ٿي، تہ پورهيت طبقو قومي سوال تي پنهنجا اصول اڳتي وڌائي پورهيت طبقو سرمائيدارن جي مشروط حمايت ڪندو آهي. قومي معاملن تي سرمائيدارن جي هميشہ اها ڪوشش هوندي آهي، تہ هو پنهنجي طبقي لاءِ وڌ کان وڌ رعايتون ۽ خاص فائدا حاصل ڪري، ان کي هو عمليت چون ٿا. پورهيت طبقو اهڙين سيني رعايتن ۽ خاص شين جي خلاف هوندو آهي، ان کان اها گهر ڪرڻ، تہ هو بہ عمليت پسند ٿي وڃي، سرمائيدارن جي پنيان هلڻ ۽ موقعي پرست ٿي وڃڻ آهي.

(قومن جي حق خودارادیت جلد 20 صفحہ 10_409)

1914ع ۾ جڏهن لينن هي سٽون لکيون هيون، تہ ان وقت ان کي روس ۾ سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب جا امڪان نظر اچي رهيا هئا. بالشويڪ سرمائيداراڻي جمهوري ڪيمپ جي انتهائي کابي ڌر جي حيثيت ۾ وڌي رهيا هئا. انهن جو مقصد هيو تہ پورهيتن جي اڳواڻي هيٺ عوام کي متحرڪ ڪيو وڃي، پورهيت طبقي کي اقتدار منتقل ڪرڻ لاءِ نہ. (لينن ان نتيجي تي 1917ع ۾ پهتو هيو) پر روس ۾ انتهائي ريڊيڪل قسم جي سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب آڻڻ لاءِ تہ جيئن سرمائيداري جي ترقي ۽ طبقاتي جدوجهد جي لاءِ وڌيڪ سازگار حالتون پيدا ڪري سگهجن. لينن جو جوڙيل تناظر اتي ئي ختم نٿو ٿئي، ان ڏسي ڇڏيو هيو، تہ روس ۾ هڪ ڪامياب جمهوري انقلاب اولهہ يورپ ۾

سوشلسٽ انقلاب لاءِ اتساهه جو باعث بڻبو، جنهن سان يورپ ۽ روس جا پورهيت متحد ٿي ڪري سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب کي هڪ سوشلسٽ انقلاب ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا. پر انقلاب جا فوري فرض سرمائيداراڻي جمهوري نوعيت جا هئا، جنهن ۾ سڀ کان پهريان زرعي انقلاب ۽ قومي سوال هئا.

سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب جا آثار نظر اچڻ باوجود لينن سرمائيدارن کان پورهيت طبقي جي مڪمل آزاديءَ تي زور ڀريندو رهيو. قومي سوال تي پورهيتن کي قومپرست سرمائيدارن کان پوري طرح آزاد هئڻ گهرجي. انهن کي قومي جبر خلاف وڙهڻ گهرجي. پر اها ويڙهه انهن جي پنهنجي جهنڊي هيٺ پنهنجي پاليسين ۽ طريقن سان هئڻ گهرجي. جڏهن قومي بورجوازي ڪنهن ظالم خلاف ڪو قدم کڻي، ته پورهيت طبقن کي ان جي حمايت ضرور ڪرڻ گهرجي، پر هي حمايت انتهائي مشروط هئڻ گهرجي، ۽ اهو ڪنهن کي ڪڏهن به نه سوچڻ گهرجي، ته پورهيت طبقو هر صورت ۾ حمايت ڪرڻ جو پابند آهي. لينن قومي سرمائيدارن جي خودغرضي، مڪاري، لالچ ۽ رجعتي لاڙن کان خبردار ڪيو هيو ۽ پورهيتن کي چيو هيو ته اهي "اتحاد" لاءِ انهن جي قومپرستاڻي لفاظي واري نڳي ۾ نه اچن.

قومي سوال تي مارڪسي موقف خلاف سرمائيدارن ۽ وچولي طبقي جي قومپرستن جو هميشه هڪ ئي دليل رهيو آهي، ته سوشلزم ۽ طبقاتي جدوجهد ته هڪ تمام وڏي خوش فهمي آهي. اسان کي ته هينئر قومي جبر کي منهن ڏيڻ پوي ٿو. ان لاءِ سان کي فوري نوعيت جي مسئلن جي حل لاءِ قدم کڻڻ کپي. لينن هن تنگ نظريءَ جو اڳ ۾ ئي جواب ڏئي ڇڏيو آهي.

"ڪنهن قوم جي عليحدگيءَ جي حق جو جواب "ها" يا "نه" ۾ ڏيڻ ظاهري طرح ته وڏو عملي ڪم آهي، حقيقت ۾ هي هڪ وڏي واهيات شيءَ آهي. نظريي ۾ اها مابعد الطبعياتي شيءَ آهي، عملي طور پرولتاريا (پورهيتن) جي مفادن کي بورجوازيءَ جي مفادن جي تابع ڪري ڇڏي ٿي. بورجوازي (سرمائيدار) سدائين قومي مطالبن کي پهرين قطار ۾ رکندا آهن ۽ هو انهن کي چٽي طرح اڳيان آڻين ٿا. پر پورهيتن لاءِ اهي مطالبا طبقاتي جدوجهد جي تابع هوندا آهن." (Ibid)

"هڪ مظلوم قوم جو بورجوازي (سرمائيدار) طبقو پنهنجي

خواهشن جي پورائي لاءِ پورهيت طبقي جي غير مشروط مدد گهرندو ۽ چوندو ته هن جا مطالبا بلڪل اهم ۽ عمل لائق آهن. سڀ کان وڌيڪ عملي طريقو اهو آهي، ته سندس هر ڳالهه تي رضامندي ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪا قوم ڌار ٿيڻ گهري، ته "ها" ۾ جواب ڏنو وڃي.

پورهيت طبقو اهڙي قسم جي عمليت جي خلاف آهي. هي سيني قومي رياستن جي هڪ جهڙن حقن کي ميچتا ڏئي ٿو. هي سيني قومن جي پورهيتن جي اتحاد کي سڀ کان وڌيڪ اهميت ڏئي ٿو ۽ پورهيتن جي طبقاتي جدوجهد جي نقطئه نظر سان هر قومي گهُر ۽ خواهش کي ڏسي ٿو." (Ibid)

مٿين سٽن مان اهو بلڪل چٽو آهي، ته لينن اهو ڪڏهن به نٿي چاهيو ته پورهيت حق خوداراديت جي هر مطالبي جي حمايت ڪري. هو پورهيتن کي چوندو هيو ته هو سرمائيدار قومپرستن جي مجبور ڪرڻ تي به قومپرستن جي حمايت نه ڪن. جيڪڏهن اهي قومي طور تي مظلوم ماڻهن سان همدردي جي نالي تي به ائين ڪرڻ جو چون، ته به انهن جي ڏوڪي ۾ ناهي اچڻو. چو ته قومي سوال هميشه پورهيتن جي عام مفادن ۽ طبقاتي جدوجهد جي تابع هوندو آهي ۽ اهو ته خوداراديت تي فقط ان وقت ڪو قطعي موقف اختيار ڪرڻ گهرجي، جڏهن اها پرولتاريا (پورهيتن) ۽ سوشلزم جي جدوجهد کي اڳتي آڻي، ٻي صورت ۾ ان کي رد ڪرڻ گهرجي.

وقت گذرڻ سان گڏوگڏ قومي سوال تي لينن جو نقطه نظر ارتقا ڪندو ويو. جيئن روسي انقلاب جي بابت هن جي رويي ۾ تبديلي ايندي وئي هئي. فيبروري انقلاب کانپوءِ لينن پنهنجي ان موقف تان هٽ ڪٽي ويو، ته روسي انقلاب "بورجوا جمهوري" هوندو. هو ٽراٽسڪي واري موقف جي حق ۾ هليو ويو. ٽراٽسڪيءَ چيو هو ته "جيتوڻيڪ روسي انقلاب پنهنجي ڪردار جي حوالي سان بورجوا (سرمائيداراڻو) جمهوري هوندو پر انقلاب جي اڳواڻي مزدور طبقو غريب هاريءَ جي ساٿ سان ڪندو. روسي بورجوازي، ڪو ڪردار ادا ڪرڻ کان ڏٺل آهي- چو ته هوءَ تاريخ جي منظر تي دير سان ظاهر ٿي آهي، اهڙين حالتن ۾ بورجوا جمهوري انقلاب جا فرض اقتدار سنڀالڻ کانپوءِ پورهيت طبقو ئي ادا ڪندو پر هي هارين ۽ مزدورن جي جمهوري آمريت نه هوندي. پر پورهيتن جي قيادت ۾ حقيقي جمهوريت هوندي. هي پيش منظر آڪٽوبر 1917ع ۾ عملي صورت ۾ اڀري سامهون آيو ان کان پهريائين به جيئن اسان ڏسي چڪا آهيون، ته لينن،

ڪڏهن بہ قومي بورجوازيءَ جي وڪالت نہ ڪئي هئي، فقط خاص حالتن ۾ ان جي ٿوري گهٽي مشروط حمايت جو اشارو ڏنو هيو. هو هميشہ ان ضرورت تي ڌيان ڏيندو رهيو تہ پرولتاريا (پورهيت طبقو) پنهنجي آزادي کي نام نهاد ترقي پسند بورجوازيءَ (سرمائيدارن) جي اثرن کان بچائي رکي. فيبروري 1917ع ڪانپوءِ هنن کي اهو معلوم ٿي چڪو هيو تہ روس جهڙي پٺتي پيل ۽ نيم بينڪيتي ملڪ ۾ نام نهاد قومي بورجوازي ڪو ترقي پسنداڻو ڪردار ادا نٿي ڪري سگهي ۽ نہ ئي ان ۾ ايتري اهليت آهي، ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ٻي ڪانگريس ۾ لينن تمام واضح انداز ۾ قومي بورجوازيءَ ڏانهن پنهنجي رويي ۾ تبديلي آندي هئي، ان ڪانپوءِ هن هي موقف اختيار ڪيو تہ بينڪيتي ملڪن ۾ قومي بورجوازي ڪوبہ ترقي پسنداڻو ڪردار ادا ڪرڻ جي اهل نہ هوندي آهي. بعد جي تاريخ ثابت ڪري ڏيکاريو تہ هن سوال تي سندس مؤقف درست هيو.

باب پنجون

# آڪٽوبر انقلاب ڪانپوءِ قومي سوال

جمهوريت جا مختلف مطالبا جن ۾ خودارادیت بہ شامل آهي، ڪي قطعي مطالبا نہ هوندا آهن. لينن لکيو آهي تہ "توڙي جو هي عام جمهوري (هاڻ عام سوشلسٽ) عالمي تحريڪ جو خاص حصو هوندا آهن. ڪنهن انفرادي معاملي ۾ هڪ جذبو پنهنجي ڪل جي نفي ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن ائين ٿئي ٿو تہ ان کي رد ڪيو وڃي ٿو. اهو ممڪن آهي، تہ ڪنهن هڪ ملڪ ۾ ريپبليڪن تحريڪ ٻين ملڪن جي اشرافيہ جي سازشن ۽ مالي مدد سان هلائي ويندڙ ڪا سازش هجي. جيڪڏهن ائين آهي، تہ اسان کي ڪڏهن بہ ان جي حمايت نہ ڪرڻ گهرجي." هي لينن جا لفظ آهن. هو وڌيڪ لکي ٿو "پر بين الاقوامي سوشل ڊيموڪريسي جي پروگرام مان اهڙي مطالبي کي ان طرح سان ميسارڻ سڌي سنئين حماقت هوندي." (خورادیت تي بحث. گڏيل لکڻيون جلد 22)

هنن ڳالهين مان پتو پوي ٿو تہ حق خودارادیت هڪ واڌو گهر آهي. ڇا پورهيتن کي حق خودارادیت جي حمايت ڪرڻ گهرجي؟ ان جو داورمدار هر معاملي ۾ مخصوص حالتن تي هوندو آهي. هي هڪ وڏو ۽ وسيع سوال آهي. ان تي ڪو اهڙو موقف نہ ٿو رکي سگهجي، جيڪو هر معاملي تي لاڳو ٿي سگهي. لينن ڪڏهن بہ اهڙو موقف اختيار نہ ڪيو هيو. هر معاملي جي چنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي، تہ ڇا ترقي پسنداڻو ۽ ڇا رجعتي آهي. ان ۾ فرق ڳولڻو پوندو. نہ تہ اوهان انتشار جو شڪار ٿي ويندؤ. 1917ع ۾ لينن جو موقف بلڪل درست ثابت ٿيو هيو روس ۾ قومي سوال بورجوازيءَ (سرمائيدارن) نہ پر سوشلسٽ انقلاب حل ڪيو هو. هيءَ هڪ حقيقت آهي، جيڪا بالشوازم کي گاريون ڏيندڙ ڪڏهن بہ نہ مڃيندا. جيڪي ماڻهو قومي سوال تي مارڪسي موقف کي سمجهڻ گهرن ٿا. انهن

لاءِ هي وڏي اهميت واري ڳالهہ آهي.

لينن جي اڳڪٿي موجب پولينڊ جي عوام کي روسي انقلاب ڪانپوءِ آزادي ملي هئي. آڪٽوبر انقلاب پولينڊ جي آزادي جون حالتون پيدا ڪيون هيون. پولينڊ جي سوشلسٽ پارٽي جي ساڄي ڌر کي حڪومت ملي وئي. جنهن ان کي جلد ئي پولش بورجوازي (سرمائيدارن) جي حوالي ڪري ڇڏيو. پولش بورجوازيءَ برطانيہ ۽ فرانس جي هُشيءَ تي 1920ع ۾ روس خلاف اعلان جنگ ڪري ڏنو. بالشويڪن رجعت پسند پولش بورجوازيءَ جي خلاف پنهنجو دفاع ڪيو. نہ رڳو اهو پر اهي جنگ کي پولينڊ جي اندر بہ وٺي ويا، ڇا اهو پولينڊ جي حق خودمختياريءَ جي ابتڙ نہ هيو. لينن ان جو جواب ان کان اڳ خودارادیت تي بحث دوران 1916ع ۾ هنن لفظن ۾ ڏنو هيو.

"جيڪڏهن صورتحال ڪنهن اهڙي شڪل ۾ پاڻ کي وري پيهر ورجائي، جيئن بين الاقوامي سياست ۾ زار روس کي غلبو حاصل هيو. جيئن مارڪس کي بہ منهن ڏيٽو پيو هيو تہ ڪجهہ قومون سوشلسٽ انقلاب شروع ڪري ڏين (جيئن هڪ بورجوا جمهوري انقلاب 1848ع ۾ شروع ڪيو ويو هيو) ۽ ٻيون قومون بورجوا رجعت پسندي جون سرواڻ بڻجي وڃن، تہ پوءِ بورجوا رجعت پسندي خلاف هڪ انقلابي ويڙهہ شروع ڪرڻي پوندي. انهن کي ڪچلڻو پوندو پلي پوءِ انهن جي اندر ننڍيون ننڍيون قومي تحريڪون ڇو نہ اپري پون."

انهن سٽن مان خودارادیت جي متعلق لينن جي رويي جي خبر پوي ٿي. قومي سوال جنهن ۾ خودارادیت بہ شامل آهي، هميشہ پرولتاريا (پورهيت طبقي) جي عام مفاد ۽ عالمي انقلاب جي تابع هوندو آهي. مظلوم ماڻهن جي قومي آزادي واري جدوجهد جو مزدور طبقو ان حد تائين حمايت ڪري، تہ اهي سامراجيت خلاف ٿي وڃن. اهڙي صورت ۾ قومي تحريڪ هارين وانگي پورهيتن جي ساٿاري بڻجي سگهي ٿي، پر جڏهن اهڙين تحريڪن جو رخ انقلابن جي خلاف هجي ۽ ننڍيون قومون سامراج ۽ رجعتي قوتن جي هٿن ۾ انقلاب خلاف بطور هٿيار استعمال ٿي رهيون هجن، تہ پورهيتن جي تحريڪن جو رويو دشمناڻو هوندو پوءِ اهڙين تحريڪن خلاف جنگ جاري ڪري سگهجي ٿي. لينن جي لفظن مان اها ڳالهہ بلڪل چٽي آهي.

قومي سوال تي بالشويڪ پروگرام ان نيت سان پڌرو ڪيو ويو هيو

تہ سيني قومن جي پورهيتن ۽ هارين کي متحد ڪري انقلاب ذريعي روس ۾ زار شاهيءَ جو تختو اونڌو ڪيو ويو. اقتدار تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ انهن مظلوم قومن کي حق خودارادي جي پيشڪش ڪئي وئي هئي، پر ماڻهن جي وڏي انگ گڏ رهڻ ۽ رضاڪارانہ طور سوويت فيڊريشن ۾ شرڪت کي ترجيح ڏني. اهو صحيح آهي، تہ پولينڊ ۽ فن لينڊ جدا ٿي ويا هئا ۽ انهن رجعتي آمريتون قائم ڪيون هيون، جيڪي سوويت اقتدار جي خلاف هيون. يوڪرين جرمني جي ڪنٽرول ۾ هليو ويو هيو. بالشويڪن پولينڊ ۽ فن لينڊ سان هٿ چراند نہ ڪئي هئي. ان جو سبب حق خودارادي نہ هيو. پر ان لاءِ جو فوجي لحاظ کان ايترو تہ ڪمزور هئا جو هو ائين ڪري نہ سگهيا. اڳتي هلي انهن پولينڊ يوڪرائن ۽ جارجيا ۾ مداخلت ڪئي هئي.

آڪٽوبر انقلاب کانپوءِ گهڻن موقعن تي بالشويڪ حڪومت کي رجعتي قومپرست تحريڪن خلاف ويڙهہ ڪرڻي پئي، مثال طور آرمينيا جي دشناڪ ۽ يوڪرين جي راڊا تحريڪن خلاف جيڪي غير ملڪي سامراجين جي چرچ تي سوويت جمهوريت ۾ مداخلت جي خاطر شروع ڪيون ويون هيون. 1920ع ۾ لينن پولينڊ خلاف انقلابي جنگ جي حمايت ۾ هيو پر ٽراٽسڪي اهڙي جنگ جي خلاف هيو اصولن جي بنياد تي نہ ۽ نہ ئي پولش خودارادي جي سبب، پر عملي سببن ڪري، ڇو تہ پولش حڪومت نہ رڳو فرانسيسي ۽ برطانوي سامراج جي ڪٺ پتلي جي طور ڪم ڪري رهي هئي، جيڪي ان کي روس خلاف جارحيت تي اڀاري رهيا هئا، جن پٺيان انهن جا ارادا لڪل هئا.

جڏهن آڪٽوبر انقلاب کانپوءِ فن لينڊ جي بورجوازي پنهنجي رجعت پسندانڻي وجود طور روس کان الڳ ٿي، تہ بالشويڪن مداخلت جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي، پر اها ڳالهہ ان وقت سوويت حڪومت جي ڪمزوري جو اهڃاڻ هئي، جيڪا ڪيترن محاذن تي زندگي ۽ موت جي ويڙهہ وڙهي رهي هئي. ٽراٽسڪي جي ذمي سرخ فوج جي نئين سر تنظيم سازي ڪرڻ هيو جيڪا تمام بري حالت ۾ هئي، فن لينڊ ۾ بروجوا قومپرست ۽ پورهيتن درميان هڪ خوني گهرو ويڙهہ ڇڙي وئي، جيڪڏهن بالشويڪن وٽ سرخ فوج هجي ها تہ اهي فن لينڊ جي رد انقلابي قومي بورجوازي خلاف فن لينڊ جي مزدورن جي حمايت ۾ مداخلت ضروري ڪن ها. ان وقت روس طرفان ڪنهن مداخلت جي اميد نہ هئي، پر هن

ڳالهہ جو حق خودارادیت سان ڪوبہ واسطو نہ هيو ڇو تہ لينن ڪيئي ڀيرا اها ڳالهہ ورجائي چڪو هيو تہ هي ڳالهہ عالمي پرولتاري (پورهيت) انقلاب جو فقط ننڍڙو حصو هئي.

1922ع ۾ ٽراٽسڪي پنهنجي ڪتاب سوشل ڊيموڪريسي ۽ مداخلت جي جنگ (جنهن ڪي سرخ ۽ سفيد جي وچ ۾ بہ چيو وڃي ٿو) ۾ لکيو هيو تہ اڄ جي سماج ۾ معاشي ترقي جو ڪردار وڏو مرڪزي آهي. سرمائيداري طوفان عالمي معيشيت ۾ هڪ اهم ڪردار ادا ڪرڻ جي خواهش سامراج کي جنم ڏئي ٿي، سيني طاقتور سامراجي ملڪن ڏسي ڇڏيو آهي، تہ قومي معيشيت جي سوڙهين حدن ۾ هنن جي واڌ ويجهہ مشڪل آهي. ان لاءِ اهي نيون منڊيون ڳولي رهيا آهن. عالمي معيشيت جي هڪ هٽي انهن جو وڏو مقصد آهي."

اسان جو بنيادي ڪم اهو آهي، تہ دنيا جي مختلف معاشي نظامن جي وچ ۾ ويجهو رابطو پيدا ڪريون، ۽ سموري انسانيت لاءِ ڪم ڪريون، تہ جيئن عالمي پيماني تي منظم پيداوار جي راهہ سڌي ٿي سگهي. سوشلزم جو اهو ئي ڪم آهي، سوشلسٽ معاشي اڏاوت جي اتحاد پيدا ڪندڙ لاڙن ۾ خودارادیت جو اصول ڪا رنڊڪ پيدا ڪونہ ٿو ڪري. پر تاريخي ارتقا جي عمل ۾ جمهوريت جي هٽ هيٺ رهي ٿو. ڪنهن انقلاب کان بغير سوشلسٽ مرڪزيت سامراجي مرڪزيت جي جڳهہ نٿي والاري سگهي. مظلوم قومن کي هٿ پير سڌا ڪرڻ جو موقعو ملڻ گهرجي. جيڪي سرمائيداريءَ جي جڪڙ ۾ بيحال ٿي چڪيون آهن.

"پورهيت طبقي جو انقلاب اهو نٿو ڪري، تہ اهو مشيني انداز ۾ قومي خاصيتن کي خارج ڪري يا زوريءَ انهن کي گڏي. مختلف قوميتن جي ادب، ٻولي، تعليم ۽ ثقافت ۾ مداخلت پورهيت انقلاب جو ڪم نہ آهي، ان جا ٻيا بہ ڪم هوندا آهن. جيڪي دانشورن جي پيشوراڻين دلچسپين ۽ مزدور طبقي جي قومي مفاد کان مختلف هوندا آهن. هڪ ڪامياب سماجي انقلاب سيني قومي گروپن کي پوري آزادي ڏئي ٿو تہ اهي قومي ثقافت جي سيني مسئلن جو حل پاڻ ڳولهين. سماجي انقلاب جو هڪ ئي ڪم هوندو آهي، اهو آهي، مسئلي جو حل. ان لاءِ ڪنهن قوم جي تاريخي، فطرتي ۽ فني حالتن کي سمجهڻ جي بيحد ضرورت هوندي آهي، قومي ۽ اقتصادي ضرورتن ۾ لاڳاپي لاءِ سوويت فيڊريشن بهترين لچڪدار ۽ سازگار رياستي شڪل پيش ڪري ٿي."

"ٻي انٽرنيشنل جا سياستدان پنهنجي ملڪن جي بورجوا (سرمائيدار) سرپرستن جي سرپرستيءَ ۾ وڏي ٺوڪ واري انداز ۾ اسان تي ڪلن ٿا. ته اسان قومي حق خودارديت جي حق کي مڃي ورتو آهي. اسان عوام کي ٻڌايون ٿا. ته ان جي تاريخي اهميت بلڪل محدود آهي ۽ اها پورهيت انقلاب جي مفادن کان اتم ڪڏهن به نٿي ٿي سگهي."

## لينن ۽ عظيم روسي قومپرستي

لينن کي روس جي قومي روايتن، تاريخ، ادب ۽ ثقافت جي سمجهه ۽ ان سان اُنس هيو. هڪ بين الاقواميت پسند هجڻ جي باوجود ان جون پاڙون روسي زندگي ۽ ثقافت ۾ کتل هيون، پر هن ڪڏهن به روسي شائونزم سان رعايت نه ڪئي. جنهن خلاف هو سڄي زندگي جدوجهد ڪندو رهيو. پورهيت طبقي جي فتح جو اهو مقصد بلڪل نه هيو ته ڪيئي سال پراڻن تعصبن ۽ ذهني عادتن کي هڪدم بدلايو وڃي يا روايتون هوا ۾ اڏامي وڃن. جيڪي بقول مارڪس جي انساني شعور تي هڪ جبل وانگي وزن رکيو ويٺيون آهن. استحصال پسندن جي حڪومت ختم ڪرڻ ۽ پيداواري ذريعن کي قومي تحويل ۾ وٺڻ سان عورتن ۽ مردن جا ذهن راتو رات نه بدلجندا. پراڻي نظام جا داغ ۽ بداعماليون سماج جي منهن تي نه پر ذهن تي به نقش رهن ٿا.

اڳوڻن ظالم ۽ مظلوم قومن، عورتن ۽ مردن وچ ۾ حقيقي انساني لاڳاپن جي جوڙجڪ لاءِ هڪ عرصو گهربل هوندو آهي، جنهن جي ڊيگهه جو مدار ان ڳالهه تي هوندو آهي، ته پيداواري طاقتن جي ترقي جي سطح ڪيتري آهي، ڪم ڪار جا وقت ڪيترا ڊگها آهن ۽ عوام جو ثقافتي معيار ڪيترو اوچو آهي، سوشلزم ۽ سرمائيداري وچ ۾ عبوري عرصي جو اهو ئي مطلب آهي، روس جي معاملي ۾ جتي انتهائي پٺتي پيل حالتن سبب انقلاب بلڪل ڪتجي ويو هيو، سوويت حڪومت کي بي شمار مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو. ان جو قومي سوال تي سڌو سنئون اثر پوندو هيو. پهرين عالمي جنگ جي موقعي تي لينن لکيو هيو.

"اجا به گهڻي وقت تائين پرولتاري جمهوريت ۾ عظيم روسي هارين جي قومپرستي جو سڌ ٻڌبو رهبو (ان کي رعايت ڏيڻ لاءِ نه. پر ان جو مقابلو ڪرڻ لاءِ) ان سان روسي پرولتاريا (پورهيتن) جو ڪم ڀيٽو تي ويندو. عظيم روسي قومپرستي سميت هر قسم جي قومپرستيءَ جو مقابلو

ڪرڻ ۽ ان ڪانسواءِ سڀني قومن جي حقن کي برابر سمجهڻ ۽ وري قومن جي خوداراديت واري حق جو بہ خيال رکڻ ۽ ان سان گڏوگڏ روسي پرولتاريا جو اهو بہ ڪم آهي، تہ اها سڀني قومن جي قومپرستيءَ جي خلاف ڪامياب جدوجهد جاري رکي ۽ ان پرولتاري جدوجهد ۾ اتحاد برقرار رکي ۽ ان جدوجهد سان واڳيل سڀني پرولتاري تنظيمن کي هڪٻئي ۾ ملائي ڪري، هڪ بين الاقوامي ايسوسيئيشن بنائي ۽ بورجوازيءَ (سرمائيدارن) جي طرفان جدا قومي سجاڳپ جي ڪوشش تي ڪڙي نظر رکي.

سڀني قوميتن لاءِ هڪجهڙا حق بشمول حق خوراديت ۽ سڀي دنيا جي پورهيتن جو اتحاد، اهو ئي مارڪسزم جو قومي مسئلي جي باري ۾ پروگرام آهي. اهو ئي روس ۽ سڄي دنيا جو تجربو آهي، جيڪو هو عالمي پورهيت طبقي کي سيکارين ٿا.“ (لينن جي لکڻين جو مجموعو جلد 20)

لينن سدائين قومي مسئلي کي منهن ڏينديي، ڏاڍو حساس رويو رکيو بالشويڪن زار شاهي رياست، ۾ موجود ڏاڍ جي شڪار قوميتن جي حوالي ڪان پنهنجون سڀ ڏميواريون پوريون ڪيون. شروع ڪان ئي (رشيا Russia) لفظ کي ختم ڪيو ويو ۽ بالشويڪن فقط مزدور رياست جو لفظ استعمال ڪيو اڳتي هلي سوويت ريپبلڪ جي هڪ يونين قائم ڪرڻ لاءِ تحريڪ جي شروعات تي جيڪا ظاهر آهي، هڪ رضاڪاراڻي فيڊريشن جي قيام لاءِ هئي، جيڪا آڪٽوبر انقلاب کانپوءِ فوري طور تي قائم ٿي. لينن هن مسئلي تي ڏاڍو محتاط هيو تہ ڪٿي غير روسي قوميتن ۾ اهو تاثر نہ اڀري، تہ بالشويڪ نئين نالي هيٺ زار شاهاڻي رياست سان ملندڙ جلندڙ رياست قائم ڪري رهيا آهن. هن صبر ۽ بردباري جي خواهش ڏيکاري. جيتوڻيڪ استالن جيڪو هڪ جارجين هئڻ جي ناتي قوميتن جو وزير بڻيو ڪجهہ ٻيا خيال رکندو هيو هتي اها هڪ ٺوس حقيقت آهي، تہ ننڍين قومن سان تعلق رکندڙ ماڻهو جڏهن وڏي (جارح) اڳرائي پسند مزاج جي قوميت واري حڪومت جي اندر اهم عهدن تائين پهچن ٿا، تہ اهي بدترين شڪل ۾ وڏي طاقت جا قومي شائونسٽ بڻجي وڃن ٿا. انهي جي ڪري نيپولن جيڪو هڪ ڪارسيڪن هيو جنوني انداز ۾ فرانسيسي مرڪزيت جو علمبردار بڻيو.

استالن جيڪو روسي آفيسر شاهي جو ڪمدار هيو سو ڪٽر روسي قومپرست بڻجي ويو. ان جي باوجود تہ هو ٺٺل ٺٺل روسي ٻولي ڳالهائيندو هيو ۽ ان جو لهجو نج جارجين هيو. 1921ع ۾ لينن جي

اعتراض باوجود اسٽالن جارجيا تي چڙهائي ڪري ڏني، جيڪا گهڻ ۾ گهٽ ڪاغذي بنياد تي هڪ خودمختيار رياست هئي.

انهي ڪارروائي کي مڪمل ڪري لينن کي اها ئي پوزيشن قبول ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو پر هن انتهائي احتياط کان ڪم وٺڻ جو چيو هيو ۽ جارجيا جي مسئلي کي بيحد نازڪ ۽ حساس قرار ڏنو ته جيئن ان ۾ روسي اڳرائي جو ڪو شڪ پيدا نه ٿئي، جارجيا ان وقت گهڻي پاڳي هارين ۽ وچولي طبقي تي مشتمل آبادي جي رياست هيو ۽ منشويڪن جي هٿ هيٺ هيو. لينن مصالحتي رويي جو حامي هيو ته جيئن جارجيا جي عوام جو اعتماد حاصل ڪيو وڃي. هو قومن وچ ۾ برادراڻي واسطن کي وڏي اهميت ڏيندو هيو ۽ ڪنهن فيڊريشن ۾ رياست جي رضاڪاراڻي طور شموليت کي اوليت ڏيندو هيو. ان جي ابتڙ اسٽالن هر قيمت تي ٽرانس ڪاڪيشن فيڊريشن يوڪرائن ايس ايس آر ۽ بائلوريشن ايس ايس آر سان گڏ روسي سوشلسٽ فيڊريشن قائم ڪرڻ جي حق ۾ هيو جڏهن اسٽالن جي تجويز جو ڊرافٽ مرڪزي ڪميٽي جي اجلاس ۾ پيش ڪيو ويو، ته لينن ان تي سخت تنقيد ڪئي ۽ هڪ متبادل حل پيش ڪيو. جيڪو اسٽالن جي تجويز جي ابتڙ هيو. هن فيڊريشن جي رضاڪاراڻي ۽ برابريءَ واري حقيقت تي زور ڏنو. هن چيو ته اسان پاڻ کي، يوڪرائني ايس ايس آر ۽ ٻين جي برابر سمجهون ٿا.

(قومي پاليسي جو سوال ۽ پرولتاري بين الاقواميت لينن صفحه 223)

ان دوران پارٽي قيادت کان ڳجهي نموني اسٽالن اردزوني ڪدزي (اسٽالن وانگي روسي اثر وارو جارجي) ۽ ڊرزسڪي (پولش) جهڙن پنهنجن ڀالڪن جي مدد سان بغاوت ڪرائي وڌي. هن لينن جي مشوري خلاف جارجيا جي منشويڪن کي ٻاهر ڪڍي ڦٽو ڪيو ۽ جڏهن جارجيائي بالشويڪن ان تي اعتراض واريو ته انهن کي سختي سان هڪ طرف هٽايو ويو. اسٽالن ۽ ان جي ساٿين سموري تنقيد کي رد ڪري ڇڏيو ٻين لفظن ۾ لينن جارجيا جي باري ۾ جيڪو ڪجهه به چيو اسٽالن بلڪل ان جي ابتڙ ڪيو. اسٽالن ۽ هن جي حوارين جارجيا جي بالشويڪن کي گهٽ وڌ ڳالهايو ايتري تائين جو جسماني تشدد تائين به پهچي ويا. اردزوني ڪدزي پاڻ هڪ جارجين بالشويڪ تي هٿ کنيو. لينن کي ان وقت بيماري بيحال ڪري رکيو هيو. جڏهن کيس انهن جي رويي جي خبر پئي، ته کيس دلي صدمو پهتو. هن پنهنجي سيڪريٽري کان ڪيترائي خط

لڪرايا. جنهن ۾ هن اسٽالن جي رويي جي انتهائي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي ۽ ڪيس گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ اڙدزوني ڪدزي جي لاءِ تہ سخت سزا جو بہ مطالبو ڪيو. 25_24 ڊسمبر 1922 تي لکيل لکٽين ۾ لينن اسٽالن کي هڪ حقيقي ۽ سچو "قومي سوشلسٽ" ۽ "بيهودو روسي پاڏو" سڏيو هيو چاڪاڻ تہ هو بيهودي انداز ۾ "عظيم روس" جو حامي هيو.

(لينن جي وصيعت 46 صفحو)

هن وڌيڪ چيو تہ "مون کي ڪامريڊ ڊرزسنڪي بابت شڪ آهي، تہ هو ڪوهہ ڪاف ۾ نيشنل سوشلسٽن جي "ڏوهہ" جي جاچ پڙتال ڪرڻ ويو هو ۽ هن پنهنجي خاص روسي ذهني سانچي جي سبب پاڻ کي ممتاز بڻايو (اها هڪ عام ڄاڻ آهي، تہ ٻين قومن جا ماڻهو جيڪي هاڻ روسي تي چڪا آهن. هڪ خاص ذهني سانچي ۾ تبديل ٿي چڪا آهن) ۽ سندس پوري وفد جي غير جانبداري تي اردزوني ڪدزي جي هٿ چراند جي گهري ڇاپ هئي. (لينن)

لينن هن واقعي جو ذميوار اسٽالن کي سڏيو ۽ چيو تہ منهنجو خيال ۾ هتي اسٽالن جي تڪڙ ۽ خالص انتقامي رويي سان گڏوگڏ قومپرستي انتهائي زهريلو ڪردار نڀايو آهي، عام طور تي سياست ۾ حسد ۽ ساڙ ناڪاري بنياد جو ڪم ڪري ٿو. (لينن گڏيل لکٽيون جلد نمبر 36 صفحو 606)

لينن جارجيا ۾ اسٽالن جي رويي کي سڌو سنئون خوفناڪ پسماندگي جي اثر هيٺ ۽ سوويت رياستي مشينري جي ڪامورا شاهي زوال پذيري جي مسئلي سان ڳنڍيو. هُن خاص ڪري اسٽالن جي تڪڙ جي مذمت ڪئي، جيڪا هو مختلف ماڻهن ۽ انهن جي خواهش ۽ مرضي جي پرواهہ ڪرڻ کانسواءِ، انهن کي سوويت ريپبلڪ سان ملائڻ جي لاءِ ڪندو هيو. گڏيل رياستن جي مشينري جي ضرورت واري دليل کي لينن سختي سان رد ڪيو ان جي وضاحت ڳريل سڙيل روسي شائونزم جي حوالي سان ڪئي. "جنهن جو ظهور ڪامورا شاهي مان ٿي رهيو هيو جيڪا وڏي تعداد ۾ انقلاب کي زار جي طرفان ورثي ۾ ملي هئي."

"چيو وڃي ٿو تہ اسان کي گڏيل رياستي مشينري جي ضرورت آهي، اهڙي مشينري جي ضرورت ڪٿان کان محسوس ڪرائي وئي، ڇا هي ساڳيو پراڻو روسي اوزار نہ آهي؟ جيڪو ٻيهر پنهنجي ضرورت محسوس ڪرائي رهيو هيو ۽ جنهن جو ذڪر مان پنهنجي ڊائري جي پراڻن پنن ۾ ڪئي ڪري چڪو آهيان. جنهن کي اسان زار شاهي کان ورتو هيو ۽ هاڻ

انهي کي ٽوڙڻو سوويت جو تيل ڦهڪيو ويو آهي."

انهي ۾ ڪو شڪ ناهي، ته هن قدم کي ان وقت تائين رهڻ ڏنو وڃي ها، جيستائين اسان اهو چوڻ جي قابل نه بڻجي وڃون ها، ته هي اسان جو پنهنجو اوزار آهي، جنهن کي اسان هينئر پنهنجو سڏي رهيا آهيون، حقيقت ۾ اهو اسان جو ته نه آهي، هي بورجوازي (سرمائيدارن) ۽ ڪامورا شاهي جو آهي. گذريل پنجن سالن کان اسان بين ملڪن جي مدد کان بغير هن کان پاند آجو نه ڪري سگهيا آهيون ۽ ان جو اهو سبب به آهي، ته اسان دشمنن ۽ ڏڪار سان وڙهي رهيا هئاسون."

"اها فطري ڳالهه آهي، ته اهڙين حالتن ۾ يونين کان نڪرڻ جي آزادي جنهن جي ذريعي اسان پاڻ کي صحيح ثابت ڪندا آهيون، رڳو ڪاغذ جو ٽڪرو ثابت ٿيندو. ان جو مطلب اهو ٿيندو ته اسان غير روسين کي طاقتور روسين کان بچائڻ ۾ ناڪام ويا آهيون. عظيم روسي جيڪو بدمعاش ظالم آهي، هڪ روسي ڪامورو ائين ئي ڏنو ويو آهي، ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي، ته خود سوويت مزدورن جو ڪجهه انگ هن عظيم روسي شائونزم جي لهر ۾ ٽپو ڏيندي، ائين ٻڏي ويندو. جيئن کير ۾ مکيون ٻڏي وينديون آهن."

(قوميتن جو سوال يا خودختياري لينن مجموعي تصنيف جلد 36 صفحو 605)

جارجيا جي معاملي کان پوءِ لينن پارٽي جي جنرل سيڪريٽري جي عهدي تان استالن کي لاهڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش شروع ڪري ڏني. استالن هي عهدو 1922ع ۾ سوريدولوف جي وفات کان پوءِ سنڀاليو هيو. لينن کي اهو خطرو هو ته قيادت ۾ کلي ڏڦيڙ سان ڪٿي پارٽي طبقاتي بنيادن تي انتشار جو شڪار نه بڻجي وڃي، تنهن ڪري هن پنهنجي جدوجهد پارٽي قيادت تائين محدود رکي، لکڻين ۽ اندروني ڳالهين کي ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو. لينن ڳجهي نموني سان جارجيا جي بالشويڪن ۽ لينسٽن کي لکيو ته هو استالن خلاف انهن سان گڏ آهي، (ان جي نقل ڪاپي ترانسڪي ۽ ڪامينيف کي موڪلي) ڇو ته بيماري جي سبب لينن وڌيڪ ڊڪ ڊوڙ نه پئي ڪري سگهيو. هن ترانسڪي کي لکيو ته هو جارجيا معاملو مرڪزي ڪاميٽي ۾ پيش ڪري. استالن جي خلاف لينن جي لڙائي جا ثبوت ڪيترن ئي ڏهاڪن تائين ماسڪو ۾ لڪائي رکيا ويا. لينن جي آخري لکڻين کي روس ۽ بين الاقوامي طور تي ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبرن کان لڪائي رکيو ويو. لينن جي زال جي احتجاج جي باوجود پارٽي

ڪانگريس جي نالي لينن جو آخري خط پڙهيو نہ ويو ۽ ان کي 1956ع تائين تالي ۾ بند رکيو ويو پوءِ خروشيف ايند ڪمپنيءَ اهو خط ڇپرايو. ڇپجندڙ مواد ۾ اهي خط بہ هيا. جيڪي لينن جارجيا ۽ قومي سوال تي لکيا هيا. اهڙي طرح بالشوازم ۽ پرولتاري بين الاقواميت متعلق لينن جي حقيقي پاليسين ۽ جدوجهد کي قلف ۾ قابو ڪري بند رکيو ويو.

## هڪ ملڪ ۾ سوشلزم

قومپرستي ۽ مارڪسزم گڏوگڏ نہ ٿا هلي سگهن. پر اسٽالنزم ۽ قومپرستي هر لحاظ کان پاڻ ۾ ملن جلن ٿا. اسٽالنزم جي نظريي جي مرڪز ۾ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جو خيال نظر اچي ٿو. هي مارڪسزم مخالف خيال مارڪس ۽ لينن جي ذهن ۾ اچي ئي نہ پيو سگهي. 1924ع تائين اسٽالن لينن جي بين الاقواميت جي موقف جي حمايت ڪندو رهيو. ساڳي سال فيبروري ۾ اسٽالن پنهنجي مضمون "لينن ازم جا بنياد" ۾ لينن جا سوشلزم جي تعبير جي باري ۾ خيال ۽ نظريا هيٺين لفظن ۾ بيان ڪري ٿو.

"بورجوازي (سرمائيدارن) جو تختو اونڌو ڪرڻ ۽ هڪ ملڪ ۾ پرولتاري (پورهيت طبقي جي) حڪومت قائم ٿيڻ جو اهو مطلب ڪڍهن بہ ڪونهي، تہ سوشلزم جي مڪمل فتح ٿي وئي آهي، بلڪ سوشلزم جو وڏو ڪم سوشلسٽ پيداوار جي تنظيم ڪرڻ، هاڻ اسان جي اڳيان آهي. ڇا هي ڪم مڪمل ٿي ويندو؟ ڇا ترقي يافتہ ملڪن جي پرولتاريا جي گڏيل جدوجهد کان سواءِ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي مڪمل فتح حاصل ڪري سگهجي ٿي؟ نہ ائين ممڪن نہ آهي. بورجوازي جو تختو اونڌو ڪرڻ ۾ هڪ ملڪ جي ڪوشش ڪافي آهي. اسان جي انقلاب جي تاريخ ان جي شاهد آهي. انڪري سوشلزم جي آخري فتح جي لاءِ سوشلسٽ پيداوار جي تنظيم جي لاءِ هڪ ملڪ اهو بہ پنهنجي پيل ۽ ڳوٺاڻو ملڪ جيئن روس آهي، جي جدوجهد ڪافي نہ آهي. ان جي لاءِ ڪجهہ ترقي ڪيل ملڪن جي پرولتاريا جون ڪوششون ضروري آهن" پرولتاري، انقلاب جي باري ۾ لينن جي نظريي جون مجموعي خاصيتون اهي ئي آهن. 1924ع جي شروعات تائين ان سلسلي ۾ ڪوبہ ڦڏو نہ هيو تہ "پرولتاري انقلاب جي ليننني نظريي جون مکيہ خاصيتون" اهي ئي آهن. لينن 1905ع کان وٺي سوين ڀيرا هن ڳالهہ کي

پنهنجي تقريرين ۽ تحريرن ۾ ورجائي چڪو هيو پر ان جي باوجود 1924ع جي خاتمي کان پهريائين اسٽالن جي ڪتاب تي نظرثاني تي چڪي هئي ۽ هڪ بلڪل ابتڙ ڳالهه ان جي جاءِ تي رکي وئي. نومبر 1926ع ڌاري اسٽالن اها متضاد ڳالهه وڏي دعويٰ سان چئي رهيو هو. تہ "پارٽي سدائين ان ڳالهہ کي شروعاتي نقطو بنايو آهي، تہ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي فتح ممڪن آهي، ۽ هي فرض هڪ ملڪ جون قوتون بہ سرانجام ڏئي سگهن ٿيون." هي سٽون لينن جي پرولتاري بين الاقواميت جي بلڪل برعڪس آهن. لينن جي زندگيءَ ۾ اسٽالن پنهنجي زبان مان ڪڏهن بہ اهڙي ڳالهہ نہ ٿي ڪڍي سگهيو. شروع ۾ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جو نظريو ابرندڙ ڪامورا شاهيءَ جي موڊ جي عڪاسي ڪري رهيو هيو انهن آڪٽوبر انقلاب مان فائدو ورتو هيو ۽ هاڻي اهي ان انقلابي طوفان ۽ دٻاءَ جي خاتمي جا خواهشمند هيا. هي آڪٽوبر انقلاب جي خلاف پيٽي بورجوا (وچولي طبقي جي) رجعت پسندن جو نظرياتي اظهار هيو. هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي جهنڊي هيٺ اسٽالنسٽ ڪامورا شاهيءَ بالشوازم خلاف هڪ طرفي گهرو لڙائي جي بازار کي گرم رکيو. جنهن جي نتيجي ۾ لينن جي پارٽيءَ کي تباهہ ڪيو ويو ۽ هڪ ديو هيڪل آمراڻي حڪومت جي جوڙجڪ ڪئي وئي.

بالشويڪ پارٽيءَ جي هڏن تي تعمير ٿيندڙ حڪومتي نظام نيٺ انقلاب جي هر هڪ نقش ۽ نشانيءَ کي مٽائي ڇڏيو. پر اها ڳالهہ پهريان کان ئي ظاهر نہ هئي. روسي انقلاب کان پوءِ ڪميونسٽ انٽرنيشنل هڪ دفعو ٻيهر قومي سوال تي درست موقف جو بچاءُ ڪيو. پر اسٽالنزم جي واڌ ويجهہ ۽ ٽئين انٽرنيشنل جي زوال سبب سيئي بنيادي تصور ڪٽي گم ٿي ويا. غير ملڪي ڪميونسٽن جي قيادت انڌن وانگي ماسڪو مان ملندڙ هدايتن تي عمل ڪندي رهي. ڪا آزاد پوزيشن اختيار ڪندڙن کي پارٽيءَ مان نيڪالي ڏني ويندي هئي. ڪمنٽرن (ڪميونسٽ انٽرنيشنل) کي عالمي پورهيت انقلاب جي اوزار بجاءِ اسٽالن جي پرڏيهي پاليسيءَ جو اوزار بڻايو ويو. جڏهن ڪمنٽرن ان جي ڪنهن ڪم جي نہ رهي، تہ اسٽالن نهايت نفرت سان ڪانگريس جو اجلاس سڏائڻ کانسواءِ ان کي 1943ع ۾ ڊاهي پٽ ڪيو

رڳو هڪ ماڻهو اهڙو هيو جنهن وقت کان اڳ ئي اها اڳ ڪٿي ڪئي هئي، تہ هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جو نظريو اٽڙ طور ڪيڏانهن وٺي

ويندو. 1928ع ۾ ئي ٽراٽسڪيءَ خبردار ڪيو هيو تہ جيڪڏهن ڪمنٽرن اهو نظريو اختيار ڪيو تہ ان سان لازمي طور هڪ اهڙي عمل جي شروعات ٿيندي، جنهن سان سموري دنيا جون ڪميونسٽ پارٽيون قومي اصلاح پسندي جي بنيادن تي زوال پذير ٿي وينديون، اهي حڪومت ۾ هجن، چاهي نہ هجن. ٽراٽسڪي جي اها ڳالهہ درست ثابت ٿي ۽ ٽن ڏهاڪن کان پوءِ سوويت يونين ۽ ڪمنٽرن ڪندرن ۾ تبديل ٿي چڪيون آهن ۽ ڪميونسٽ پارٽين کي ڪو عرصو گذريو جو ڪنهن حقيقي لينسنٽ پاليسيءَ جي باري ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ بہ ڇڏي چڪا آهن.

## ٽراٽسڪي ۽ يوڪرائن جو مسئلو

لينن وانگي ٽراٽسڪي وٽ پڻ حق خودارادیت جي حمايت جو مسئلو هڪ اهم سوال هيو. ان جي حل جو دارومدار عالمي انقلاب ۽ پرولتاريا (پورهيتن) جي مفادن تي هيو. 1930ع جي ڏهاڪي ۾ يوڪرائن جي باري ۾ ٽراٽسڪيءَ جو رويو ان طريقہ ڪار جو هڪ عمدو مثال آهي. يوڪرائن جي باري ۾ استالنسٽ ڪامورا شاهي جي غلط روين انهن دوستاڻي رشتن کي نقصان پهچايو جيڪي آڪٽوبر انقلاب کان پوءِ روس ۽ يوڪرين جي وچ ۾ قائم ٿيا هيا. جارجيا وانگي يوڪرين بہ هڪ زرعي ملڪ هيو جنهن جي گهڻي ڀاڱي آبادي هارين تي ٻڌل هئي. يوڪرين هڪ وڏو ملڪ هيو جنهن جي ايراضي ۽ آبادي فرانس جيتري هئي. ان سبب هي بالشويڪن جي لاءِ حڪمت عملي جي حوالي کان نهايت اهم هيو. يوڪرين ۾ انقلاب جي ڪاميابي، انقلاب کي پولينڊ، بلقان ۽ سڀ کان وڌيڪ جرمنيءَ تائين ڦهلائڻ لاءِ ضروري هئي. جنوري 1919ع ۾ يوڪرين سوويت ريپبلڪ جي صدر ڪرسچن راڪوفسڪيءَ چيو تہ ”يوڪرين سوشلزم جي حوالي کان نهايت اهم آهي. هڪ انقلابي يوڪرين جي جوڙجڪ سان بلقان ۾ انقلاب کي شهہ ملندي ۽ جرمن پرولتاريا کي عالمي سامراج ۽ ڏڪار کان بچاءَ جو سهارو ملندو. عالمي انقلاب ۾ يوڪرين جو انقلاب هڪ فيصلائتي عمل جي حيثيت رکي ٿو.“
(ڪرسچن راڪوفسڪي، چونڊ لکڻيون صفحہ 24)

يوڪرين ۾ سوويت اقتدار قائم ڪرڻ ۾ ڪجهہ ڏکيائي سامهون آئي، هي رڳو جزوي طور ٻاهرين مداخلت جو نتيجو هئي. سڀ کان وڏي ڏکيائي هارين جي گهٽائي هئي. جنهن کي وري قومي مسئلي هيڪاندو

وڏيڪ بگاڙي ڇڏيو. يوڪريني ٻولي روسي ٻولي سان ملندڙ جلندڙ آهي ۽ ٻنهي ملڪن جي صدين تي مشتمل گڏيل تاريخ آهي. (ڪيف پراڻي روس جي گادي وارو هنڌ به رهيو آهي) ان باوجود به يوڪريني هڪ الڳ قوم آهن. جنهن جي پنهنجي ٻولي ثقافت ۽ قومي سڃاڻپ آهي. جيتوڻيڪ عظيم روسي ان کي مڃتا نه ڏين ۽ روايتي طور يوڪرينن کي ”ننڍا روسي“ جي نالي سان پڪارين ٿا.

يوڪرين ۾ قومي ورهاست وڏي حد تائين يوڪريني سماج جي طبقاتي ورهاست سان پيٽ يا هڪجهڙائي رکي پيئي. آبادي جي 80 سيڪڙو حصي تي ٻڌل هاري جيڪڏهن يوڪريني ڳالهائيندا هئا، ته وري شهري آباديءَ گهٽي ڀاڱي روسين تي مشتمل هئي. اهڙي طرح بالشويڪن وٽ شهرن ۾ هڪ مضبوط بنياد موجود هيو. پر هو ڳوٺاڻن علائقن ۾ نه هئڻ جي برابر هئا. هن مسئلي جي حل تي يوڪريني انقلاب جي قسمت جو دارومدار هيو. بالشويڪن جي ڪمزوري اها هئي، ته اهي هڪ ”يهودي ۽ روسي پارٽي“ پئي نظر آيا. تنهن هوندي به جڏهن انقلاب يوڪرين ۾ پاڙون هنيون، ته هارين اندر اڻتر طور هڪ طبقاتي ورهاست وجود ۾ آئي. ان جي عڪاسي يوڪرين جي پراڻي روايتي قومپرست تنظيمن جي ٻيج ڏاهه ۾ ٽيڙ لڳي. اهم ترين تبديلي بروٽيسٽ جي کاٻي ڌر جو انقلاب هيو. جيڪي حقيقت ۾ روس جي کاٻي ڌر جي سوشل انقلابين جو يوڪريني متبادل هئا. گهرو لڙائي ۾ بروٽيسٽ بالشويڪن سان ملي ڪري (سفيد رجعتين) پتليورا خلاف وڙهيا. يوڪريني بالشويڪن جي شڪ شبهن باوجود لينن جو زور هيو ته اهي بروٽيسٽ سان اتحاد ڪري وٺن. تمام گهٽين ڏکيائن کان پوءِ بروٽيسٽ نيٺ ڪميونسٽ پارٽي ۾ ضم ٿيا. اهڙي طرح ڀڃريون پيرو پارٽيءَ کي هارين ۾ وسيع بنياد ملي ويا ۽ اها ڳالهه يوڪرين ۾ انقلاب جي لاءِ فيصلائتي هئي.

اهو سچ آهي، ته ان کان پوءِ به يوڪريني پارٽي ۾ قومپرستي واري سوچ جي ڪري ڪيترائي مسئلا سامهون آيا، پر انهن تي صبر، سڪون ۽ هوشياريءَ سان قابو پاتو ويو. جيڪا هميشه کان قومي مسئلي جي سلسلي ۾ لينن ۽ ٽراٽسڪي جي پاليسين جو اهم حصو هئي، پر پوءِ اسٽالن جي عروج ۽ سوويت رياست جي ڪامورا شاهي زوال يوڪرين ۾ بيچينيءَ کي هوا ڏني.

1923ع جي ٻارهين ڪانگريس ۾ عظيم روسي قومپرستي ۽ وڌندڙ

ڪامورا شاهي لاڙن جي خلاف جدوجهد جي اڳواڻي راڪوفسڪيءَ ڪئي، ڪانگريس جي موقعي تي پنهنجي جرئتمندانڻي تقرير ۾ راڪوفسڪيءَ مسئلي جي بنيادن جي نشاندهي ڪئي. هن جو نقطي نظر لينن جي پنهنجي نقطه نظر جهڙو عڪس هيو. ان چيو "اسٽالن رڳو وضاحت جي چاڻنٽ تي بيٺو آهي، هڪ ٻي ۽ اهم وضاحت اها آهي، ته هڪ بنيادي تضاد موجود آهي، جنهن ۾ هڪ طرف اسان جي پارٽي ۽ پروگرام آهي ۽ ٻئي طرف رياستي مشينري آهي. هي هڪ وڏو مرڪزي ۽ قطعي سوال آهي." (Ibid P: 33)

هو وڌيڪ لکي ٿو "اسان جي مرڪزي اقتداري ماٺهن سولائي جي سبب پوري ملڪ جي انتظاميه جو جائزو وٺڻ شروع ڪيو آهي. ويهن جمهوريتن جو انتظام هلائڻ ته واقعي ٿڪائيندڙ ڪم آهي. جيڪڏهن اهي سڀ متحد ٿين، ته ڪيڏي نه سهولت ٿي پوي، آفيسرشاهي جي نقطي نظر سان ڪم آسان ۽ وٺندڙ ٿي پوندو." (Ibid)

ڪامورا شاهي جي هڪ نئين مراعتون ماڻيندڙ اشرافيه جي هٿن ۾ طاقت جي گڏ ٿيڻ سان، سوويت يونين ۾ قومي سوال تي تباهي آڻيندڙ اثر پيا. ڪامورا شاهي جي جبري طور گڏيل پوکي راهي واري مهم جي سبب رياستن جي زبردستي اتحاد جي پوائنٽن نتيجن، سموري سوويت يونين کي پنهنجي وڪڙ ۾ آڻي ڇڏيو ۽ سڀ کان وڌيڪ ان جو اثر يوڪرين ۾ ظاهر ٿيو. اسٽالن سڀ کان پهريائين يوڪرين ۾ پنهنجي مخالفن کي ستم جو نشانو بنايو. جنهن جو اثر يوڪرين جي ڪميونسٽ پارٽيءَ تي پيو. 1933 کان 1936ع جي وچ واري عرصي ۾ اسٽالن يوڪريني پارٽيءَ کي تباهه ڪيو. 1933ع جي سال ۾ اڌ کان وڌيڪ سيڪريٽرين کي نيڪالي ڏني وئي، انهن ۾ اڪثريت لينن جي حمايت ڪندڙن جي هئي. اسٽالن جي هن قدم تي دلي صدمي پهچڻ ڪري ڪامريڊ سڪراپنڪ احتجاج طور خودڪشي ڪئي، هي پهريون ڌڪ هيو. 1938ع ۾ ماسڪو جي علائقي جي اڌ کان وڌيڪ سيڪريٽرين ۽ ٻين عهديدارن کي نيڪالي ڏني وئي، [illegible] هڪ وارننگ هئي. جنهن ذريعي خبردار ڪيو ويو ته ماسڪو جي ڪامورا شاهي جي تابعداري ڪانسواءِ ڪو ٻيو رستو ڪين آهي، ٽراٽسڪي جلاوطنيءَ ۾ ان کي ڏاڍو تشويشناڪ نظرن سان ڏسي رهيو هيو [illegible] ته ان چنڊچاڻ سبب کان وڌيڪ يوڪرين کي ڇيهو رسايو [illegible] ان نتيجي تي پهتو ته روسي ڪامورا شاهيءَ جا پر تشدد

رويا يوڪرين ۽ باقي سوويت يونين جي وچ ۾ لاڳاپن کي نہ پرڻ جوڳو نقصان پهچائيندا. هن کي يوڪرائين ۾ بورجوا (سرمائيداراڻي) قومپرستيءَ جي رد انقلاب جون نشانيون صاف طور نظر اچي رهيون هيون. حالتن جي پيش نظر يوڪرين جي هارين تي زبردست اثر پئجي پئي سگهيا. ٽراٽسڪي پهريائين دنيا کي عالمي جنگ جي خطري کان آگاهہ ڪري رهيو هيو. جنهن ۾ هٽلر کي سويت يونين فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي هئي. انهن حالتن ۾ يوڪرين جي مسئلي دنيا جي مستقبل لاءِ بارودي اهميت حاصل ڪري ورتي.

اهڙين حالتن جي ڪري ئي ٽراٽسڪيءَ آزاد سوويت سوشلسٽ يوڪرين جو نعرو لڳايو هيو. هن جي نيت صاف نظر اچي رهي هئي. هو يوڪريني بورجوا قومپرستن جي پيرن هيٺان زمين ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. جيڪي رجعتي سڀن ڪري يوڪرين کي سوويت يونين کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشس ڪري رهيا هئا. ان جو مطلب اهو هيو تہ يوڪرين کي ان جي وڏي زرعي ۽ صنعتي ذريعن سان گڏ هٽلر جي حوالي ڪيو وڃي. ٽراٽسڪيءَ ڄاتو ٿي، تہ يوڪرين ۾ سياسي انقلاب اٽڙ طور قومي سوال کي سامهون وٺي ايندو. هن کي اها بہ ڄاڻ هئي، تہ معاملا ايترو پري وڃي چڪا آهن، جو يوڪرين کي زبردستي سوويت يونين ۾ نہ ٿو رکي سگهجي. اتان عوام جي طرفان گڙٻڙ ٿي پئي سگهي. ماڻهو پنهنجي بيعزتي محسوس ڪري رهيا هيا. تنهن ڪري يوڪرين جي بالشويڪن جو اهو ڪم هيو تہ اهي يوڪرين جي قومي تحريڪ کي سوشلسٽ موڙ ڏين. يوڪرين ۾ هڪ ڪامياب انقلاب روس جي پاڙيسري ملڪن تي وڏو اثر وجهي ٿي سگهيو. خاص طور تي اولهہ يوڪرين ۾ جيڪو پولينڊ ۾ پلسوڊسڪي جي آمريت سبب بري طرح متاثر ٿي رهيو هيو. سوويت سوشلسٽ حڪومت سان يوڪرين جي ٻيهر اتحاد سبب پلسوڊسڪي جو زوال اچڻو هيو ۽ ايئن پولينڊ ۾ سوشلسٽ انقلاب شروع ٿيڻو هيو. هن ڪارروائي سان جرمنيءَ جي پورهيت طبقي جي همٿ افزائي ٿيڻي هئي ۽ ان کي هٽلر خلاف اٿي کڙو ٿيڻو هيو. 1919ع وانگي يوڪرين عالمي انقلاب جي ڪنجي هيو جيڪڏهن يوڪريني پورهيت طبقو اقتدار ۾ اچي ها. (پلي روس کان عليحدگي اختيار ڪري وٺي ها) پوءِ بعد ۾ روس سان اتحاد جو رستو کليل رکڻو هيو. پر واقعا ٽراٽسڪيءَ جي توقع جي ابتڙ نڪتا. ٻي عالمي جنگ ان منظر نامي تي پاڻي ڦيري ڇڏيو.

جڏهن استالن 1939ع ۾ هٽلر سان شيطاني ناهہ ڪيو ۽ پنهنجي سرخ فوج کي پولينڊ ۽ اولهہ يوڪرين جي هڪ حصي تي قبضي ڪرڻ لاءِ موڪلي ڇڏيو تڏهن ٽراٽسڪيءَ انوقت خبردار ڪيو هيو تہ هٽلر ناهہ ٽوڙي ڇڏيندو ۽ هو سوويت يونين تي حملو ڪري ڏيندو. ان صورت ۾ يوڪرين ۾ بيچيني سوويت يونين جي زندگيءَ لاءِ هڪ سنگين خطرو ثابت ٿي پئي سگهي. هن چيو "هٽلر جي پاليسي اها آهي، تہ هو پنهنجي فتحن جي پروگرام کي يقيني بڻائي ۽ هر فتح ڪيل علائقي ۾ "دوستيءَ" جو هڪ نظام رائج ڪري. ان وقت هٽلر پنهنجي دوست استالن کي يوڪرين هڪ امانت جي طور حوالي ڪيو هيو پوءِ هو اهو سوال اٿاريندو تہ ان جو مالڪ ڪير آهي. استالن يا هو؟"

(ٽراٽسڪي ڪَڏيل لکڻيون40-1939 ص90.)

هن خبردار ڪيو تہ روسي استالنسٽ ڪامورا شاهي طرفان يوڪرين جي عوام تي ظلم، انهن کي هٽلر جي جهوليءَ ۾ ڪيرائيندو. انهي ڪري ئي هن مخصوص تاريخي وقت ۽ حالتن سبب آزاد سوويت يوڪرين جو نعرو لڳايو هيو تہ جيئن رجعت پرست بورجوا قومپرستيءَ جو مقابلوڪري سگهجي ۽ يوڪريني پورهيتن ۽ هارين کي پنهنجي پاسي ڪري سگهجي. ٻي عالمي جنگ جي آغاز تي هن لکيو هيو.

"يوڪريني ماڻهن جو هڪ حصو جيڪو جرمنن جي حق ۾ آهي، اهو جلدئي پنهنجي رجعت پسندي ۽ خوش خيالي مان ٻاهر نڪري ايندو. فقط انقلابي سوچ زندهہ رهندي. جنگ حالتن جي تبديلي جي رفتار کي تيز ڪري ڇڏيندي. ٻي خبري ۾ مارجي وڃڻ کان بهتر آهي، تہ يوڪرين جي مسئلي تي بروقت ۽ چٽو موقف اختيار ڪيو وڃي."

(ٽراٽسڪيءَ جون لکڻيون 40-1939ع صفحہ 86)

استالن جي ايجنٽ هٿان ٽراٽسڪيءَ جي قتل جي ٺيڪ هڪ سال کان پوءِ 1941ع ۾ هٽلر سوويت يونين تي حملو ڪري ڏنو. جيئن ٽراٽسڪيءَ اڳڪٿي ڪئي هئي ۽ جيئن ان کي خطرو هيو تہ يوڪريني عوام جو وڏو انگ خاص ڪري هاري هٽلر ڏانهن اميد ڀرين نگاهن سان ڏسڻ لڳندا، پر نازين جي نسل پرست پاليسيءَ ۽ ٻين کي پاڻ کان گهٽ سمجهڻ جي رويي، جلد ئي انهن جي خوشفهمين کي دور ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن آمريڪي فوجين پنهنجي ٽيلهن ۾ سستين شين سان گڏ سوويت يونين تي حملو ڪيو هجي ها، تہ نتيجو مختلف هجي ها، پر هٽلر

جون فوجون سستين شين بدران گيس چيمبر ڪٽي آيون هيون. اهوئي سبب هيو جو رڳو يوڪرين جا ماڻهو ئي نہ، پر سڄي سوويت يونين جا ماڻهو نازي حملي ڪندڙن جي خلاف سندرا ٻڌي بيٺا. آخر ۾ نازين جا همدرد تمام ٿورڙا رهجي ويا. اسٽالنزم جي سيني ڏاڍاين باوجود ماڻهو ان کي گهٽ برائي سمجهندا هئا.

اها هڪ اهم ڳالهه آهي، تہ ٽراٽسڪي يوڪرين جي معاملي کي هڪ خاص ڪيس سمجهندو هيو هن وقتي طور ۽ خاص سببن باعث "آزاد يوڪرين" جو نعرو هنيو. هن يو ايس ايس آر جي ۽ ڪنهن بہ رياست لاءِ اهڙو نعرو نہ هنيو. هي نعرو هاڻ يوڪرين تي لاڳو نہ ٿو ٿئي. سوويت يونين جي ڊهڻ کان پوءِ روس جون سڀ رياستون هاڻ آزاد ٿي ويون آهن، ليڪن سرمائيداري ۽ آزادي جي ڏهہ سالا برڪتن کان پوءِ يوڪريني عوام هاڻي اهي ٻئي ڳالهيون نہ ٿو چاهي. هي نتيجو انهن هڪ ڏهاڪي جي معاشي ۽ ثقافتي زوال پذيري مان ڪڍيو آهي، ۽ اهي وري سوويت يونين ڏانهن وڃڻ گهرن ٿا، پر ان سان گڏوگڏ يوڪريني عوام پنهنجا معاملا قومي خواهشن، ٻولي ۽ ثقافت جي مطابق خودمختياري سان هلائڻ بہ گهرن ٿا، هو چاهين ٿا، تہ انهن سان برابري وارو سلوڪ ڪيو وڃي، نہ ڪي ٻئي درجي جي شهري جهڙو ۽ نہ ئي ڪين "ننڍو روسي" سمجهيو وڃي. ٻين لفظن ۾ هو لينن ازم تي مبني هڪ صحيح سوشلسٽ فيڊريشن چاهين ٿا. اسان جو بہ اهوئي پروگرام آهي، ليڪن هاڻ موجوده حالتن ۾ "آزاد سوشلسٽ يوڪرين" جو نعرو بي معنيٰ ۽ فضول هوندو. هي اسان کي وچٿري درجي جي يوڪريني کان بہ وڌيڪ پٺتي پيل بنائيندو. جيڪو سمجهي ٿو تہ يوڪرين جي آزادي هن جي مسئلي جو ڪو حل نہ آهي.

ٽراٽسڪيءَ جي پراڻي نعري کي بيهر مشيني انداز ۾ ڪوسووو تي لاڳو ڪرڻ هڪ وڏي چرپائپ هئي، جيئن ڪجهہ ماڻهن ڪوشش ڪئي. اهي ٽراٽسڪيءَ جي 1930ع جي لکڻين مان ڪجهہ جملن کي طوطي وانگي رٽي دهرائيندا رهيا. اهو سمجهڻ ڪانسواءِ تہ هي نعرو ڪيئن ۽ ڇو هنيو ويو ۽ ان جو مطلب ڇا هيو. لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ ٻنهي جيڪو جدلياتي طريقہ ڪار اختيار ڪيو هيو ان جو بنيادي ڪارڻ ئي اهو هيو تہ سچائي هميشہ مضبوط هوندي آهي. اسان اهو خاص ڪارڻ ٻهريائين ٻڌائي چڪا آهيون، تہ ٽراٽسڪيءَ ڇو عارضي طور هڪ نعرو هنيو هيو پر

اڌ صدي گذرڻ کان پوءِ ڪوسوو جي معاملي سان ان جو ڪو ڳانڍاپو نہ آهي.

سوويت يونين جي ڀڃڻ وانگي يوگوسلاويہ جو ڀڃڻ بہ هڪ رجعتي تبديلي هيو جنهن جي اسان حمايت نہ ٿا ڪري سگهون. بلقان جي هر قومي تحريڪ جي پٺيان ڪانہ ڪا هڪ وڏي طاقت هوندي آهي، جيڪا واڳون ڇڪيندي رهي ٿي. وڏين طاقتن لاءِ ننڍيون قومون رانديڪا هونديون آهن، جنهن کي جڏهن چاهيو مرضيءَ سان اڇلائي ڇڏيو. هن مسئلي ۾ فيصلہ ڪن عنصر آمريڪي سامراج هيو جيڪو نيٽو جي جهنڊي هيٺ ڪارروائيءَ جو ڍونگ رچائي رهيو هو. KLA هڪ رجعتي تحريڪ هئي، جيڪا آمريڪي سامراج جي هڪ مقامي ايجنسي جي طور تي ڪم ڪري رهي هئي. جيئن اسان ڪيترا ڀيرا اها ڳالهہ دهرائي چڪا آهيون، تہ ڪوسوو ۾ جنگ حق خوداراديت جي نالي تي وڙهي وئي هئي، پر ان جو هڪ وڏو مقصد ڪوسووو ۾ هڪ آمريڪي حفاظتي علائقو قائم ڪرڻ هيو ٽيو بہ ائين ئي آهي. جيڪڏهن ڪو ايترو ئي انڌو آهي ۽ هو اهو سڀ ڪجهہ ڏسڻ کان قاصر آهي، تہ اسان وٽ ان لاءِ افسوس ڪانسواءِ ڪجهہ ناهي. ان جو حق خوداراديت سان ڪهڙو لاڳاپو آهي، اسان ڄاڻڻ گهرون ٿا؟ موجوده بيهودائي پورهيت طبقي ۽ سوشلزم جي ڪهڙي نموني مدد ڪري ٿي؟ KLA جيڪا غنڊن، ڊرگ اسمگلرن ۽ ننڍين قومن جي قاتلن جي تنظيم آهي، اقتدار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي، تہ جيئن اڳتي هلي آزاديءَ جي اميد رکي سگهي. پر اهو ناممڪن آهي. هڪ آزاد ڪوسووو جو مطلب بلقان ۾ جنگ هوندي، جنهن ۾ يوگوسلاويہ نہ، پر البانيہ، ميسيڊونيا، يونان بلغاريہ ۽ ترڪي بہ ملوث ٿي ويندا. ان لاءِ آمريڪي سامراج ان جي خلاف آهي، ليڪن جيئن چوڻي آهي تہ "جتي فرشتا بہ قدم رکڻ کان ڊڄن ٿا، بيوقوف اتي ڊوڙي پهچن ٿا." جيڪڏهن بلقان ۾ هڪ ڀرپور جنگ ڇڙي ٿي، تہ ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي؟ فرقي پرست چون ٿا. اسان کي تہ هڪ آزاد ڪوسووو گهرجي. هيءَ چرپائپ انتهائي خطرناڪ آهي، پر وري ٻيا فرقي پرست جيڪي ڪجهہ وڌيڪ چريا آهن، هو هڪ نئون ۽ منفرد موڙ ڏيندي چون ٿا. "ها آزاد ڪوسووو پر سوويت ۽ سوشلسٽ." اهڙيون ڳالهيون نيٽو جي اسٽاف لاءِ تفريح جو سبب بڻجي سگهن ٿيون، جن وٽ تفريح جي سامان جي اٺاٽ آهي. آمريڪي جرنيل پنهنجي کِلَ روڪڻ ۾

بي وس ٿي ويندا. KLA آمريڪي فوج ڪانسواءِ ڪجهه نه آهي. در حقيقت اهو آمريڪي فوج جو پاليل ٻچو آهي. ان جي ڪا آزاد حيثيت ڪونه آهي. هو آمريڪي فوج جي پٺڀرائي سان ئي ڪوسووو ۾ داخل ٿئي ٿي ۽ ان کي چرپر ۾ مدد پڻ ڪري ٿي. حقيقت حال اها آهي، ته هاڻ سامراج ئي ڪوسووو ۾ حڪومت ڪري رهيو آهي ۽ هو هڪ ڊگهي عرصي تائين اتي حڪومت ڪندو رهندو. ڇو ته هو اتان سولائي سان ٻاهر نه نڪرندو. ڪوسووو جي اصل حقيقت اها ئي آهي. ڇا هي اها خوداراديت آهي. جيڪا آمريڪي بم ساڻ کڻي آئي آهي. ڪنهن ٻي شيءِ جي اميد رکڻ سخت پاڳلپڻو هوندو ۽ وري اهي ماڻهو به آهن. جيڪي پاڻ کي مارڪسسٽ چون ٿا ۽ هن ڪم جي حمايت بلڪ گهُر به ڪندا هيا. انهن مان هڪ شريف ماڻهوءَ برطانوي وزير خارجه رابن ڪڪ کي خط لکيو ۽ يوگو سلاويه تي بمباريءَ جو مطالبو ڪيو. ها هي سڀ ماڻهو "خود اراديت" ۽ "آزادي" ۽ ايتري تائين جو "آزاد سوشلسٽ ڪوسووو" جا حامي هيا. پر هاڻي جيئن ته بلقان ۾ انهن کي نئين سامراجي ڳُڙهه کي منهن ڏيڻو پئجي رهيو آهي ۽ اڳي واري مظلوم اقليت ٻين قوميتن تي ظلم ڪري رهي آهي، ته هاڻ هو ڇا چوندا!!

قومي سوال انهن ماڻهن لاءِ ڄار آهي، جيڪي ان جي گهرائي تائين نه ٿا وڃن. ڪيستائين اوهان طبقاتي موقف اختيار نه ڪندوَ ۽ هڪ ڪان پوءِ ٻيو موقف بدلائيندا رهندو؟ ڪوسووو ان جو جيئرو جاڳندو مثال آهي.

## قومي سوال ۽ اسٽالنزم:

لينن لکيو هيو قومي سوال بنيادي طور مانيءَ جو مسئلو آهي. رياستي ملڪيت ۽ منصوبابند معيشت جي ڪري سوويت يونين جي تيز ترقيءَ اتان جي ماڻهن جي معيار زندگي ۽ ثقافتي سطح کي ڊرامائي انداز ۾ وڌايو. ڪاڪيشا ۽ وچ ايشيا جي پٺتي پيل معيشتن ۽ جمهوريتن ۾ تمام گهڻي بهتري پيدا ٿي. 1917ع کان 1956ع جي وچ واري عرصي ۾ U.S.S.R ۾ مجموعي طور 30 هوڻ تي صنعتي پيداوار ۾ واڌارو ٿيو. پر قازڪستان ۾ 37 هوڻ، ڪرغيز ۾ 42 هوڻ، آرمينيا ۾ 45 هوڻ تي صنعتي ترقي ٿي. ان قسم جي ترقي تاجڪستان ۽ ازبڪستان ۾ به ٿي. اهڙي شاندار حاصلات باوجود سوويت يونين ۾ قومي جبر موجود هيو. ڪامورا شاهيءَ جون ڊاڙون بي بنياد هيون. هيٺ ان جا مثال پيش ڪن ٿا.

"U.S.S.R هڪ گهڻ قومي رياست آهي، جنهن جو تاريخ ۾ ڪومثال نہ تو ملي. ان جو بنياد ڀائيچاري ۽ گڏيل اعتماد تي آهي. هن ۾ سوشلسٽ قومون رهن ٿيون، روسي، يوڪريني، جارجين، ازبڪ ۽ ٻيون سوشلسٽ قومون. هي نئين قسم جون قومون آهن جن جو تاريخ ۾ ڪوبہ مثال نہ ٿو ملي. هي پورهيتن جون قومون آهن، جيڪي جبر ۽ استحصال کان آزاد آهن. هي اخلاقي ۽ سياسي اتحاد جي سبب پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن ۽ عوامي ميل جول سان هڪ نئون معاشرو تعمير ڪري رهيون آهن. انهن قومن جي هڪ نئين اخلاقي ۽ سياسي بيهڪ آهي، جيڪا انهن جي گڏيل ثقافت ۾ نظر اچي رهي آهي. اها بيهڪ مواد ۾ سوشلسٽ ۽ شڪل ۾ قومي آهي. ان جي تربيت ڪميونسٽ پارٽيءَ حب الوطني، ماڻهن وچ ۾ محبت، ٻين جي حقن جي احترام ۽ بين الاقواميت جي جذبي تحت ڪئي آهي."

(قومي پاليسي ۽ پرولتاري بين القواميت" نالي لينن جي ڪتاب ۾ ڪنهن ڪاموري جو لکيل تعارف صفحہ 11)

ڪامورا شاهي طرفان سوويت يونين ۾ رهندڙ ماڻهن جي تعلق جي جنهن سهڻي نموني سان منظرنگاري ڪئي وئي آهي. ان جو حقيقت حال سان ڪو واسطو ڪونهي. هيءَ ڪا مناسب جاءِ نہ آهي، تہ لينن جي موت کان پوءِ سوويت يونين ۾ جيڪي حالتون پيدا ٿينديون رهيون، انهن جو هتي ذڪر ڪجي. ان سلسلي ۾ اسان پڙهندڙن کي چونداسين، تہ هو ٽيڊگرانٽ جي ڪتاب "روس انقلاب کان رد انقلاب تائين" جو مطالعو ڪن. جنهن ۾ روس ۽ قومي سوال تي ڪنهن حد تائين تفصيل سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي وئي آهي. ايترو چوڻ ڪوڙ آهي، تہ اسٽالن ۽ ڪامورا شاهي جي شائونزم سوويت يونين جي عوام جي استحڪام ۽ يڪجهتي کي تباهہ ڪري ڇڏيو جنهن سان ان جي ٽٽڻ جي راهہ کلي وئي. جيڪڏهن اسٽالنسٽ پروپيگنڊا جي اها ڳالهہ مڃجي، تہ سڀ ٺيڪ ٺاڪ هيو تہ پوءِ ان رفتار جي وضاحت ڪرڻ ناممڪن آهي، جنهن سان سوويت يونين جو ٽوڙڦوڙ ٿيو. اصل حقيقت ٻي آهي.

اسٽالن اقليتن سان ڀيانڪ جرم ڪيا. 1922ع ۾ اسٽالن پارٽي جي عهديدارن کي ڪڍڻ جو جيڪو سلسلو شروع ڪيو هيو ان جي ڪري پارٽي درجي بدرجي وڪرندي وئي. 1937ع جي وچ تائين هر قومي وحدت ۾ ڪميونسٽ پارٽي خلاف حملو شروع ٿي چڪو هيو. مارچ 1938ع ۾ بخارن تي شيطاني مقدمي جي چڪر ۾ قومي پارٽين جا ڪيترائي اڳواڻ

گرفتار ڪيا ويا. انهن تي بورجوا قومپرستي جو عام الزام هئي. ڪين گولين سان اڏايو ويو ۽ ان کان پوءِ عام گرفتارين ۽ جلاوطنين جو رستو کليو ويو. اسٽالن جي ظلم ۽ ستم جو شڪار ٿيندڙ ماڻهن جا صحيح انگ اکر ڄاڻڻ مشڪل ٿيندو. پر اهو انگ لکن ۾ ضرور هوندو. يوڪرين، آرمينيا ۽ جارجيا جي عوام لاءِ اها تسلي بخش ڳالهه نہ هئي، تہ روسين تي بہ انهن جيترا ظلم ڪيا ويا هيا. پراودا جي 25 مئي 1945ع جي شماري ۾ اسٽالن جي جيڪا تقرير شايع ٿي هئي، ان ۾ سندس مها قومپرستي جو عڪس نظر اچي رهيو هيو. هن چيو هيو تہ روسي ماڻهو سوويت يونين جي سڀني قومن ۾ مثاهين حيثيت جا مالڪ آهن ۽ اهي سوويت يونين جي رهنما طاقت جا مالڪ بہ آهن. ان جو مطلب اهو هيو تہ باقي ٻيون سڀ قومون ٻئي درجي جي حيثيت جون هيون. جن کي ماسڪو مان ملندڙ حڪم مڃڻ کپن. قومي سوال تي لينن جي پاليسيءَ کان هي پاليسي بلڪل ابتڙ آهي.

اسٽالن جو سڀ کان وڏو ڏوهہ اهو بہ هيو تہ هن ٻي عالمي جنگ دوران وڏي تعداد ۾ ماڻهن کي جلاوطن ڪري ڇڏيو هيو. ستن کان وڌيڪ قوميتن کي سائبيريا ۽ وچ ايشيا جي رياستن ۾ انتهائي غير انساني حالتن ۾ جلاوطن ڪيو ويو. ان ۾ ڪريميا جا تاتار والگا جرمن، ڪالمڪ، ڪراچائي، بلڪار انگوشي ۽ چيچن شامل هئا. اسٽالن جي ڳجهي پوليس بنا فرق جي مردن، عورتن ٻارن ٻڍن ۽ بيمارن کي گرفتار ڪري، ۽ جانورن وانگي ٽرڪن ۾ سٽي، بندوق جي زور تي هڪالي ڪڍيو ۽ سندن ٿوري گهڻي ملڪيت بہ ڦٻائي وئي، ماڻهن جو گهڻو انگ بک، بيماري، ٿڪ اڃ ۽ سرديءَ جي سبب رستي ۾ ئي مري ويو. محاذ تي وڙهندڙ سپاهين جن کي تمغا ڏيڻ کپن ها، انهن سان بہ اهڙو ئي حشر ڪيو ويو. بربريت ۽ قومي جبر جي انهن ڪُڌن ڪرتوتن جا اثر اڄ تائين باقي آهن. ان سبب جي ڪري بہ روس جو زوال ٿيو ۽ اڄ چيچنيا هڪ پوائتي خواب جي ڪيفيت، مان گذري رهيو آهي.

غير روسين کي روسي بنائڻ جي جيڪا مهم شروع ڪئي وئي هئي. انهيءَ جو اندازو جمهوريتن جي ڪميونسٽ پارٽين جي جوڙجڪ مان بخوبي ٿي تو وڃي. 1952ع ۾ وچ ايشيا ۽ بالٽڪ جي جمهوريتن ۾ صرف اڌ ڪامورا مقامي قوميت جا هيا. ٻين جڳهين تي تہ ان کان بہ گهٽ هيا. مثلاً 1948ع ۾ تاجڪ پارٽي ۾ 38 سيڪڙو تاجڪ هيا. جڏهن تہ مالدو

ويا جي پارٽي ۾ مقامي ماڻهن جو 24.7 سيڪڙو هيو.

استالنزم جي سڀ کان وڌيڪ قابل نفرت شيءِ يهودين جي خلاف مهم هئي. بالشويڪ پارٽيءَ هميشه ان خلاف ويڙهه وڙهي هئي، ان ڪري ئي يهودي آڪٽوبر انقلاب کي پنهنجو آجپو سمجهندا هئا. بالشويڪن يهودين کي مڪمل آزادي ۽ برابر حق ڏنا هئا. انهن جي ٻولي ۽ ثقافت جي حوصلہ افزائي ڪئي وئي، انهن هڪ رياست بہ قائم ڪئي هئي. اها رياست الڳ ملڪ گهرندڙ يهودين لاءِ هئي، پر استالن جي هٺ هيٺ پراڻي نسل پرستي ۽ مذهبي ساڙ جي گندگي وري اڀري آئي. يهودين کي قربانيءَ جو ٻڪرو بنايو ويو. ٽراٽسڪي خلاف بہ ان جو يهودي هجڻ هڪ ڏوهہ نڪري پيو. جيئن تہ پراڻن بالشويڪن ۾ يهودي ڪجهہ وڌيڪ هئا. تنهن ڪري انهن جو صفايو ڪيو ويو. ٻي عالمي جنگ کان پوءِ يهودين خلاف هڪ باقائده مهم شروع ڪئي وئي. انهن کي ٻي پاڙ عالمي شهري سڏيو ويو ۽ کين صيهوني بہ چيو ويو. ڪريملن ۾ هڪ "شيطاني ڊاڪٽر سازش" جو انڪشاف ڪيو ويو جنهن ۾ زهر ڏئي استالن کي مارڻ جو رٿيو ويو هيو. هيءَ بہ يهودين خلاف هڪ مهم هئي، ڇو تہ ان ۾ رڳو يهودي ڊاڪٽرن کي ملوث ڪيو ويو هيو. 1948ع ۾ اسرائيلي رياست (جنهن جي شروعات ۾ ماسڪو حمايت ڪئي هئي) قائم ٿيڻ کان پوءِ جيڪو ٿورو گهڻو يهودي ڪلچر برداشت ڪيو ويندو هيو ان کي بہ دٻائڻ شروع ڪيو ويو عبراني ۾ سڀ لکڻيون بند ڪيون ويون ۽ اهوئي سڀ ڪجهہ انهن جي ٿيئٽر سان ڪيو ويو. استالن جي موت کان هڪ سال اڳ تائين يهودي ثقافت جي علم بردار اڳواڻن کي ماريو ويو ۽ گهڻن کي گرفتار ڪيو ويو. استالن جي موت کان پوءِ هن خوني راند جو خاتمو آيو. اڄ بہ زيوگانوف جي نام نهاد ڪميونسٽ پارٽي ۾ يهودي مخالف عنصر موجود آهي. فقط اهائي شيءِ هن فرق کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. جيڪا نئين ۽ پراڻي استالنزم ۽ حقيقي لينن ازم جي وچ ۾ موجود آهي.

هاڻي آخرڪار جڏهن سمورا پکي واهيرن تي واپس ويهي ويا آهن. سوويت يونين بہ تڪرارن کان پوءِ ٽٽي چڪو آهي ۽ "زندگي پاڻ بہ گهڻو ڪجهہ سيکاريندي آهي" ان حقيقت جو لينن هر هر حوالو ڏيندو هيو. زندگيءَ روسي ماڻهن کي ڪجهہ وڏا تلخ تجربا ۽ سبق سيکاريا آهن. هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي ناڪامي ڪامورا شاهيءَ جي نرڙ تي لکجي چڪي آهي. هو هاڻ پاڻ کي سرمائيدار استحصال پسندن جو هڪ نئون

طبقو بنائڻ ۾ مصروف آهن. ان حقيقت کان ڪو انڪار نہ ٿو ڪري سگهي، تہ موجوده زماني ۾ معيشت ئي فيصلائتو عنصر آهي. ان لاءِ "هڪ ملڪ ۾ سوشلزم" هڪ رجعتي يوٽوپيا ثابت ٿي چڪو آهي.

معاشي زوال، جنگ ۽ لساني ڦڏا ماسڪو ۾ ويهي، ڪيئي سالن تائين حڪومت ڪرڻ وارِي مطلق العنان ڪامورا شاهيءَ جي زهريلي ميراث آهن. پر سرمائيداري بہ اڳوڻي سوويت رياستن جي مسئلي جو ڪو حل نہ آهي، نام نهاد آزاديءَ انهن کي ڪجهہ ناهي ڏنو پر انهن وچ ۾ تعاون جو رشتو ٽٽڻ سان تجارت ۽ معاشي ترقي ۾ زوال آيو آهي، جنهن سان عوام بري طرح متاثر ٿي رهيو آهي. عوام جو گهڻو انگ اڄ کان پهرين جي حالتن کي ترجيح ڏيندو. سوويت يونين جي نئين سر تعمير هڪ ترقي پسنداڻ قدم هوندو. پر پراڻي ڪامورا شاهي نظام کي وري جيارڻ ۾ مسئلن جو حل ڪڏهن بہ نہ آهي. سڀ پراڻا ٽڪراءَ اڀري سامهون ايندا، جنهن جو نتيجو هڪ نئون بحران هوندو. ضرورت ان ڳالهہ جي آهي، تہ لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي پروگرام طرف موٽ ڪاڏي وڃي. پورهيتن جي اقتدار واري هڪ جمهوري حڪومت جنهن جي اندر سيني جمهوريتن جا ماڻهو ملي ڪري، هڪ سوشلسٽ فيڊريشن قائم ڪن، جيڪا برابري ۽ ڀائيچاري جي نشاني هجي. جنهن ۾ ڪا هڪ قوم ٻي ڪنهن قوم تي ڏاڪ نہ ڄمائي.

هر شيءِ جي باوجود معاشري جي سوشلسٽ تبديليءَ جو تناظر اڃا بہ باقي آهي. خوفناڪ ٽوڙ باوجود روس 1917 جهڙو پٺتي پيل ۽ جاهل ملڪ نہ آهي. جيڪڏهن پورهيت طبقو هڪ دفعو اقتدار پنهنجي هٿ ڪري وٺي، تہ وري ٻيهر سوشلزم ڏانهن وڃڻ جا امڪان روشن ٿي ويندا، جيتوڻيڪ آخري فتح تہ بين الاقوامي طور سوشلزم آڻڻ ۾ آهي. روس ۽ ان جي ٻين جمهوريتن وٽ ترقي ڪرڻ ۽ پيداوار وڌائڻ جا بي پناهہ ذريعا موجود آهن. پڙهيل لکيل پورهيت طبقو بہ موجود آهي. جيڪو جديد فني مهارت جي ذريعي ترقي ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو ضروري هوندو آهي. سرمائيداريءَ بڏائي ڇڏيو آهي، تہ ان جي اندر پيداوار جي ذريعن کي پوري طرح استعمال ۾ آڻڻ جي اهليت نہ آهي، پر هڪ قومي تحويل ۾ ورتل منصوبابند معيشيت، صورتحال کي تيزيءَ سان تبديل ڪري سگهي ٿي.

جديد معيشت جي بنياد تي جتي پورهيت طبقو سماج ۾ وڏي اڪثريت ۾ آهي. پيداوار جي هڪ جمهوري سوشلسٽ منصوبي تي عمل

ڪرڻ ۽ ايتري وسيع ۽ ويڪري علائقي جي سيني قدرتي، انساني ۽ ٽيڪنيڪي وسيلن کي ڀرپور انداز ۾ استعمال ڪندي، نسبتن ٿوري عرصي ۾ هڪ اهڙي صورتحال پيدا ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ پراڻي وقت جون دشمنيون ۽ شڪ شبها ماضيءَ جي هڪ بري خواب وانگي پنهنجي اهميت وڃائي ويهندا. هڪ سوشلسٽ يونين ۾ ماڻهن کي ملڻ جلڻ جا آزاد موقعا حاصل هوندا، جنهن سان ثقافتي ترقي ۾ مدد ملندي. مستقبل جو هي منظر قومپرستي جي سوڙهي خيالي جنت کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ پر اميد ۽ جوش ڀريو هوندو.

باب ڇهون

# اڄ جي قومي رياست

يورپ ۾ بورجوا انقلاب جي ڪلاسيڪي زماني ۾ جيڪو 1780ع کان 1871ع تائين جو عرصو آهي، ملڪن جون حدون قائم ٿيڻ نسبتن هڪ ترقي پسنداڻو ڪم هيو. جنهن سان مقامي مخصوصيت جو خاتمو ٿيو. ان سان جاگيردارن جي پنهنجي ملڪيتي جاگيري سرحدن جون حدون ٽٽي ويون ۽ قومي منڊي جي بنياد تي پيداواري طاقتن جي واڌ ويجهه ٿي. پر موجوده زماني ۾ هيءَ صورتحال بدلجي وئي آهي. هاڻ پيداواري ذريعا ملڪن جون حدون به پار ڪري چڪا آهن. هاڻ قومي رياست ڪوبه ترقي پسنداڻو ڪردار ادا ڪرڻ جي اهل نه رهي آهي. ان جي ابتڙ هي پيداواري ذريعن جي رستي ۾ هڪ رڪاوٽ بڻجي چڪي آهي، بورجوازيءَ خود ان کي مڃيو آهي. يورپي يونين جي ٺهڻ سان يورپي بورجوازيءَ هي اعتراف ڪيو آهي، ته ڪو به اڪيلو ملڪ، آمريڪي سامراج ۽ روس جهڙين ديو مثل طاقتن جو مقابلو نه ٿو ڪري سگهي، ليڪن يورپي يونين جي ٺهڻ سان انهن ۾ شامل ملڪن جي انفرادي حيثيت (قومي رياست) ختم ناهي ٿي، معاملو ان جي ابتڙ آهي. پراڻا قومي ڦڏا اڃا تائين قائم آهن.ا صل ۾ هن وقت جرمن سامراج چانيل آهي ۽ ٻئي نمبر تي فرانس آهي. جيئن جيئن دنيا زوال پذير ٿيندي ويندي، تيئن قومي ڦڏن ۾ شدت ايندي ويندي.

سرمائيداري جا حامي گلوبلائيزيشن جي ڏاڍي وڌندڙ تصوير پيش ڪري رهيا آهن. يعني تضادن کان پاڪ دنيا، جيڪا تيزي سان وڌي رهي آهي، پر حقيقت گهڻو مختلف آهي. دنيا ان طرح سان هڪ وڏو ايڪو ناهي بڻجي سگهي، جيئن چيو ٿو وڃي. هڪ طرف دنيا ٽن مختلف سامراجي بلاڪن ۾ ورهائجي ويئي آهي. آمريڪا، ڪئنادا ۽ ڏکڻ

آمريڪا کي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ رڌل آهي. ايشيا جو بلاڪ ڪمزور آهي، جنهن تي جپان ۽ چين پنهنجي غلبي لاءِ ڪوشان آهن. يورپي يونين جرمنيءَ جي اثر هيٺ آهي. جرمني آفريڪا جي نو آبادين جي هڪ وڏي حصي کان علاوه وچ اوڀر، اوڀر يورپ ۽ ڪيريبين تي به اثر رکي ٿو. انهن ٽن بلاڪن ۾ هن وقت به سخت واپاري ڇڪتاڻ آهي، حقيقت اها آهي، ته جيڪڏهن تاريخ ۾ ڪو ٻيو وقت هجي ها، ته شايد جنگ ڇڙي پوي ها. ڪيميائي هٿيار ۽ ايٽمي هٿيار اچڻ سان هاڻ ڪنهن عالمي جنگ جو امڪان نه رهيو آهي. ان جو مطلب اهو ٿيندو ته وڏيون طاقتون هڪٻئي کي هيٺ ڪيرائڻ لاءِ پورو زور لڳائينديون. پر منڊيون حاصل ڪرڻ واري جنگ ڏاڍي تيز آهي. جنهن ڪري دنيا اندر هڪ کان ٻئي حصي تائين لڙايون تي رهيون آهن. هتي اثر هيٺ منڊين ۽ علائقن جي زبردست معدني دولت جو ذڪر ڪرڻ ئي ڪافي هوندو. جنهن جي سبب مرڪزي آفريڪا تباهه ٿي ويو آهي. وچ آفريڪا ۾ ٿيندڙ لڙاين کي مختلف قبيلن جو جنون سڏيو پيو وڃي. پر حقيقت ۾ انهن ٽڪرائن جي پويان آمريڪا، برطانيه ۽ فرانس جا مفاد ڪم ڪري رهيا آهن. جيڪي اتي پنهنجا پير ڄمائڻ گهرن ٿا ۽ پنهنجا مهرا اڳتي آڻڻ گهرن ٿا. عراق تي سامراجي جارحيت ان جي بربادي ۽ سامراجين جي هيءَ ”نئين“ وحشيت انگيز، بگهڙ صفت، غاصبيت جي پاليسيءَ جو پاگلپڻو انهن ئي تضادن جي قائم جو نتيجو آهي.

لينن جي ڪتاب ”سامراج“ ۾ جنهن دنيا جو حال ٻڌايو ويو آهي، اها اڄ ڪلهه جي ئي ته دنيا آهي. سامراجي طاقتن وچ ۾ منڊيون حاصل ڪرڻ خاطر شديد ڇڪتاڻ جاري آهي. ايتري تائين جو ننڍين ننڍين منڊين لاءِ پڻ. هيءَ ان خيالي گلوبل دنيا کان تمام گهڻو مختلف آهي. جنهن ۾ سڀ تضاد حل ڪيا ويا آهن. سچ ته اهو آهي، ته سامراجي طاقتون هڏن تي ڪتن وانگي وڙهي رهيون آهين. آفريڪا جي نقشي تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي، ته ڪيئن سامراجين لکين انسانن جون زندگيون بگاڙي ڇڏيون آهن ۽ ڪهڙي طرح انساني ارتقا کي روڪي رکيو آهي. ”دي اڪانامسٽ“ هتان جي تصوير صحيح نموني ڇٽي آهي. ”يورپي ڪامورا شاهيءَ هتان جي ڏهه هزار قبيلن کي ٽوڙي مروڙي ڪجهه درجن بينڪي رياستن ۾ بدلائي ڇڏيو آهي.“ وچ آفريڪا ۾ هن وقت جيڪي لڙايون جاري آهن، اهي هن فطرتي، جاگرافيائي، لساني ۽ قبائلي لحاظ کان

غلط ورهاست جو نتيجو آهن. اتي دهشت جو اڻ کٽندڙ سلسلو جاري آهي. ڪانگو روانڊا، بروندي ۽ سراليون ۾ بربريت جي باهه ڀڙڪي رهي آهي. دي اڪانامسٽ سراليون ۾ جنگ جو حوالو ڏيندي لکي ٿو. "ٻار پنهنجي والدين کي قتل ڪري رهيا آهن. آدم خور ماڻهو ڳوٺن ۾ گهمي رهيا آهن، انتشار جي حڪمراني آهي، بربريت پلجي رهي آهي. حالتون ان کان به وڌيڪ خراب ٿي سگهن ٿيون."

آفريڪا جي سامراجي ورهاست هڪ شيطاني عمل هيو. هڪ سئو سالن اندر آفريڪا ۾ ڪيترين ئي رياستون قائم ڪيون ويون. انهن بيٺڪي ملڪن کي هڪ جمهوري ۽ ترقي پسنداڻو ڪردار ڏيڻ اتان جي پورهيت طبقي جو ئي ڪم آهي. مگر اهو ان وقت تائين ناممڪن آهي، جيستائين اتان سامراج ۽ ان جي دلالن کي ٻاهر ڪڍي ڦٽو نه ٿو ڪيو وڃي ۽ حقيقي خودمختياريءَ جي حصول ۽ ٻاهرين جارحيت خلاف ويڙهه جي اهليت لاءِ ورهايل آفريڪي وجود کي گڏي ڪري، پيداوار جو هڪ گڏيل سوشلسٽ منصوبو تيار نه ٿو ڪيو وڃي. هتان جي بي پناهه قدرتي، زرعي، معدني دولت هتان جي عوام جي زندگي بدلائي ڪري، کين هن مسلسل عذاب مان نجات ڏياري سگهي ٿي. انهن ملڪن جي موجوده سرحدن کي جنگ ذريعي بدلائڻ جا خوفناڪ نتيجا نڪرندا. جنهن سان بربريت جا نوان رستا کلندا. اهو چوڻ ته موجوده سرحدون ختم ڪرڻ سان مسئلا ختم ٿي ويندا، هڪ نسوري ڪوڙ ڪانسواءِ ڪجهه ناهي.

خودارادیت جي نعري جو غلط استعمال آفريڪا کان وڌيڪ ڪٿي نه ٿيو آهي. خودارادیت جو نعرو هتي رجعتي مقصدن جي پورائي لاءِ هر هر استعمال ڪيو ٿو وڃي. هي ڪنهن آفريڪي ملڪ جي معدني وسيلن واري صوبي کي، ان کان الڳ ڪري، هڪ نئون ملڪ بنائڻ خاطر استعمال ڪيو ٿو وڃي، ته جيئن الڳ ٿيندڙ صوبي تي ٻاهريون طاقتون ۽ اجارادارين آساني سان قبضو ڪري سگهن. هن مڪروهه ڪم پٺيان غير ملڪي سامراجي طاقتون ۽ ملٽي نيشنل ڪمپنيون آهن. هر معاملي ۾ اوهان کي سامراجي ملوث ملندا. آمريڪي ۽ فرانسيسي سامراجين وچ ۾ زبردست ٽڪراءُ جاري آهي. وڏن سانن کي وڙهندو ڏسي، ڪراڙو ۽ ڪمزور سان برطانيه به سيراليون ۾ پنهنجي ٽنگ اڙائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، مگر ان کي ڪا ڪاميابي ملندي نظر ڪونه ٿي اچي. جمهوريت ۽ آزاديءَ جي متعلق سيني سهڻين تقريرن باوجود حقيقت هيءَ آهي، ته

سامراجيت اڳوڻن بينڪي ماڻهن تي ظلم و ستم ڪرڻ ۽ انهن جي استحصال ڪرڻ ۾ مصروف آهي. گذريل پنجاهہ سالن کان انهن ملڪن جي ڪچي مال جي گهٽائي اولهہ جي ترقيءَ جو وڏو سبب آهي. ان مان قومي رياستن جي بي وسي نظر اچي ٿي. اها حقيقت آهي، تہ سرمائيداري جي بنياد تي آزادي حاصل ڪرڻ سان (جيتوڻيڪ هي بہ هڪ ترقي پسندانو قدم آهي) ڪجهہ حاصل نہ ٿو ٿئي. بينڪي قومون جيتوڻيڪ پنهنجي ملڪ جون پاڻ مالڪ هونديون آهن، پر اهي عالمي منڊيءَ جون غلام هونديون آهن. يعني سامراج جون غلام آهن.

ٻي عالمي جنگ کان پوءِ بينڪي انقلابن جو گراف مٿي ويو آهي. انساني تاريخ ۾ هي مظلوم ماڻهن جي سڀ کان وڏي تحريڪ هئي. چين، آفريڪا وچ اوير، انڊونيشيا، پارت توڙي پاڪستان جهڙن بينڪي ملڪن ۾ سجاڳيءَ جي هڪ لهر ڊوڙي وئي. هيءَ هڪ ولولي انگيز تحريڪ هئي، جنهن ۾ اڳوڻا غلام پنهنجي آقائن خلاف اٿي ڪڙا ٿيا ۽ آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيا هيا. مارڪسين بينڪيتي انقلاب جي حمايت ڪيئن ۽ ڇو ڪئي اهو ٻڌائڻ جي ضرورت نہ آهي. ڇو تہ هي هڪ انقلابي تحريڪ هئي. سامراج تي ضرب هئي. ان عوام کي جاڳائي طبقاتي جدوجهد کي اڳتي وڌايو. ليڪن جيڪڏهن پارت پاڪ جو مثال ورتو وڃي، تہ آزادي جي پنجاهہ سالن کان پوءِ بہ بورجوازيءَ انهن ملڪن جا ڪهڙا مسئلا حل ڪيا آهن؟ هيءَ ڪا آزادي نہ آهي. اڳوڻن بينڪي ملڪن کي عالمي سامراج منڊيءَ جي زنجير ۾ جڪڙي رکيو آهي. حقيقت ۾ اهي گذريل پنجاهہ سالن جي پيٽ ۾ هاڻ وڌيڪ غلام ۽ غريب ٿي ويا آهن. هاڻ فوج ۽ ڪامورا شاهيءَ جي بدران واپار جي ذريعي حڪومت ڪئي ٿي وڃي. يعني وڌيڪ محنت جي بدلي ٿورڙو معاوضو ڏنو ٿو وڃي، غريب ملڪن کي قرضي ڪيو پيو وڃي.

## شين جي قيمتن ۾ زوال ۽ قرض

جڏهن ايشيا ۾ لاٽ، عالمي مارڪيٽ ۾ ضروري استعمال جي شين جي قيمتن ۾ لاٽ جو سبب بڻي، جنهن ۾ تيل جون قيمتون پڻ شامل هيون. 1998ع ۾ تيل جي قيمت 20 ڊالرن کان ڪري 10 ڊالر في بيرل ٿي وئي. تيل پيدا ڪندڙ هر ملڪ ۾ هي واقعو انقلاب جو ڪارڻ بڻجي سگهي پيو. هي درست آهي، تہ تيل پيدا ڪرڻ وارن ملڪن جن ۾

سعودي عرب بہ شامل آهي، تيل جي پيداوار تي پابندي هٽي، قيمتن کي وڌيڪ ڪرڻ کان روڪي ورتو هو پر مسئلي جو هي حل گهڻي دير تائين هلي نہ سگهي ها. ڇو تہ هي ملڪ پنهنجي غير ملڪي ناڻي جي ڪمائي جي لاءِ تيل تي ئي پروسو ڪن ٿا ۽ انهن جي آمدنيءَ جو ٻيو ڪو ذريعو نہ آهي. تيل پيدا ڪرڻ جي تاريخ ٻڌائي ٿي، تہ جيئن ڪو ملڪ وڌيڪ تيل کپائڻ شروع ڪندو آهي، تہ معاملو هڪدم بگڙجي ويندو آهي. باقي سموري ڪچي مال جو بہ اهوئي حال هوندو آهي. اڳوڻن بينڪي ملڪن جو تہ ٻٽو استحصال ٿي رهيو آهي. هتي ڪينجي ٻنهي پاسي هلي ٿي. قرضن جي ذريعي بہ غريب ملڪن جو رت چوسيو ٿو وڃي. ڏهہ سال اڳ بينڪي ملڪن تي قرض جو ملهہ 800 ارب ڊالر هيو. هي سمورو قرض ادا ٿي چڪو يعني اصلي رقم کان ٻيڻو ليڪن اصلي قرض جي ڇا حالت آهي 1994ع ۾ 1400 ارب ڊالر ۽ 1997ع ۾ هي 2100 ارب ڊالر ٿڃي ويو ۽ هاڻي هي ڪڏهن بہ لهي نہ سگهندو.

نائيجريا ۾ تيل مان 95 سيڪڙو آمدني ٿئي ٿي. 1997ع ۾ هن ملڪ ۾ تيل جي وڪري سان 12 ارب ڊالر جي آمدني ٿي، پر 1998ع ۾ اها آمدني گهٽجي 6.8 ارب ڊالر تي وئي، هي وڏي کوٽ پوءِ تيل جي قيمت وڌيڪ چڙهڻ سان بہ پوري نہ ٿي. تيل جي ملهہ ۾ گهٽ وڌائي جو اثر معاشري جي غير مستحڪم ٿيڻ جي شڪل ۾ نظر ايندو آهي. ليڪن تيل جي ملهہ ۾ واڌ سان غريبن کي ڪوبہ فائدو نہ ٿو پهچي پر جڏهن ملهہ ڪري ٿو تہ بہ ماڻهن تي تمام گهڻا برا اثر پون ٿا. اقوام متحده جي رپورٽ جي مطابق نائيجريا جيڪو ڪڏهن آفريڪا جي شاهوڪار ملڪن ۾ ڳڻبو هيو. اهو هاڻ دنيا جي غريب ترين ملڪن ۾ ڳڻجي ٿو. هن صورتحال جا خوفناڪ سماجي نتيجا، گروهن ۽ قبيلائي لڙاين جي شڪل ۾ سامهون اچن ٿا.

جيڪڏهن پورهيت اقتدار پنهنجي هٿن ۾ وٺي ڪري، نائيجريا کي سوشلسٽ مستقبل طرف آڻڻ ۾ ناڪام ويا، تہ انهن کي ڀيانڪ صورتحال کي منهن ڏيڻو پوندو. نائيجريا ۾ ٽي وڏيون قومون ۽ 120 لساني گروهہ آهن. هوسا سڀ کان وڏي قوم آهي، جيڪا اتر نائيجريا ۾ رهي ٿي. هي مسلمان آهي، هنن باقي ٻين کي دٻائي رکيو آهي. ٻي قوم يورو باس آهي، جيڪا ڏکڻ ۾ رهي ٿي ۽ ٽين قوم آئبوز آهي، جيڪا اوير ۾ رهي ٿي. بيافرا جي خوني جنگ هر ڪنهن کي ياد آهي، جيڪا آئبوز جي علائقي کي

سامراجين طرفان ورهائڻ جو نتيجو هئي. جيڪڏهن نائيجريا ڪي قومي بنيادن تي ورهايو وڃي ها، ته هڪ اهڙي رت جي راند ڪيڏي وڃي ها، جنهن آڏو بيافرا جي جنگ معمولي نظرجي ها. اهڙي صورتحال ۾ هڪ نام نهاد مارڪسي ٽولي جي طرفان نه صرف نائيجريا جي وڏين قوميتن، پر قبائلي گروهن جي حق خوداراديت جي گهر غير ذميواري جي انتها هئي.

انڊونيشيا ۾ به قومي سوال بي حد اهم آهي ۽ ان تي انڊونيشي مارڪسسٽن جي طرفان هڪ درست موقف اختيار ڪرڻ ايترو ئي ضروري آهي، جيترو روسي بالشويڪن لاءِ هيو. انڊونيشيا جي پورهيت طبقي ڪي سوشلسٽ انقلاب جي ذريعي ڪو رستو ڏسڻ ۾ نه آيو ته پوءِ انڊونيشيا جي ٽٽڻ جا به چٽا امڪان آهن.

نسل پرستي ۽ مذهب جي فلسفي سان جيڪو مواد تيار ٿئي ٿو ان جي باري ۾ سوچڻ سان ئي انسان ڏڪي ٿو وڃي. اوير تيمور جا خوني واقعا انڊونيشي عوام لاءِ وارننگ هئي. هاڻ ملوڪا، ايچا ۽ ٻين ٻيٽن ۾ به لساني ڦڏا فساد اتي ڪرّا ٿيا آهن، فوجي ڪامورا شاهي، جاگيردار، سرمائيدار ۽ اڳوٽي حڪومت جا حڪمران پنهنجي اهميت گهٽجندي ۽ رعايتن ڪي هٿن مان ويندو ڏسندي، عوامي تحريڪ ڪي دٻائڻ خاطر انڊونيشيا ڪي خاڪ ۽ خون ۾ وهنجاري ڇڏيندا. عوام جي خواهشن ۽ قومي حقن تي مشتمل هڪ اهڙو ماهراڻو پروگرام جيڪو پورهيتن ڪي متحد ڪندي، سيني قوميتن ڪي پاڻ ۾ جوڙي سگهي، سو ئي انڊونيشيا جي آجپي جو امڪان ٿي سگهي ٿو.

## اڄ جو نوآبادياتي (بينڪي) انقلاب

بينڪي انقلاب ايتري قدر بگڙيل شڪل (جنهن ۾ پرولتاري بونا پارٽسٽ طرز جون آمريتي حڪومتون به شامل آهن) ڇو اختيار ڪري ورتي آهي. ان جو هڪ ڪارڻ ته اولهه ۾ پورهيت انقلاب ۾ دير ٿيڻ ۽ ٻيو ڪارڻ مضبوط مارڪسي پارٽين جو نه هجڻ آهي. جيڪڏهن اهڙيون پارٽيون موجود هجن ها، ته پوءِ ڪلاسيڪي بنيادن تي انقلاب آڻڻ گهڻو سولو هجي ها. روس به ته 1917ع ۾ هڪ پنتي پيل نيم جاگيردار ۽ نيم نوآبادياتي ملڪ هئڻ سان گڏوگڏ هڪ سامراجي طاقت به هيو. 15 ڪروڙ ماڻهن ۾ صرف 35 لک صنعتي پورهيت هئا ۽ سيني شعبن ڪي ملائي ڪري انهن جو انگ هڪ ڪروڙ هيو. بالشويڪ پارٽيءَ پورهيت طبقي ڪي

بنياد بنائي روس ۾ ڪلاسيڪل بنيادن تي انقلاب برپا ڪيو.

ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ جڏهن ميڪسڪو ۽ پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ مضبوط مارڪسي پارٽيون هونديون، تہ پوءِ انقلابي تحريڪ کي ڇاپا مار جنگ ۽ پرولتاري بونا پارٽ ازم طرف وٺي وڃڻ مشڪل ٿيندو. غير ترقي يافتہ ملڪن ۾ هارين جي جنگ پرولتاري انقلاب جو حصو ٿي سگهي ٿي، پر اها هڪ وڏو ڪردار ادا ڪرڻ جي قابل نہ هوندي. ٻئي طرف پٺتي پيل ملڪن جا ماڻهو وڏي مارڪسي پارٽي جي قيام جو انتظار نہ ڪري سگهن يا جيستائين برطانوي يا فرانسيسي پورهيت اقتدار پنهنجي هٿن ۾ نہ ٿا وٺن. تنهن ڪري موجوده دور ۾ پر تشدد واقعا، پيچ ڏاهہ، ايتري تائين جو گوريلا جنگ جيئن ڪولمبيا ۾ جاري آهي، اٽڙ آهي، هڪ بالشويڪ پارٽيءَ جي غيرموجودگيءَ ۾ بيٺڪي انقلاب ڪابہ شڪل اختيار ڪري سگهي ٿو. اهو چوڻ جي ضرورت نہ آهي، تہ سامراج جي خلاف مظلوم عوام جي هر جنگ جي مارڪسي حمايت ڪندا. خاص طور جتي اها جنگ جاگيرداري ۽ سرمائيداري کي ختم ڪرڻ لاءِ جاري هجي. ليڪن نوآباديـاتي عوام جا مسئلا رڳو سوويت نظام لاڳو ڪرڻ سان ئي حل ٿي سگهن ٿا. جيئن 1917ع ۾ لينن ۽ ٽراٽسڪي جي قيادت هيٺ روس ۾ قائم ڪيو ويو هيو. سرمائيداري هيٺ اڳتي وڌڻ جو ڪو رستو نہ آهي. پورهيت طبقي کي اقتدار پنهنجي هٿن ۾ وٺڻو پوندو. ڇو تہ پورهيت طبقي جي جمهوري ڪنٽرول ۽ انتظام هيٺ پيداواري ذريعن کي قومي تحويل ۾ وٺڻ سان معاشري جا سمورا بنيادي مسئلا حل ٿي سگهن ٿا.

پر اڄ جي حالتن ۾ اهو سڀ ڪجهہ ناڪافي آهي، بين الاقواميت تي ٻڌل بنيادي پاليسي ضروري آهي. قومپرستي بذات خود ڪيڏانهن نہ ٿي وٺي وڃي سگهي. مثال طور جيڪڏهن ايڪواڊور جا هاري ۽ پورهيت اقتدار حاصل ڪري ٿا وٺن، تہ پوءِ آمريڪي سامراج هٿ هٺ تي رکي نہ ويهندو. واشنگٽن نہ چاهيندو، تہ هو لاطيني آمريڪا جي ڪنهن ويڙهہ ۾ هٿ وجهي. هو چاٽي ٿو تہ ان جو اثر سندس گهر اندر پوندو. پر هو انقلاب کي تباهہ ڪرڻ جي هر ڪوشش ڪندو. هو رڳو اقتصادي پابندين ۽ رد انقلابي طاقتن کي مضبوط ڪرڻ تي نہ بيهندو پر پاڙيسري ملڪن کي بہ ڀڙڪائيندو، تہ هو انقلاب ۾ هٿ چراند ڪن۔ گذريل ڪجهہ سالن ۾ ايڪواڊور ۽ پيروءَ ۾ هڪ جنگ بہ ٿي چڪي آهي. جيڪڏهن ضروري

ٿيو تہ آمريڪي سامراج پاڙيسري ملڪن کي بہ چڙ ڏياري، ايڪواڊور سان ويڙهائي سگهي ٿو.

تنهن ڪري ڪاميابيءَ جي ضمانت درست پاليسيءَ جو هجڻ ئي آهي ۽ ان لاءِ بالشويڪ قيادت جي ضرورت آهي. جيڪا پورهيتن جي بين الاقواميت جي بنياد تي مضبوطيءَ سان بيٺل هجي، سائنسي سوشلزم جا باني اڳ ۾ ئي اهو ٻڌائي چڪا آهن، تہ پورهيت انقلاب جيتوڻيڪ شڪل و صورت ۾ قومي هوندو آهي، مگر اندران بين الاقوامي هوندو آهي. ان جو مطلب اهو آهي، تہ ڪنهن ملڪ جا پورهيت پهريائين پنهنجو بورجوازي کان حساب ڪتاب چڪائين ٿا، پر هو صرف قومي انقلاب تي نہ بيهندا آهن. انهن کي انقلاب سرحدن کان ٻاهر پکيڙڻو پوندو نہ تہ تباهي ۽ شڪست لاءِ تيار ٿيڻو پوندو. ان لاءِ قومپرستي ۽ سوشلسٽ انقلاب ۾ مختلف نظريا آهن، جيڪي هڪٻئي سان هڪجهڙائي نہ ٿا رکن.

هڪ ايڪواڊورين انقلابي ان صورت ۾ ئي پنهنجي دشمن سان مقابلو ڪري سگهي ٿو جڏهن هو پيرو وينزويلا، ڪولمبيا ۽ ٻين لاطيني آمريڪا جي ملڪن جي پورهيت طبقي کي چوي، تہ هو ان جي مدد لاءِ اچن. اهڙي ڪا اپيل ضايع نہ ويندي، سڄو سارو لاطيني آمريڪا هڪ وڏي بحران جي ڏٻڻ ۾ ڦاسي ويو آهي. هتان جا ملڪ قومي رياست ۽ پيداوار جي ذريعن جي نجي ملڪيت جي هڪ رجعت پسندانہ تصوير بڻجي چڪا آهن. هتان جي هڪ ملڪ ۾ ايندڙ انقلاب پوري خطي ۾ ڦهلجي ويندو. بين الاقواميت تي ٻڌل پاليسي هن عمل کي تيز تر ڪري ڇڏيندي. اصل ۾ لاطيني آمريڪا جون قومي رياستون بلڪل هٽرادو ڪردار جون آهن، برازيل کي ڇڏي ڪري. انهن سڀني ماڻهن کي ورهائڻ جو منصوبو بنائڻ، جن جي هڪ تاريخ، هڪ زبان ۽ هڪ ثقافت آهي، لاطيني آمريڪا کي بلقان ۾ تبديل ڪرڻ جو منصوبو آهي. اهو سامراجي ڌاڙيلن طرفان لکين انسانن کي غلام بنائڻ ۽ انهن ملڪن جي معدني دولت لٽڻ جو منصوبو آهي.

گهڻو عرصو گذريو سائمن بوليوار گڏيل لاطيني آمريڪا جو خيال پيش ڪيو هيو. سرمائيداراڻي بنيادن تي هي خيال حقيقت کان ڏور رهيو. پر سوشلسٽ بنيادن تي پورهيتن جي طاقت جي ذريعي، لاطيني آمريڪا جي هڪ سوشلسٽ فيڊريشن ٺهڻ جوڳي آهي. جنهن ۾ هتان جا ماڻهو پنهنجا ذريعا جمع ڪري، پنهنجي بهتريءَ جو سامان پيدا ڪري سگهن ٿا.

ان جو برقي اثر اتر آمريڪا تي پوندو، جتي آمريڪي آباديءَ جو 20 سيڪڙو اسپيني، ريو گرانڊي جي اترين ۽ ڏاکڻين علائقن ۾ رهن ٿا. ايئن هڪ اهڙو بنياد تيار ٿيندو، جنهن سان عالمي سطح تي سوشلزم جي فتح جو بنياد رکي سگهجي ٿو.

## فلسطين جو سوال

وچ اوڀر لاءِ قومي سوال ۾ سڀ کان وڌيڪ فلسطين جو سوال تمام گهڻو اهم سوال آهي. اسرائيلي سامراج هٿان ڪيترائي سال ظلم سهڻ کان پوءِ فلسطينين جي احساس محرومي ۽ ناانصافيءَ کين هڪ الڳ ملڪ گهرڻ تي مجبور ڪيو آهي. هي انهن جو بنيادي حق آهي، جنهن لاءِ مارڪسسٽ به وڙهندا. پر گذريل ڪجهه ڏهاڪن جي تجربي مان اسان کي ڪجهه سبق سکڻو پوندو. P.L.O جي وچولي طبقي جي قومپرست اڳواڻن جو شروع کان خيال هيو ته اهي بندوق جي نالي سان اسرائيل کان آزادي ڇني وٺندا. پر اها جدوجهد انفرادي دهشتگردي، اغوا ۽ بم ڌماڪن ۾ بدلجي وئي، ان سان اسرائيل ذرو به ڪمزور نه ٿيو پر رهندو ان جو ابتو اثر ٿيو ان سان عام اسرائيلي کي به اهو احساس ٿيڻ لڳو ته انهن سيني کي سمنڊ ڏانهن ڌڪيو پيو وڃي ۽ هو رد عمل تي لهي آيا. ڪمزور هئڻ بدران اسرائيلي رياست مظبوط ٿيندي وئي. پي. ايل. او جي اڳواڻن جي حربن سان فلسطينين کي هڪ کان پوءِ ٻي شڪست ايندي رهي آهي. ڀرپائين 1970ع ۾ اردن جي شاهه کين ڪاپاري ڌڪ هنيو. توڙي جو هو وڏي سولائيءَ سان اردن تي قبضو ڪري ٿي سگهيا. وري لبنان ۾ به ساڳي ڪهاڻي دهرائي وئي، جنهن سان اتي خوني گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي. اُتي اسرائيل ۽ شام کي مداخلت ڪرڻي پئجي وئي. دهشتگردي ڪانسواءِ فلسطيني ويڙهاڪن وٽ عوام جي بيداري لاءِ ٻيو ڪو منصوبو ڪين هو. نيٺ جڏهن انتفاده جو آغاز ٿيو ته عرفات ۽ سندن ٻي قيادت ڪو موثر ڪردار ادا نه ڪري سگهي. فلسطيني نوجوانن کي طاقتور فوجي مشينري کي منهن ڏيڻو پئجي ويو. هي ماڻهو لنين ۽ ٽرن سان به وڙهيا. ان باوجود اولهندي ڪناري جي نوجوانن عرفات ۽ سندس ساٿين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اثرائتو ڪردار ادا ڪيو. هنن چند مهينن ۾ اهو ڪري ڏيکاريو جيڪو عرفات ٽيهن سالن ۾ به ڪري نه سگهيو هيو.

اسرائيل جيڪي ”رعايتون“ آڇيون هيون، اهي پي. ايل. او جي جدوجهد جو نتيجو نہ هيون، پر انتفاده جي ڪارڻ آڇيون هيون. جنهن اسلائيلي سماج کي لوڏي ڇڏيو هو ۽ عالمي ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ورتو هو پر هي نئين عالمي صورتحال جو عڪس بہ هو. اسٽالنزم جي ڊهڻ کان پوءِ طاقت جو عالمي توان بدلجي ويو هو. آمريڪا دنيا تي حاوي ٿي چڪو هو. يعني هاڻ آمريڪا سرد جنگ جي زماني وانگي اسرائيل جو ايڏو گهڻو لاچاري نہ هيو. آمريڪي سامراج جا وچ اوير ۾ وڏا اهم اقتصادي ۽ فوجي مفاد آهن، هن سعودي عرب ۾ قدم ڄمائي علائقي ۾ استحڪام رکڻ گهريو ٿي. آمريڪا تل ابيب تي دباءُ وڌو تہ فلسطينن ۽ پاڙيسري عرب ملڪن سان مصالحت تي راضي ٿي وڃي. عرفات هن موقعي مان ڀرپور فائدو ورتو ۽ پيشڪش قبولي ورتي. فلسطين جي جدوجهد آزادي ۾ ڪيئي ڏهاڪن تائين معمولي اڳيرائي ڪرڻ ۾ ناڪامي کانپوءِ، پي ايل او جي لالچي قيادت انهن رعايتن تي ڪري پئي. جيڪي انتفاده جي تحريڪ حاصل ڪيون هيون. پر جيڪي بہ هنن قبوليو هو اهو فلسطيني قومي جدوجهد آزادي سان غداري هئي.

آمريڪا هڪ مصالحت هيٺ هن علائقي ۾ استحڪام قائم ڪرڻ گهريو ٿي، پر قومي سوال هڪ اهڙو منجهيل، ڇيڙهو ۽ بدنام حد تائين ڏماڪيدار مسئلو آهي، جو پهريائين تہ سامراج خود ان کي پيدا ڪري ٿو ۽ جڏهن ان کي ختم ڪرڻ گهري ٿو، تہ اها ان جي وس جي ڳالهہ نہ ٿي رهي، جيئن برطانيہ آئرلينڊ جي اتر ۾ مسئلو پيدا ڪري رکيو جيڪو پوءِ سندس وس کان ٻاهر ٿي ويو. هاڻي آمريڪي سامراج کي احساس ٿي ويو آهي، تہ اسرائيلي رياست تہ ان قائم ڪري ڇڏي آهي، پر اهو ضروري ناهي، تہ اها هميشه پتلي وانگر سندس اشارن تي نچي. اسرائيلي حڪمران طبقو پنهنجا بہ مفاد رکي ٿو جيڪي آمريڪي مفادن جهڙا ٿي بہ سگهن ٿا ۽ نہ بہ ٿي سگهن ٿا. ان لاءِ ئي وچ اوير ۾ امن جي ڳالهہ ٻولهہ مشڪل مسئلن جي ور چڙهي ٿي وڃي ۽ ڪوبہ بنيادي مسئلو حل نہ ٿي سگهيو آهي.

جيئن مارڪسين اڳڪٿي ڪئي هئي، تہ عرفات اسرائيل سان جيڪو ناهہ ڪيو هو اهو فلسطينن لاءِ چار هيو. هي حق خوداراديت نہ پر هڪ فراڊ هو. هڪ اهڙي فلسطيني رياست جنهن ۾ بيت المقدس (يروشلم) اسرائيل جي مضبوط ڪنٽرول ۾ هجي، تہ ان جي حيثيت

ڪيرايل ٻار ڪان وڏيڪ نہ آهي. وري ان سان گڏ ٻيا گندا شرط بہ لاڳو ڪيل هجن. جيئن فلسطيني مهاجرن جي وطن واپسي کي روڪ وغيره. ان ساڻ گڏ وري اهو ظلم تہ شايد ڪجھ يهودي آبادڪار اتي رهندا ۽ اهي هر قسم جي اشتعال انگيزيءَ پڻ ڪندا رهندا. حقيقت ۾ نام نهاد فلسطيني رياست اسرائيل جي رحم و ڪرم تي آهي، جنهن تي اڃا تائين اسرائيلي غلبو آهي. اولهندي ڪناري ۽ غزا جي پٽي ۾ عرب عوام جي حالت اڳ جي ڀيٽ ۾ تمام خراب آهي. بيروزگاري وڌي وئي آهي، خاص ڪري نوجوانن ۾. اسرائيل ڪنهن وقت بہ سرحد سيل ڪري، فلسطينن جي ڪن مهٽ ڪري وٺي ٿو. اهڙي طرح اسرائيلي رياست ۾ ڪم ڪندڙ فلسطيني بہ واپس وڃي نہ سگهندا. ٻئي طرف پي ايل او PLO ٽولو پاڻ کي مراعات يافتہ طبقو بڻائي، تل ابيب لاءِ پوليس جو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي ۽ فلسطين جي خون سان پنهنجو پيٽ ڀري رهيو آهي. آمريڪي دٻاءُ هيٺ جيڪو ناهہ دهل وڄائي ڪيو ويو هو، هاڻ اهو ٽٽي چڪو آهي. نيتن ياهو حڪومت جي ڊهڻ ۽ اليڪشن ڪان پوءِ ليبر حڪومت جي هٿرڻ سان آمريڪا کي پڪ ٿي وئي هئي، تہ هو پنهنجي مرضي مڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو پر يهودي آبادڪارن جي دٻاءَ بعد هڪ ڪان پوءِ ٻيو بحران پيدا ٿيندو رهيو. اسرائيلي حڪومت فلسطينن سان ڳالهہ ٻولهہ وڏائڻ ۾ ناڪامي ڪان پوءِ شام سان گولان هائيٽس تي ڳالهيون شروع ڪري ڏنيون، پر جيئن ئي گولان هائيٽس شام کي واپس ڪرڻ جو سوال سامهون آيو تہ اسرائيل ۾ ان خلاف مظاهرا شروع ٿي ويا. شام سان ڳالهہ ٻولهہ ناڪام ٿي وئي. جنهن سان ڏکڻ لبنان ۾ جهڙپون شروع ٿي ويون. انفرادي دهشتگردي، هٿياربند جدوجهد ۽ ڳالهيون ٻولهيون فلسطين کي آزاد ڪرائڻ ۾ ناڪام ويون آهن. اوسلو ناهہ ڪان وٺي ڪري، سامراجي روڊ ميپ تائين، سڀ جو سڀ مسئلي کي سلجهائڻ بدران ان کي اڃا بہ خونريز بڻائڻ جو سبب بڻجي رهيا آهن. سامراج ڪڏهن بہ فلسطين کي مڪمل آزادي ڏياري نہ سگهندو. بنياد پرست پنهنجي حرڪتن سان اسرائيلي صيهوني جبر کي مضبوط ۽ فلسطيني عوام کي وڏيڪ ڏچي ۾ وجهي رهيا آهن ۽ انهن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪي رهيا آهن. ٻن رياستن وارو نظريو ناڪام ٿي چڪو آهي. موجوده ڪيفيت ۾ هڪ مڪمل طور آزاد ۽ خودمختيار فلسطيني رياست نہ سامراج قبولي سگهي ٿو نہ اسرائيل ۽ نہ ئي رجعتي عرب حڪمران، جيڪي هن وقت وچ اوير ۾ اقتدار تي ڇانيل

آهن. ٻين لفظن ۾ انهن طاقتن کي شڪست ڏيڻ کان سواءِ فلسطين جي مڪمل آزادي ممڪن نہ آهي ۽ انهن کي شڪست نہ قومي جنگ ۽ تشدد سان ڏئي سگهجي ٿي ۽ نہ ئي ڳالهين ڪرڻ ۽ سفارتڪاري سان حق ملي سگهندا. هڪ ئي رستو رهجي ٿو انقلاب ۽ انقلاب، رڳو طبقاتي يڪجهتي، جيڪا هر تعصب، ساڙ ۽ حسد کان پاڪ هجي، تنهن سان ئي ڪٽي سگهجي ٿو.

اولهندي ڪناري ۽ غزا ۾ عوام جي بيچيني هڪ نئين محاذ ڏانهن اشارو ڪري رهي آهي. صورتحال اهوئي ٻڌائي رهي آهي، هن نئين ويڙهہ ۾ پڪ سان هڪ انقلابي صلاحيت هوندي. بشرطيڪ ان جي قيادت انقلابي هجي ۽ اها مسئلي جو بين الاقوامي حل ڪڍي. قومپرستي جي بنياد تي ڪوبہ حل نہ آهي. گهري ۽ ڏور رس نظر رکڻ واري قيادت فلسطيني پورهيت طبقي جي جدوجهد کي اسرائيلي پورهيت طبقي جي جدوجهد سان جوڙڻ جي ڪوشش ڪندي انهن کي ٻڌائي، تہ عرب ۽ اسرائيلي پورهيتن جا دشمن اسرائيلي بئنڪار ۽ سرمائيدار آهن. انهن تي واضح ڪري، تہ فلسطيني انقلابي تحريڪ عام اسرائيلي شهري جي خلاف نہ آهي. هو اسرائيلي معاشري ۾ پنهنجي حمايت پيدا ڪري يعني شاگردن ۽ ترقي پسند نوجوانن، ڪارخانن ۽ فوج جي اندر، معاشري جي بنيادي تبديلي کي سامهون رکڻ ضروري آهي. فلسطين جي اندر ئي نہ پر اسرائيل اندر بہ موجوده ڏيڻ مان نڪرڻ جو بس اهو ئي رستو آهي.

فلسطينين جي تقدير هڪ زبردست الميو آهي. گذريل ڪيئي سالن کان اهي خوداراديت لاءِ وڙهي رهيا آهن. قومپرست ۽ مذهبي بنيادن تي ويڙهہ کين ڪٿان کان ڪٿي وٺي وئي آهي. هڪ وڏي تباهي ۽ غداري تائين سبق ڏاڍو واضح ۽ تلخ آهي ۽ ان مان ضرور سکڻ گهرجي. فلسطين جو مسئلو سرمائيداري جي بنياد تي حل نہ ٿو ڪري سگهجي ان کي حل ڪرڻ جو طريقو صرف انقلاب آهي. هڪ سوشلسٽ انقلاب، اسرائيل ۽ سڀ عرب پاڙيسري ملڪن ۾ جيڪو اردن کان شروع ٿئي، جتي ڪيئي سال اڳ پي ايل او اقتدار حاصل ڪري پئي سگهي. جيڪڏهن انهن جي اڳواڻن انقلاب سان غداري نہ ڪئي هجي ها. هن مسئلي جي حل ڪرڻ جو هڪ ئي طريقو آهي تہ وچ اوير ۾ سوشلسٽ فيڊريشن قائم ڪئي وڃي. جنهن جي اندر هر ملڪ آزاد هجي، اسرائيل بہ تہ فلسطين بہ. وچولي طبقي جا خشڪ مزاج ماڻهو چوندا، تہ هي قابل عمل نہ آهي، پر گذريل

چاليھہ سالن کان ھو جيڪي حل پيش ڪندا رھيا آھن, ڇا اھي قابل عمل ھئا؟ انھن جي احمقاڻين ۽ قومپرستاڻين پاليسين تباھي ۽ بربادي ڪانسواءِ ڇا آندو آھي. لينن اھڙن قومپرستن جي "قابل عمل" پاليسين تي لعنت وڌي ھئي. حقيقت اھا آھي, تہ فلسطين جي مسئلي جو حل انقلابي بين الاقوامي طبقاتي پاليسي آھي. ڪو بيو حل پاڻ سان تباھي آڻيندو. حقيقي قابل عمل پروگرام سوشلسٽ انقلاب جو پروگرام آھي.

## خودارادیت- ھڪ رجعتي نعري طور

مارڪسزم جو نلھي امن پسندي يا صلح پسندي سان ڪو گھرو واسطو نہ آھي. اسان اصولي طور سڀني جنگين جا مخالف نہ آھيون ۽ اعتراف ٿا ڪريو تہ ڪجھہ جنگيون ترقي پسنداڻيون ھونديون آھن. پر جيئن ھر چمڪندڙ شيءِ سون ناھي ھوندي. اھڙي طرح خودارادیت جي نعري ھيٺ وڙھجندڙ ھر ويڙھہ ترقي پسند ناھي ھوندي. مارڪسسٽ ڪنھن بہ جنگ يا قومي جدوجھد جي مڪمل طبقاتي بيھڪ ۽ ھر رخ جو پرولتاري ۽ عالمي انقلاب ڏانھن وڪ وڌائڻ واري نقطئہ نظر سان ضروري جائزو وٺڻ کان پوءِ پنھنجو مؤقف اختيار ڪن ٿا, تہ ڪھڙي جنگ ترقي پسنداڻي يا وري رجعتي ڪردار واري آھي.

آمريڪي گھرو ويڙھہ دوران حق خودارادیت جي بنياد تي ڪنفيڊريشن جي حمايت ڪرڻ ڇا صحيح ھيو؟ سوال پاڻ ئي جواب ڏئي ٿو. خاص حالتن ۾ اتحاد کي برقرار رکڻ جي ويڙھہ ھڪ ترقي پسنداڻو ۽ نيم انقلابي قدم ھيو. جڏھن اترين رياستن, ڏاکڻين رياستن تي پنھنجي مرضي مڙھڻ شروع ڪئي, تہ اترين رياستن بيشڪ ڏاکڻين رياستن جي ان جي حق جي ڀڃڪڙي ڪئي ھئي, تہ اھي آزاداڻي نموني پنھنجي قسمت جو فيصلو ڪن, پر جڏھن بنيادي مسئلا سامھون ھجن, تہ اھڙيون ڳالھيون گھٽ حيثيت اختيار ڪن ٿيون. بنيادي مسئلا طبقاتي مسئلا ھوندا آھن. ھن مسئلي ۾ خود ارادیت جي مطالبي جي پويان ڪير ھيو. ذڪرڻ جي غلام پورھيت طبقن کي اتر جي حمايت ڪرڻي پئي. ڇو تہ اتحاد سان سرمائيداري کي ترقي ملي ۽ پورھيت طبقو وڌندو ويو. ھن رخ ۾ ڪارن غلامن کي آزاد ڪرڻ ھڪ ضروري ۽ ترقي پسنداڻو عمل ھيو. ھي معاملو ڏاڍو چٽو آھي ۽ ان تي سمجھو ماڻھو بحث نہ ڪندو. پر بيا ڪيترا مثال موجود آھن, جتي خودارادیت جي گھر بلڪل رجعتي مقصدن لاءِ ڪئي

وجي ٿي. ان کي بلڪل رد ڪري ڇڏڻ گهرجي. مثال طور اٽلي ۾ اتر ليگ جو هي مطالبو تہ هو اٽلي کان الڳ ٿي، هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ رهڻ گهرن ٿا. بلڪل رجعتي نوعيت جو آهي.

اهي مثال اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن تہ قومي خواهشون ۽ حق خوداراديت نہ مطلق آهن ۽ نہ مطلق Absolute ٿي سگهن ٿا. اهڙو ڪوبہ مطالبو ڪنهن خاص تاريخي وقت ۽ حالتن آهر ترقي پسنداڻو ۽ غير ترقي پسنداڻو ٿي سگهي ٿو. هر معاملي ۾ مواد جو تجزيو ڪرڻ ضروري ٿي پوندو آهي ۽ ڏسڻو پوندو آهي، تہ ان ۾ ڪهڙا طبقاتي مفاد ملوث ٿي سگهن ٿا ۽ ڪهڙي خاص تحريڪ پورهيت طبقي جي مفادن جي نگهبان هوندي ۽ عالمي پيماني تي سوشلزم جي ويڙهہ ۾ ڪيتري مددگار ثابت ٿيندي. جيتوڻيڪ قومي سوال ڏاڍو منجهيل آهي، پر عام طور ڪنهن صحيح موقف تي پهچڻ لاءِ سوال کي نوس انداز ۾ پيش ڪرڻ ئي ڪافي آهي. 1991ع ۾ يوگوسلاويہ جي ڀڃڻ جي شروع ۾ ئي هڪ بحث دوران هال جي پوئين قطار مان هڪ فرقي پرست ٽيڊگرانٽ کي مخاطب ٿيندي چيو تہ "ڪروشيا جي خوداراديت متعلق اوهان جو رايو ڇا آهي؟ "ٽيڊگرانٽ نهہ پهہ ان کان جوابي سوال پڇيو. اوهان جو مطلب ڇا آهي؟ "توهان اهو پڇڻ ٿا چاهيو تہ اسان سرب ۽ ڪروٽ فاشسٽن مان ڪنهن جي حمايت تا ڪريون؟" آواز اٿاريندڙ وري ڪو سوال نہ پڇيو ۽ خاموش رهيو.

جيڪو بہ جنگين ۽ سفارتڪاري (بنهي جو پاڻ ۾ گهاٽو لاڳاپو آهي) جي ٿورڙي بہ ڄاڻ رکي ٿو ان کي خبر هوندي، تہ ڪوڙ ۽ اڌوري سچ جي ڏوڙ کي صاف ڪرڻ ضروري هوندو آهي، جنهن جي پٺيان عام راءِ کي گمراهہ ڪري جنگ جي مقصد کي لڪايو ويندو آهي، اها ڌوڙ لهي وڃي، تہ جنگ جا حقيقي مقصد سامهون اچن ٿا. ان شخص تي افسوس ڪرڻ گهرجي، جيڪو جنگ کي سفارتڪاري جي لفاظي وارن نعرن جي نظر سان ڏسي ٿو. لينن جي چوڻ مطابق خوداراديت جو نعرو ترقي پسنداڻو ۽ انقلابي ٿي سگهي ٿو ليڪن هر معاملي ۾ نہ. ڪيترائي مثال موجود آهن، جتي خوداراديت جو نعرو رجعتي مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ويو تہ جيئن سامراجي چالاڪين ۽ سازشن کي نئون روپ ڏئي سگهجي. پهرين عالمي جنگ هلندي، برطانوي سامراج پنهنجي ايجنٽ لارنس آف عريبيا کي عربن ڏانهن موڪليو تہ جيئن عربن کي ترڪي خلاف ڀڙڪائي، ان جي بدلي ۾ عربن سان خوداراديت جو واعدو ڪيو ويو. برطانيہ فلسطيني عربن

۽ يهودين کي هڪ ئي وقت خودارادیت ڏيڻ جو وعدو ڪيو پر جنگ کان پوءِ پاڻ اتان جو نئون بينڪي مالڪ بہ بڻجي ويٺو. وارسائي ٺاهہ جنهن يورپ کي غلام بنايو ۽ هڪ نئين لڙائي لاءِ رستو هموار ڪيو. ان ۾ بہ قومن کي خودارادیت ڏيڻ جو ذڪر آهي. اڳتي هلي هٽلر بہ ڪروٽن، البانين ۽ بين کي پنهنجي سامراجي توسيع پسندي ۽ ماڻهن کي غلام بنائڻ لاءِ انهيءَ نعري کي ورجايو. ان جي پوليس چيف هيزڪ هملر لکيو هيو "اوڀر ۾ غير ملڪي ماڻهن سان منهن ڏيڻ وقت اسان کي وڏ کان وڏ ڏار ڏار قومي گروپن ۽ ننڍين قوميتن جي پالنا ڪرڻ گهرجي، جيئن پولش، يهودي، يوڪرائيني، سفيد روسي ۽ بيا ماڻهو".

اها ڪا نئين ڳالهہ ناهي. پراڻي وقت جي ڳالهہ آهي، تہ روم وارن هڪ سادو سودو فارمولو ٺاهيو هيو جنهن کي اڳتي انگريزن بہ ڏاڍو چالاڪيءَ سان استعمال ڪيو. اهو فارمولو آهي:

"Divide and rule" "ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو" ملڪن اندر ڏقيڙ وجهڻ ۽ هڪ قوميت کي ٻي قوميت خلاف ويڙهائڻ سامراج جو پراڻو هٿيار آهي. ان جي ابتڙ انقلابين پورهيت طبقن ۽ ٻين مظلوم ماڻهن کي هر جاءِ تي ڦرلٽ ڪندڙن خلاف گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

لينن جي زماني جي پيٽ ۾، اڄ قومي سوال گهڻو منجهيل حالت اختيار ڪري ويو آهي. لينن ناروي جو مثال ڏيندو هيو جيڪو 1905ع ۾ سوئيڊن کان الڳ ٿي ويو هيو. نيپولن جي شڪست کان پوءِ 1815ع ڌاري ڪانگريس آف ويانا جي ٺاهہ هيٺ ناروي کي سوئيڊن جو حصو بنايو ويو هيو. هي ڪو رضاڪارانو اتحاد نہ هو ناروي جا ماڻهو ان جي خلاف هيا. سويڊن جي فوج انهن کي قابو ڪيو ويٺي هئي، جيتوڻيڪ ناروي ۽ سوئيڊن جون ٻوليون پاڻ ۾ وڏي حد تائين ملندڙ جلندڙ آهن ۽ ناروي کي خاص خودمختياري بہ حاصل هئي، پوءِ بہ اتان جي ماڻهن کي سوئيڊن جو غلبو پسند نہ هيو. آگسٽ 1905 ۾ ناروي جي پارليامينٽ اها قرارداد پاس ڪئي، تہ سوئيڊن جو بادشاهہ انهن جو بادشاهہ آهي. ماڻهن وڏي انگ ۾ سوئيڊن کان الڳ ٿيڻ جي ريفرينڊم ۾ آزاديءَ جي حق ۾ ووٽ ڏنو. ان تي لينن لکيو "هيءَ مثال اسان کي ٻڌائي ٿو تہ ڪهڙن بنيادن تي قومن جي آزادي ممڪن هوندي آهي ۽ نئين سياسي ۽ معاشي رشتن هيٺ واقعي ٿي بہ وڃي ٿي ۽ سياسي آزادي ۽ جمهوري حالتن ۾ اها آزادي ڪهڙي صورت اختيار ڪري ٿي."

(قومن جي حق خوداراديت جلد 20 LCW)

حقيقت اها آهي، تہ سويڊش عوام نارويجن عوام جي الڳ ٿيڻ جي حق جو دفاع ڪيو. جنهن ڪان پوءِ سويڊش رجعت پسندن ٿوري گهڻي شروعاتي مزاحمت ڪان پوءِ هٿيار ڦٽا ڪيا. ان سان سويڊش ۽ ناروېجن پورهيتن وچ ۾ وڌيڪ اعتماد پيدا ٿي پيو. لينن ان کي قومي سوال حل ڪرڻ جو هڪ عمدو مثال سڏي ٿو پر اهڙا واقعا تاريخ ۾ اٽليپ آهن. اج جي زماني ۾ قومي سوال پاڻ کي جنهن شڪل ۾ پيش ڪري رهيو آهي. اهو بلڪل الڳ نموني جو آهي. لينن پاڻ چوندو هيو تہ مارڪسسٽن کي هر قومي سوال تي صورتحال مطابق موقف اختيار ڪرڻ گهرجي. 1905ع ۾ ناروي ۾ جيڪو ڪجهہ ٿيو اهو ان جي مقابلي ۾ بلڪل ٻاراڻو کيل آهي، جيڪو اج ڪالهہ اتر آئرلينڊ، لبنان ۽ بلقان ۾ ٿي رهيو آهي. ناروي نسلي طور هڪ يونٽ هيو. جتي مٿين ملڪن جهڙي ڪاٻہ منجهائيندڙ صورتحال نہ هئي. ناروېجن ماڻهن ۽ پارليامينٽ هڪ نهراءُ (قرارداد) منظور ڪيو ۽ انهن کي آزادي ملي، هي ڪيڏو نہ سادو سڌو معاملو هيو. اتر آئر لينڊ وانگي نہ، جتان فوج هلي وڃي، تہ ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ فرقن ۾ ويڙهہ شروع ٿي وڃي ٿي ۽ وري بلقان جي صورتحال بہ اوهان جي اڳيان آهي.

## مارڪسزم جي غلط وضاحت

مارڪسي نظريي جي حوالي کان اسان اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪا آهيون، تہ قومي سوال ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي. جنهن کي ڪالهہ ئي ايجاد ڪيو ويو هجي. مارڪس، اينگلز، لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي لکڻين ۾ هن موضوع تي تمام گهڻو مواد موجود آهي. پر افسوس جي ڳالهہ اها آهي، تہ ان معاملي کي بنهہ گهٽ سمجهيو ويو آهي ۽ ان جي گهٽيا ۽ غلط تشريح ڪئي وئي آهي. اهو اڃان وڌيڪ بهتر آهي، تہ اسٽالنسٽن جو ذڪر ئي نہ ڪجي، جن جو "هڪ ملڪ ۾ سوشلزم" جو نظريو مارڪسي نظريي کي ڦٽو ڪرڻ جي برابر آهي. اهو ناقابل يقين نظر ايندو پر حقيقت اها آهي، تہ جيڪي ماڻهو اج ڪلهہ پاڻ کي مارڪس، لينن يا ٽراٽسڪي جو پوئلڳ ڪوٺي رهيا آهن، قومي سوال تي سندن موقف بلڪل ڪوڙو ۽ غلط آهي.

بلقان جي معاملي ۾ هي ماڻهو بدمعاشن جي هڪ يا ٻي ٽوليءَ جي حمايت ڪندا رهيا. ڪوسووو جي خوداراديت جي حمايت ۾ هي ماڻهو

ايترو پري هليا ويا، جو هو آمريڪي سامراج جا ساٿاري بڻجي ويا ۽ ڪوسووو جي سپاه آزادي KLA جا ڳڻ ڳائڻ لڳا. اسان شروع کان ئي خبردار ڪندا رهياسين، ته انهن جو اهو موقف ڪين اٽڙ طور رجعت پسند نتيجن ڏانهن وٺي ويندو. اسان اڳڪٿي ڪري ڇڏي هئي، ته خوداراديت حاصل ڪرڻ بدران ڪوسووو آمريڪا جو هڪ حفاظتي علائقو بڻجي ويندو. اڄ اسان انهن ماڻهن کان پڇڻ ٿا چاهيون، ته ڪوسووو جي موجوده صورتحال بلقان ۾ سوشلزم کي ڪيتري قدر فائدو رسايو آهي. مارڪسي نقطي نظر کان انهن جي ڳالهين ۾ ذري برابر به ترقي پسند عنصر نه رهيو آهي. هڪ طرف آمريڪي سامراج بلقان ۾ پنهنجا پير پختا ڪيا آهن ۽ ٻئي طرف KLA کي معصوم سرب مردن عورتن پوڙهن ۽ ٻارن جي خلاف من پسند ڪارروائيءَ جو موقعو مليو. قومي سوال تي طبقاتي موقف مان هٽ ڪيڻ سان ائين ئي ٿيندو آهي، اها ڪا نئين ڳالهه نه آهي. هي شريف ماڻهو ڪيئي سالن کان آئرلينڊ ۾ به IRA جي دهشتي ڪاررواين جي حمايت ڪندا رهيا آهن. قومپرستيءَ جي اکيون ٻوٽي ائين حمايت ڪرڻ، لينن ازم جي ابتدائي اصولن کان منهن ڦيرڻ برابر آهي ۽ اها صورتحال ڪٿي وٺي آئي آهي؟ "هٿياربند جدوجهد" باوجود IRA کي اڄ تائين ٽي هزار ماڻهو مارائڻ کان پوءِ به ڪجهه هٿين نه پيو آهي. اتي پورهيت طبقو اڃا به وڌيڪ ورهائجي چڪو آهي. ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ فرقن جا ٻار الڳ الڳ اسڪولن ۾ تعليم پيا پرائين، ٻه فرقا ڪنڊيدار تارن جي گهيري ۾ الڳ الڳ رهن ٿا.

هي اهي ئي ماڻهو آهن، جيڪي ڪابل ۾ اسٽالنسٽ حڪومت خلاف نام نهاد مجاهدن جو بچاءُ ڪندا رهيا ۽ سو به افغان عوام جي حق خوداراديت جي نالي تي. انهن جو اهوئي "حق" آمريڪي سامراج ۽ پاڪستاني رجعتي طبقن کي پيارو هيو ان لاءِ اهي ٻئي رد انقلابي افغان غنڊن جي مالي مدد ڪندا رهيا. جيتوڻيڪ پوءِ اسلامي بنياد پرستن کي فتح ملي، پر نهايت ئي ڀيانڪ طريقي سان. طالبان جي فتح کي ڇا حق خوداراديت جو نالو ڏئي سگهجي پيو؟ ڇا هاڻ آمريڪي سامراجي سنگينن جي ڇانو ۾ افغانستان آزاد آهي؟ ڪٺپتلي ڪرزئي حڪومت افغان هئڻ جي باوجود افغانين جي نمائندگي نه ٿي ڪري، پر ڇا ان آزاديءَ افغانستان کي وڌيڪ تباهه ۽ برباد نه ڪيو آهي. اهي ڪجهه مثال اهو ڏيکارڻ لاءِ ڏنا ويا آهن، ته قومي سوال تي مارڪسي موقف ڇڏي ڏيڻ سان

ڪجهڙو حشر ٿو ٿئي. انهن جي ڏاهپ اها آهي، تہ هو طوطي وانگي هڪ ئي جملو رٽيندا رهن ٿا، تہ "نيڪ آ، نيڪ آ، پر ڇا لينن حق خوداراديت جي حمايت ڪانہ ڪئي هئي؟ لينن جون چند سٽون پڙهي ڪري، هي پنهنجي ليکي ڏاها ۽ عظيم انسان بڻجي وڃنا آهن. هڪ انگريزي چوڻي آهي، تہ ٿورڙو علم خطرناڪ آهي. "Little knowledge is dangerous thing" هي ماڻهو اسڪول جي ان ٻار وانگي آهن، جيڪو نئين مان ABC پڙهي پوءِ ٻين آڏو پاڻ کي وڏو ڄاڻو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، لينن هر معاملي ۾ حق خوداراديت جي حمايت نہ ڪندو هيو. هو ڏسندو هيو تہ ڪهڙي شيءِ ترقي پسندائي آهي ۽ ڪهڙي شيءِ رجعت پسندائي آهي، هو سمورين حالتن جو ڳوڙهو اڀياس ڪندو هو.

## مارڪسسٽ ۽ آئرش سوال:

جڏهن آئرلينڊ ۾ حالتون خراب ٿيون، تہ ڪميونسٽ پارٽيءَ سميت برطانيا جي ٻين پارٽين بہ اتر آئرلينڊ ۾ فوج موڪلڻ جي حمايت ڪئي هئي. هاڻي هي ماڻهو اهي ڳالهيون وساري ڇڏيا آهن، پر حقيقتون ڏاڍيون ڪڙيون هونديون آهن. ليبر پارٽيءَ ۾ موجود مارڪسين هن قدم جي ننڌا ڪئي هئي. اسان ان جي مخالفت 1969ع ۾ ليبر پارٽيءَ جي ڪانفرنس ۾ هڪ نهراءَ جي ذريعي ڪئي هئي. اسان چيو هيو تہ برطانوي فوج کنهن ترقي پسندائي ڪم ڪرڻ جي اهل ناهي ۽ اها فوج سامراجي مفادن جي تحفظ لاءِ موڪلي پئي وڃي.

اهي محترم جيڪي فوج موڪلڻ جي حق ۾ هيا، بعد ۾ ٽپو ڏيئي، ٻئي پاسي ٿي ويا ۽ فوج جي واپسيءَ لاءِ نام نهاد تحريڪ TOM بڻايائون. هي پوءِ IRA جي انفرادي دهشتگرديءَ جي حمايت ڪرڻ لڳا. نام نهاد هٿياربند جدوجهد ٽيهن سالن تائين جاري رهي. 1970ع ۾ IRA جو خيال هيو تہ هو طاقت وسيلي سامراج کي شڪست ڏئي، ڪري، بمن جي ڌماڪن سان اتر آئرلينڊ کي ڏکڻ آئرلينڊ سان اتحاد لاءِ مجبور ڪري سگهن ٿا. اسان انوقت بہ چيو هو تہ اها اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي، ان بنياد تي آئرلينڊ کي متحد نہ ٿو ڪري سگهجي. ڇو تہ پروٽسٽنٽ مسلح هئا ۽ انهن کي مزاحمت ڪرڻي هئي. ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ وچ ۾ جنگ ٿيڻ جي صورت ۾ IRA کي شڪست ملڻي هئي ۽ ڪيٿولڪن کي آئرلينڊ مان ٻاهر ڌڪجڻو هيو. وري سرحدن جي ٻيهر درجابندي ٿيڻي هئي، پر اهو بہ

پرامن طريقي سان نہ ٿيڻو هيو قتل و غارتگري اٿتر هئي، جيئن اڳوڻي يوگوسلاويہ ۾ ٿيو. ان سان اتر آئرلينڊ ۾ سو سيڪڙو پروٽيسٽنٽ حڪومت ۽ ڏکڻ آئرلينڊ ۾ سو سيڪڙو ڪيٿولڪ حڪومت قائم ٿيڻي هئي. ان نتيجي ۾ پوليس جي آمريت قائم ٿي پئي سگهي. سرمائيدارائڻ بنيادن تي آئرش مسئلي کي حل ڪرڻ جي ڪوشش جو اهوئي انجام ٿيڻو هيو.

يوگوسلاويہ جا سبق هن ڳالهہ جي زبردست تصديق آهن. ان لاءِ برطانيا پنهنجي فوج اتر آئرلينڊ مان نہ ٿو ڪڍي. اها تاريخ جي ستم ظريفي آهي، تہ هاڻ برطانوي سامراج کي اتر آئرلينڊ کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ ۾ ڪا دلچسپي ناهي. 1922ع جي ابتڙ هاڻ ڪي معاشي يا فوجي سبب بہ ناهن رهيا، پر مسئلو اهو آهي، تہ فوج اتان ڪان نڪري ٿي، تہ رت جي راند ڪيڏي وينديِ، جيڪا وڏيڪ پکڙجي، برطانيا کي بہ پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيندي، برطانوي حڪومت ائين ٿيڻ نہ ڏيندي. فوج جو اتي رهڻ هاڻ مقدر جو لکيو بڻجي چڪو آهي. جيڪر IRA وڏيڪ ٽيهن سالن تائين اتي وڙهندي رهي، تہ پوءِ بہ ڪيس ڪجهہ پلئہ ناهي پوڻو. IRA جي پاليسيءَ جا سوشلزم ۽ پورهيت طبقي جي تحريڪ تي ناڪاري اثر پيا آهن. نتيجا ڇا آهن؟ ٽي هزار لاش، هڪ نسل جي تباهي ۽ پورهيت طبقي ۾ مذهبي بنيادن تي ڏار. اولهہ جي پريس ديوار برلن جو وڏو ذڪر تي ڪري، جنهن برلن کي ورهائي رکيو هيو پر اُن ديوار جو ڪو ذڪر نہ ٿو ڪيو وڃي، جنهن بيلفاسٽ کي ڪيٿولڪ ۽ پروٽيسٽنٽ ۾ ورهائي رکيو آهي. اهي ورهايل ماڻهو هڪبئي سان نہ ملن جلن ٿا ۽ نہ ئي ڳالهہ ٻولهہ ٿئي ٿي. اها نام نهاد امن لڪير آهي، قومي ورهاست جي انڌي کاهي، اهو سڀ ڪجهہ IRA جي انفرادي دهشتگرديءَ جو نتيجو آهي.

1969ع ۾ ڪارخانن اندر مزدور اتحاد جي هڪ تحريڪ موجود هئي، پر ان وقت باشعور قيادت جو بحران هيو. اسان ورڪرز مليشا جي گهر ڪندا رهياسين، جنهن جو بنياد ٽريڊ يونين هجي ها، اهي ئي تنظيمون آهن، جنهن ۾ اڃا تائين ڪنهن ڪيٿولڪ يا پروٽيسٽنٽ جو تفاوت نہ آهي، وقت پوڻ تي انهن کي جنوني فرقي پرستن جي خلاف هٿياربند ڪري سگهجي پيو. اسان جو نعرو انقلابي نعرو هو، "پورهيتن جي هٿياربند دفاعي فوج" جو نعرو جيڪو فرقہ پرستيءَ سان مقابلي ڪرڻ جو واحد رستو هيو. الٽراليفٽ لاءِ هي نعرو ڏاڍو دلچسپ هيو. انهن

ڪي لينن جو موقف سدائين ڪل جوڳو لڳو آهي، پر جڏهن هو زنده هيو ته ان وقت به وچولي طبقي جا قومپرست قومي سوال تي ان جي موقف کي خيالي جنت چوندا هيا. لينن اهڙن ”باعمل“ ماڻهن کي نفرت سان ڌڪاريندو هيو. جنهن جا هو حقدار به هيا.

۽ هاڻ اهي ماڻهو اتر آئرلينڊ جي صورتحال بابت ڇا ٿا چون؟ IRA صلح ڪرڻ لاءِ تيار آهي، پر ڇو؟ ان لاءِ ته هن جي نام نهاد هٿياربند جدوجهد جو ڪو نتيجو سامهون نه اچي رهيو هو. ان جو اهو خيال ڏاڍو غير حقيقت پسنداڻو هيو ته هوءَ فوج کي ماري ڀڄائيندي. هاڻ انجام ڪار ڇا ٿيو آهي؟ فلسطين ۾ پي ايل او جي قيادت، منڊيلا ۽ مبيڪي وانگي شين فين جي ليڊرن به بارود ۽ هٿيار ڦٽا ڪري، ”سياست“ اختيار ڪئي آهي. يعني مهانگا سوٽ ۽ سُني پگهار. هاڻ اها ان مقصد کي ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار تي وئي آهي. جنهن مقصد لاءِ سندن ساٿين هر قسم جي قرباني ڏني هئي. IRA جا ميمبر هاڻ ”باعزت پگهار“ تي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهن. نام نهاد هٿياربند جدوجهد ان طريقي سان ئي ختم ٿيندي آهي. روسي مارڪسي سدائين دهشتگردن کي ”بم بردار لبرل“ چوندا هئا. اها دعويٰ ڪيتري سچ ثابت ٿي. IRA ٽيهن سالن کان پوءِ به ”متحد آئرلينڊ“ حاصل ڪري نه سگهي، هاڻ ان کي هڪ اهڙو ناهه ڪرڻو پيو آهي. جنهن ۾ آئرلينڊ کي برطانيه جو حصو قرار ڏنو ويو آهي.

IRA کي غير مسلح ڪرڻ جي سوال تي هن تنظيم جي اندر وڏو ڏڦيڙ پيدا ٿي ويو آهي. ڇو ته هن پاڻ کي غير مسلح ڪرڻ جو ڪو سنجيده ارادو نه تي رکيو. بندوقون ضروري آهن. ڇو ته ريپبلڪن تحريڪن ۾ ڏار پوڻ جي ڊگهي روايت آهي، پر IRA جو ڪونه ڪو گروهه بم ڌماڪا ڪندي، اهو ٻڌائيندو رهي ٿو ته هو اڃا تائين زنده آهن. فوري طور غير مسلح هئڻ جو مطالبو اهڙو آهي، جنهن کي IRA کي رد ئي ڪرڻو هيو. اها ڳالهه Good Friday گڊفرائڊي ناهه ٽٽڻ ۽ اتر آئرلينڊ جي اسيمبلي جي معطلي جو سبب بڻجي وئي ۽ ٻيهر لنڊن کان سڌي ريت حڪومت ٿيڻ لڳي. نام نهاد سوشلسٽن آئرلينڊ جي سوال تي برطانيا ۾ ۽ بين الاقوامي طور وڏو شرمناڪ ڪردار ادا ڪيو آهي. هي وڏي بي شرمائيءَ سان IRA جا پڇ لٽڪائو ٿي ويا. انهن جو ڪو طبقاتي موقف به نه رهيو. هو دهشتگرديءَ جا بنا پگهار وڪيل بڻجي ويا. اها ڳالهه اڃا به قابل نفرت آهي، ته هو اڃا تائين ڪو خطرو کڻڻ لاءِ تيار نه آهن. اهو وچولي طبقي جي

قومپرستي ۽ انفرادي دهشتگرديءَ آڏو هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي برابر آهي، جنهن سبب قومي سوال تي ڪين هر دفعي تباهيءَ جو منهن ڏسڻو پيو. زندگيءَ ڪيترائي ڀيرا ثابت ڪري ڏيکاريو آهي، ته وچولي طبقي جي اطاعت قبول ڪرڻ، مسئلي جو ڪو حل ناهي، پر پورهيت طبقي سان غداري آهي، جيڪا تباهيءَ طرف وٺي تي وڃي. مارڪسسٽ آئرلينڊ جي اتحاد جي حق ۾ آهن. اهو اسان جو چٽو موقف آهي، پر آئرلينڊ جو اتحاد ايڏو ڏور هليو ويو آهي، جيترو اڳ تاريخ ۾ ڪڏهن به نه ٿيو هو. ان جو سبب گذريل ٽيهن سالن کان انفرادي دهشتگردي ۽ وچولي طبقي جي قومپرستي آهي.

آئرلينڊ ۾ صورتحال گهٽي غير مستحڪم آهي. ٿيندو ايئن ته اڳيان ڪڏ ڏسي، ٻئي فريق پوئتي هٽي ويندا، ممڪن آهي، ته ڪا مصالحت تي وڃي، جنهن هيٺ IRA ٿورا گهڻا هٿيار برطانوي فوج حوالي ڪندي، جيڪڏهن اڳتي هلي ٻيهر جهڙپون شروع ٿي ويون، ته برطانوي فوج پوري طرح حرڪت ۾ اچي ويندي. اهڙي صورتحال ٻنهي مذهبي فرقن ۾ غير مقبول هوندي. ٽيهن سالن جي جنگ ۾ ٻئي مذهبي فرقا تنگ اچي چڪا آهن. پوئتي هٽڻ جي صورت ۾ IRA پنهنجا ڪجهه ساٿي وڃائي ويهندي. اهو ڪو سٺو منظر نه آهي، پر مصالحت جي قبوليت به ڪو مسئلو حل نه ڪري سگهندي. پوءِ وري IRA جي اندر هي سوال به اٿاريو ويندو ته "اسان ٽيهن سالن تائين ڇا لاءِ لڙي مري رهيا هياسين؟" پڪ سان ريپبليڪن اندر بيچيني وڌندي. وڌيڪ سمجهدار عنصر به قيادت جي پاليسي تي تنقيد ڪري رهيا آهن، پر اهي انفرادي دهشتگرديءَ ڏانهن واپسي موٽڻ نه ٿا چاهين، اهي طبقاتي سياست ڏانهن وڌيڪ مائل ٿيندا.

هن بند گليءَ مان نڪرڻ جو هڪ ئي رستو آهي، جيمز ڪونليءَ وارو سوشلزم جو جهنڊو اهوئي جهنڊو آهي، جيڪو پورهيتن کي متحد ڪري سگهي ٿو نه رڳو آئرلينڊ ۾ پَر انگلينڊ، اسڪاٽ لينڊ ۽ ويلز ۾ پڻ. يعني آئرش سمنڊ کان پري تائين، اهو فارمولو آهي، پنهنجي گڏيل دشمن خلاف جدوجهد. اهي دشمن آهن، بئنڪون، هڪ هٿيون ۽ برطانوي سامراج، هٿيارबند جدوجهد سان نه پر آئرش پورهيت طبقي جي بهترين روايتن مطابق هلندي، مارڪسزم طرف وڃڻو پوندو، اهوئي رستو اڳتي وڃي ٿو. ماضيءَ ۾ اهو خيال پيش ڪيو ويو هو ته پهريائين سرحدن جو معاملو ته ٺيڪ ڪريو پوءِ سوشلزم جي ڳالهه به ڪنداسين." پر پنجٽيهه سالن جي تجربي ٻڌايو آهي، ته سوال ڪرڻ جو اهو طريقو غلط آهي. هاڻ اسان

اهو چوڻ جا حقدار آهيون، تہ آئرلينڊ جي سرمائيداراڻي جمهوري انقلاب جيڪي ڪم اڌورا ڇڏيا آهن يعني آئرلينڊ جي ٻيهر جڙت، تنهن کي صرف پورهيت طبقو ئي آئرلينڊ ۽ انگلينڊ ۾ پنهنجي اقتدار جي ذريعي پورو ڪندو. آئرش بورجوازيءَ (سرمائيدارن) ۾ هن سوال کي حل ڪرڻ جي اهليت ناهي، انهن تمام گهڻو وقت ضايع ڪيو آهي، هاڻ بلڪل ٻئي پاسي ڏانهن ڏسڻ جي ضرورت آهي. تمام گهڻو وقت اڳ مارڪس چيو هيو تہ "آئرليند ۽ برطانيہ ۾ انقلاب جي قسمت هڪ ٻئي سان لاڳاپيل آهي." اڄ اهو بلڪل سچ ثابت ٿي رهيو آهي.

## اوسڪاڊي (اسپين)

اسپين ۾ باسڪ، ڪاتالان ۽ گليشينز جو قومي مسئلو موجود آهي. فرانڪو جي آمريت جي زماني ۾ ڪيئي سال هتان جي ماڻهن جي قومي خواهشن، حقن ۽ ٻولين کي ڪچليو ويو. اها فطري ڳالهہ هئي،تہ آمريت جي خاتمي کان پوءِ هتان جي قومي تحريڪن کي سگهہ ملي. ٽراٽسڪيءَ ٺيڪ چيو هيو تہ "مظلوم قومن جي قومپرستي اڻ پڪل بالشيوازم جي ٻاهرين کل هوندي آهي"، صحيح پاليسين ۽ طريقن سان اهو ممڪن آهي، تہ ڪنهن قوم جي نوجوانن کي مارڪسزم جي طرف موڙي سگهجي، پر ان لاءِ ٻهريون شرط مضبوط موقف اختيار ڪرڻ آهي. ڪنهن مظلوم قوم جو مضبوط بچاءُ ڪرڻ وقت، قومپرستيءَ جي منجهيل خيالن تي تنقيد ڪرڻ ضروري آهي.

مسئلي جو هڪ وڏو حصو عالمي پيماني تي مارڪسزم جي اخلاقي اٿارٽيءَ جو ڊهڻ آهي. مارڪس، لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جو قومي سوال تي موقف بلڪل ٺيڪ هيو جيڪو بااصول قومپرست نوجوانن جي دلين ۾ گهر ڪري ٿي سگهيو پر پورهيت تنظيمن جي اصلاح پسند اڳواڻن جي غلط پاليسين سبب قومپرست نوجوان بدظن آهن. اهي اصلاح پسند بين مسئلن وانگي قومي مسئلي تي بہ حڪمرانن واري پاليسي اختيار ڪيو وينا آهن. جيئن اسان ذڪر ڪري چڪا آهيون، تہ قومي سوال تي ٻي انٽرنيشنل جو موقف چٽو نہ هيو. جنهن جو نتيجو اسان 1914ع ۾ ڏسي ورتو هو. اسپين ۾ پي. ايس. او. اِي (مارڪسي تنظيم) بہ قومي سوال تي ڪا گهڻي سوچ سمجهہ نہ رکندڙ هئي، توڙي جو باسڪ واري علائقي ۾ ان جي وڏي حمايت موجود هئي. هاڻ PSOE جي ساڄي ڌر جا اڳواڻ

قومي سوال تي سوشلسٽ موقف مان هٿ کڻي چڪا آهن. جڏهن سوشلسٽ ليڊر فليپ گونزاليز برسراقتدار هيو تہ ان بہ ETA جي خلاف سرڪاري ايجنسين ذريعي جنگ جاري رکي هئي. سوشلزم کي ”سوشلزم“ ئي ماري رهيو هو. اها ڳالهہ حيران ڪندڙ نہ آهي، تہ نوجوان ”سوشلزم“ جي هن ٻهروپ کان چڙيل آهن.

گذريل وقتن ۾ بااصول قومپرست نوجوانن جو ڪميونسٽ پارٽين ڀاهران طواف ڪرڻ قدرتي ڳالهہ هئي. آڪٽوبر انقلاب ۽ بالشويڪ پارٽيءَ کين هڪ رستو ڏيکاريو هو پر اسٽالنزم جي بڇڙي ڪردار سبب تحريڪ پٺتي هٽي وئي. اسٽالنزم جي نظرياتي زوال پذيريءَ مختلف قسم جي بگڙيل نقالين کي جنم ڏنو جن ۾ مائو ازم، ڪاسترو ازم ۽ گوريلا ازم وغيره شامل آهن. جن نظرين کي توڙي مروڙي نوجوانن جي ذهنن کي منجهائي ڇڏيو. اسٽالنزم جي ڊهڻ باوجود گندگي ۽ شڪ شبهي جا ڪکر وڏيڪ گهرا ٿي ويا آهن، جنهن ۾ انارڪي ۽ دهشتگردي جو لاڙو بہ شامل آهي، مارڪس، لينن ۽ ٽراٽسڪي عرصو ٿيو جن سوالن جا جواب ڏئي چڪا، اهي سوال وري ڪَرَ کڻي رهيا آهن، جنهن ڪري ماڻهن، خاص ڪري نوجوانن جا ذهن ڇڪتاڻ جو شڪار آهن.

ٽراٽسڪيءَ جي قتل کان پوءِ چوٿين انٽرنيشنل جي زوال پذيريءَ ڪم کي تيزيءَ سان خراب ڪيو. نام نهاد ٽراٽسڪائيٽ قومي سوال تي لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي موقف کي وساري چڪا آهن. اهي هر قومپرستن ۽ دهشتگردن سان تعاون ڪري رهيا آهن ۽ IRA، ETL، PLO ۽ ANC وغيره لاءِ بنا پگهار مشير طور ڪم ڪري رهيا آهن. جتي بہ انهن جو ٿورو گهڻو اثر آهي، اتي اهي نوجوانن جي ذهنن ۾ تعصب اڀاري، کين تباهي طرف وٺي وڃي رهيا آهن. 1970 جي ڏهاڪي ۾ ارجنٽائن ۽ يوراگوئي ۾ اهوئي ڪجهہ ٿيو هيو جڏهن اهي ماڻهو دهشتگردي ۽ ڇاپي مار لڙائيءَ ۾ ملوث ٿيا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ تحريڪ کي ڪچليو ويو ۽ بدترين آمريت ملڪ تي مڙهي وئي، نوجوانن جو وڏو انگ حياتي کان محروم ٿي ويو ۽ انقلاب پٺتي ڌڪجي ويو.

مارڪسزم جي اٿارٽيءَ جي غير موجودگيءَ ۾ اسٽالنزم ۽ سوشل ڊيموڪريسيءَ جا ڏنڀيل نوجوان هڪ متبادل طور اِي ٽي اي (اسپين جي هڪ صوبي جي علحيدگيءَ واري تنظيم) ۽ هيري باٽا سونا (انهن جي سياسي ونگ) جي طرف ڏسي رهيا آهن. باسڪ قومپرستن ۾ ڪجهہ

جوشيلا انقلابي نوجوان موجود آهن. انهن کي قائل ڪرڻ گهرجي، تہ منزل تي پهچڻ جو رستو رڳو سوشلسٽ انقلاب ئي آهي. پڪ سان بهترين عنصر پاڻ بہ ان نتيجي تي پهچندا.

هي شايد ڪو قانون بنجي ويو آهي، تہ ڪا وڏي قومپرست تحريڪ (جيئن هيري باتاسونا) جڏهن عروج تي پهچي تي وڃي، تہ ان ۾ طبقاتي بنيادن تي ڏار پئجي تا وڃن. ان جو سبب اهو آهي، تہ اهڙين تحريڪن ۾ کابي ۽ ساڄي ڌر ٻنهي جا ماڻهو شامل هوندا آهن. کابي ڌر ڪٿي کهڙي بہ هجي، انهيءَ مان ضرور ڪجهہ باصلاحيت انقلابي نڪري اچن تا. ٽيهہ سال اڳ E.T.A جي ڪانگريس ۾ ڏار پئجي ويا. ڪنهن حقيقي مارڪسٽ متبادل جي کوٽ ڪري، ڪي فرقي پسند گروهہ ETA جي پاسي اچي ويا ۽ ڪجهہ ماڻهن کي پنهنجي طرف ڪري ورتائون. هزارين سٺا ڪارڪن ٽراٽسڪي ازم جا قائل تي ويا. جيڪي سٺا ماڻهو هئا. ڏهہ هزار ڪيڊرز ۽ ڪارڪنن سان گڏ مارڪسي بنيادن تي هلندي، اسپين ۾ هڪ فيصلائتو ڪردار ادا ڪري پيو سگهجي. پر ان فرقي جي غلط حڪمت عملي ڪري سڀ ڪجهہ برباد تي ويو. انهن وچولي طبقي وارن موقعو هٿان وڃائي ڇڏيو ۽ ان جرم جي ڪين سزا پڻ ڀوڳڻي پئجي وئي. هاڻ انهن جو تہ وجود ئي ختم تي ويو آهي. هاڻ اوسڪاڊي جي علائقي ۾ هڪ صحيح مارڪسي تنظيم جوڙڻ جا چٽا امڪان موجود آهن. جنهن ۾ بااصول باسڪ قومپرست بہ شامل تي ويندا.

## قومي سوال ۽ بلقان رياستون

قومي سوال تي غلط موقف اختيار ڪرڻ جو اهوئي نتيجو نڪرندو آهي، جيڪو اڳوڻي يوگوسلاويا جي شڪل ۾ نڪتو. خوني جنگين ۽ نسلي پاڳلپڻي اتي تباهي مچائي ڇڏي ۽ جهڙي طرح يورپ جو هڪ ترقي يافتہ ملڪ رَڪ جو ڍير بڻجي ويو اِهو انهن ماڻهن لاءِ عبرت جو سبق هئڻ گهرجي. جيڪي نام نهاد خوداراديت جو دهل وڄائيندا رهن تا ۽ ان کي هر قومي مرض جي لاءِ دوادارون سمجهن تا.

پلي آفريقا هجي يا روس يا ڪٿي بلقان هجي. اولهندي پريس ۽ ميڊيا اُتان جي قومي جدوجهد کي سدائين پنتي پيل ۽ اڻ سڌريل قومي ڪردار سان پيٽا ڏيندي رهي آهي. اهي چون تا تہ سرب، ڪروٽ ۽ مسلمان گڏ نہ تا رهي سگهن، هو هڪٻئي سان نفرت ڪن تا. اهڙي قسم جون بيون

ڪيترين ڳالهين ڪيون وڃن ٿيون، اهو سڀ ڪوڙ ۽ فريب آهي. ٻي عالمي جنگ دوران سربن ۽ ڪروٽن وچ ۾ زبردست ٽڪراءُ ٿيو. ان ٽڪراءَ ۾ سرب نقصان ۾ هئا. ڪروٽن جي ظلم خلاف تہ نازين بہ احتجاج ڪيو هو. ان جي باوجود ٽيٽو جي دور حڪومت ۾ يوگوسلاويہ ۾ قومي سوال کي ڪنهن حد تائين حل ڪيو ويو هو. هر قوم کي خودمختياري مليل هئي. منصوبابند قوميائل معيشت هيٺ پيداواري طاقتون ترقيءَ جو هڪ نئون بابت کولي رهيون هيون. ان ڪري ئي قومي سوال پردي پويان هليو ويو هو. ماڻهو پاڻ ۾ ملندا جلندا هئا. ڪروٽن ۽ سربن وچ ۾ ڇڪتاڻ گهٽجي وئي هئي. ساليانی پيداوار ۾ ڏهہ، ٻارنهن سيڪڙو تائين واڌارو اچي چڪو هو. جنهن سان معيار زندگيءَ بہ وڌي ويو هو جيئن لينن جو چوڻ آهي تہ، "قومي سوال اصل ۾ ماني جو سوال آهي".

پوءِ اسٽالنزم جي بحران سان گڏ ئي يوگوسلاويہ ۾ ستر واري ڏهاڪي واري بيروزگاري، ناٽي واڌ ۽ ٻيون سڀ برايون ٻيهر ڪر کڻڻ لڳيون. گذريل پنجاهہ سالن جي تاريخ تي نظر وجهون، تہ هي نتيجو سامهون ايندو تہ نہ اسٽالنزم ۽ نہ ئي بورجوازي قومي سوال کي حل ڪري سگهي ٿي. ٽيٽو تورو گهٽو ڪامياب ٿيو هو پر جنگجوئاڻي وطن پرستي اسٽالنزم جو اڻٽٽ حصو آهي، اها اسٽالنسٽ حڪومتن جي خاصيت رهي آهي. ان سبب ايٿوپيا ۾ مينگيستو جي حڪومت قومي سوال تي ڊهي وئي، هو هن مسئلي کي حل نہ ٿا ڪري سگهن.

ٽيٽو مختلف جمهوريائون قائم ڪيون هيون. هر جمهوريا جي پنهنجي ڪامورا شاهي هئي، جيڪا قومي سوال کي پنهنجي شان ۽ شوڪت وڌائڻ لاءِ خوب اپاريندي هئي. هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي نظريي هيٺ ائين ئي ٿيندو آهي. اهو مارڪسي نظريي جي بلڪل ابتڙ آهي ۽ گهرائي جي حد تائين قومپرستاڻو آهي ۽ ان يوگوسلاويہ کي ٽوڙڻ ۾ زهريلو ڪردار نڀايو هيو. هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي نظريي کي سربن، ڪروٽن ۽ ٻين مخالف گروهن ۽ ڪامورا شاهي پنهنجي پنهنجي جمهوريائن لاءِ وڏي زور شور سان استعمال ڪيو. انهن جاڻي ٻجهي ڪري قومي اختلافن کي ڀڙڪايو. جيڪڏهن روسي سوشلزم آهي، چيني سوشلزم آهي، تہ پوءِ سلونيا، ميسيڊونيا ۽ ڪروشيا جو پنهنجو پنهنجو سوشلزم ڇو نہ ٿو ٿي سگهي؟ يوگوسلاويا ۾ ڪامورا شاهيءَ طرفان آندل معاشي بحران سان گڏ ئي مختلف جمهوريتن ۾ ٽڪراءُ وڌڻ لڳو. هر

جمهوريا بي جمهوريا جي قيمت تي پنهنجي حيثيت بهتر بنائڻ ۾ لڳي وئي. ان ڳالهه ئي يوگاسلاويا جي ڀڃڻ جو ٻج پوکيو.

ڪروشيا ۽ سلووينيا جي بدعنوان ڪامورا شاهيءَ وڏو ڏوهاري ڪردار ادا ڪيو هو. جيتوڻيڪ انهن جي صنعت جي تعمير پورهيت طبقي ۽ يوگوسلاويا جي گڏيل ذريعن سان ٿي هئي. پر هو ان کي پنهنجي پنهنجي ملڪ تائين محدود رکڻ گهرن پيا. پر اهو ته رڳو هڪ عنصر هيو. يوگو سلاويه ۽ عام طور سڄي بلقان جي تاريخ ڀڏائي ٿي. ته 20هين صديءَ ۾ انهن جي نام نهاد خوداراديت جي لاءِ قومي جدوجهد جي پرپان ڪانه ڪا سامراجي طاقت موجود رهي آهي. ڪڏهن زار روس، ڪڏهن جرمن، ڪڏهن برطانوي ته ڪڏهن فرانسيسي سامراج. هو ان جدوجهد کي پنهنجي مفادن لاءِ استعمال ڪندا رهيا.

## بلقان تي ٽراٽسڪيءَ جو موقف:

1912_1914ع جي جنگ بابت مارڪسين جو ڪهڙو مؤقف هيو؟ شروع ۾ ترڪيءَ جي خلاف بلقان جي قومي آزادي جي جدوجهد ۾ هڪ نيم ترقي پسنداڻو عنصر موجود هيو. پر لينن ۽ ٽراٽسڪيءَ جي لکڻين ۾ بلقان جي رياستن مان ڪنهن به هڪ رياست جي آزادي واري جدوجهد جي حمايت نه ٿي ملي. ايترو ضرور آهي، ته جنگ جي زماني ۾ ٽراٽسڪي هڪ جنگي نمائندي جي حيثيت سان بلقان ۾ موجود هو. هن بلقان جنگ تي ڪيترائي مضمون لکيا. جن ۾ هن جنگ ۾ شامل ويڙهاڪ گروپن جي وحشياڻي رويي جي مذمت ڪئي وئي هئي. پر هن قومپرست غنڊه گرد گروپن مان، ڪنهن به هڪ جي حمايت نه ڪئي هئي. ان لڙائيءَ ۾ شامل سڀئي ڌريون رجعتي ۽ غاصب هيون. جيڪڏهن هن وقت لينن موجود هجي ها، ته هو يوگو سلاويا جي صورتحال بابت ڇا لکي ها؟

جيڪي ڏڏا اڄ ڪلهه پاڻ کي مارڪسي سڏائي رهيا آهن، اهي ڪنهن اعصابي بيماريءَ ۾ ورتل آهن. جڏهن به ڪٿي ڪا جنگ ڇڙي ٿي، ته هو هڪ دم شور مچائڻ لڳن ٿا ته ”اوهان ڪنهن جي حمايت ڪريو ٿا؟ جڻ ته ويڙهاڪ ڌرين مان ڪنهن هڪ جي حمايت ڪرڻ مارڪسسٽن تي لازم هجي. جنگ جي صورت ۾ مارڪسي مؤقف متعلق لينن ڀهريائين لکي چڪو آهي. جنگ سياست کي ٻين طريقن سان جاري رکڻ جو نالو آهي. جنگ ۾ وڙهندڙ ڌرين مان ڪنهن هڪ جي حمايت

ڪرڻ کان پهريائين ڏسڻو پوندو ته جنگ جي نوعيت ڇا آهي، اها رجعتي آهي يا ترقي پسنداڻي. ان جو اندازو حق خوداراديت جي عام نعري سان هرگز نه ٿو ٿئي سگهي. ان جي اندر پورهيت طبقي ۽ عالمي انقلاب جي مفاد کي ڏسڻو پوندو.

14-1912ع جي بلقان جنگ ۾ ڪنهن هڪ ڌر جي حمايت ڪرڻ بدران مارڪسسٽن جو مؤقف "بلقان جي جمهوري فيڊريشن" هيو. بلقان تي لينن ۽ ٽراٽسڪي ۽ بلقان جي عظيم مارڪسي ڪرسچين راڪو فڪسي جو به اهوئي مؤقف هيو. راڪوفسڪي جيڪو هڪ سرگرم ٽراٽسڪائيٽ هو ان کي اسٽالن جي حڪم تي 1941ع ۾ گولي هڻي ماريو ويو. بلقان جي سوشلسٽ تحريڪ ۾ راڪو فسڪيءَ جو وڏو اهم ڪردار آهي. 1903ع ۾ جڏهن روس جي سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽيءَ ۾ ڏار پيا هيا ۽ اها منشويڪن ۽ بالشويڪن ۾ ورهائجي وئي هئي، ته ان سال ئي بلغاريا جي پارٽي به "وسيع" ۽ "تنگ نظر" لاڙن ۾ ورهائجي وئي هئي. ڪابي ڌر جي قيادت بلاگوف وٽ هئي، جنهن جو ساٿو هٿ بلقان جو مارڪسي راڪو فسڪي هيو. آڪٽوبر انقلاب ڪانپوءِ ڪميونسٽ انٽرنيشنل "سوشلسٽ فيڊريشن آف بلقان" جي حق ۾ هئي. راڪو فسڪيءَ جو هيءُ خيال 1917ع کان پهريان جو هيو. بلقان جو ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهائجي، سامراجي جهوليءَ ۾ ڪرڻ مارڪسين لاءِ ناقابل قبول هو. هو هميشه ان جي خلاف وڙهندا رهيا. هو بلقان جي ورهاست بدران بلقان جي فيڊريشن پيا قائم ڪرڻ گهرن. پهرين عالمي جنگ کان پهريائين جڏهن ٽراٽسڪي بلقان ۾ هيو ۽ صورتحال جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪري رهيو هو ته هن لکيو:

"هيءَ بلقان جي قومي بغاوت ناهي، پر ان جو ننڍين ننڍين ٽڪرن ۾ ورهائجي وڃڻ آهي، جيڪا هڪ مصيبت طور بلقان مٿان ڦيرا ڏيئي رهي آهي. ڪسٽم جي چوڪين کين هڪٻئي کان جدا ڪري رکيو آهي، بلڪل شهزادو نموني. بلقان جا وڏا خاندان ۽ سرمائيدار پنهنجي مفادن لاءِ گڏيل ۽ مليل جليل آهن. جيڪڏهن صورتحال اهائي رهي، ته بلقان ذرا پرزا ٿي ويندو." (بلقان جون جنگيون- صفحه 12)

جڏهن آسٽرو هنگري سلطنت بوسينيا تي قبضو ڪيو ۽ سربيا انتقام جي باهه ۾ پچي رهيو هو ته ان وقت اتان جي سوشل ڊيموڪريٽن ان جنوني وطن پرستي خلاف نيڪ موقف اختيار ڪيو هو. اهڙي طرح

بلغاريہ جي سوشل ڊيموڪريٽس، بلقان ۾ مداخلت تي پنھنجي حڪمران ٽوليءَ ۽ روس جي مخالفت ڪئي ھئي. جنوري 1910ع بلقاني سوشلسٽ پارٽين جي ھڪ ڪانگريس بلغراد ۾ ڪوٺائي وئي، جنھن ۾ سربيا، رومانيہ، ترڪي، آسٽرو – ھنگري، مونٽينيگرو جي سوشل ڊيموڪريٽ پارٽين شرڪت ڪئي ھئي. ڪانگريس ۾ ھينيان فيصلا ڪيا ويا، پاڻ کي تنگ نظري کان بچائڻ، انھن ملڪن جون سرحدون ختم ڪري ڇڏڻ، جن جون ٻوليون تقريباً ھڪ جھڙيون آھن ۽ معاشي طور جيڪي ھڪ ٻئي سان جڙيل آھن، غير ملڪي غلبي کي ختم ڪرڻ، جنھن عوام کي پنھنجي قسمت جو فيصلو ڪرڻ کان روڪي رکيو آھي."

(Ibid, P. 30)

پوءِ اھو ثاھ بہ منظور ڪيو ويو تہ. "بلقان ۾ ڏڙابندي سرمائيداراڻي ترقيءَ سان لاڳيتو ٽڪراءَ ۾ رھي آھي. ان کي ھڪ فيڊريشن ۾ تبديل ڪرڻ، حڪمران طبقي جو پنھنجو ئي ھڪ خيال آھي. روسي زار شاھي بلقان ۾ ڪو آزاد ڪردار بنائڻ ۾ ناڪامي کان پوءِ بلغاريا، سربيا ۽ ترڪيءَ جي ھڪ ليگ بنائڻ جي سازش ڪري رھي آھي. جنھن جو نشانو آسٽرو ھنگري ھوندو پر بلقان جي شاھي خاندانن ۽ سياسي پارٽين جي اتحاد جا اھي عارضي منصوبا آھن. جيڪي پنھنجي نوعيت سبب بلقان کي امن ۽ آزادي ڏيڻ جي لائق ۽ اھل نہ آھن. پورھيت طبقي جي پروگرام سان انھن جو ڪو لاڳاپو ڪونھي. اسان بلقان جي شاھي خاندانن ۽ سياسي پارٽين جي خلاف آھيون. بلقان ۾ جنگي تيارين جي خلاف آھيون، جھڙي طرح يورپي سامراج جي خلاف آھيون. سرڪاري روس جا اھڙا مخالف آھيون، جھڙا آسٽريا جا. اسان جو طريقو سفارتڪاري نہ پر طبقاتي جدوجھد آھي ۽ اسان جو مقصد بلقان ۾ جنگ نہ پر انقلاب آھي."

(Ibid P. 30)

ھي سٽون ڪيڏو نہ جديد آھن ۽ بلقان جي موجوده بحران تي ڪيتريون نہ سچيون ثابت ٿيون آھن.

بلقان کي ننڍين ننڍين رياستن ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ جيڪي ويڙھاڪ قوتن جي دٻاءُ سبب تباھ ٿي ويون. ٽراٽسڪيءَ پنھنجي مضمون "بلقان جو سوال ۽ سوشل ڊيموڪريسي" ۾ لکيو ھو.

"بلقان لاءِ قومي سياسي ۽ خوني بحران مان نڪرڻ جو ھڪ ئي رستو آھي، تہ ھتان جي ماڻھن کي قومي خودمختياريءَ جي بنياد تي ھڪ

سياسي ۽ معاشي يونين ۾ آندو وڃي. هن يونين جي جوڙجڪ ۾ ڪروٽ، سرب ۽ ٻيون قوميتون هڪ واحد – قومي ثقافتي ڪميونٽي بڻجي سگهن ٿيون ۽ بلقان جي گڏيل مارڪيٽ مان فائدو حاصل ڪري سگهن ٿيون. رڳو متحد بلقان جو عوام ئي زار شاهي ۽ يورپي سامراج کي پنتي ڌڪي سگهي ٿو.“

ٽراٽسڪي تنبيهه جي انداز ۾ اڳڪٿي ڪندي، لکيو هيو ته ”بلقان جي رياستن جو اتحاد ٻن طريقن سان حاصل ڪري سگهجي ٿو. پهريون طريقو اهو آهي، ته مٿئين سطح تي هڪ بلقان رياست جي توسيع ڪئي وڃي، وڏو ملڪ ننڍين ملڪن کي ڪي ڳهي وڃي ۽ جنگ وسيلي انهن کي پاڻ ۾ سمائي. ٻيو طريقو اهو آهي، ته ماٺهو پاڻ هڪ ٿي وڃن معنيٰ وڏن وڏن خاندانن جون حڪومتون ختم ڪن ۽ بلقان ۾ وفاقي جمهوريا جو جهنڊو کوڙين.“ (Ibid P.40)

بلقان تي مارڪسين هميشه اهوئي مؤقف اختيار ڪيو آهي. خود ارادايت جي نام نهاد بنياد تي هڪ يا ٻي قوم جي ڪڏهن به حمايت نه ڪئي، پر هميشه بلقان فيڊريشن جو انقلابي پروگرام ئي رٿيو آهي. بلقان جو هر ملڪ پاڻ کي مظلوم ظاهر ڪندو رهيو آهي. هو ناانصافيءَ جي خلاف ”قومي حقن“ ۽ خودمختياري لاءِ وڙهندو رهيو آهي. پر قومي حقن واري نعري پويان اصل ۾ حڪمران طبقي جا پنهنجا مفاد رهيا آهن. انهن جي نظر هميشه بين جي علائقي تي قبضي ۽ ڪمزور قومن کي دٻائڻ تي رهي آهي. انهن جي پويان حمايت لاءِ ڪونه ڪو ”وڏو ياءُ“ موجود هوندو آهي. اهڙي طرح قومي خودمختياريءَ پويان ڪنهن وڏي غير ملڪي طاقت جي تابعداري نڪري اچي ٿي.

”انهن ننڍين ننڍين ملڪن جي حڪمرانن جون خواهشون وڏيون وڏيون آهن. هر حڪمران ٻئي کي تابع ڪري، پاڻ لاءِ ”عظيم تر بلغاريا“، ”عظيم تر سربيا“ ۽ ”عظيم تر يونان“ جا خواب ڏسي رهيو آهي. حقيقت ۾ ڪوبه انهن نعرن کي سنجيدگيءَ سان نه ٿو وٺي. ماٺهن ۾ مقبول ٿيڻ لاءِ اهي سرڪارون ڪوڙ ٿيون ڳالهائين. اصل ۾ اهي حڪمران يورپي سفارتڪاريءَ جا لڳايل ٻوٽا آهن، جن جڙن تاريخ ۾ ڪي پاڙون ڪونهن آهن. هو پاڻ کي تخت تي به غير محفوظ محسوس ڪن ٿا. بسمارڪ وانگي جرمنيءَ کي متحد ڪرڻ لاءِ رت جي هولي به نٿا کيڏي سگهن. هڪ ئي جهٽڪو ڪارا جارجيو وچ ۽ ڪوبرگ جهڙن

بلقان جي حڪمرانن کي برباد ڪري ڇڏيندو. بلقان جي بورجوازي دير سان سرمائيداراڻي ترقيءَ جي راهه تي اينديءَ بين ملڪن وانگي وڪريل آهي، جهالت جو شڪار آهي ۽ هوءَ ڪو سياسي ڪارنامو ڪرڻ جي صلاحيت کان وانجهيل آهي. اهڙي طرح هاري به وڪريل. اڻ پڙهيل ۽ سياست کان مڪمل طرح پري آهن. انهيءَ ڪري سياسي ميدان ۾ ڪنهن وقتائتي قدم کڻڻ جا اهل ناهن. ان ڪري بلقان جي سمورين رياستن کي هڪ مالها ۾ پوئڻ جو تاريخي ڪم پورهيت طبقي جي ڪلهن تي اچي پيو آهي." (Ibid P. 40)

بلقان جي قومي سوال کي بلقان جو پورهيت طبقو ئي طبقاتي آزادي، سوشلسٽ انقلاب ۽ بين الاقواميت جو موقف اختيار ڪندي، حل ڪري سگهي ٿو. جيئن ٽراٽسڪيءَ چيو هو:

"بلقان ۽ روس جي آزاديءَ جو دارومدار پيٽرز برگ، وارسا، بلغراد ۽ صوفيا جي پورهيتن جي انقلابي تعاون تي منحصر آهي." هڪ ٻي جاءِ تي هو لکي ٿو:

"جهڙي طرح روس ۾ بادشاهاڻي نوڪرشاهي جي خلاف جدوجهد جي ذميواري پورهيت طبقي تي اچي پئي آهي. اهڙي طرح بلقان ۾ مختلف نسلن ۽ قوميتن جي وچ ۾ تعاون پيدا ڪرڻ جو ڪم اتان جي پورهيت طبقي کي انجام ڏيڻو پوندو." (Ibid P. 30)

## بلقان جي سوشلسٽ فيڊريشن

يوگوسلاويه جو تجربو پوري طرح مارڪسي مؤقف جي تصديق ڪري ٿو. صحيح جواب حاصل ڪرڻ لاءِ صحيح سوال ڪرڻ ضروري هوندو آهي. انن سالن جي حقارت ۽ نفرت کان پوءِ يوگوسلاويا جي ٽٽڻ مان ڇا مليو؟ ڇا ان پورهيت طبقي ۽ انقلابي تحريڪ کي هٿي ڏني آهي؟ ڇا ان سان ماڻهو هڪٻئي جي ويجهو آيا آهن؟ ڇا ان ڪو مسئلو حل ڪيو آهي؟ ڇا ان پيداواري ذريعن کي ترقي ڏني آهي؟ اهي سوال پاڻ پنهنجو جواب به آهن. پورهيت طبقي جي نقطئي نگاهه کان يوگو سلاويه جو ٽٽڻ ڪنهن نباهيءَ کانسواءِ ڪجهه به ناهي. حق خوداراديت جي نالي تي پورهيت طبقي جي خلاف هن ڏوهه جي ڪابه وڪالت نه ٿي ڪري سگهجي. هاڻ ڪوسووو ۾ هڪ ٻيو شيطاني چڪر هلايو پيو وڃي. اسان ڪوسووو جي عوام جي حق خوداراديت جي پوري طرح حمايت تا

ڪريون. پنهنجي علائقي تي انهن جو حق آهي، انهن جو حق آهي، تہ انهن تي ظلم ۽ انهن جو قتل نہ ٿئي، پر ڳالهہ ايڏي سادي ڪين آهي. سدائين سچ ڳالهائڻ گهرجي ۽ سچ اهو آهي، تہ سامراج پنهنجي مقصدن لاءِ هڪ ننڍي قوم کي استعمال ڪرڻ سان گڏ ان جو استحصال بہ ڪيو آهي. جيئن اسان بلڪل شروع ۾ بہ چيو هيو تہ "ڪوسووو کي استعمال ڪرڻ کان پوءِ، نيٽو ان کي ڇڏي ڏيندو ۽ ايئن ٿيو ۽ ائين ئي ٿيندو رهندو.

جيڪڏهن ڪوسووو کي آزاد ٿيڻ جي اجازت ڏني وئي، تہ هو البانيا سان ملي ويندو ۽ اهڙي طرح عظيم تر البانيا وجود ۾ ايندو. وري ان جي پيرن تي هلندي، "عظيم تر ڪروشيا"، عظيم تر سربيا، عظيم تر بلغاريا ۽ عظيم تر يونان وجود ۾ اچڻ جي راهہ تي هلي پوندا. ميسوڊونيا جي رياست ڏاڍي ڪمزور آهي ۽ ان ۾ هڪ وڏي البانوي اقليت آهي. جيڪڏهن ميسوڊونيا ٽٽي ٿو پوي، جيڪو هنن حالتن ۾ ڪا اڻ ٿيڻي ڳالهہ نہ آهي، تہ ان جو مطلب جنگ آهي. اها جنگ بين مڙني جنگين کان بلڪل مختلف هوندي، جيڪي اڄ تائين بلقان ۾ وڙهيون ويون آهن. يوگوسلاويہ جنگ مختلف قوميتن جي مليشا دستن جي وچ ۾ جنگ هئي، جيڪڏهن ميسوڊونيا ٽٽي ٿو تہ البانيہ، بلغاريہ، يونان، ۽ ايتري تائين جو ترڪ بہ ان جنگ ۾ شامل ٿي ويندا. يونان ۽ ترڪي درميان جنگ جيڪي ٻئي نيٽو جا ميمبر آهن، سيني ملڪن لاءِ تباهي ۽ آمريڪا لاءِ پوائنٽو خواب هوندو. آمريڪا ان کي برداشت نہ ڪندو. ان ميلازوچ تي دٻاءُ وڌو هو تہ هو ڪجهہ رعايتون ڏئي، جڏهن ان ۾ ڪامياب نہ ويو تہ ان تي ڪنهن منصوبي ڪانسواءِ بغير مقصد جي بمباري شروع ڪري ڏني. ڪلنٽن کي ٻڌايو ويو، تہ بمباريءَ ذريعي ڪجهہ ڪلاڪن اندر ميلازوچ گوڏا کوڙيندو. اهو منصوبو ناڪام ويو تہ پوءِ وري روس مداخلت ڪري، ميلازوچ کي ناهہ تي مجبور ڪيو ۽ ائين آمريڪا جو پٽڪو بچي ويو ليڪن نتيجو ڇا نڪتو؟

ڪوسووو جي عوام کي حق خودارادیت جو ايترو ئي حق آهي، جيترو سربيا، بوسنيا، ميسي ڊونيا، ڪرد ۽ فلسطيني عوام کي حق حاصل آهي، بس هڪ ننڍڙو مسئلو آهي، هي خودارادیت ڪيئن حاصل ڪجي، هن حق کي عمل ۾ ڪيئن آندو وڃي. سرب رضاڪاراڻي نموني ڪوسووو نہ ڇڏيندا. هو ان کي سرب علائقي جو اٽنٽ حصو سمجهن ٿا. مسئلو اهو آهي، ڪوسووو جو عوام يا گهٽ ۾ گهٽ اتان جي سپاهہ آزادي

KLA مدد لاءِ آمريڪا ڏانهن ڏسي ٿي، نيٽو جي فوجي مهم جوئي ڪوسوو ۾ ڪهڙو مسئلو حل ڪيو آهي؟ ڪوبہ نہ. ان صورتحال کي رهندو هزار ڀيرا خراب ڪيو ويو آهي، نين جنگين ۽ تباهين جو ٻج ڇٽيو ويو آهي، قومپرستي ۽ جنگي جنون بلقان جي بربادي ۽ خونريزي ۾ سدائين اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، جڏهن کان آمريڪي سامراج ڪوسوو سپاهہ آزادي KLA جي اهم اڳواڻن کي اهم عهدن تي ويهاريو تہ انهن ڏاڍو ذليل ۽ غليظ ڪردار ادا ڪيو هو هر قسم جي ڏوهہ ۾ ملوث رهيا آهن ۽ سرب پورهيتن ۽ هارين جو قتل عام بہ ڪيائون، پر ان جون بہ ڪي حدون آهن، تہ اهي ڪيستائين هي خوني کيل جاري رکي سگهن پيا، آمريڪي سامراج تي انڌو ويساهہ ڪرڻ تي هاڻ ڪوسوو جا البانوي پڇتائي رهيا آهن.

جيئن تہ آمريڪا بعد ۾ ڪوسوو جي ڌيڻ مان نڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل رهيو پر ان کي ڪجهہ وقت تائين اتي رهڻو پيو وري اتي هڪ وڏو پاءُ بہ چڪر هڻي رهيو آهي، اهو روس آهي، ان علائقي ۾ روس جا پنهنجا مفاد آهن، روس ۽ آمريڪا وچ ۾ تضاد هر گهڙي وڌي رهيا آهن. ڇڪتاڻ ختم ڪرڻ لاءِ بين الاقوامي قانون هيٺ بلغراد ۽ نيٽو وچ ۾ هاڻ هڪ ناهہ ٿي ويو، جنهن هيٺ ڪوسوو يوگوسلاويہ جو حصو رهڻو آهي، جيتري تائين نيٽو (آمريڪي سامراج) جو واسطو آهي، تہ هو آزاد ڪوسوو جي حق ۾ نہ آهي، ڇو تہ کيس خوف آهي، تہ (هي خوف اجايو بہ نہ آهي) ائين ٿيڻ سان عظيم. البانيہ وجود ۾ ايندو جنهن سان ميسوڊونيا ۽ مونٽني نيگرو غير مستحڪم ٿي ويندا ۽ نيون جنگيون ڇڙي پونديون. اهو بہ ممڪن آهي، تہ البانيہ جا ڪوسوو واسي رهاڪو ڪنهن مرحلي تي نيٽو سان اٽڪي پون، اسان ان جي پهريائين اڳڪٿي ڪري چڪا آهيون ۽ پوءِ ائين ٿيڻ شروع ٿي ويو جيئن مترو ويسا ۾ جهڙپن سان ظاهر ٿيو بلقان ۾ آمريڪي سامراج جي ڪارروايئن هتان جي قومي مسئلي کي حل ڪرڻ بجاءِ تباهي طرف ڌڪي ڇڏيو.

عرصو ٿيو تہ اينگلز چيو هيو "بلقان ۾ قومي مسئلي جي حل جو پهريون شرط اهو آهي، تہ غير ملڪي طاقتن جي مداخلت کي روڪيو وڃي." ان وقت ان جي ذهن ۾ زار شاهي روس هيو بعد ۾ جرمني ۽ اٽلي اهو ساڳيو زهريلو ڪردار ادا ڪيو. هاڻ وري آمريڪا ۽ جرمني گندگي وڌائي رهيا آهن. "بلقان ۾ سرمائيداري جو خاتمو ئي ان جي مسئلن جو

حل آهي. ان ڪانپوءِ سربيا، بلغاريا، رومانيا، البانيا، يونان ۽ ترڪي جا رهاڪو ان حيثيت ۾ هوندا، تہ غير ملڪي مداخلت جي بغير پنهنجا اختلاف دور ڪري سگهن." (مارڪس اينگلز گڏيل تصنيفون جلد 27 صفحو 47)

لينن جو موقف ئي اڳتي جو رستو ڏيکاري ٿو ان 1916ع ۾ پولينڊ جي ماڻهن کي پڌايو هيو تہ آزادي، انهن جي مسئلي جو حل نہ هئي، ان کان پهريائين روس ۽ جرمني ۾ انقلاب جي ضرورت هئي، ڪوسووو جي عوام کي بہ حقيقت پڌائڻ جي ضرورت آهي. قومپرستي جي سوڙهي ليڪي ۾ مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪين ڪيڏانهن بہ وٺي نہ ويندي. رستو هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي، سربيا ۽ اڳوڻي يوگوسلاويہ ۾ پورهيتن جو اقتدار قائم ڪرڻ، انهن جو اتحاد ئي ائين ڪري سگهي ٿو.

هاڻ اڳوڻي يوگوسلاويہ جي رياستن جا پورهيت ۽ هاري ٽيٽو جي زماني کي وڏي حسرت سان ياد ڪندا ۽ ان جي پيٽ هاٺوڪي خوني ۽ ظالم دؤر سان ضرور ڪندا هوندا. هڪ قوميائل منصوبابند معيشيت هيٺ بلقان جي فيڊريشن جي بحالي، اشد ضروري آهي، پر ان فيڊريشن جو ڪنٽرول جمهوري بنياد تي پورهيت طبقي جي هٿن ۾ هئڻ گهرجي. نہ ئي ڪنهن مراعت يافتہ ڪامورا شاهي وٽ، جنهن جا پنهنجا مفاد هوندا آهن. ۽ جيڪا انهن مفادن خاطر قومي اختلافن کي هوا ڏيندي رهندي آهي، بلقان جي سوشلسٽ فيڊريشن وقت جي اهم ضرورت آهي، اهي پورهيت ئي آهن، جيڪي ٻي قوم جي پورهيت تي جبر نٿا ڪن، ان لاءِ ئي لينن چوندو هيو تہ قومي سوال جو حل ان وقت ئي ممڪن آهي، جڏهن پورهيت طبقو اقتدار پنهنجي هٿن ۾ وٺي، ڪو ٻيو حل جزوي ۽ غير مستحڪم هوندو جيڪو تباهي طرف وٺي ويندو. اڳوڻي يوگوسلاويا جي تقدير پورهيت طبقي جي لاءِ هڪ وارننگ آهي.

## باب ستون

# پاڪستان ۾ قومي سوال
## بنگلا ديش جي ٺهڻ جو پسمنظر

جديد تاريخ ۾ سامراج وچ اوير ۾ ڪوڙ سارين هٿرادو رياستن کي پيدا ڪيو پر دنيا ۾ ٻه اهڙيون رياستون آهن، جن جو قيام مذهب جي بنياد تي آندو ويو آهي. اهي ٻه ٿيو ڪريٽڪ (مذهبي بنياد تي) رياستون اسرائيل ۽ پاڪستان آهن. ٻي عالمي جنگ ڪانپوءِ اسٽالنزم ۽ سامراج جي وچ ۾ جيڪي ٺاهه ٿيا ۽ دنيا جي جيڪا نئين سر ورهاست، ڪئي وئي. انهيءَ هيٺ هن خطي ۾ اهڙين رياستن جو قيام عمل ۾ آندو ويو. مذهبي بنيادن تي قومي جوڙجڪ سرمائيداري جي نظر ۾ به غلط آهي، پر هن بيهودي ٺاهه تحت جيڪي بنياد، مثلاً اسرائيل جي جوڙجڪ لاءِ استعمال ڪيا ويا، اهي ڪل جوڳا ئي نه، پر المناڪ به آهن. ان جو اهو جواز ڏنو ويو ته انجيل ۾ لکيل آهي، ته هن علائقي تي اسرائيلين جو حق آهي، ان لاءِ سڄي دنيا جي يهودين جي لاءِ هتي ئي رياست ٺاهي وڃي. سامراج جي ان پنو رياست جي ٺهڻ سان هڪ پاسي فلسطينين کي پنهنجي وطن مان بي وطن ٿيڻو پيو ۽ ٻئي پاسي ان رياست، جو بنيادي مقصد وچ اوير ۾ لاڳيتو عدم استحڪام ۽ سندن پاڻ ۾ تضادن کي اياري ڪري، سامراجي تسلط کي جاري رکڻو هيو. اسٽالنزم جي مارڪسزم کان منهن موڙڻ جو ان کان بيو وڏو مثال ڪهڙو هوندو ته هن رجعتي مذهبي رياست جي قيام جو نعراءُ گڏيل قومن ۾ 1948ع ۾ روس پيش ڪيو هو. مارڪسسٽن اسرائيل جي قيام جي مخالفت ڪئي هئي، ۽ صيهونيت تي بدل ان رياست سان، ڪنهن مسئلي جي حل ٿيڻ بجاءِ، ان کي وچ اوير ۾ بدامني ۽ ڦڏي جو ڪارڻ قرار ڏنو هيو. ان جي ثابتي انو وقت جي RCL دستاويز مان واضح آهي.

پاڪستان جي نهڻ جو مقصد به اسرائيل جي قيام کان مختلف نه آهي، هتي اسٽالنزم آخري تجزيي ۾ پاڪستان جي جڙڻ جي حمايت ڪئي هئي، مسلمان ميمبرن کي چيو ويو ته اهي مسلم ليگ ۾ ڪم ڪن. ايتري تائين جو مسلم ليگ جو منشور ترتيب ڏيڻ ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي اهم ميمبر دانيال لطيفيءَ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. جوزف اسٽالن خود 1922ع ۾ "قوم ۽ قوميت" جي نالي سان جيڪو ڪتاب لکيو هيو، ان ۾ ڪنهن قوم جي ترڪيب ۽ جن جزن کي ڄاڻايو ميو، ان ۾ گڏيل علائقو ۽ زمين، گڏيل ٻولي ۽ ثقافت، گڏيل معيشيت ۽ اقتصاديات، گڏيل قومي شعور ۽ رياست شامل هئا. قوم جي جوڙجڪ جي اها تعريف ڪنهن حد تائين درست آهي، پر هيءَ تعريف هڪ طرفي ۽ جمود جو شڪار آهي، ڇو ته ڪنهن قوم جي ارتقا ۾ انهن عنصرن جو پاڻ ۾ لاڳيتو ٽڪراءُ جاري رهي ٿو ۽ مختلف ڪيفيتن ۾ هڪ يا ٻيو عنصر وڌيڪ ڇانئيل يا ان جي کوٽ به رهندي آهي.

پر مذهب جي نالي رياستن ۽ قومن جو قيام ته سرمائيداراڻن معيارن جي به نفي ٿو ڪري، مذهب ڪنهن حد تائين ثقافت جو حصو بڻجي ٿو وڃي، پر ڪنهن هڪ خاص عنصر جي هڪ خاص حصي تي قوم جي جوڙجڪ ۽ الڳ رياست جي وجود جو اچڻ انتهائي دقيانوسي ۽ قدامت پرستاڻو قدم آهي. جهڙي طرح سرمائيداراڻي نظام جو بنياد ۽ نظرياتي اساس قوم ۽ قومپرستي تي ٻڌل آهي، اهڙي طرح جديد مذهب، بنيادي طور جاگيرداراڻي رياست ۽ سماج جو نظرياتي اساس آهي. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته سامراج ۽ سرمائيداري بحران مان نڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي مفادن جي حاصلات لاءِ نهايت رجعتي ۽ ڪريل طور طريقا لاڳو ڪرڻ کان به پاسو نه ٿا ڪن.

اسرائيل ۽ پاڪستان جي نهڻ جي 58 سالن کانپوءِ اهي آباديون ۽ عوام گڏيل سياسي ۽ معاشي رياست ۽ يونٽ ۾ رهڻ کانپوءِ ڪنهن حد تائين هڪ قومي تشخص رکڻ لڳيون آهن. ان جي بنياد تي واپاري رشتن، پيداوار ۽ اڄ جي ذريعن ڪري پاڻ ۾ هڪ ميلاپ ۽ جڙت سان هڪ گڏيل تعلق پيدا ٿيو آهي. پر اهو تعلّق ڪڏهن به رضاڪاراڻو يا پاڻ مرادو نه آهي، پر هڪ رجعتي نظريي هيٺ مڙهيل آهي. تنهنڪري هڪ مڪمل قوم ۽ قومي رياست جي جوڙجڪ جو عمل قطعي مڪمل نه ٿي سگهيو

آهي، جنهن ڪري هتي قومي مسئلو نہ رڳو موجود آهي، پر بحرانن جي شدت اختيار ڪري ونڃڻ سان اڃا بہ گهڻو منجهي ويو آهي.

پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ هن ملڪن جا حڪمران طبقا جيڪي هندوستان جي حڪمران طبقن کان وڏيڪ جڏا، جاهل ۽ رجعتي هيا، هن ملڪ ۾ سرمائيداري انقلاب بہ آڻي نہ سگهيا. پاڪستان هڪ جديد قومي جمهوري سرمائيدارائي رياست ۽ سماج بڻجي نہ سگهيو. هتان جي حڪمرانن پنهنجي غلبي ۽ ماليِاتي حڪمراني جاري رکڻ لاءِ جتي وڏي پيماني تي طبقاتي ڦرلٽ ڪئي، اتي قومي ڦرلٽ بہ جاري رکي. پاڪستان جي نهڻ ڪانپوءِ پاڪستان جي نظريي جا پول پڌرا ٿيڻ لڳا، ان جي نقلي صورت شڪل ۽ ڪوڙ بہ پڌرا ٿيڻ لڳا. شروع ۾ ئي محمد علي جناح جي زندگي ۾ اوير پاڪستان ۾ زبان ۽ قوميت جي مسئلي تي ڦڏا ۽ فساد شروع ٿي ويا. پاڪستان جي حڪمرانن جي سامراجي نيت، بلوچستان، ڪشمير ۽ بين علائقن ۾ ظاهر ٿيڻ شروع ٿي وئي. قلات جي رياست کي فوجي طاقت ذريعي زبردستي پاڪستاني رياست ۾ ضم ڪيو ويو. پاڪستاني حڪمرانن ۾ اڪثريت پنجابي ۽ مهاجرن جي هئي، نہ رڳو مالياتي سرمائي ۽ معشيت جي ملڪيت جي حوالي سان انهن قوميتن ۽ گروهن سان ئي تعلق رکندڙ حاوي هيا، پر رياستي ادارن فوج ۽ ڪامورا شاهي تي بہ انهن جو ئي ڪنٽرول هيو. مهاجرن سرمائيدارن جو پاڪستان ناهڻ ۾ بنيادي مقصد هڪ آزاد مارڪيٽ حاصل ڪرڻ هيو جتي هو مقابلي کان بچي ڪري، ظاهر ظهور پنهنجي هڪ هٽي ذريعي نفعو حاصل ڪن، پر هڪ طرف سامراجي غلبي ۽ ڦرلٽ ۽ ٻئي طرف پاڪستاني بورجوازيءَ جي ڪمزوريءَ ۽ انهن جي شديد استحصالي طور طريقن سبب پاڪستان ۾ عام طرح معاشي ۽ سماجي ترقي ڏاڍي ڪمزور، سست ۽ معاشرتي گهرجن سان بلڪل ميل جول ڪائيندڙ نہ رهي، جيئن جيئن پاڪستان جي عمر وڌندي رهي، تيئن تيئن پاڪستان ۾ ”سماجي ڏڦيڙ“ وڌندو ويو. پاڪستان جا حڪمران طبقا تہ هتزادو جمهوريت جو اهو ظاهري ڏيکاءُ بہ قائم نہ ڪري سگهيا، جيڪو هندستاني حڪمرانن قائم ڪيو. هنن کي پنهنجو اقتدار مڙهڻ لاءِ هر دفعي فوجي آمريت جو سهارو ونڻو پيو. جيڪا ٿوري گهڻي صنعتي ترقي ان جبر هيٺ ٿي بہ، تہ اها سماجي ۽ معاشي سڌاري ۽ معيار زندگي ۾ واڌاري سان ڪا بہ مطابقت نہ پئي رکي. ان سان سماجي تضاد ۽ پيچ ڊاهہ مختلف

شڪلين ۾ ايرڻ لڳا. طبقاتي بنيادن تي مختلف دؤرن ۾ تحريڪون اڀرنديون رهيون، پر سڀ کان وڏي طبقاتي جدوجهد 69-68ع جي انقلاب جي صورت ۾ ايري. جڏهن طاقت حڪمرانن جي ايوانن مان نڪري ڪارخانن، زمينن ۽ گهٽين ۾ اچي آئي. مارڪسي قيادت ۽ پارٽي جي کوٽ ۽ ڪابي ڌر جي مرحليوار پاليسي جي رجعتي استالنسٽ نظريي جي ڪري هي انقلاب لڙهي ويو. هتي جيئن طبقاتي ڦرلٽ وڌندي وئي، تيئن حڪمرانن جي ڏاڍ جي ڪري قومن ۾ احساس محرومي به وڌڻ شروع ٿي ويو. قومي بنيادن تي اهو محرومي جو احساس سڀ کان وڌيڪ بنگال ۾ زور وٺي رهيو هو. قومي ڦرلٽ جي خلاف نفرت ۽ ڪروڌ بنگالي عوام ۾ ايري رهيو هيو.

1960ع واري ڏهاڪي جي آخر ۾ بحران وڌيڪ زور وٺي ويو جنهن جو سبب پوئين عرصي ۾ پاڪستان ۾ موجود اڻ برابري واري ترقي جي نوعيت هئي، ان سان جنم وٺندڙ تضاد ڦاٽي پيا. بنگال ۾ شروع ٿيندڙ تحريڪ بنيادي طور طبقاتي نوعيت جي هئي، اها پاڪستان جي پورهيتن جي تحريڪ سان لاڳاپيل هئي. چٽاگانگ کان وٺي پشاور تائين هڪ ئي نعرو لڳي رهيو هو سوشلزم. ان تحريڪ سان پاڪستاني حڪمرانن جي اقتدار ۽ سامراجي مفادن کي سڌو سنئون سوشلسٽ انقلاب جي ذريعي تباهي جو خطرو هيو اولهه پاڪستان ۾ هن تحريڪ جي قيادت هڪ سوشلسٽ انقلابي پروگرام ذريعي ذوالفقار علي ڀٽي کي ملي، جڏهن ته اوڀر پاڪستان ۾ اها قيادت مولانا عبدالحميد ڀاشاني وٽ هئي، جيڪو بنگال ۾ سوشلزم جو سڀ کان وڏو دعويدار هو. جيئن جيئن تحريڪ زور وٺي رهي هئي، حڪمرانن جي وائڙپ ۾ واڌارو ٿيندو ويو پاڪستاني رياست انقلاب جي خطري کان ڏڪي رهي هئي، انقلابي طوفان جي زور انکي ڏاڍو ڏبرو ۽ ڪمزور ڪري ڇڏيو حڪمران طبقن جي اقتدار ۽ مفادن کي انهن جي وحشي پُر تشدد رياست به نه ٿي بچائي. ٻئي طرف قيادت تي به دٻاءُ وڌي رهيو هيو پر ڀٽي ۽ ڀاشاني جو سوشلزم، منشورن، بيانن ۽ تقريرن تائين محدود رهيو انهن وٽ انقلاب برپا ڪندڙ پارٽي جو ڍانچو ۽ حڪمت عملي موجود نه هئي. نظرياتي طور تي اهي هڪ واضح انقلابي مارڪسي نظريي کان وانجهيل هئا. ان جي باوجود تحريڪ جو زور ان جي پنهنجي بيهڪ ۽ تحرڪ Momentum قيادت کي اڳتي ڌڪي رهيو هو پر آمريڪا، هندوستان ۽ پاڪستان جي

حڪمرانن لاءِ اهو انقلاب ناقابل برداشت هيو. ڇو ته اهو انهن جي موت جو پيغام هو. طبقاتي جدوجهد ۽ قومي آزاديءَ جي جدوجهد، جتي ڪيئي ڀيرا گڏوگڏ هلن ٿيون، اتي هڪٻئي جو ضد پڻ بڻجي وڃن ٿيون. جڏهن طبقاتي نظريا غالب اچن ٿا، ته قومي ساڙ دٻجي وڃي ٿو ۽ پورهيتن جي طبقاتي جڙت ماضي جي سيني تعصبن کان آزاد ٿي ڪري، هڪ سوشلسٽ انقلاب ڏانهن وڌڻ لڳي ٿي، ان سوشلسٽ انقلاب کي روڪڻ لاءِ حڪمران هر طريقو استعمال ڪن ٿا، پلي اهو طبقاتي تحريڪ ۾ قوت وجهڻ لاءِ قومي سوال ۽ قومي جنون ڇو نه هجي، پر ان انقلاب کي روڪڻ پاڪستاني حڪمرانن کي ڏاڍو مهانگو پيو انهن جو پاڪستان ٽٽي ويو ۽ اوڀر پاڪستان جي مارڪيٽ انهن جي هٿن مان ڇڏائجي ويئي. ڪين جنگ وڙهڻي پئي ۽ ان ۾ شڪست سان انهن جي رياست ۽ فوج ڏاڍو ڪمزور ٿي وئي، ان جنگ ۾ شڪست ڪانپوءِ ٻيهر انقلابي امڪان، حالتون ۽ معروضي موجود هيون پر انقلاب برپا ڪندڙ ڪنهن مارڪسي پارٽي جي کوٽ هئي، هي دور هن خطي جي تاريخ جو اهو دور هيو جيڪو تاريخ ۾ تمام گهٽ اچي ٿو.

69_68ع جي تحريڪ کان نه رڳو برصغير جا حڪمران ۽ آمريڪي سامراج ڏڪل هيا، پر روس ۽ چين جا اسٽالنسٽ حڪمران ب. ان انقلاب مان جنم وٺندڙ علائقائي توڙي بين الاقوامي نتيجن کان گهٻرائجي ويا. هي انقلاب سامراج ۽ اسٽالنزم جي وچ ۾ توازن ۽ گڏيل بقا جي نظريي تي هڪ انقلابي وار ثابت ٿي پئي سگهيو.

ڀاشاني مائوسٽ هيو. چيني ڪامريڊ شاهي جا پاڪستان جي فوجي آمر ايوب خان سان تمام ويجها ۽ دوستانا لاڳاپا هئا. ان لاءِ هو پنهنجي دوست جي حڪمراني جو خاتمو ۽ انقلاب جو برپا ٿيڻ پسند نه پيا ڪن، ان لاءِ تحريڪ جي اڀار وقت ڀاشاني کي مائوزي تنگ بيجنگ گهرايو ۽ پنهنجي پيروڪار کي هدايت ڪئي، ته هو فوجي آمر خلاف اڀرندڙ تحريڪ مان هٿ ڪڍي وڃي، هڪ وفادار نظرياتي ڪارڪن هئڻ جي ناتي ڀاشاني ائين ئي ڪيو هو. هو واپس بنگال آيو ۽ پنهنجي رهائشگاهه "[illegible]" ۾ [illegible] تي ويو. اولهه پاڪستان شائونزم ۽ پاڪستاني قومپرستي جي نظرين کي صورتحال تي مڙهڻ شروع ڪيو ۽ اهڙي طرح اولهه پاڪستان ۾ جنگي جنون ابڙ شروع ٿي ويو. قومي نظرين جي حاوي ٿيڻ سان طبقاتي تحريڪ پوئتي هٽڻ ۽ وکرڻ شروع ٿي

وٺي, "سوشلزم" جي جاءِ "ڪريش انڊيا" جي نعرن ورتي ۽ حڪمرانن ان جنگي جنون ذريعي انقلاب کي لوڙهي چڙهيو پر اوڀر بنگال ۾ طبقاتي بنيادن تي تحريڪ جي پسپائي قومي شڪل اختيار ڪري ورتي. ان تحريڪ پاڪستاني حڪمرانن کان آزادي حاصل ڪرڻ جي جنگ شروع ڪري ڏني، شيخ مجيب الرحمان ان تحريڪ جو ليڊر ٿي اڀريو شروع ۾ هندوستاني حڪمرانن هن تحريڪ جي حمايت توڙي مدد ڪئي. هن قومي آزادي جي جدوجهد ۾ کابي ڌر جو عنصر پڻ شامل رهيو هن جو سڀ کان وڏو منظم ۽ هٿياربند گروهه "مڪتي باهني" هيو پاڪستاني فوج جي خلاف ان جي گوريلا جنگ کي عوامي حمايت به حاصل هئي, ان پس منظر ۾ پاڪستاني فوج لاءِ ان کي ڪچلڻ ممڪن نه هيو ۽ ان جي شڪست اٽل بڻجي چڪي هئي.

جن علائقن کي "مڪتي باهني" پاڪستاني فوجن کان آزاد ڪرائي رهي هئي, انهن علائقن جو انتظام نوجوانن, هارين, مزدورن ۽ مظلوم طبقن جي پنچائتن جي هٿ اچي رهيو هيو بين لفظن ۾ قومي آزادي جي هي جنگ بيهر طبقاتي جدوجهد ڏانهن منتقل ٿي رهي هئي, جيو ته پرڙهيتن جي انهن پنچائتن, سوويتن جي شڪل اختيار ڪئي هئي, اهڙي طرح سرمائيداري ۽ جاگيرداري جو خاتمو اچي رهيو هو هي گهرو ويڙهه هڪ انقلابي رستي تي اچي وئي هئي, ان ڪري وري حڪمرانن جي ايوان ۾ واشنگٽن کان وٺي دهلي تائين, خطري جون گهنٽيون وڄڻ شروع ٿي ويون هيون. 1971ع جي جنگ ۾ ڀارتي فوج جنهن پاڪستاني فوج سان لڙڻ آئي هئي, اها پهريان ئي مڪتي باهني جي هٿان شڪست کائي چڪي هئي, اصل ۾ هندستاني فوج اوڀر بنگال ۾ سماجي نظام جي تبديلي جي عمل کي ڪچلڻ لاءِ آئي هئي, پهريان پاڪستاني فوج ۽ پوءِ هندستاني فوج مڪتي باهني جي کابي ڌر J.S.D جي ڪيڊرن کي قتل ڪرڻ جي لاءِ "شڪتي باهني" کي تيار ڪيو ۽ طاقت ڏني, ان سان گڏوگڏ جماعت اسلامي جي پالتو تنظيمن, البدر ۽ الشمس به هن رد انقلاب ۾ وڌي چڙهي ڪري, حڪمرانن جي دلالي جو ڪردار ادا ڪيو. هن عمل کي ڪچلڻ لاءِ آمريڪي سامراج به پنهنجو ستون ٻيڙو خليج بنگال ڏانهن روانو ڪري چڏيو هيو ته, جيڪڏهن هندوستاني فوج مڪتي باهني کي ڪچلڻ ۽ ان جي انقلابي ڪردار کي مسمار ڪرڻ ۾ ناڪام ٿئي ها, ته پوءِ آمريڪي سامراج اوڀر بنگال ۾ فوجي مداخلت تي مجبور

ٿئي ها. پارتي فوج کي ان واردات ۾ بنگالي حڪمران طبقن جو پورو پورو ساٿ مليو مجيب الرحمان ۽ عوامي ليگ جي اڳواڻن بنگالي پورهيتن کي ڪچلڻ ۾ هندوستاني فوج جي پوري پوري مدد ڪئي، تہ جيئن اوڀر بنگال تي سرمائيداري برقرار ۽ بحال رهي ۽ پاڪستاني حڪمرانن ڪانپوءِ بہ بنگالي پورهيتن جي ڦرلٽ جاري آهي.

بنگلاديش جي آزادي جي پنجتيهہ سال گذرڻ ڪانپوءِ بہ هي ڦرلٽ جاري آهي. جيستائين هندوستاني ۽ پاڪستاني فوج جي دشمني جو تعلق آهي، تہ اتي بہ طبقاتي فرق جي بنياد تي تعلقات جو چٽو اظهار سامهون آهي. آڻ مڃڻ واري (17 ڊسمبر 1971ع) جي شام جو ڍاڪا جي جيمخانہ ڪلب ۾ پاڪستاني ۽ هندستاني اعليٰ فوجي آفيسر (جن ۾ تمام گهڻا ماضي ۾ ڪورس ميٽ بہ رهي چڪا هئا) جي گڏيل وسڪي پارٽي ٿي رهي هئي، ٻئي ڏينهن هندوستاني ۽ پاڪستاني فوجي آفيسرن جي وچ ۾ ڪرڪيٽ مئچ پڻ ٿي، جنهن تي اندرا گانڌيءَ پارتي فوج جي ڪمانڊر جنرل اروڙا کي تار ڪئي، تہ اسان توکي جنگ وڙهڻ لاءِ موڪليو هو نہ ڪي ڪرڪيٽ کيڏڻ لاءِ.

ٻئي طرف پاڪستاني فوج جا سپاهي ۽ هيٺين رينڪ جا ماڻهو هڪ طرف ڍاڪا جي گهٽين ۾ بنگالي قومپرستن جي هٿان انتقام جو نشانو بڻجي رهيا هئا. تہ ٻئي طرف هندوستاني فوج هٿان قيد ۾ بند جون تڪليفون سهي رهيا هئا. بنگلاديش جا هي طوفاني ۽ ڏماڪيدار واقعا ان حقيقت کي ڀيهر ظاهر تا ڪن، تہ جڏهن انقلابي تحريڪون اپرن ٿيون ۽ هن نظام کي خطرو لڳي ٿو تہ ڪهڙي طرح ان نظام جا رکوالا سڀ ويڇا وساري ڪيئن نہ هڪ ٿا ٿي وڃن، بنياد پرست، قومپرست، جمهوريت پسند، سامراج ۽ حڪمرانن جون ڇاڙتيون پارٽيون ۽ گروهہ پنهنجي لڙايون وساري، پورهيتن جي تحريڪ کي ڪچلڻ پنيان پئجي ٿا وڃن، انهن مان ڪنهن تي بہ پورهيت تحريڪ جو اعتبار يا انحصار انقلابي عمل جي لاءِ زهر قاتل ثابت ٿيندو آهي.

بنگلاديش جي انهن انقلابي واقعن ۽ تحريڪ سان سامراج ۽ مقامي حڪمرانن جو واڙو ٿيڻ ۽ گهبرائجڻ بنا سبب جي نہ هيو. ڇو تہ جيڪڏهن اوڀر بنگال سرخ ٿي وڃي ها، تہ اولهہ بنگال ۾ تہ اڳئي ڪابي ڌر جا لاڙا موجود هئا. جيڪڏهن قومي بنياد تي اوڀر ۽ اولهہ بنگال ملي هڪ ٿين ها، تہ انهن کي وري سرخ ٿيڻو هو هڪ سرخ بنگال جو وجود سڄي

برصغير ڪي انقلاب جو ايترو تہ ويجهو آڻي ها، جو جهلڻ سان نہ جهلجي ها. قومي مسئلي تي هندوستاني، آمريڪي ۽ بنگالي حڪمرانن جي منافقاڻين پاليسين جي اها حد ناهي، تہ اوير ۽ اولهہ بنگال جي تهذيب، زمين، زبان، معيشيت ۽ تاريخ هڪ هئڻ جي ناطي اهي هڪ بنگالي قوم آهن. پوءِ قوم جي ورهاڱي کي ڇو قائم رکيو پيو وڃي. اڄ تائين اولهہ ۽ اوير بنگال ڇو الڳ الڳ آهن؟ اهڙي طرح اڄا تائين بنگال ۾ بہ قومي مسئلو موجود آهي. جيڪو برصغير جي ٻين خطن جي قومي مسئلن سان ڳنڍيل آهي، جيستائين هي استحصالي نظام موجود آهي، قومي مسئلو دڪندو رهندو ۽ پورهيت هن باهہ ۾ سڙندا رهندا.

## بلوچستان:

پاڪستاني فوج جي بنگلاديش ۾ ڪيل غارتگيري جا زخم اڃا پريا ئي نہ هيا، تہ اها فوج بولان ۾ شهرين جا ڪنڌ ڪپڻ هلي آئي. 1972ع کان بلوچستان ۾ وڏي پيماني تي قومي جدوجهد شروع ٿي وئي، بلوچستان ۾ قومي محروميءَ جي هڪ ڏکي تاريخ آهي، ان ۾ هڪ پاسي معاشي، اقتصادي ۽ سماجي پسماندگي موجود آهي، تہ ٻئي پاسي پاڪستاني حڪمرانن جي لاڳيتي جبر ۽ ڏاڍ جي تاريخ آهي. 30 مارچ 1948 ۾ رياست قلات کي جبري طور پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ دوران بہ مزاحمت ٿي هئي. ان ويڙهہ ۾ مارجندڙن جي ياد، بلوچستان جي ماٿهن جي لوڪ گيتن جو حصو بڻجي چڪي آهي. 1950_1960 جي ڏهاڪي ۾ بلوچستان جي قومي آزادي جون ڪيتريون ئي تحريڪون ابريون هيون، پر اهي تحريڪون ننڍي پيماني تي هيون. 1970ع جي ڏهاڪي جي شروع ۾ ايرندڙ تحريڪ تي برصغير ۽ عالمي طور جنم وٺندڙ واقعن جو ڪافي اثر پيو هو. پيپلز پارٽي جي حڪومت اچڻ ڪانپوءِ آنڌل سڌارن جي ناڪامي، معاشي ۽ اقتصادي بحران ۾ اضافي، طبقاتي بنيادن تي انقلابي تحريڪ جي زوال پذيري ۽ ٻين سببن ڪري قومي مسئلو وري ابري آيو. بلوچستان ۾ ايرندڙ ان تحريڪ تي اسٽالنسٽ ڪابي ڌر جي وڏي ڇاپ هئي، ٻئي طرف بلوچستان جي سردارن ۽ جاگيردارن جا مرڪز سان جيڪي تضاد هئا، ان سبب ڪري، قبائلي بنيادن تي بہ هن قومي آزادي جي تحريڪ کي ڪافي حمايت ملي هئي، هن تحريڪ جبلن ۾ هٿياربند جدوجهد ۽ گوريلا جنگ جي شڪل اختيار ڪري ورتي هئي. هن

تحريڪ ۾ هڪ پاسي بلوچستان جا سردار ۽ ٻئي پاسي کاٻي ڌر جا گروهه هيا. جن سان پنجابي ۽ ٻين قوميتن جا ڪجهه نوجوان به اچي شامل ٿيا هئا. ان تحريڪ جي قيادت جي اڳيان جيڪو کاٻي ڌر جو نصب العين هيو اهو بنيادي طور انهن پرولتاري بوناپارٽسٽ رياستن جي طرز تي هيو جيڪي تحريڪون 1950_1960 جي ڏهاڪي ۾ ڪيوبا، ويٽ نام، يمن، ايٿوپيا، شام، موزمبيق ۽ ٻين ملڪن ۾ موجود هيون. انهن پرولتاري بونا پارٽسٽ رياستن جي سجاٽپ هيئن آهي، ته انهن ملڪن ۾ پورهيت طبقو تمام گهڻو ڪمزور هئڻ جي ناطي جمهوري ڪنٽرول نه ٿو رکي. جڏهن ته وچئين طبقي جا ڪامورا ۽ ٻيا ماڻهو جيڪي سامراجي غلبي کان تنگ هئا، انهن پورهيتن جو سهارو وٺي ڪري اقتدار ماٿيو ۽ پوءِ سرمائيداري ۽ جاگيرداري جو خاتمو آڻي، ماسڪو ۽ بيجنگ جي طرز تي نيون استالنسٽ رياستون قائم ڪيون هيون. هي پرولتاريا بونا پارٽسٽ رياستون ٻن طريقن سان وجود ۾ آيون هيون. ويٽ نام چين، ڪيوبا وغيره ۾ گوريلا جنگين ذريعي ڪمزور ۽ نيم جاگيرداڻين ۽ نيم سرمائيداراڻين رياستن ۾ حڪمرانن کي پيچائي ڪري. نئين اقتدار جو بنياد وڌو هيو عام طور تي هي گوريلا ليڊر وچين طبقي جا شاگرد ۽ پيشه ور پرتن سان تعلق رکندڙ هئا. ٻيو طريقو انهن ئي ملڪن جي فوج خاص ڪري نوجوان آفيسرن فوجي بغاوت جي ذريعي بدعنوان، ظالم ۽ سامراج جي دلال حڪمرانن جو اقتدار ختم ڪري، ان ملڪ جي معيشيت، تجارت ۽ اقتصاديات کي رياستي قبضي ۾ وٺي ڪري. جاگيرداري ۽ سرمائيداري جو خاتمو آندو. ان حوالي کان انهن پرولتاريا بونا پارٽسٽ رياستن جو قيام نهايت ئي ترقي پسنداڻو هيو هي تاريخ ۾ هڪ اڳتي قدم هيو. پر انهن رياستن جو ڍانچو شروع کان وٺي آفيسرشاهي تي مشتمل هيو ٻئي طرف سواءِ چين جي هي انقلاب انهن ملڪن ۾ برپا ٿيا هئا. جيڪي ننڍا هئا. ۽ انهن جي صنعت، معيشيت، رياست ۽ سماجي ارتقا ڪمزور هئي، نه رڳو انهن جا ڍانچا ماسڪو ۽ پيڪنگ وانگر هئا. پر نظرياتي طور به اهي پارٽيون ۽ حڪومتون استالنزم جي قومي سوشلزم يا هڪ ملڪ ۾ سوشلزم جي نظرين تي ٻڌل هيون. انهن ۾ رياستي طاقت جو به تمام گهڻو استعمال هيو. جو ته مالياتي سرمايي جي آمريت. جاگيرداري ۽ سرمائيداري جي خاتمي ڪرڻ بعد سموري صنعت ۽ معيشيت رياستي ڪنٽرول ۾ هئي. سوويتن ۽ پنچائتن جي ذريعي هينيان کان ايرندڙ عوام جي وسيع

شرڪت ۽ پورهيت طبقي جي شعوري شموليت جي بغير انهن انقلابن ۾ پورهيت طبقي جي جمهوري ڪنٽرول جي کوٽ هئي. انهن رياستن کي سوويت يونين ۽ چيني آفيسرشاهي، فوجي ۽ اقتصادي امداد ڏينديون هئي، جنهن ڪري انهن رياستن جو دارومدار سوويت امداد تي تمام گهڻو وڌي ويو ان ڪري سوويت يونين جي ڊهڻ سان هي پرولتاري بونا پارٽسٽ رياستون به پورا پورا ٿي ويون ۽ هاڻ ته وڏيڪ معاشي ڏيوالپڻي ۽ بربريت جي منهن ۾ پئجي ويون آهن. انهن ۾ افغانستان، موزمبيق، صوماليه، ايٿوپيا ۽ انگولا جا مثال اسان جي اڳيان آهن. 1970ع جي ڏهاڪي ۾ هي رياستون وچين طبقي جي تمام گهڻن انقلابين، فوجي آفيسرن ۽ شاگردن لاءِ تمام گهڻي دلچسپي ۽ دلڪشي جو باعث هيون. ان جو بنيادي ڪارڻ اهو هو ته سرمائيداراڻي، جاگيرداراڻي نظام جي خاتمي سان عام ماڻهن جي حالت بهتر ٿي هئي ۽ حڪومت وٽ وڏيڪ سڌارن ڪرڻ جي گنجائش پيدا ٿي چڪي هئي، جڏهن ته ٻئي پاسي انهن رياستن جي نون حڪمرانن وٽ رياستي طاقت ۽ حڪومتي نت نانگر تمام گهڻا هيا.

بلوچستان ۾ قومي آزادي جي تحريڪ جي ليڊرن جي لاءِ به ان قسم جو سوشلزم ڏاڍو دلڪش هيو. ٻئي طرف هو مرڪز جي ڦرلٽ کان به تنگ هئا ۽ پاڪستاني حڪمرانن جو انهن ڏانهن بيهودي قسم جو رويو هو ان کان به هو ناراض هئا. قومي پيماني تي اڻبرابري ۽ ناانصافي به ظاهر هئي. ان حوالي کان قومي مسئلي کي ”سوشلزم“ سان جوڙڻ انهن لاءِ سڀ کان سولو ۽ بامقصد رستو هيو. ٻئي پاسي کابي ڌر جي اڪثريت تي گهڻي ڀاڱي اسٽالنزم جي ڇاپ گهري هئي، نظرياتي طور ڪيترائي کابي ڌر جا اڳواڻ ۽ دانشور مرحليوار انقلاب جي نظرئي هيٺ، قومي آزادي جي حصول جي هن جدوجهد جي مڪمل حمايت ڪري رهيا هئا. اڳواڻي چاهي ڪنهن به طبقي وٽ ڇو نه هجي، ان جي ڪين ڪا پرواهه نه هئي. بلوچستان ۾ پاڪ فوج ۽ قومي آزادي جي ويڙهاڪن وچ ۾ چار سال جنگ هلي، جنهن ۾ 9000 کان وڌيڪ ماڻهو مارجي ويا. پاڪستاني حڪمرانن ان سرڪشي کي ڪچلڻ لاءِ ايراني شهنشاهه کان به فوجي امداد ورتي، مثال کان اسٽريفنگ ڪرڻ لاءِ ايراني هيليڪاپٽر استعمال ڪيا ويا. پهرين رياست کي استعمال ڪرڻ بدران پاڻ رياست ۽ فوج هٿان استعمال ٿي رهيو هيو. پاڪستاني رياست مظلوم قومن کي دٻائي پنهنجي ڏاڍ وسيلي انهن تي غلبو رکي رهي هئي. اصلاح پسنديءَ جي پاليسين

جوهي اٽٽر نتيجو. تاريخ هڪ ڀيرو ٻيهر ثابت ڪري رهي هئي. آخرڪار بلوچستان جي هيءَ هٿياربند جدوجهد پسپائي جو شڪار ٿي وئي. ان ۾ جتي پاڪستاني فوج ۽ رياست جي ديونما طاقت جو تعلق هيو. اتي اندورني پيچ ڊاهه ۽ نظرياتي ڪمزوري جو به ڪافي عمل دخل هيو. ان تحريڪ جي ناڪامي جا اهم ڪارڻ هي هئا:

1 . اسٽالنزم جي نظرين تي ٻڌل ان قيادت جي جدوجهد گهٽو ٽٽو قبائلي ۽ قومي بنيادن تائين محدود هئي، جنهن ۾ بلوچستان ۾ رهندڙ ٻين قومن جي پورهيتن جي حمايت ۽ شراڪت حاصل نہ ڪئي وئي هئي.

2. تحريڪ کي وڏي پيماني تي عوامي حمايت خاص ڪري شهرن ۾ حمايت ملي نہ سگهي. جنهن سان پاڪستاني فوج کي ويڙهاڪن کي اڪيلو ڪري نشانو بنائڻ ۾ آساني ٿي.

3 . پاڪستاني فوج کي ڪمزور ڪرڻ ۽ اندران ٽوڙڻ لاءِ فوج اندر طبقاتي تضاد کي اياري، انقلابي پروپيگنڊا ذريعي فوج ۾ بغاوت کي ڪٽي وجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وئي، ٻئي طرف قومي بنيادن تائين محدود هئڻ جي سبب. فوج جي ڳڙهہ پنجاب جي نوجوانن ۽ پورهيتن جي حمايت حاصل ڪرڻ جي حڪمت عملي واضح نہ ڪئي وئي.

4. بلوچستان اندر بلوچ پشتون ورهاست تي قابو نہ پاتو ويو ۽ هيءَ سرڪشي گهٽو ٽٽو بلوچ علائقن تائين محدود رهي. هن مقامي آبادي جي ورهايل هجڻ جو فوج ۽ پاڪستاني حڪمرانن ڀرپور فائدو ورتو.

5. جاگرافيائي طور بلوچستان اوير بنگال کان مختلف هيو. ڇو تہ هتي 1500 ميل جو وڇوڙ مفاصلو نہ هيو ان لاءِ زميني ۽ ٻين رستن کان فوج کي رسد ۽ ڪمڪ ملي رهي هئي.

6. عالمي پورهيت طبقي کي اپيل ڪرڻ بدران گهٽو ٽٽو پروسو اسٽالنسٽ ڪامورا شاهي تي ڪيو ويو. جڏهن تہ ماسڪو جي بيورو ڪريسي، بلوچستان جي نسبت عالمي سامراج سان پنهنجن ناتن ۽ عالمي توازن برقرار رکڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺي رهي هئي.

7. جنهن گوريلا جنگ کي چيڙيو ويو هيو اها اصل ۾ چين، ويتنام، ۽ ڪيوبا جي انقلابن کان متاثر ٿي ڪري، ان طرز وانگي ڪئي هئي، پر هتي نہ اهو وقت هيو نہ اهڙا جاءِ هئي ۽ نہ اهي حالتون هيون.

ان شڪست جي باوجود پاڪستاني حڪمرانن جو بلوچستان تي غلبو مڪمل نہ ٿي سگهيو. قومي مسئلو اڄ بہ بلوچستان ۾ موجود آهي،

پر افغانستان ۾ گهرو ويڙهه ۽ ان عرصي ۾ ٿيندڙ واقعا هن مسئلي ۾ وڏي تبديلي آڻي چڪا آهن. ٻين مسئلن وانگر بلوچستان جي قومي مسئلي جو حل بہ پوري خطي ۾ ٻين مسئلن سان ڳنڍيل آهي، ان جو ڪو الڳ تلڳ حل ممڪن نہ رهيو آهي. ان عرصي ۾ بلوچستان جي مظلوم قوميت جي اڪثر ليڊرن ۽ حڪمرانن جو پاڪستاني رياست سان مصالحتي ڪردار بہ واضح طور ظاهر ٿي چڪو آهي. بلوچستان جي عوام جي ڦرلٽ جاري آهي، جنهن خلاف نفرت ۽ جدوجهد ڪرڻ جي عزم کي طبقاتي جدوجهد سان جوڙي ڪري ئي استحصال جو خاتمو ڪري سگهجي ٿو.

## سنڌ:

سنڌ ۾ قومي مسئلي جو ابرڻ ۽ احساس محروميءَ جو جنم وٺڻ، پاڪستان جي جوڙجڪ ۾ بنيادي غلطين جي نشاندهي ڪري ٿو سنڌ ۾ احساس محرومي ۽ قومي استحصال ۾ اضافو هتان جي پسماندگي مان ئي ابري ٿو پر سڀ کان وڏو عنصر ورهاڱي جي نتيجي ۾ وڏي پيماني تي لڏ پلاڻ آهي. 1947ع جي ورهاڱي وقت ڪراچي، پاڪستان جي گادي هئڻ سان گڏوگڏ سڀ کان وڏو صنعتي شهر پڻ هيو. اتر پرديش U.P ۽ سينٽرل پراونس C.P هائوڪي مڌيا پرديش کان ايندڙ مهاجرن جي گهڻائي هيڏانهن جو رخ ڪيو. ڪراچي کان سواءِ حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ بہ مهاجرن جو گهڻو تعداد اچي رهيو. انهن مهاجرن جو گهڻو انگ پڙهيل لکيل هيو. ريلوي ۽ ٻين کاتن ۾ بہ ملازم هيا. ان حوالي کان رياستي ڪامورا شاهي ۽ ٻين ملازمتن ۾ انهن کي وڌيڪ موقعا مليا. ان سان گڏوگڏ ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ اڪثر ڪري نجي صنعت، معيشيت ۽ مالياتي ڪاروبار تي مهاجر ۽ غير سنڌي سرمائيدار ڇانيل رهيا. ڳوٺاڻي سنڌ ۾ تمام گهڻيون زمينون پنجابين ۽ ٻين غير سنڌي آبادگارن کي انگريزن جي زماني کان ئي ڏيڻ شروع ڪيون ويون هيون. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ بہ اهو عمل جيئن جو تيئن جاري رهيو.

اهڙي طرح ڪاروباري ڏي وٺ ۽ ڏنڌي تي اردو زبان جي ڇانيل هئڻ جي ناطي سنڌي زبان جي ترقي محدود رهي. انهن سڀني عنصرن جي سبب سنڌي عوام ۾ احساس محرومي جو وڌڻ اٽل هيو. انهن قومي تضادن جي ابرڻ جو سڀ کان مُک سبب پاڪستان جي حڪمران طبقن ۽ سندن نظام جي طرفان سماج جي هڪجهڙي ترقي ڪرڻ ۾ سندن

ناڪامي هيو. ان اڻ برابري جي عمل ڪري سنڌ ۾ قومي ويچن ۾ لاڳيتو اضافو ٿيندو رهيو. سنڌ ۾ قومپرستي جي تحريڪ ايرڻ لڳي ۽ هي تحريڪ مختلف وقتن ۾ مختلف مرحلن مان گذرڻ لڳي، قومي ثقافت کان وٺي، معاشي حقن جي نعرن جي چوڏاري، ان تحريڪ جو تسلسل جاري رهيو. جيڪو نظام اتي لتو ۽ اجهو نہ ڏئي سگهي، اهو پلا زبان، ثقافت ۽ فن جي ترقي جي لاءِ وسيلا ڪٿان مهيا ڪندو.

بين تحريڪن وانگي سنڌ ۾ قومپرستي جي تحريڪ جي قيادت بہ وچئين طبقي جي دانشورن ۽ بين ماڻهن وٽ ئي رهي. سنڌ اسيمبلي منجهہ 1946ع ۾ پاڪستان سان الحاق واري ٺاهہ جو پيشڪار جي ايم سيد، سنڌ جي پاڪستان کان آزادي جي ڳالهہ ڪرڻ لڳو. سنڌوديش جي نعري هيٺ سنڌ جي هڪ الڳ رياست جي قيام جو تصور پيش ڪيو ويو. ٻئي طرف سنڌ جي کاٻي ڌر جا ليڊر ۽ دانشور اسٽالن کان بہ وڌيڪ قومپرست هئا. سنڌ جي کاٻي ڌر تي مائوازم جو بہ اثر رهيو ان حوالي کان سنڌ ۾ کاٻي ڌر جي تحريڪ پڻ قومپرستيءَ هيٺ دٻيل رهي. مائوازم جي نظرين ۽ طريقيڪار جو پرچار بہ جاري رهيو. طبقاتي تحريڪ قومي بنيادن سان گڏوگڏ ڳوٺاڻي ۽ شهري بنيادن تي بہ ورهائجي وئي. عام طور مائوسٽ طريقن هيٺ، غريب هارين ۽ وچين طبقي جي ڳوٺاڻي شاگردن جي ذريعي انقلاب کي ڳوٺاڻي علائقن کان شهري علائقن ڏانهن منتقل ڪرڻ ٿي هوندو آهي. هن قومي تحريڪ ۾ ساڄي ۽ کاٻي ڌر جي تضادن جي هر هر ڪر کٽڻ سان ٽوڙ ڦوڙ جو عمل بہ جاري رهيو. نج قومي بنيادن تي ايرندڙ تحريڪ آخري تجزئي ۾ اڪثر طور ان قوم جي حڪمران طبقي جي ڪنٽرول ۾ رهي ٿي.

بلوچستان وانگي هن تحريڪ جي قومي محدوديت ۽ قيادت جي خاص وچولي طبقي جي سوچ جي سبب ان کي وسيع عوامي بنياد نہ ملي سگهيا. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ سنڌ ۾ هلندڙ اڪثر تحريڪن خاص ڪري 1983 ۽ 86 جي تحريڪن ۾ قومي عنصر بہ موجود هيو. پر پيپلز پارٽي جو سنڌ جي سياست تي حاوي هجڻ سنڌ ۾ بہ طبقاتي بنيادن تي تحريڪ جي گهڻن امڪانن ۽ جڙت جو اظهار ڪري ٿو. جيو تہ پيپلز پارٽي جي سنڌ ۾ حمايت ۾ جتي قومپرستي جو هڪ عنصر موجود آهي، اتي پورهيت طبقي جي معاشي ۽ طبقاتي آزادي جو عنصر پڻ شامل آهي. ان جو چٽو مثال 69-68 واري انقلاب جو بنيادي ڪردار آهي، جيڪو سنڌي

قومپرستن ۽ اڪثر ڪابي ڌر جي ليڊرن جي حڪمت عملي ۽ لائحہ عمل جي نفي ڪري ٿو. مائوءَ جي نظرين تحت ڳوٺاڻن علائقن بدران انهيءَ جدوجهد جو مرڪز شهري سنڌ هئي، ان انقلابي تحريڪ جو سڀ کان گهڻو زور ڪراچي ۾ هيو ۽ ان جو بنياد قومي نہ پر طبقاتي هو. پيپلز پارٽي جي حڪومت (77_1971) سڌارن جي پهرين ناڪامي بعد جلد ئي معاشي گهوٽالي جو شڪار ٿي وئي، هڪ بحران جي شڪار سماج ۾ سڌارن جي ناڪامي انقلابي تحريڪ جي پسپائي ۽ بين عنصرن هلچل پيدا ڪري ڏني هئي، قومي، فرقيواراڻا، گروهي، لساني ۽ ٻيا تضاد، ايري سامهون آيا، ٻوليءَ جي بنياد تي فساد شروع ٿيا. بنيادي معاشي ۽ سماجي مسئلن ڪانسواءِ انهن سطحي مسئلن جي ايرڻ سان انتشار وڌيڪ وڌي ويو. نظام ايترو ردي ۽ نبل هيو. جو اهو ايتري معاشي واڌ ۽ ترقي ڪري ئي نہ پيو سگهي، جنهن ذريعي بيروزگاري جو خاتمو ٿئي، عوامي ۽ معاشرتي معيار زندگي بلند ٿي سگهي. اهڙي لقاءُ ۾ ڪوٽا سسٽم QUOTA SYSTEM ٿي رهجي ٿو وڃي. جنهن سان تنگ نظري ۽ هن نظام ۾ رهندي، فوري مفادن ۽ محدود معاشي مطالبن جي سوچ زور وٺي ٿي، هن طريقي موجب نہ سنڌي نوجوانن جي اڪثريت کي نوڪريون ملي ٿي سگهيون ۽ نہ ئي سنڌ جي عوام جا ٻيا، مسئلا حل ٿي پئي سگهيا. هن معاملي کي سنڌي ۽ سنڌ ۾ رهندڙ ٻين لساني گروهن جي وچولي طبقي جي ليڊرن خوب استعمال ڪيو. قوم ۽ لساني تعصبن کي اياري، انهن پنهنجي مفادن ۽ اڳواٽي کي چمڪايو. سنڌي قومپرستي ۽ سنڌ ۾ قومي احساس محرومي ۾ وڌيڪ واڌارو پاڪستاني پنجابي حڪمرانن ۽ فوج جي جبر سان بہ ٿيو.

1983ع جي تحريڪ هلندي. سنڌ ۾ فوج 1063 ماڻهن کي شهيد ڪيو. ضياءُ آمريت پنهنجي يارنهن سالن واري اونداهي حڪومتي دور ۾ سنڌ سان سڀ کان وڌيڪ ظلم ڪيو ڇو تہ ان جي آمريت کي سڀ کان وڌيڪ مزاحمت اندرئين سنڌ مان ملي رهي هئي. ان تحريڪ دوران سوين نوجوانن کي ڪوڙا هنيا ويا، هزارن کي قيد جون تڪليفون برداشت ڪرڻيون پيون ۽ انهن کي بي پناهہ رياستي ڏاڍ، ڏهڪاءُ ۽ تشدد جو نشانو بڻايو ويو. ان سان 1980ع جي ڏهاڪي ۾ قومپرستي ۾ هڪ نئون ايار آيو. آمريت لاءِ 1983ع ۽ 1986ع جي تحريڪن کي ڪچلڻ ۾ آساني، ان تحريڪ جو ڳوٺاڻن علائقن تائين محدود رهڻ ۽ شهرن ۾ تحريڪ جو

گهٽ اثر هجڻ، هڪ مکيہ سبب آهي. ٻئي طرف ايم.آر.ڊي جي قيادت جي پاليسين ۾ طبقاتي جدوجهد ۽ انقلابي پروگرام جي کوٽ بہ هئي، پيپلز پارٽي ۽ ايم آر ڊي جي قيادت جا ڪجهہ حصا ضياءَ آمريت سان اٽسڏو تعلق بہ رکندا هيا. اهي پاڻ تحريڪ کي محدود رکڻ پيا گهرن، تہ جيئن هي تحريڪ سندن استحصالي نظام جي خاتمي جو سبب نہ بڻجي سگهي. هنن کي ڊپ هئو تہ آمريت کي اکيڙڻ سان گڏوگڏ ڪٿي هي تحريڪ جاگيرداري ۽ سرمائيداري نظام کي ڊاهي پٽ نہ ڪري ڇڏي. 1980ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ جي قومپرستن ۽ کابي ڌر وارن بہ تمام گهڻي جدوجهد ڪئي. انهن جي ڪارڪنن آمريت جي خلاف مزاحمتي تحريڪ ۾ بي پناهہ قربانيون ڏنيون، پر ان سڄي تحريڪ جو ثمر ۽ سلو پيپلز پارٽي ۽ بينظير کي تمام گهڻي حمايت جي صورت ۾ مليو.

برصغير جي ورهاڱي ڪانپوءِ مهاجرن جو وڏو وهڪرو سنڌ ۾ آيو هو. هي سلسلو پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ بہ جاري رهيو. سرحد، پنجاب، بلوچستان، ڪشمير ۽ ٻين علائقن ۾ معاشي بحران وڌڻ ۽ ڪراچي جو سڀ کان وڏو صنعتي مرڪز هئڻ جي ناتي، روزگار جي تلاش ۾ پٽڪيل نوجوانن جو رخ بہ هيڏانهن رهيو اهڙي طرح سنڌ ۾ آبادي جو تناسب گهڻو متاثر ٿيڻ لڳو.

ڪراچي، حيدرآباد ۽ ڪجهہ ٻين شهرن ۾ سنڌي اقليت ۾ اچي ويا. طبقاتي يڪجهتي جي ڪمزور پوڻ ڪري هن حقيقت بہ سنڌي عوام ۾ بيگانگي ۽ قومي محرومي جي جذبن کي اپاريو پر پوري نظام ۽ سماج جي عام بحران هن وڌندڙ انتشار ۾ اضافو ڪيو. 80ع واري ڏهاڪي جي هن خاص صورتحال ۾ انهن محرومين مختلف قومپرستاڻن، لساني ۽ مذهبي لاڙن ۾ پنهنجي بقا تلاش ڪرڻ شروع ڪئي، هن عمل ۾ جتي پيپلز پارٽي جي روايتي قيادت ڪوبہ طبقاتي رستو ڏيکارڻ کان نٽايو اتي ٽريڊ يونين قيادت، پورهيتن کي ڪا انقلابي راهہ عمل ڏيڻ بدران انهن کي رڳو اقتصادي گهرجن تائين محدود رکيو. هن دور ۾ ٽريڊ يونين قيادت بي پناهہ غداري ۽ بدعنواني جي مرتڪب پڻ ٿي. ڪراچي جيڪو پاڪستاني صنعتي مزدورن جو ڳڙهہ هو اتي ان صورتحال، پورهيت طبقي کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ورهائي ڇڏيو. ان ۾ اسٽالنسٽ کابي ڌر جي ليڊرن جو بہ اهم ڪردار هو. قومپرستي جي دباءَ ۾ بند نظريا رکندڙ ليڊرن قومي بنيادن تي پورهيتن جي حقن جي ڳالهہ ڪرڻ شروع ڪئي. پشتون

استالنستن پشتونيت جو راڳ آلاپڻ شروع ڪيو. پنجابي ليڊرن ڪراچي ۾ پنجابي آبادي جي حقن جي ڳالهه شروع ڪئي ۽ بلوچن وري بلوچن جي. سرائيڪي قومپرستي پڻ جاڳي پئي ۽ ڪشميري قومپرستي جو اظهار ڪشمير بدران ڪراچي ۾ ٿيڻ لڳو. جڻ تہ پوري پاڪستان جو قومي مسئلو ڪراچي ۾ اچي گڏ ٿيو. پاڪستان جي پورهيت طبقي جي سڀ کان وڏي ميڙ ۽ ڳُڙهہ ڪي قومي تعصب جي زهر تڪرا تڪرا ڪرڻ شروع ڪيو. ان سڄي صورتحال ۾ ڪراچي جي آبادي جو سڀ کان وڏو ڀاڱو يعني مهاجر جيڪي ڪنهن بہ اعتبار ۽ معيار ڪان قوم نہ ٿا بڻجن، پر هڪ سماجي گروهہ جي حيثيت رکن ٿا. سي قوميتن جي هن ڪيڏ ۽ سرمائيداراڻي نظام جي هن بحران ۾ جن محرومين جو شڪار هئا، انهيءَ جو اظهار ڪرڻ شروع ڪيائون. مهاجرن جي اڪثريت غربت جي گهرائين ۾ زندگي گذاري رهي هئي. ڪراچي جو سماج جڏهن اجا باقي پاڪستان وانگي قومي ۽ لساني بنيادن تي تقسيم نہ ٿيو هيو پر اميري ۽ غريبي جي بنياد تي ان جي اصلي تقسيم هئي، تہ آبادي ۾ لڳاتار اضافي ۽ وسيلن جي کوٽ، بيروزگاري ۾ واڌ ۽ ٻين سماجي مصيبتن ۽ عذابن زندگي زهر ڪري ڇڏي هئي. وقت ۽ حالتن جي انتهائي رجعتي ڪردار اختيار ڪرڻ، قيادت جي غدارين ۽ ٻين عنصرن اهڙيون خاص حالتون پيدا ڪيون، جتي رڳو رجعتي سياسي لاڙائي پلجي ٿي سگهيا. اهو ئي پسمنظر آهي، جنهن ۾ مهاجر قومپرستي ۽ ايم ڪيو ايم وجود ورتو. پر هن معاشي ۽ سماجي پس منظر ۽ بنياد سان گڏوگڏ رياستي عمل دخل بہ ايم ڪيو ايم جي مفروضي ڪي مٿي اڀارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ضياءَ آمريت ڪي سڀ ڪان وڏو خطرو پورهيت طبقي جي يڪجهتي ۽ طبقاتي بنيادن تي ايرندڙ تحريڪ مان هيو. ان لاءِ ئي ضياءَالحق جي گوبلز Gobble جنرل مجيب الرحمان رياستي ايجنسين کي استعمال ڪندي، ايم ڪيو ايم جي جوڙجڪ ۽ ناهہ نوهہ کي اڳتي وڌايو. ان زهريلي سياست جو بنيادي مقصد خاص ڪري ڪراچي ۾ پورهيت طبقي ۾ اهڙا ڏار وجهڻ هيو جو اهي آمريت ۽ هن نظام خلاف هڪ آواز تي اٿي نہ سگهن. اڪثر قومپرست جماعتن ۽ تحريڪن وانگي ايم ڪيو ايم ۾ بہ شروع کان وٺي فسطائيت جا لاڙا، ڌوهہ، بدعنواني ۽ تشدد جا عنصر نمايان هئا. ڪراچي جي پورهيتن کي 69_68 جو انقلاب ڪرڻ ۽ مارڪسي قيادت نہ ملڻ ڪري، هي سزا ملي رهي هئي. اهڙي طرح جتي سنڌوديش

جو نعرو لڳي رهيو هيو اتي مهاجرستان يا جناح پور جو رجعتي نعرو بہ لڳي رهيو هيو. ايم ڪيو ايم ۽ ٻين قومپرست پارٽين جي قيادت گهڻو ڪري وچين طبقي جي نوجوانن، ننڍين ڪاروبارين ۽ ڪلاسيڪي پيٽي بورجوازين (وچولي طبقي) تي ٻڌل هئي. پيٽي بورجوا سوچ جي بنيادي خاصيت اها هوندي آهي، تہ اهي پنهنجي محدود دائري ۾ مهارت رکندڙ هوندي آهي ۽ پنهنجي ئي خول ۾ بند هوندي آهي. ڪنهن بہ خاص سماجي صورتحال ۾ هر مسئلي ۽ مفروضي کي الڳ الڳ ڪري ڏسڻ ۽ انهن جي گڏ وچڙ رشتن ۽ تعلق کي خاطر ۾ نہ آڻڻ ۽ نظرانداز ڪرڻ، ان سوچ جي خاص ڳالهہ هوندي آهي، ڪنهن هڪ خاص مفروضي تي سڄو ڌيان ڏيڻ ڪري، ٻين مسئلن کان منهن موڙڻ اٿين ئي آهي، جيئن صرف هڪ وڻ کي ڏسي ڪري سڄي جهنگ کي اکين ۽ شعور کان اوجهل ڪري ڇڏجي. ان حوالي کان قومپرستي جا اهي لاڙا هڪ پاسي تہ ڪو مسئلو حل ڪري نٿا سگهن، ٻئي پاسي اهي جنون جي اهڙي ڪيفيت پيدا ٿا ڪن، جيڪا فسطائيت جي حد ۾ داخل ٿي ڪري، سڄي معاملي کي خونريز ۽ پر تشدد بنائي ٿي ڇڏي. قومپرستيءَ جي جنون جي اها وحشت، بربريت جي لاڙن کي جنم ڏئي رهي آهي، جيڪا پاڪستان جي سڀ کان وڏيڪ ترقي يافتہ ۽ ايڊوانس شهر ڪراچي جي آسمان تي لامارا ڏئي رهي آهي. معاشي، سياسي ۽ سماجي اعتبار کان ڪراچي ۽ باقي سنڌ کي الڳ الڳ نہ ٿو ڪري سگهجي. نہ ئي مهاجرن کي سمنڊ ۾ اڇلائي ٿو سگهجي، نہ کين واپس هندوستان موڪلي ٿو سگهجي. اهڙي طرح لڳ ڀڳ 72 مختلف قوميتن ۽ نسلي ٽوڙي سماجي گروهن جي ماڻهن کي ڪراچي سميت سنڌ مان ٻاهر ڌڪي نٿو سگهجي، انهن حالتن ۾ نسلي ۽ قومي بنيادن تي انهيءَ عوام جي جڙت نٿي ٿي سگهي. انهن لاڙن جي ايڻ سان فسطائيت ۽ انتها پسند نسل پرستي جا لاڙا سماجي خونريزي کي ئي جنم ڏئي سگهن ٿا. هي ماڻهو تہ آمريڪي نسل پرست گاربي واري نظريي جو شڪار ٿي ويندا، جنهن 1930ع واري ڏهاڪي ۾ هي مطالبو ڪيو هيو تہ ڪارن آمريڪي باشندن کي واپس آفريڪا موڪليو وڃي. سنڌ ۾ بہ هاڻ اها حقيقت واضح آهي، تہ قومي بنيادن تي قومي مسئلي جو ڪو حل نہ آهي، رڳو طبقاتي جڙت ئي ماڻهن کي هن ڳنڀير صورتحال مان ئي ڪيڍي سگهي ٿي.

پر پورهيت طبقي جي جڙت هن نظام ۾ صرف هڪ تحريڪ جي صورت ۾ ئي سگهي ٿي ۽ تحريڪن ڪي منزلون ۽ مقصد هوندا آهن. ان لاءِ طبقاتي يڪجهتي، هن نظام ڪي بدلائي ڪري، هڪ سوشلسٽ سماج ۾ ئي مستقل بنياد حاصل ڪري سگهي ٿي.

سنڌي قومپرستن بہ ڪيترائي رنگ بدلايا آهن. ان جو بنيادي ڪارڻ بہ موجوده اقتصادي ۽ معاشي بحرانن جو ايترو وڏي وڃڻ آهي، جنهن ۾ قومي بنيادن تي ڪوبہ حل نظر نٿو اچي. جن ماڻهن سنڌ جي صحرائن ۽ ٻيلن ۾ گوريلا جنگ جي ذريعي سنڌ کي قومي آزادي ڏيارڻ جو عهد ڪيو هو انهن کي پاڪستاني ۽ پنجابي شائونسٽ حڪمرانن سان بدترين مصالحتون ڪندي بہ ڏٺو ويو آهي. جيڪي پاڪستان جا جهنڊا ساڙيندا هئا، انهن اهي ئي جهنڊا هن رياست جا وزير ۽ مشير ٿيڻ جي شوق ۾ پنهنجي اڪين تي رکيا ۽ انهن ماڻهن غدارين ۽ چاپلوسين جي حد ڪري ڇڏي. اهو ئي سبب آهي، تہ پوئين عرصي ۾ جتي اسٽالنزم، اصلاح پسندي ۽ ٻيا سياسي لاڙا ننگا ٿي مسترد ٿيا آهن. اتي قومپرستيءَ جي بنياد تي ڪو حل نہ هئڻ جي حقيقت بہ پورهيتن تي واضح ٿي وئي آهي. ان لاءِ سڀني ڪوشش ۽ اشتعال انگيزن جي باوجود قومپرستيءَ جي حمايت هڪ خاص حد کان اڳتي نہ ٿي وڌي سگهي. ايم ڪيو ايم ۽ ٻين ڪيترن ئي قومپرستن جا بنياد ڪمزور ۽ کوکلا ٿي رهيا آهن، حمايت جي ڪمزور ٿيڻ جي خطري کان هي قومپرست وڌيڪ تشدد ۽ اشتعال انگيزي تي بہ لهي ايندا. ان جا آثار اسان کي پهريان کان ئي نظر اچي رهيا آهن. تہ ڪيئن هر مسئلي کي قومي تنگ نظري جي حوالي کان اجاگر ڪيو پيو وڃي. قومي مسئلي کي رڳو ايم ڪيو ايم جا اڳواڻ يا مظلوم قوم جا بالادست طبقا پنهنجي مفادن لاءِ استعمال نہ ڪري رهيا آهن. پر پاڪستان جا حڪمران بہ اصل حقيقتن کان ڌيان هٽائڻ ۽ پنهنجي خلاف ايرندڙ طبقاتي تحريڪ جي اثر کي ٽوڙڻ لاءِ مختلف قسمن جي قومپرستيءَ کي اڀارين ٿا. ان لاءِ هي ڪا حادثاتي يا نئين حقيقت نہ آهي، تہ رياست جون ڳجهيون ايجنسيون اڪثر قومپرست تنظيمن ۾ گهر ڪري چڪيون آهن. ڪنهن ڪنهن وقت تہ رياست جي اندروني ويڙهہ بہ انهن ايجنسين جي ذريعي مختلف مذهبي نسلي ۽ قومپرست تنظيمن جي ٽڪراءَ جي شڪل اختيار ڪري وٺي ٿي. ان حوالي سان تنگ نظر قومپرستيءَ جي راهہ انتشار، گهرو ويڙهہ ۽ بربريت ڏانهن ئي وڃي ٿي.

## پختونخواهہ:

پختونخواهہ ۾ بہ قومي مسئلي جو سُٽ تمام گهڻو منجهيل آهي. سڀ کان پهريان تہ پختون آبادي سرحد بلوچستان ۽ افغانستان ۾ ٽڙيل پکڙيل آهي، انهن سيني خطن، صوبن يا ملڪن ۾ بيون قوميتون بہ آباد آهن. مثال طور سرحد ۾ هزارا، هندڪو ڳالهائيندڙ افغانستان ۾ ازبڪ، تاجڪ. هزارا ۽ بيون قوميتون بہ آباد آهن. بلوچ ۽ پختون ٽڪراءَ بلوچستان ۾ تہ اڪثر ڪري سنگين صورتحال اختيار ڪري وني ٿو. پختونن جي آبادي جو وڏو شهر ڪراچي آهي، هتي شايد بئي ڪنهن پختون شهر کان بہ گهڻا پختون آباد آهن. انهن حقيقتن جي روشني ۾ پختون آبادي مختلف حصن ۾ پکڙيل هئڻ باوجود هڪ زبان، ثقافت ۽ مذهب رکندڙ آهي. پر ڪنهن گڏيل رياست ۽ معيشيت کان وانجهيل آهي. هاڻ اصل مسئلو هي آهي، تہ موجوده سياسي معاشي بنيادن تي ڇا ڪا پختون رياست وجود وني سگهي ٿي، يا نہ؟ هن قوم جو ڇا حل ۽ مستقبل آهي؟ جيڪڏهن اسان پختون قومپرستي جو جائزو وٺون، تہ مختلف ڏهاڪن ۾ هن قوميت ۾ انقلابي تحريڪن ۽ لاڙن جو زور رهيو آهي، جڏهن تہ بئي طرف اڄ بہ هن قوم تي پسماندگي ۽ جهالت ڇانيل آهي، ڪٿي قبائليت جاري آهي، تہ ڪٿي اسلامي بنياد پرستي حاوي آهي، مذهبي بنياد پرستي جو ڇانيل هئڻ، ڪنهن بہ قومپرستي ۽ سيڪيولر قوميت جي جڙڻ ۾ وڏي رنڊڪ آهي. مذهب ڪنهن بہ قوم لاءِ بنياد نٿو بڻجي سگهي ۽ بنياد پرستيءَ جو جنون وڌيڪ فرقي واريت ۽ ڏڙي بندي جو باعث بڻجي ٿو. جيڪڏهن مذهبي بنياد تي قوم جي جوڙجڪ هن دور ۾ ممڪن هجي ها، تہ پاڪستان ۾ قومي مسئلي جو وجود ئي نہ هجي ها، اسلامي ملڪن وچ ۾ سرحدون نہ هجن ها ۽ مسلمانن ۾ قومي لساني، نسلي، رنگ، ۽ ذات جو فرق نہ هجي ها.

قومي مسئلو ان وقت ڀيانڪ ۽ رجعتي صورتحال تڏهن اختيار ڪري. جڏهن قومپرستي ۽ مذهب جو ميلاپ ٿو ٿئي. اهو هڪ اهڙو وحشياڻو لاڙو بڻجي ٿو پوي، جيڪو سماجي ۽ تهذيبي تباهي کي جنم ٿو ڏئي، پر پختون قومپرستي جي قيادت جي تاريخي پوزيشن ڏسجي، تہ اسان کي هر دور ۾ بدليل ڪيفيت ۽ پاليسي نظر اچي ٿي.

هڪ ڊگهي عرصي تائين پنجابي ۽ پاڪستاني حڪمران طبقي جي خلاف قومي آزادي جي تحريڪ جو سلسلو هلندو رهيو. پختونستان جو نعرو تہ پاڪستان کان پهريان جو آهي، ان جي جاگرافيائي حيثيت لاءِ مختلف سرحدون ۽ مختلف نقشا بڻجندا رهيا آهن. پر عام معاشي ڍانچو ۽ بنياد جديد سرمائيداراڻي قومي رياست تي بدل رهيو آهي. هي قومي تحريڪ ايتري ڊگهي عرصي کانپوءِ بہ پاڪستاني رياست جو معاشي ۽ رياستي جبر برداشت نہ ڪري سگهي ۽ A.N.P بدترين پنجابي شائونسٽ ۽ نظريہ پاڪستان جي علمبردار نوازشريف ۽ مسلم ليگ سان ۹ سالن جو الحاق ڪيو. اهي حڪمران قومي استحصال ڪندڙ رياست جو حصو بڻيا رهيا ۽ جڏهن وري مالياتي سرمايي ۽ رياستي ڦرلٽ تي تضاد پيدا ٿيا، تہ الڳ ٿي ويا. بين قوميتن وانگي اڪثر پشتون اسٽالنسٽ بہ قومپرستيءَ جو شڪار رهيا. افغانستان ۾ بہ اسٽالنسٽن جي گهري ڇاپ رهي، انهن افغانستان ۾ ايرندڙ رد انقلابي سرگرمين، سامراجي ۽ بنياد پرستاڻي مداخلت جي خلاف قومي بنيادن تي پاڪستاني پختون ليڊرن کان مدد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پاڪستان ۾ سرحد ۽ بلوچستان جي پشتون ليڊرن نجيب الله جي حڪومت سان رابطا قومي بنيادن تي وڌايا. هنن افغانستان جي ڪابي ڏر جي حڪومت کان بي پناهہ رعايتون ورتيون. پر جڏهن نجيب حڪومت کي انهن جي ضرورت پئي، تہ انهن وٽ اهو سياسي بنياد ۽ حمايت ئي موجود نہ هئي، جنهن ذريعي هو ان رد انقلاب کي روڪي سگهن. جيڪو پختون سرزمين تان جاري هيو. انهن جي پاليسين جي ناڪامي ئي پختون آبادي جو، وڏن حصن ۾ اسلامي بنياد پرستي جي واڌ جو باعث بني هئي. قومپرستي جي ان بنياد تي ڪمزور پوڻ سان ڪيترائي پختون قومپرست، بنياد پرستيءَ جو شڪار ٿي ويا ۽ طالبان ۽ ٻين بنياد پرست تنظيمن ۾ شامل ٿي ويا. طالبان ۽ ٻين ڪيترن ئي قومپرستن پارٽين وانگي پختون قومپرستي جي تحريڪ ۾ ڪاري ناڻي جو وڏو فعال ڪردار رهيو آهي. جيئن تہ قومي تحريڪن ۾ طبقاتي فرق جو خيال نہ رکيو ويندو آهي. ان لاءِ حڪمران طبقن جي مختلف ڌڙن خاص ڪري ان قوميت جي بالادست طبقن جو ان تحريڪ جي قيادت ۾ اچڻ ڪا عجب جي ڳالهہ نہ آهي، هن خطي جي معيشيت ۾ منشيات جي ڌنڌي ۽ هٿيارن جي اسمگلنگ جو وڏو ڪردار رهيو آهي. ان جا تاريخي بنياد بہ موجود آهن. ان حوالي کان ڊرگ مافيا جو

ڪردار پختون قومپرستيءَ ۾ هاٺوڪن ڏينهن ۾ اڃا گهٽو وڌي ويو آهي، ليڪن هي ٻرگ مافيا پنهنجي ڪاري ناڻي جي تحفظ لاءِ پنهنجون سياسي چالبازيون ڪڏهن بہ بدلائي سگهي ٿي. پنهنجي مفاد لاءِ ان ٻرگ مافيا کي هاڻ بنياد پرستيءَ ۾ وڌيڪ سرگرم محافظ ملي ويا آهن. ان طرح رياست جي مختلف ادارن کان پنهنجي مالي تحفظ لاءِ پختون قومپرستي جي قرباني ڏيڻ ۾ انهن کي ڪو عار نہ آهي. ان حوالي کان پختون قومپرستيءَ جي تحريڪ سرحد ۽ بلوچستان ۾ انتشار جو شڪار آهي. افغانستان ۽ پاڪستان جي پختونن ۾ بنياد پرستي ۽ قومپرستن ۾ تضادن ۽ وڌندڙ ٽڪراءُ بہ هن تحريڪ کي زبردست ڌڪڪو رسايو آهي. انهن تضادن مان پيدا ٿيندڙ ٽڪراءُ ئي هن وقت افغانستان ۽ پاڪستان ۾ ٿيندڙ خونريزيءَ لاءِ ذميوار آهي. اسلامي بنياد پرستي جي اڀار ۾ جتي اسٽالسنٽ ڪابي ڌر جو ڀهڻ اهم عنصر آهي، اتي قومپرستيءَ جي پاليسين جي نابينائي بہ ان جو ڪارڻ بڻي آهي.

پاڪستان جي رياست جو وجود، ان پراڻي برطانوي بينڪيت جو تسلسل آهي، جنهن هيٺ مظلوم طبقن ۽ قوميتن جو استحصال جاري رکيو پيو وڃي. صرف نظريي جو نالو بدلايو ويو آهي، پر ڪم ساڳيو ورتو پيو وڃي. پختون آبادي جا اڪثر حصا جنهن غربت ۽ پسماندگي ۾ رهي رهيا آهن، ان ۾ پاڪستاني رياست ۽ هن نظام جي ڦرلٽ جو اهم هٿ رهيو آهي. نہ رڳو اهو استحصال معاشي ۽ اقتصادي نوعيت جو آهي، پر ان ۾ ثقافتي ۽ قومي اڻ برابري ۽ تعصب جو وڏو عنصر بہ شامل آهي. جيڪڏهن موجوده معاشي ۽ مالياتي ڪيفيت جو جائزو ورتو وڃي، تہ اهو بہ محسوس ٿيندو تہ هن حڪمران رياست ۽ حڪمران طبقن ۾ پختونن جي بالادست طبقن جو حصو بہ ڪافي وڌي ويو آهي.

پاڪستان جي حڪمران طبقن جي قومي ۽ ثقافتي اڻ برابري، تعصب تي ٻڌل رويي ۽ رجحانن جي ننڌا ڪرڻ ۽ اهڙن روين کي رد ڪرڻ جي ضرورت آهي. پر قومي نفرتون ان وقت حاوي ٿي وڃن ٿيون، جڏهن سرهيتن جي تحريڪ جمود جو شڪار هجي ٿي، ۽ طبقاتي يڪجهتي ڪمزور ٿي وڃي ٿي. جيتري قدر ڪلچر جو مسئلو آهي، تہ اهو هڪ ڏينهن ۾ نٿو ٺهجي، نہ ئي فورن ختم ٿو ٿئي، بلڪ بدلجندو ٿو رهي، ڇاڪاڻ تہ ثقافت تاريخ جي مختلف دؤرن ۽ قدرن تي ٻڌل هوندي آهي، اها ثقافت ان دور جي رائج الوقت، سڌ سماءَ جي ذريعن، جاگرافيائي حالتن،

طرز پيداوار، معاشي صورتحال ۽ سماجي رشتن تي ٻڌل هوندي آهي. هر ثقافت ڪنهن به قوم يا سماج جي ارتقا جي هڪ خاص دور جي عڪاسي ڪندڙ هوندي آهي. ثقافت رڳو موسيقي، شاعري، طرز تعمير ۽ بين لطيف فنن جو نالو نه آهي، عام طور تي معاشري ۾ رائج عادتن، اٿڻ ويهڻ، رهڻ ڪرڻ، احساسن ۽ زندگي گذارڻ جو ڍنگ به ڪنهن ثقافتي سڃاڻ جي دائري ۾ اچي ٿو.

اهڙي طرح هر قوم ۾ به قومون يعني امير ۽ غريب ۽ به ثقافتون هجن ٿيون. هڪ ثقافت سوچ نظريا ۽ سماجي قدر حڪمران طبقن جا هوندا آهن. عام حالتن ۾ حڪمران طبقي جي ثقافت حاوي ۽ غالب رهي ٿي. ان طرح هر ثقافت جا خراب ۽ سٺا رخ به هوندا آهن. چو ته اها انساني ارتقا جي مختلف مرحلن جي نمائندگي ڪري رهي هوندي آهي. هر دور ۾ انساني سوچ شعور ۽ قدر نه ڦهڪجهڙا رهيا آهن ۽ نه رهندا. اهڙي طرح جتي پختون ثقافت جا اعليٰ ۽ سهڻا پاسا آهن، اتي ان جا وحشياڻا پاسا به آهن، مثال طور عورتن جي واپار کي ڪوبه باشعور انسان قبول نه ڪندو. اهڙي طرح ٻيا به ڪيترائي پاسا آهن، جيڪي تعريف جي قابل ناهن. ان لاءِ جڏهن قومي ثقافت جي ڳالهه ڪئي ويندي آهي، ته اها به ڪا جامد شيءَ ناهي، ان جا ڪيترائي پاسا آهن. ارتقا جي عمل ۽ پيداوار جي ذريعن جي ڪشادگي تي ٻڌل سماجن جي ثقافت ۾ تمام گهڻو فرق پئجي ويندو آهي، اهي ثقافتون تبديل ٿي وڃن ٿيون. انقلاب کانپوءِ جنم وٺندڙ ثقافت کي لينن پورهيت طبقي جي ثقافت جو نالو ڏنو هيو. جڏهن ته ٽراٽسڪيءَ ان ۾ واڌارو ڪندي، ان کي سوشلسٽ ثقافت جو نالو ڏنو هيو. ان ۾ ثقافت جو ڪير به حتمي يا آخري خاڪو پيش ڪري نٿو سگهي، پر گهرج، محرومي ۽ ضرورتن جي غلامي کان نجات کانپوءِ عالمي طور انسان کي جيڪا ثقافت نصيب ٿيندي، اها سيني ثقافتن جو نچوڙ هوندي. ان سان انسان جي روح ۽ احساس کي اهو معراج ۽ منزل ملندي، جنهن ۾ انسان حقيقي طور تي هڪ مضبوط، لطيف، مانائتو ۽ شفيق انسان بڻجي ويندو.

موجوده حالتن ۾ سرمائيداري جي عالمي معاشي ۽ اقتصادي ڪاهه، سياسي ۽ ثقافتي ڪاهه کي به جنم ڏنو آهي. ان کان پهريائين جون ثقافتون بهتر هئڻ بدران بگڙجي بيحد بدصورت ٿي پيون آهن. سرمائي جي حڪمرانيءَ سيني رشتن جذبن، احساسن، دوستين، محبتن ۽ ناتن کي مفاد جو غلام ۽ واپار جو ذريعو بنائي ڇڏيو آهي. هاڻوڪي

عالمي سامراجي ثقافت بہ ايتري ئي بگڙيل ۽ بيهودي آهي، جيترو هي معاشي ۽ اقتصادي نظام آهي. ان جي بنياد تي جنم وٺندڙ اخلاقيات ۽ ٻيا سماجي قدر خود غرضي، مفاد پرستي ۽ منافقت تي ٻڌل آهن. هن نظام ۾ رهندي، ٻوليءَ ۾ لساني، ثقافتي ۽ قومي ڪلچر جا حق ڪنهن بہ قوم کي مهيا ٿي سگهن ٿا؟ جيستائين موجوده نظام ۾ رهندي، پختون قوم کي گڏ ڪري، هڪ پختون قومي رياست يا پختونستان جي جوڙجڪ جو مسئلو آهي، تہ اهو محض هڪ خيالي پلاءُ آهي. پختون قومي سوال جي نالي تي، ڪالاباغ ڊيم، صوبي جي نالي جو مسئلو ۽ اهڙن ٻين جڙتو نعرن سان پنهنجي قيادت ۽ مفادن جي جنگ پختون قومپرست تہ وڙهي سگهن ٿا، پر پختون پورهيتن جو ڪوبہ مسئلو حل نٿو ٿي سگهي. انهن کي غربت، جهالت، بک، بيماري، انگ اگهاڙپ ۽ بيروزگاري جي عذابن کان ڇوٽڪارو نٿو ڏياري سگهجي. پختونن جا حق بہ ننڍي کنڊ ۽ ساري دنيا جي ٻين قومن جي حقن سان لاڳاپيل آهن. پر موجوده نظام ۾ اهي حق ڏيڻ جي صلاحيت ڪنهن صورت ۾ بہ ناهي رهي. ان ڪري انهن سيني قومن ۽ قوميتن جي پورهيتن جي يڪجهتي کانسواءِ عوام کي حق نٽا ملي سگهن. ارسطو چيو هيو تہ "منهنجي پيٽ ۾ ڪاڏو نہ هوندو تيستائين آئون سوچي نہ سگهندس". جيستائين عوام جي وسيع انگ جون معاشي ۽ ٻيون بنيادي ضرورتون نہ ٿيون پوريون ٿين، ان جا قومي جمهوري ۽ ثقافتي حق ٻئي درجي جا ئي رهجي ٿا وڃن.

"اهو درست آهي، تہ فن ۽ ثقافت جي ضرورت معاشي حالتون پيدا نہ ٿيون ڪن، پر ڪاڏي جي ضرورت بہ معاشيات پيدا نہ ٿي ڪري، پر ان جي ابتڙ غذا، گرمائش ۽ آسائش جي ضرورت ئي معاشيات کي جنم ڏئي ٿي.

(ليون ٽراٽسڪي)

انهن حقن لاءِ گهربل وسيلا "ادب ۽ انقلاب" الڳ الڳ رياستي معيشتن جي قيام سان حاصل نٿا ٿي سگهن. پر انهن سيني معيشتن کي هڪ وسيع تر معيشيت ۾ جوڙي ڪري، انساني ضرورت جي لاءِ پيداوار حاصل ڪري سگهجي ٿي.

## سرائيڪي مسئلو ۽ تخت لاهور:

80ع جي ڏهاڪي ۾ جتي دنيا جي ڪيترن ئي خطن ۾ قومپرستي ۽ بنياد پرستي ايريون آهن. اتي هن نظام جي بحران ننڍي کنڊ ۾ قومي

مسئلي کي وري وري اپاريو آهي. اهڙا اهڙا قومي مسئلا اپريا آهن، جيڪي اڳ ڪڏهن به ايتري شدت سان محسوس نه ٿيندا هئا. 16 صدي ۾ يورپ ۾ 500 رياستون هيون، جيڪي 1923ع ۾ رڳو 23 رياستون رهجي ويون. 1940 ۾ دنيا ۾ 40 ملڪ هئا، هاڻ دنيا ۾ 210 ملڪ ٿي ويا آهن. برلن واري ڀت جي ڊهڻ (1989) کانپوءِ دنيا ۾ هاڻ تائين 62 قومي جنگيون ٿيون آهن، جنهن ۾ لکين انسان قتل ٿي چڪا آهن، هڪ ڪروڙ ستر لک ماڻهو مهاجر ٿي چڪا آهن، ملڪن ۽ رياستن جي بنجڻ، ٽٽڻ ۽ وڌڻ گهٽجڻ جي هن عمل جو جوابدار هلندڙ نظام کي سمجهيو ويندو آهي. مثلاً سرمائيداراڻي انقلاب جون ڪنهن وقت ۾ ڪجهه بيون گهرجون هيون، جتي انقلاب جي ضرورت هيٺ پروشيا، باويريا ۽ ڪجهه بين رياستن کي ملائي ڪري جرمني جنم ورتو ان انقلاب جي معاشي گهرجن هيٺ آسٽريا ۽ هنگري جو ٻن الڳ سرمائيداراڻي قومي رياستن ۾ ورهائجڻ، انهن جو مقدر بڻيو.

اهڙي طرح هندوستان ۾ 199 مختلف قومون آباد آهن، جڏهن ته موجوده روس ۾ 80 ۽ انڊونيشيا جي 18000 ٻيٽن ۾ 500 کان وڌيڪ مختلف قوميتون، نسل ۽ قبيلا موجود آهن. اهو سڀ ڪجهه ان دور ۾ ٿي رهيو آهي، جڏهن جنرل موٽرز جو نفعو ڊينمارڪ جي مجموعي پيداوار کان وڌيڪ آهي، موبيل ايگزان جي ڏيتي ليتي آسٽريليا جي قومي پيداوار کان وڌيڪ آهي. اڄ ان حوالي کان قومي مسئلي کي موجوده ڪيفيت جي اونهائين ۽ ڦهلاءُ جي حوالي کان سمجهڻ جي ضرورت آهي. ان پسمنظر ۾ ڏٺو وڃي، ته سوويت يونين جي ڊهڻ ۽ انقلابي تحريڪن ۾ جمود، مختلف علائقن، قوميتن ۽ نسلن جي دانشورن ۽ ليڊرن کي قومي بنياد تي ڪو رستو ڳولڻ تي اُپاريو آهي. هي ان خاص معروضي صورتحال جو نتيجو آهي، جنهن کي جدلياتي طور تي نه سمجهندڙ ان جو حصو بڻجي ٿا وڃن، طبقاتي جدوجهد ۽ سوشلزم کان مايوسي به ان جو سبب بڻجي ٿي.

پاڪستان ۾ موجود مختلف قوميتون، لساني گروهه ۽ آباديون جنهن ڦرلٽ جو شڪار آهن، ان جو بنيادي ڪارڻ سماجي ترقي جي اڻاٺ آهي. سرائيڪي مسئلو به 1980ع جي ڏهاڪي ۾ تيزي سان سامهون آيو آهي. پسماندگي ۽ محرومي ان لاڙي جي اپرڻ جي سبب بڻي، سرائيڪي زبان، شاعري ۽ "ثقافت" به ان لاڙي کي همٿايو. پنجابي نوآبادڪارن (سيٽلرز) جي موجودگي به تضادن ۾ واڌاري جو سبب بڻي، پر بين سيني

قومي مسئلن وانگي سرائيڪي مسئلو ۽ سرائيڪي تحريڪ جي قيادت بہ هتان جي بالادست طبقن ۽ وچولي طبقي جي هٿن ۾ رهي آهي. ”اسان قيدي تخت لاهور دي“ ڏورانهن سرائيڪي علائقن ۾ غربت، اٿهوند، جهالت ۽ بيماري ڪان ستايل ماڻهن ۾ ڪنهن حد تائين نفرت ۽ ڪروڌ پيدا ڪري ٿي، پر جڏهن مالياتي سرمايي، آءِ ايم ايف ۽ سامراج جي ڏاڍ ۽ ڦرلٽ جو ذميوار بہ پنجاب ۽ لاهور جي حڪمران طبقي بدران، هتان جي پورهيتن کي قرار ڏنو وڃي ٿو تہ هي مسئلو رجعتي شڪل ۽ روپ اختيار ڪري ٿو وڃي ۽ سرائيڪي علائقي ۾ سرائيڪي ۽ پنجابي پورهيتن درميان ٽڪراءُ جو سبب بڻجي ٿو. ان سان هتي رڳو سرائيڪي ۽ پنجابي جاگيردارن جي مفادن کي ٿي ملي. هن صورتحال ۾ ان تحريڪ جا مول متا ۽ مقصد سمجهڻ بہ ضروري آهن. سرائيڪي صوبي جي گهر الڳ سرائيڪي رياست جي گهر آهي يا وري هن ئي سيٽ اپ ۾ سرائيڪي زبان ۽ ثقافت جي حقن يا ڪنهن قسم جي خودمختياري جي گهر آهي. پاڪستاني حڪمرانن جتي بين ڪيترن ئي قوميتن جي ڦرلٽ جاري رکي آهي، اتي سرائيڪي قوميت جي ڦرلٽ بہ جاري رکي آهي. ان ڦرلٽ جي ننداڻ ۽ ان کي مسترد ڪرڻ هر سوشلسٽ جي ذميواري آهي، پر مسئلو رڳو انهن جي حقن کي مڃتا ڏيڻ نہ آهي، پر انهن جو حقيقي حصول آهي. جيڪڏهن صوبائي خودمختياري جو مسئلو آهي، تہ ان جي تعريف ڇا آهي؟ ان خودمختياري کي حاصل ڪئين ڪجي؟ ان ۾ ڪهڙو نظام رائج ٿيندو؟ ۽ وري هتان جو حڪمران ڪير ٿيندو ڇا موجوده پاڪستاني بحران ستيل رياست ان جي سٽ سهي سگهي ٿي؟ جيڪڏهن هوءَ (رياست) ائين ڪري بہ وجهي ٿي، تہ ڇا ان سان سرائيڪي پورهيتن جا مسئلا حل ٿي سگهندا. انهن سڀني سوالن جا جواب موجوده نظام جي هاڻوڪي ڪيفيت، ان جي گهرائي، وسعت ۽ ان جي صحت کي سامهون رکڻ بغير نٿا ڏيئي سگهجن. سرائيڪي علائقي ۾ پيدا ٿيندڙ ڪپهہ جي عالمي منڊي ۾ قيمت ڪڏهن ڪيتري حد تائين سامراج ڪيرائي ٿو وٺي، تہ انجو مقابلو ڪيئن ٿيندو؟ جيڪڏهن هندوستان جو سرمائيدار انجو مقابلو نٿو ڪري سگهي، تہ سرائيڪي حڪمران ۽ رياست ڀلا ڪهڙي طرح ۽ ڪهڙن بنيادن تي ڪري سگهن ٿا.

اسان مارڪسسٽن کي موجوده رياست جي وجود سان ڪا بہ دلچسپي ڪين آهي؛ ڪنهن بہ سوشلسٽ کي هاڻوڪو سيٽ اپ قبول

ئي نہ آهي، ان جي وڪرجڻ يا ٽٽڻ سان انقلابين کي ڪوبہ خطرو نہ آهي. اصل مسئلو اهو آهي، تہ هڪ انقلابي عمل ۾ ان قسم جا واقعا ڪهڙا اثر ٿا ڇڏين. انقلابي عمل ۾ سيني قوميتن جي پورهيتن جي ٻڌي گهربل هوندي آهي. اهڙي طرح موجوده رياستن ۽ ملڪن ۾ انقلابي عمل کي تيز ڪرڻ لاءِ تنگ نظري جي بدران ڪشادي نظر جي ضرورت آهي. ڦرلٽ ۽ استحصال واري بيماري جو علاج تلاش ڪرڻ لاءِ ان بيماري جو سبب ڄاڻڻ ضروري آهي. ان حوالي سان ڏٺو وڃي، تہ سرائيڪي سميت سيئي قومي تحريڪون ان سبب انتشار جو شڪار آهن، تہ انهن جي قيادت جا نظريا هاٺوڪي دور جي گهرجن سان نہ ٿا ٺهڪن، جيڪي ٺوس سائنسي دليلن ۽ لائحہ عمل بجاءِ تصوف ۽ رومانس تي ٻڌل آهن. تاريخ ۾ ڪيترين ئي قومي زبانون، تهذيبون، سلطنتون ۽ ملڪ وجود ۾ آيا ۽ متجي ويا. اڄ جو انساني سماج تاريخ جي ڪهڙي موڙ ۽ ڪهڙين معاشي، اقتصادي ۽ مادي بنيادن تي بيٺو آهي، ان جو تناظر ڇا آهي، ان مان نجات جو ڪهڙو چارو آهي. انهن ئي سوالن تي اڄ قومي تحريڪن جي قيادت پريشاني ۽ مونجهاري جو شڪار آهي. انهن جي اهڙي حالت آهي، جيئن ڪنهن مسافر کان منزل وڃائجي وڃي، يا ڪنهن جي گاڏي جي ايڪسيل ٽٽي پوي.

هتي ڪيترين ئي ننڍين قوميتون ۽ لساني گروپ بہ موجود آهن، پوٺوهار جو مسئلو آهي، هندڪو وارن جو مسئلو آهي، وچ پنجاب ۾ جانگلي ڳالهائيندڙن جو مسئلو آهي، ڏنيءَ جي ماڻهن جو مسئلو آهي، جيئن جيئن سرمائيداريءَ جي بحران سبب سماجي انتشار وڌندو هي مسئلا اڀا وڌندا، پر انهن مسئلن جي ايرڻ ۽ انهي ڦرلٽ جو جيڪو بڻ بنياد آهي، ان کي ختم ڪرڻ کان سواءِ انهن مسئلن کي حل نٿو ڪري سگهجي. قومي مسئلي جو هن نظام ۾ نہ تہ صوبائي خودمختياري، نہ الڳ رياست ۽ نہ ئي ٻيو ڪو حل موجود آهي.

پنجاب جي حڪمرانن ۽ تخت لاهور جي راجائن ۽ مهاراجائن جتي مختلف قوميتن جي ڦرلٽ ڪئي آهي. اتي انهن پنجاب جي پورهيتن جي بي پناهہ ڦرلٽ ڪئي آهي، جتي لاهور ۾ بوليوارڊ آهي، اتي مصري شاهہ جو گهٽيون بہ موجود آهن، جتي رائونڊ جا محلات موجود آهن، اتي ڪوٽ لکپت جي ڪچي آبادي بہ رهي ٿي. پنجاب جي حڪمرانن جي استحصال کي ختم ڪرڻ لاءِ فيصلائتو ۽ هر اول ڪردار

پنجاب جا پورهيت ئي ادا ڪندا، ان جي ڪين شديد ضرورت بہ آهي. لينن چواڻي ظالم قوم جا حڪمران سڀ کان پهريان پنهنجي قوم جي ثقافت ۽ قوميت کي قتل تا ڪن.

پنجاب جي پورهيتن پاڪستاني ۽ پنجابي حڪمرانن خلاف نہ صرف 69_68 ۾ انقلابي تحريڪ جو آغاز ڪندي، پنهنجي جنگ کي وڙهڻ ۽ ڪٽڻ جو عزم ظاهر ڪيو هيو بلڪ ان ڪانپوءِ بہ جڏهن انهن کي قيادت ملي، تہ اهي پوئتي نہ رهيا، پنجاب جي حڪمرانن کان پنجاب جي پورهيتن کي ڪيترائي پلاند وٺڻا آهن. اهي وري پنهنجي تقدير بدلائڻ لاءِ تاريخ جي طبقاتي جنگ جي ميدان ۾ سندرو ٻڌندا.

لينن جي چوڻي مطابق اسان جو پهريون دشمن پنهنجي قوم جو حڪمران طبقو آهي، دشمن اسان جي اندر گهر ۾ آهي، ان خلاف سڀ کان پهريائين اعلان جنگ ڪرڻو آهي، پنجاب جي حڪمرانن جي ڦرلٽ ۽ ڏاڍ ختم ڪرڻ لاءِ پنجاب جي پورهيتن سان هن طبقاتي جنگ ۾ ساٿ ڏيڻ ۽ انهن سان طبقاتي جڙت پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي. انهن سان نفرت پيدا ڪندڙ هر نظريو طبقاتي جدوجهد جي لاءِ زهر قاتل آهي.

## ڪشمير:

ڪشمير ۾ هندوستاني حڪمرانن جي سامراجي ارادن جي پورائي لاءِ ڀارتي فوج ڪشميري عوام جي رت سان راند ڪيڏي رهي آهي. ڪنٽرول لائين جي هن پار ڪشمير واسين جي زندگي بہ ڏکن ۽ دردن سان ڀريل آهي. روڊ رستا ٽٽل آهن. هن سرسبز وادي ۾ پيئڻ جي پاڻي جي تلاش ۾ پورهيت عورتن کي ميلن جا ميل ٻري جبلن جي لاهين چاڙهين تان گذري، پاڻي آڻڻو ٿو پوي، تعليم، رهائش، علاج، ٽرانسپورٽ ۽ ٻين سهوليتن جي زبردست اڻاٺ آهي. هن جنت نما زمين ۾ انساني زندگي هڏڪيون ڏيئي رهي آهي. هتي غربت، بيماري، بيروزگاري، غنڊا گردي ۽ رياستي دهشت جو راڄ آهي. سياسي اقتدار جا ڪيترائي تهہ آهن. وزارت ڪشمير حڪومت پاڪستان جي هڪ معمولي سيڪريٽري وٽ صدر "آزاد ڪشمير" ۽ وزيراعظم "آزاد ڪشمير" کان وڌيڪ طاقت آهي، سيڪريٽري فنانس جي پنهنجي هڪ هتي آهي، پر سڀ کان وڌيڪ پاڪ فوج اڻسڌي طرح هتي مڪمل حڪمراني قائم ڪيو ويني آهي. سرڪاري ايجنسين جي اجازت کانسواءِ هتي ڪير بہ سياسي اقتدار حاصل نہ ٿو

ڪري سگهي. مظفرآباد جي جبل تي قائم انٽيليجنس ايجنسين جو دفتر جنهن جي ديو مثل عمارت آهي. انهيءَ جو طواف سڀ وزير ۽ مشير ڪندي نظر ٿا اچن، فوج جي حڪم بغير حڪومت ”آزاد ڪشمير“ ڪو اهم فيصلو ڪرڻ جي نہ جرئت رکي ٿي ۽ نہ ئي صلاحيت. آزاديءَ جو اهو جيڪو ڍونگ رچايو پيو وڃي، انجي اصليت جو اندازو سمگلرن ۽ ٽمبر مافيا جي بي ڌڙڪ سماجي ۽ سياسي هڪ هٽي، سيني انسانن جي چهرن تي خوف، هراس ۽ مايوسيءَ جي ڇاپ مان لڳائي سگهجي ٿو. معاشي ۽ اقتصادي طور هن بهشت بي نظير ۾ گذريل 50 سالن ۾ ڪا خاطر خواهہ ترقي ڪين ٿي آهي. سياحت ۽ ٻين صنعتن ۾ سيڙپ جي شديد کوٽ آهي، گذريل پنجاهہ سالن جي نام نهاد آزاديءَ ۾ هتان جو عام معيار زندگي بہ ڪري پيو آهي. روڊ رستن پاڻي ۽ ٻين ترقياتي منصوبن لاءِ ماضيءَ ۾ حڪومت پاڪستان جيڪا ٿورڙي رقم خرچ ڪندي هئي، اها مالياتي بحران ڪري ختم ٿي چڪي آهي، هاڻ انهن منصوبن کي ورلڊ بئنڪ ۽ ٻين سامراجي ادارن ۽ اين جي اوز کان تعمير ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي، پر مسئلن جي هن سمنڊ ۾ ”ترقياتي منصوبا“ هڪ ڦڙي جي بہ حيثيت نہ رکا رکن، ڇو تہ جنهن پيماني تي هتي سيڙپڪاري جي ضرورت آهي، موجوده سرمائيدارانہ نظام ۾ انجي گنجائش نہ آهي. ڪشمير جي معيشت جو وڏو حصو ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙ ڪشميرين جي موڪليل رقم تي آهي، حقيقت اها آهي، تہ حڪومت پاڪستان جي ڪشميرين لاءِ منافقانہ همدردي ۽ پنهنجي نيپڻ سان گڏوگڏ، گرانٽن، امدادي ڪوٽا ۽ ڪشمير کي ڏني ويندڙ ٻين رعايتن جي پروپيگنڊا جي ابتڙ ٻاهرين دنيا ۾ پورهيو ڪندڙ ڪشميري پورهيت، رياست پاڪستان لاءِ مٿاسٽا جي ناتي جو وڏو ذريعو بڻجي رهيا آهن، اهوئي ناتو پاڪستاني ۽ ڪشميري حڪمران طبقا پنهنجي عياشين تي بي رحميءَ سان لٽي رهيا آهن. ڪشمير جي حڪمران طبقي جو وڏو انگ ٽمبر مافيا ۽ ڊرگ مافيا تي بڌل آهي. وچين ۽ مٿين پرتن جو بنياد ٻاهران ايندڙ ناڻي جي ڪري آهي. اهڙي طرح پورهيت طبقي ۾ صنعتي مزدورن جي اڪثريت ناهي ۽ ظاهري طرح سرمائيدار ۽ مزدور جي ڪلاسڪي طبقاتي ڇڪتاڻ هتي نظر نٿي اچي، پر هڪ مارڪسي جدلياتي نقطہ نظر کان اها پوزيشن غير سائنسي ۽ مڪينڪي انداز جي ٿيندي. روس جي آڪٽوبر انقلاب دوران صنعتي مزدورن جو انگ پوري

روس جي آبادي جو تقريبن 8 سيڪڙو هيو. ان جي باوجود روس ۾ هڪ ڪلاسيڪي مارڪسي انقلاب آڪٽوبر 1917ع ۾ برپا ٿيو. لينن "گڏيل ۽ اڻ برابري واري ارتقا جو نظريو" (Combined & uneven development) جو جيڪو نظريو پيش ڪيو هو ان جو لاڳاپو خاص طور تي اهڙن خطن لاءِ هو جتي پيداواري ذريعن ۽ اچ وڃ جي وسيلن جي سماجي اثر پذيري هڪ طرف سڌريل هئي، ته ٻئي طرف ٻيا ڪيترائي قدر انتهائي پٺتي پيل ۽ غير ترقي يافته ڪيفيت ۾ مبتلا هئا. اهڙي سماجن ۾ سماجي ارتقا جي انتهائي غير متوازن ترقي جي باوجود هر اول دستو تمام وڏين تحريڪن کي جنم ڏئي ٿو ۽ انقلاب برپا ڪري ٿو.

انجو چٽو مثال ڪشمير ۾ نوجوانن ۽ پورهيتن جو انقلابي لاڙو جدوجهد ۽ انقلاب طرف گرمجوشي آهي، پر پاڪستاني قبضي هيٺ ڪشمير ۾ به هندوستاني قبضي هيٺ آيل ڪشمير وانگر نوجوانن کي هڪ طرف ڪنهن چٽي نظرياتي لائحه عمل، تناظر ۽ پروگرام جي کوٽ سبب مايوسي جو منهن ڏسڻو پئجي رهيو آهي ۽ ٻئي طرف تنظيمي انتشار ۽ شديد مالياتي بدحالي انهن جي انقلابي جذبن کي ٽڏو ڪري رهي آهي.

پاڪستان جي ڪرنسي، معيشيت، رياست، ثقافت ۽ ٻين سماجي لاڙن وانگي پاڪستاني سياست به "آزاد" ڪشمير تي غلبو حاصل ڪري چڪي آهي، ڪنهن به سياسي يونٽ ۾ هڪ ڊگهي عرصي تائين گڏيل اقتصادي عملن جي چانيل هئڻ سان ٻيا قدر به هڪ جهڙا ٿي وڃن ٿا. ان حوالي کان پيپلز پارٽي ۽ مسلم ليگ (مسلم ڪانفرنس جي روپ ۾) سياسي لاڙن طور غالب ٿي رهيون آهن. مسلم ڪانفرنس پنهنجي تاريخ جي گهٽي عرصي ۾ پاڪستاني رياست جي پردي ۾ رهي آهي، ڪنهن وقت مفادن تان پاڪستاني حڪمرانن ۽ انهن ۾ ڦڏا به ٿيا. پر انهن کي حل به ڪيو ويو آهي، سردار قيوم به خود ان ڳالهه کي ڪيترا ڀيرا تسليم ڪيو آهي. مثال 1994ع جي مارچ ۾ اسلام آباد ۾ بطور وزيراعظم آزاد ڪشمير سردار قيوم چيو هيو. ته "اوهان ڏسي رهيا آهيون ته اسان کي قدم سان قدم ملائي هلڻو پوي ٿو پر ائين ڪرڻ سان اوهان اهي شيون حاصل نٿا ڪري سگهو جيڪي ڪنهن وقت اوهان جي دل ڪرڻ چاهي، اوهان کي حالتن مطابق هلڻو پوي ٿو."

(وڪٽوريا سيهو "فيلڊ ڪشمير ان ڪراس فائر" صفحو 274)

هنن لاهين چاڙهين ۽ هيرا ڦيري مان هڪ طرف پاڪستاني رياست جا ڪشمير جي باري ۾ ارادا ظاهر ٿين ٿا. تہ ٻئي طرف ڪشمير جي حڪمرانن جي اصليت ۽ سماجي ڪردار بہ وائکو ٿئي ٿو پر ڪشمير جون هاڻوڪيون سياسي حالتون خودمختياريءَ جي مسئلي تي بي پناهہ شڪ شبها پيدا ڪري رهيون آهن. خودمختياريءَ جو مسئلو ڪشمير جي سياست سان ڳنڍيل آهي، جيتوڻيڪ خودمختيار ڪشمير جي جدوجهد هندوستان جي ورهاڱي کان اڳيئي هلندڙ هئي. هن مسئلي، ورهاڱي کانپوءِ اجا بہ وڌيڪ اهميت حاصل ڪري ورتي آهي، ڇو تہ پارٽي ۽ پاڪستاني قبضي ۾ آيل ڪشمير ۾ جيڪي سماجي ۽ معاشي حالتون هيون، انهن ۾ خود مختيار ڪشمير جو خواب ڏاڍو وڻندڙ لڳندو هو. ان سان جيڪو جذباتي لڳاءُ هو ان جي پٺيان هڪ طرف قومي استحصال ۽ مارشل لائن ذريعي ڪشمير جي عوام جي ثقافتي ۽ قومي نا برابري جي خلاف نفرت هئي ۽ ٻئي طرف قومي جمهوري مرحليوار انقلاب جي نظريي هيٺ هڪ سياسي جواز بہ هو انهن حالتن ۾ خود مختياريءَ جي تحريڪ ڪافي زور بہ ورتو. JKNSF ۽ ٻيون ڪيتريون ئي قومپرست پارٽيون ابريون، پر سوويت يونين جي ڊهڻ کانپوءِ نہ رڳو مذهبي بنياد پرست پارٽيون ان تي ڇائنجي ويون، پر هڪ طرف انهن کي پاڪستان پنهنجي مقصد ۽ جدوجهد آزاديءَ کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ رکڻ لاءِ استعمال ڪيو تہ ٻئي طرف هندوستاني حڪمرانن انهن جي ڪردار کي پهنجي ظلم ۽ بربريت جي جواز طور استعمال ڪيو پر ان سان گڏوگڏ قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ بي پناهہ ڦوٽ ۽ انتشار بہ وڌڻ شروع ٿي ويو. ڊسمبر ١٩٩١ع ۾ اسلام آباد ۾ JKLF جي هڪ ڌڙي جي ليڊر امان الله خان پريس ڪانفرنس ڪندي چيو هو تہ پاڪستان جي حمايت يافتہ حزب المجاهدين JKLF جي ڪارڪنن جو قتل عام ڪري رهي آهي، (دي نيوز ٨ فيبروري ٩٢) اهڙي طرح انهن بنياد پرست گروپن جدوجهد آزاديءَ کي خاص طور هندوستاني قبضي هيٺ ڪشمير ۾ وڏي حد تائين نقصان پهچايو آهي. افغان جهاد جي انهن مجاهدن ڪشمير ۾ عام ماڻهن تي پارٽي فوج سان ملندڙ جلندڙ ظلم ۽ جبر ڪرڻ شروع ڪيو. 1995ع ۾ سرينگر ۾ هڪ شاگرد وڪٽوريہ سيڪو فيلڊ کي انٽرويو ڏيندي ٻڌايو تہ "اسان جي پاڙي ۾ هڪ عورت جي گهر جو ڪڙو ڪڙڪايو ويو ٻاهران مجاهدين بيٺا هئا. ۽ اهي پئسا گهري رهيا هئا. اڳ ۾ هو ايندا هئا. تہ اها عورت ڪين اندر ويهاريندي هئي، ڪاڏو

ڪارائيندي هئي، پر هاڻ ان عورت پئسن ڏيڻ کان به انڪار ڪيو ۽ پوءِ ته انهن لاءِ دروازو کولڻ به بند ڪري ڇڏيو. نيٺ هڪ دفعو انهن دروازو ٽوڙي اندر گهڙي، عورت کي قتل ڪري ڇڏيو. (ڪشمير ان ڪراس فائر)

ان رپورٽ مطابق اهڙا واقعا به ٿيا آهن، جتي انڪار ڪرڻ تي عورتن جي منهن تي انهن مجاهدن تيزاب هاريو.

انهن حالتن ۾ نه رڳو تحريڪ ڪمزور ٿي آهي، پر تحريڪ جا ڪيترائي ليڊر به مختلف قسم جي مفاد پرستيءَ جو شڪار ٿي ويا آهن. هڪ طرف مختلف اسلامي بنياد پرست پارٽيون هتي افغانستان وانگي طالبان طرز جي مذهبي آمريت مڙهڻ گهرن ٿيون، جيڪا آزادي جي تحريڪ ۽ سماجي روايتن ۽ ڪردار جي بلڪل ابتڙ آهي. اج نه صرف پارٽي ڪشمير ۾ بلڪ آزاد ڪشمير ۾ به عام طور تي انهن مجاهدن جي خلاف ڏڪار ۽ ڪروڌ جا جذبا اڀري رهيا آهن. هوڏانهن هندوستاني جارحيت خلاف اج به ڪشمير ۾ باهه ٻري رهي آهي، پر الميو اهو آهي، ته قومپرست پارٽين جي ليڊرن به ترقي پسنديءَ جو خول لاهي ڇڏيو آهي ۽ انهن مان گهڻا ٽا ته اج آمريڪي سامراج ۽ اولهه جي راهه تڪي رهيا آهن. اهي هانگ ڪانگ يا چند ٻين ٻيٽن وانگي ڪشمير کي آزاد ڪري، ترقي ڏيارڻ جا خواب ڏسي رهيا آهن، اها ڪيفيت ٻين اڪثر قومپرست تحريڪن جي قيادتن ۽ تنظيمن جو مول متو پڻ ٻڌجي چڪي آهي.

ياسين ملڪ سري نگر ۾ ٦ اپريل ١٩٩٥ تي هڪ انٽرويو ڏيندي چيو ته "آمريڪا جو اهو بيان ته ڪشميرين جي امنگن جو خيال رکيو ويندو هڪ انتهائي مثبت تبديلي آهي."

ليڪن حقيقت اها آهي، ته عالمي سرمائيداراڻي معيشت جي هن شديد بحران ۾ جتي جاپان کان وٺي، آمريڪا ۽ يورپ ٻڏي رهيا آهن، اتي نه ته سامراج وٽ اهي وسيلا آهن، نه طاقت، نه ڪا اهڙي ضرورت آهي، ته اهي ڪو اهڙو قدم کڻندا. سچائي اها آهي، ته هندوستاني ۽ پاڪستاني حڪمران ۽ ڪشمير جي ٻنهي پاسن موجود ليڊرن وٽ نه ڪو حل ۽ نه ئي حل جي ڪا خواهش آهي. اهي ڪوشش ڪرڻ به چاهين، ته به موجوده نظام ۾ ڪو حل موجود نه آهي. ڪشمير جي مسئلي کي هندستان ۽ پاڪستان جا حڪمران پنهنجي اندروني مفادن لاءِ استعمال ڪري رهيا آهن. ان لاءِ مسئلي کي زنده رکندي، ان تي ضرورت مطابق ڳالهين جو سلسلو جاري رکڻ ٿا گهرن. ان شڪ شبهي ۾ ڪشمير جون

اڪثر قومپرست پارٽيون ۽ گروپ پيچ ڊاهه ۽ مونجهاري جو شڪار آهن، انهن سان لاڳاپيل ڪيترائي نوجوان اڄ وري ڪنهن انقلابي رستي جي ڳولا ۾ ڀٽڪي رهيا آهن. اڄوڪي عالمي، مقامي، معاشي ۽ اقتصادي صورتحال ان حقيقت کي بلڪل چٽو ڪري رهي آهي، ته ”پاڙيرائپ ۽ سماجي غلبي هيٺ خودمختياري“ محض هڪ خيالي پلاءُ آهي. خودمختيار ڪشمير کي نه صرف I.M.F ۽ عالمي سامراج جي استحصال جو شڪار ٽيٽو پوندو پر پاڪستاني ۽ هندستاني سامراجن جي معاشي اقتصادي ۽ سياسي بربريت به سهڻي پوندي. انهن حالتن ۾ اڄ جي عالمي معيشيت ۽ سياست ۾ ڪشمير جي جدوجهد آزاديءَ کي الڳ ٿلڳ ڪري، ڪٿي نه سمجهي سگهجي ٿو ۽ نه ئي ڪو واضح لائحه عمل اختيار ڪري سگهجي ٿو. انهن حالتن ۾ ڪشميرجي آزادي جو واحد رستو ڪشمير جي قومي آزاديءَ جي جدوجهد کي پوري برصغير جي طبقاتي جنگ سان ڳنڍڻ جو آهي، فقط برصغير جي سوشلسٽ فيڊريشن جي قيام سان ئي ايترا وسيلا، ٽيڪنڪ ۽ بنياد ملي سگهن ٿا، جيڪي هن فيڊريشن جي هڪ رضا ڪاراڻي الحاق جي طور تي ڪشمير کي قومي، لساني ۽ ثقافتي حق فراهم ڪرائي سگهن ٿا، پر انهن حقن کي معاشي، اقتصادي ۽ سياسي حقن جي حاصلات ڪانسواءِ ئي استعمال ڪري سگهجي ٿو.

پاڪستاني قبضي هيٺ ڪشمير ۾ پيپلز پارٽي جو ڪردار پاڪستان ۾ پيپلز پارٽي جي ڪردار کان مختلف نه رهيو آهي. مطلب ته اقتدار لاءِ رياستي ادارن ۽ نظرين سان هر قسم جي مصالحت ۽ مفاهمت. ڪشمير ۾ قيادت جي غدارين ڪانسواءِ به پيپلز پارٽي طرف عوام جي لاڙي پٺيان جيڪا سوچ ۽ تصور آهي، اها عوام جي پنهنجي مسئلن جي حل ڪرائڻ جي ضرورت ۽ خواهش آهي، هاڻوڪو بحران ثابت ڪري ڇڏيندو ته هن نظام ۾ رهندي، سڌارن ۽ اصلاحن جي ذريعي مسئلن جو حل ممڪن نه آهي، جهڙيءَ طرح پاڪستاني قبضيءَ هيٺ ڪشمير ۾ پيپلز پارٽي هڪ پاڪستاني شائونسٽ پوزيشن وٺي رهي آهي، اهڙي طرح پارٽي قبضي هيٺ ڪشمير ۾ هندوستاني ڪميونسٽ پارٽيون، هندوستان جي حڪمران جماعت ۽ نظريي سان ڪشمير جي مسئلي تي مصالحت اختيار ڪيو وينيون آهن، ان سان نه رڳو ڪشميرم قومي

آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪابي ذر ڪمزور ٿي آهي، پر هتي اسلامي بنياد پرستيءَ کي انهن پاليسين سبب هٿي پڻ ملي رهي آهي.

ڳالهين ذريعي ڪشمير مسئلي جي حل جي حڪمرانن جي پروپيگنڊا محض هڪ ڊونگ آهي، جيڪڏهن اوسلو ٺاهه وچ اوير ۾ فلسطين جي مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ ناڪام ثئي ثو تہ ڪشمير ۾ ان قسم جو ٺاهه ڪيئن ٿو ڪامياب ٿي سگهي. پاڪساني ۽ هندوستاني حڪمرانن گذريل ٦٣ سالن ۾ پنهنجي اقتدار جو بنياد ئي ٻاهرين تضادن تي رکيو هو ڪشمير جي مسئلي ۽ پاڪ هند دشمني کي سڌ سماءَ جي ذريعن ۽ رياستي پروپيگنڊا جي ذريعن مسلسل پئي اڇاليو آهي. هاڻي پاڪستاني ۽ هندوستاني حڪمرانن تي آءِ ايم ايف ۽ عالمي سامراج جو اهو دٻاءَ آهي، تہ رياست ۾ ڪٽوتين جي عمل کان علاوه فوج ۽ هٿيارن ۾ بہ ڪٽوتيون ڪن. ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن جي ٺاهه هيٺ واپاري پابنديون ۽ ٽيڪس ختم ڪن، انهن قدمن جو مقصد بحران ۾ قاتل معيشتن ۾ ڪرندڙ پيداواري ترقيءَ کي واپار ۾ اضافي سان هٿي وٺرائڻ آهي، پر سرمائيداراڻي بحران جي شدت ايتري وڌيڪ آهي، جو انهن قدمن سان ڪو فرق نہ پوندو. نام نهاد لبرل دانشورن جو اهو نظريو تہ هندوستان سان تجارت ذريعي ٻنهي ملڪن جي معيشت ۾ بهتري اچي سگهي ٿي، اهو هڪ خيالي پلاءُ آهي، ڀريائين ئي حڪمرانن جون پاليسيون منافقت ۽ شديد تضادن تي ٻڌل آهن. ٿيّ وي تي واجپائي جي دوستي ۽ محبت ڀريل تقرير بہ هلائي وڃي ٿي، تہ وري ڪشمير ۾ ڀارتي فوج جي ظلمن جو پروگرام بہ هلايو وڃي ٿو. ان مسئلي تي پاڪستاني رياست ۾ شديد تضاد موجود آهن، 50 سال کان بہ وڌيڪ عرصي تائين جن نظرياتي ۽ سياسي بنيادن تي پاڪستاني حڪمرانن پنهنجو اقتدار قائم رکيو آهي، انهن کي ختم ڪرڻ سان جيڪو طوفان اٿندو اهو انهن جي حڪمرانيءَ جو خاتمو بہ آڻي سگهي ٿو. اقتدار ۽ معيشت جي گهرجن، انهن کي پنهنجي منشورن جي ابتڙ پاليسين بنائڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي. اڄ جي بحران ۾ قاتل عالمي معيشيت جو قومي رياست تي جيڪو شديد دٻاءُ آهي، ان جو مقابلو هن نظام تي ٻڌل اقتدار سان نہ ٿو ڪري سگهجي. ان بحران سبب فوج ۾ بہ بنياد پرستيءَ جا عنصر وڌي رهيا آهن، اها بنياد پرستي پاڪستاني قومي شاونزم سان ڳنڍيل آهي، ان سان ملندڙ جلندڙ صورتحال هندوستان ۾ بہ ملي ٿي.

ان پس منظر ۾ ڳالهين ذريعي ڪشمير جي مسئلي ۽ ٻين تڪرارن جي حل جو معاملو ڏوڪيبازي ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي. ايندڙ وقت ۾ پاڪستاني رياست جا اهي تضاد اڃا به وڌندا. جنهن سان وڏي پيماني تي گهرو ويڙهه به ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن عالمي معيشيت هڪ وڏي زوال يا ڪوٽ Depression جو شڪار ٿي وڃي ٿي، ته برصغير جي ملڪن جون پهريائين ڪان بحران ۾ ڦاٿل معيشتون وڌيڪ تباهيءَ جي ور چڙهي ويندي‌ون. انهن حالتن ۾ شاؤنسٽ قوتون وڌيڪ هٿي حاصل ڪنديون. هند-پاڪ تضادن تحت هڪ وڌيڪ جنگ جي امڪان کي به رد نه ٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن جنگ ٿئي ٿي، ته اها ڪيتري شديد ۽ ڪيتري ڊگهي ٿئي ٿي، ايٽمي هٿيار استعمال ٿين ٿا يا نه. جيڪڏهن جنگ نه ٿي ٿئي، ته موجوده گهوٽالو ڪشمير ۽ ٻين خطن ۾ هاٿوڪي گهرو ويڙهه ۽ خونريزي جي صورت ۾ جاري رهندو. ان حوالي ڪان ننڍي کنڊ ۾ قومي مسئلي تي جيڪو تناظر نهي ٿو اهو لاڳيتو گهوٽالي ۽ خونريزي جو آهي، موجوده نظام ۾ ان جو حل ڪوبه نه آهي. قومي مسئلي جو حل صرف طبقاتي ۽ بين الاقوامي بنيادن تي ممڪن آهي، اها ئي اڄ جي معيشيت جي گهرآهي ۽ انساني نجات جو واحد ذريعو پڻ.

گذريل ۵۸ سالن ڪان پاڪستان هڪ سياسي وحدت طور قائم آهي. ۱۹۷۱ع ۾ بنگلاديش جي الڳ ٿيڻ ڪانپوءِ اولهه پاڪستان جي حڪمرانن پاڪستاني قوميت کي پوري ريت اڳتي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ليڪن هڪ پاسي سرمائي جي عالمگيريت ۽ ٻئي پاسي سماجي ترقي جي بدحالي جي سبب، پاڪستان هڪ جديد قومي رياست جي شڪل اختيار نه ڪري سگهيو آهي، قومي يڪهتي به حاصل نه ٿي سگهي آهي ۽ قومي ڦرلٽ اڄ به جيئن جو تيئن جاري آهي، پر اهو چوڻ به بلڪل غلط نه هوندو ته اڌ صديءَ ڪان وڌيڪ عرصو هڪ سياسي ۽ اقتصادي يونٽ ۾ رهندي، ماڻهن وچ ۾ ڪوبه لاڳاپو پيدا نه ٿي سگهيو آهي. ان پس منظر ۾ ڏٺو وڃي، ته هتان جا حڪمران ان عمل کي مڪمل ڪونه ڪري سگهيا آهن ۽ نه ئي اهو ٿي سگهي ٿو ڇو ته هڪ جديد قومي رياست ۽ قومي يڪجهتيءَ لاءِ جنهن معاشي ۽ سماجي ترقيءَ جي ضرورت هوندي آهي، ان کي حاصل ڪرڻ ۾ هي حڪمران بري طرح ناڪام رهيا آهن. پر جتي پاڪستان ۾ قومي استحصال موجود آهي، اتي

طبقاتي استحصال بہ شدت سان جاري آهي، انهن حالتن ۾ هن طبقاتي قومي استحصال جي خاتمي لاءِ ڇا ڪيو وڃي؟

گذريل 63 سالن جو تجربو اهو ٿو چوي، تہ مظلوم قومن مان اڀرندڙ حڪمران پڻ قومي استحصال جو خاتمو آڻي ناهن سگهيا. ان لاءِ اصل ۾ مسئلو حڪمراني جي طريقي جو آهي، هن معاشي نظام جو آهي، هن رياست جو آهي ۽ هن نظام کي فيصلہ ڪن انداز ۾ بدلائڻ لاءِ هڪ طبقاتي جدوجهد جي ذريعي انقلابي بنيادن تي تبديلي آڻڻ جو آهي. جنهن جڙت کي سرمائيدار ۽ جاگيردار آڻي ناهن سگهيا. ان ڪان بہ اڳئين جڙت کي مزدور ۽ هاري آڻي سگهن ٿا. پاڪستان ۾ برپا ٿيندڙ سوشلسٽ انقلاب جي لاءِ سيني قومن، مذهبن ۽ نسلن جي پورهيتن کي عظيم تر طبقاتي يڪجهتي ۾ جوڙي ڪري، جدوجهد ڪرڻي پوندي. پاڪستان ۾ جنم وٺندڙ انقلاب پاڪستاني سرحدن تائين محدود نہ رهندو جيڪڏهن هتي بيهندو تہ ناڪام ٿي ويندو ان لاءِ اهو انقلاب جو آغاز هوندو جڏهن هن خطي جي مختلف قوميتن جي قيادت سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ قومپرست وچولي طبقي جي بدران انهن قوميتن جي پورهيتن وٽ هوندي، تہ پوءِ قومي ڦرلٽ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي، پوءِ تہ پورهيتن جي قيادت هڪ عظيم طبقاتي جڙت لاءِ هن سوشلسٽ فيڊريشن جو حصو بڻبي. اها ئي سوشلسٽ فيڊريشن عالمي سوشلزم جو پيغام بڻجي، نسل انسان کي استحصال ۽ ڦرلٽ کان پاڪ، عظيم تر اتحاد، يڪجهتي ۽ پائيچاري واري سماج... يعني ڪميونزم جي طرف وٺي ويندي.

# بين الاقواميت تي بڌل پاليسي

"ملڪ ان ماڻهوءَ جو هوندو آهي، جنهن کي ڪا ملڪيت هوندي آهي، يا جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ملڪيت بنائڻ جي آزادي ۽ وسيلا رکندو اهي، جنهن جي ملڪيت ناهي، ان جو ڪو ملڪ ناهي." (ويٽلنگ)

"پورهيت جو ڪو ملڪ ناهي" (ڪميونسٽ ميني فيسٽو)

جيئن شيخ اياز چيو آهي:

پورهيت لاءِ پرديس به ساڳيو
ديس به ساڳيو
چيڙهه به ساڳيو چڳ به ساڳي
ليڙون ليڙون ويس به ساڳيو.

ڪميونسٽ مينيفسٽو ۾ مارڪس ۽ اينگلز لکيو آهي، ته پورهيت طبقي کي سڀ کان پهريائين پنهنجي سرمائيدار سان حساب ڪتاب چڪائڻو پوندو، مطلب ته پنهنجي ملڪ جي سرمائيدار جو تختو اونڌو ڪرڻو پوندو ۽ قوم جي واڳ سنڀالڻي پوندي. اها هڪ طرح جي قومي جدوجهد پڻ هوندي، پر اها سرمائيداراڻي معنيٰ ۾ نه هوندي. پورهيت طبقي جو پنهنجي ملڪ ۾ اقتدار حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي، پر مارڪس مطابق اها تبديلي جي هڪ خارجي شڪل هوندي. سوشلسٽ انقلاب جو مواد نه هوندو. هڪ ملڪ ۾ اقتدار حاصل ڪرڻ کانپوءِ پورهيتن کي ٻين ملڪن جي سرمائيدارن سان واسطو پوندو. تنهن ڪري پورهيت انقلاب جو اصلي مطلب قومي نه هوندو آهي، پر بين الاقوامي هوندو آهي، اهو ان وقت تائين ڪامياب نه ٿو ٿي سگهي، جيستائين ان کي وڏن وڏن سرمائيدار ملڪن تائين وڌائي ويجهائي نه ٿو سگهجي.

ناقابل ترديد بين الاقواميت، ڪميونسٽ ميني فيسٽو جي هر سٽ مان پڌري آهي. ڪميونسٽ ميني فيسٽو ۾ لکيل آهي، پيداواري ذريعن ۾ هڪجهڙائي، واپار جي آزادي، عالمي مارڪيٽ، سرمايي جو ڦهلاءُ ۽ سرمائيدارن جي ترقيءَ سبب مختلف ماڻهن ۽ قومن وچ ۾ قومي اختلاف ۽ تڪرار غائب ٿي رهيا آهن.

ان سبب جي ڪري زندگي جون حالتون تبديل ٿي رهيون آهن. پورهيتن جي برتري سان اهي اجا بہ وڌيڪ غائب ٿي ويندا، پهرئين صف جي سڌريل ملڪن جي گڏيل وک پورهيتن جي آزاديءَ جو پهريون شرط آهي.

”جهڙي طرح اسان هڪ انسان خلاف ٻئي انسان جي استحصال جو خاتمو چاهيون ٿا، اهڙيءَ طرح هڪ قوم طرفان ٻي قوم جي استحصال کي بہ مسترد ڪريون ٿا. جڏهن طبقن وچ ۾ فرق ختم ٿي ويندا، تڏهن قومن وچ ۾ نفرت بہ باقي نہ رهندي.“

مارڪسي نظريو اسان جي لاءِ عمل جي راهہ آهي، قومي جبر، نسل پرستي، نسلي امتياز ۽ ناانصافي جي هر نشان خلاف جنگ اسان جو پهريون فرض آهي، ۽ اهو فرض هر ملڪ ۾ ادا ڪرڻ کپي. سرمائيداري خلاف هر گهڙي جي جدوجهد کانسواءِ سوشلسٽ انقلاب هڪ خيالي بهشت بڻجي رهجي ويندو. عوام هر روز جي ننڍي ننڍي جدوجهد، هڙتال ۽ مظاهري وغيره جي جنگ ۾ پچي لوهہ بڻجندو ۽ نيٺ آخري ويڙهہ لاءِ تيار ٿيندو. هر وک کٽڻ ۽ وڙهڻ لاءِ جدوجهد جي ضرورت آهي، ان جو لاڳاپو رڳو سماجي اصلاحن، تعليم، رهائشي سهوليتن ۽ پينشن وغيره تي نہ هوندو آهي، پر بين جمهوري گهرن تي بہ هوندو آهي.

مثال طور برطانيہ ۾ بادشاهت ۽ هائوس آف لارڊز جي خاتمي لاءِ ويڙهہ ضروري آهي، جيڪي جاگيرداري جون پراڻيون نشانيون آهن. اسان برطانوي مارڪسين ويلز ۽ اسڪاٽ لينڊ جي آزادي ۽ خودمختياري جي تنقيدي حمايت ڪئي آهي. هي هڪ شروعاتي جمهوري مطالبو آهي، هر جمهوري مطالبو جنهن ۾ ترقي پسند عنصر موجود هجن، ان جي حمايت ڪرڻ اسان مارڪسين جو فرض آهي. جيتوڻيڪ ويلز ۽ اسڪاٽ لينڊ جي پارليامينٽ جي بڻجڻ سان ڪوبہ بنيادي مسئلو حل نہ ٿيندو. پر پوءِ بہ اهو هڪ جزوي جمهوري سڌارو تہ آهي، جنهن جي مخالفت ڪو بہ سوشلسٽ نہ ڪندو.

بهرحال اهو گهٽو ڪجهه نہ آهي، موجوده حالت ۾ ڪابہ اصلاح پوءِ اها اقتصادي هجي يا سماجي يا جمهوري ڇو نہ هجي، گهٽي اثر واري ثابت نہ ٿي ٿي سگهي، جيستائين اها معاشري ۾ بنيادي تبديلي آڻڻ جي قابل نہ بڻجي. 1920ع ۾ ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ٻي ڪانگريس ۾ لينن چيو هو قومي سوال پورهيتن جي فتح سان ئي حل ٿيندو. هن انٽرنيشنل جي پروگرام مان بورجوا جمهوري تحريڪ جي نعري کي قومي آزاديءَ جي تحريڪ جي نعري ۾ بدلائي ڇڏيو هو. ان تبديليءَ جي اهميت انهن سادي طبيعت وارن سوشلسٽن جي سمجهہ کان مٿيري هئي، جيڪي سوشلزم جي لاءِ جدوجهد کي قومي جدوجهد هيٺ رکڻ گهرندا هئا. يعني سرمائيدارن ۽ مڊل ڪلاس قومپرستن جي قيادت کي قبول ڪيو وڃي، ان جي ابتڙ لينن چيو هو تہ هاڻوڪي زماني جي سرمائيدارن ۾ قومي سوال کي حل ڪرڻ جي صلاحيت ئي ڪين آهي، لينن جي موقف کي ٽراٽسڪيءَ پنهنجي لفظن ۾ هيئن بيان ڪيو هو.

”قومي حق خود اختياريءَ هڪ جمهوري گهُر آهي، نہ ڪي سوشلسٽ گهُر، پر اسان جي دور ۾ درست ۽ صحيح گهرون انقلابي پورهيت جي ذريعي ئي حاصل ڪري سگهجن ٿيون، ان ڪري انهن جو تعلق سوشلسٽ ڪمن سان ئي هوندو آهي.“

(ٽراٽسڪيءَ جون لکڻيون ۴۰ — ۱۹۳۹ع صفحہ ۴۵)

اهوئي حقيقي مارڪسي موقف آهي، جنهن جو اسين دفاع ڪري رهيا آهيون، موجوده حالتن ۾ سماجي تبديلين لاءِ جمهوري جدوجهد کي سوشلسٽ انقلاب سان ڳنڍيو پوندو تہ جيئن ٻئنڪارن ۽ سرمائيدارن جو خاتمو آڻي سگهجي، پر ان کان پهريائين پورهيت طبقي ۽ ان جي تنظيمن جو اتحاد پهريون شرط آهي. اسان جو نعرو ”قوم خلاف قوم“ نہ آهي، پر ”طبقي جي خلاف طبقو“ آهي. اسان جي منزل هڪ قوم تائين محدود ناهي. اسان جو عالمي پيماني جو سوشلزم آهي، ماضيءَ جي سڀني وڏن مارڪسين جو اهوئي موقف رهيو آهي. 1916ع ۾ جڏهن يورپ جنگ جي تباهہ ڪارين ۾ گهيريل هو ان وقت لينن چيو هو ”سوشلزم جو اهو مقصد ناهي، تہ انسانن کي ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهايو وڃي ۽ قومن کي هڪٻئي کان هر طرح کان جدا ڪيو وڃي.“ (LCW vol.20)

هر قسم جو ثبوت هئڻ باوجود سرمائيداريءَ جا حامي اهو ڏسڻ لاءِ تيار نہ آهن، جيڪو سڀني کي نظر ٿو اچي، قومي رياست اهو ئي پراڻو ۽

مدي خارج ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو آهي، جيڪو ڪڏهن جاگيرداراڻي ورچ پسندي ڪردار ادا ڪندي هئي، يعني ان جا پنهنجا ٽيڪس هوندا هئا. انساني ثقافت ۽ ترقي ان وقت ممڪن آهي، جڏهن سڀ پراڻيون بندشون ٽوڙيون وڃن ۽ عالمي سطح تي پيداواري طاقتن جي منصوبابندي ڪئي وڃي. گنل پينل قومپرستي نہ پر سوشلسٽ بين الاقواميت ئي نسل انسانيءَ جي اميد جو ڪرڻو آهي، جيئن ليون ٽراٽسڪيءَ چيو هو:

"سوشلستن جو اهو ڪم نہ آهي، تہ اهي سرحدون ڪڙيون ڪن، يعني انساني ترقيءَ جي اڳيان رڪاوٽون اپيون ڪجن، انهن کي سڀ رڪاوٽون ٽوڙي ڪري نئون عالمي سوشلسٽ نظام تخليق ڪرڻو پوندو. رياستي حدون پيداواري قوتن تي ڏاڙو آهن. يورهيتن جو اهو ڪم ناهي، تہ هي انهن کي جيئن جو تيئن برقرار رکن، پر انهن کي انقلابي طريقي سان ختم ڪري ڇڏين، يورپ بلڪ سڄي دنيا جي سوشلسٽ گڏيل رياست تخليق ڪرڻ جو مقصد سامهون رکندي."

(ٽراٽسڪيءَ جون لکڻيون ٣٦ – ١٩٣٥ع)

# ضميما

ضميمو ـ 1

## روسي انقلاب جي تاريخ جو هڪ باب
## قومين جا مسئلا

(ليون ٽراٽسڪي)

ٻولي انساني رابطي جو ۽ نتيجي طور صنعت جو بہ سڀ کان اهم اوزار آهي، قومن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ وارين استعمال جي شين جي متا ستا سان گڏ، اها قومي روپ ڌاري ٿي وڃي، ان ئي بنياد تي قومي رياست کي سرمائيداراڻي رشتن جو سڀ کان سولو سهنجو ۽ نفعي بخش قسم جو هڪ عام آڪاڙو سمجهيو ويندو آهي. جيڪڏهن اوهان هالينڊ جي آزاديءَ جي جدوجهد ۽ برطانوي ٻيٽن جي تقدير جي فيصلي کي هڪ طرف رکو تہ اولهہ يورپ ۾ سرمائيدار رياستن جي جوڙجڪ جي دور جو آغاز عظيم فرانسيسي انقلاب سان ٿيو. لڳ ڀڳ سئو سال بعد اهو جرمن سلطنت جي جوڙجڪ تي ختم ٿيو.

پر ان دور ۾ جڏهن يورپ ۾ قومي رياست پيداواري طاقتن کي پنهنجي اندر سانڍي رکڻ جي صلاحيت وڃائي ويني ۽ اها وڌي ڪري سامراجي رياست بڻجي پئي هئي، اوير يعني ايران، بلقان، چين ۽ هندستان ۾ 1905ع جي روسي انقلاب جي اثر هيٺ قومي جمهوري انقلابن جو دور اچا شروع ٿي رهيو هو. 1912ع جي بلقان ويڙهہ ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ قومي رياستن جي جوڙجڪ کي مڪمل ڪري ڇڏيو. ان کانپوءِ ٿيندڙ سامراجي جنگ يورپ ۾ قومي انقلابن جي اڌوري ڪم کي پورو ڪري ورتو جنهن ۾ آسٽريا ۽ هنگري جو ٽڪرا ٿيڻ، آزاد پولينڊ جو قيام ۽ زار روس جي سلطنت کان ڪٽي ڪري بنايل سرحدي آزاد رياستون بہ شامل هيون. روس جي جوڙجڪ قومي رياست جي طور تي نہ پر هڪ

علائقائي رياست طور تي هئي، جنهن ۾ ڪيترين ئي قوميتون شامل هيون. اها ڳالهه هن جي پنهنجي پيل ڪردار جي مطابق ئي هئي، ڪُشادي زراعت ۽ گهريلو صنعت جي بنياد تي واپاري سرمايي گهرائي ۾ يعني پيداوار ۾ تبديلي جي ذريعي ارتقا نہ ڪئي، پر پنهنجي عمل جي دائري کي وسيع ڪندي، پکيڙ ۾ واڌارو ڪيو. روسي واپارين، جاگيردارن ۽ سرڪاري ڪامورن مرڪز کان ٻاهر نڪري، روسي آبادگارن ۽ هارين جي پنيان پنيان ٻاهرين علائقن جو رخ ڪيو جيڪي آزاديءَ جي حصول ۽ نين زمينن جي ڳولا ۾ نون علائقن ۽ خطن ۾ گهڙيو رهيا هئا، جتي انهن کان بہ وڌيڪ پنتي پيل قبيلا هئا. رياست جي پکيڙ ۽ والار بنيادي طور زراعت جي پکيڙ ۽ واڌ هئي، جيڪا پنهنجي پنتي پيل هئڻ جي باوجود ڏکڻ ۽ اوير جي لاڏائو قبيلن تي هڪ خاص فوقيت رکندي هئي. ڪامورا شاهي اشرافيہ جي رياست جنهن جي جوڙجڪ هڪ زبردست ۽ لڳاتار وسيع ٿيندڙ بنيادن تي ئي هئي، ان حد تائين طاقتور ٿي وئي، جو ان اولهہ جي اهڙين قومن کي بہ زير ڪيو جيڪو اعليٰ ڪلچر واريون هيون، پر پنهنجي عددي ٿورائي يا پنهنجي اندروني بحرانن جي نوعيت جي سبب پنهنجي آزاديءَ جي بچاءَ جي اهليت رکندڙ ڪونہ هيون.

(پولينڊ، لٿوانيہ، بلقان جون رياستون ۽ فن لينڊ وغيره)

ملڪ جي آباديءَ جو وڏو حصو ست ڪروڙ عظيم روسين تي ٻڌل هو جنهن ۾ اٽڪل 9 ڪروڙ ”وديشي“ ماڻهن جو واڌارو ٿيو جيڪو ڇهتي نموني ٻن گروهن ۾ ورهايل هو اولهنديون قومون پنهنجي ڪلچر جي حوالي سان روس کان مٿيريون هيون ۽ اوڀاريون قومون گهٽ هيون. اهڙي طرح هڪ اهڙي سلطنت تخليق ٿي، جنهن جي آبادي ۾ حڪمران قوميت رڳو 43 سيڪڙو ماڻهن تي مشتمل هئي. باقي 57 سيڪڙو ڪلچر ۽ محڪوميءَ جي مختلف درجن واريون قومون هيون، جن ۾ يوڪريني 17٪، پولش 8٪ ۽ سفيد روسي 4.5٪ هئا. رياست جي حرص پرين گهرجن ۽ حڪمران طبقن جي هٿان موجود نندين نندين آبادگارن استحصال جي ڪڙين شڪلين کي جنم ڏنو. روس ۾ ٿيندڙ قومي جبر رڳو اولهہ نہ پر اوير وارين پاڙيسري رياستن جي ڀيٽ ۾ بہ گهڻو وڌيڪ هو قومن جي وڏي انگ جي حقن کان محرومي ۽ قومي جبر جي شدت زار شاهي روس ۾ قومي سوال کي زبردست ڌماڪ خيز قوت بنائي ڇڏيو.

قومي حوالي کان هڪجهڙائي وارين رياستن ۾ سرمائيداراڻي انقلاب زبرست مرڪز مائل لاڙن کي فروغ ڏنو جيئن فرانس ۾ مخصوصيت Particularism جي خلاف اٿندڙ تصور چوڏاري ڳنڍ ٽيڻ يا جرمني ۽ اٽلي وانگي قومي عدم يڪجهتيءَ تي قابو پايو وڃڻ. ان جي ابتڙ قومي حوالي کان گهڻ وڏائي ۽ اڻ برابري وارين رياستن مثلاً ترڪي، روس ۽ آسٽريا – هنگريءَ ۾ پنهنجي پيل سرمائيداراڻي انقلاب وري مرڪز مخالف قوتن کي جنم ڏنو جيڪڏهن انهيءَ کي مشيني انداز ۾ پيش ڪيو وڃي، ته اهي عنصر ظاهري طور متضاد نظر اچن ٿا. پر ان جي باوجود انهن جو تاريخي مقصد هڪ جهڙوئي هو بنهي صورتن ۾ سوال قومي اتحاد کي هڪ بنيادي صنعتي ذخيري طور استعمال ڪرڻ جو هو ان مقصد کي ماڻڻ لاءِ جرمنيءَ جو متحد هئڻ ضروري هو ۽ آسٽريا هنگريءَ جو ورهائجڻ ضروري هو.

لينن جلد ئي محسوس ڪري ورتو ته روس ۾ مرڪز مخالف قومي تحريڪ جو ايرڻ اٽلر آهي، هو ڪيترن ئي سالن تائين پارٽيءَ جي پراڻي موقف جي پيرا گراف نمبر 9 جي لاءِ وڙهندو رهيو ..... خاص ڪري روزا لڪسمبرگ خلاف... ان پروگرام ۾ قومن جي حق خود ارادیت جو ذڪر هو يعني هڪ رياست طور بلڪل الڳ ٿيڻ جو حق. ان معاملي ۾ بالشويڪ پارٽيءَ ڪنهن به نموني ڌار ٿيڻ جي پرچار ڪونه ڪئي، ان ۾ رڳو هر قسم جي ڏاڍ ۽ قومي جبر خلاف جدوجهد جو فرض قبول ڪيو ويو هو جنهن ۾ ڪنهن عام رياست جي حدن اندر ڪنهن بئي قوم کي زور زبردستي سان رکڻ خلاف جدوجهد به شامل هئي، رڳو اهڙيءَ طرح ئي روسي پورهيت آهستي آهستي ڏاڍ جي شڪار قومن جو اعتبار حاصل ڪري ٿي سگهيو.

پر هي معاملي جو فقط هڪ ئي رخ هو قوم جي معاملي ۾ بالشوازم جي پاليسيءَ جو هڪ ٻيو به رخ هو جيڪو ظاهري طرح ته اڳئين رخ جي ٽڪراءَ ۾ هو پر دراصل ان جو پورائو ڪندڙ هو. پارٽي جي ڍانچي اندر ۽ عام طرح پورهيتن جي تنظيمن ۾ بالشوازم سخت مرڪزيت تي زور ڏيندي. قومپرستيءَ جي هر گدلاڻ ۽ زهر جي خلاف ناقابل شڪست جنگ ڪندو هو. جيڪا مزدورن کي هڪ ٻئي جي خلاف ڪرڻ جو باعث بڻجندي هجي. سرمائيداراڻي رياست طرفان ڪنهن قومي اقليت تي زبردستي شهريت مڙهڻ يا رياستي زبان مڙهڻ جي حق کي، هڪ ڏک ۾ ئي رد ڪرڻ سان گڏوگڏ. بالشوازم رضا ڪاراڻي ڊسيپلين ذريعي، مختلف

قوميتن جي مزدورن کي، ممڪن حد تائين متحد ڪرڻ کي هڪ مقدس فرض سمجهي ٿو. تنهن ڪري ان پارٽي جي جوڙجڪ جي سلسلي ۾ قومي وفاقيت (نيشنل – فيڊريشن) جي اصول کي بلڪل ٽڏي ڇڏيو. هڪ انقلابي تنظيم مستقبل جي رياست جو هوبهو نمونو Prototype نه هوندو آهي. پر ان جي تخليق جو اوزار هوندو آهي ۽ هڪ اوزار لاءِ ضروري آهي، ته اهو ٺاهجندڙ شيءِ سان مطابق رکندو هجي، ان ۾ اها شيءِ شامل نه هجڻ گهرجي. جيڪا ٺاهڻي آهي، تنهن ڪري هڪ مرڪزي تنظيم ئي هڪ انقلابي جدوجهد جي ڪاميابيءَ جي ضمانت فراهم ڪري سگهي ٿي، پلي اهو فرض قوميتن جي خلاف مرڪزي ڏاڍ جي تباهي ڇو نه هجي.

روس جي محڪوم قومن لاءِ آپيشاهي جو تختو اونڌو ڪرڻ مان مطلب. انهن جو پنهنجو قومي انقلاب به هو. پر ان سلسلي ۾ به اسان کي اهو ڪجهه نظر اچي ٿو. جيڪو فيبروري حڪومت جي سيني بين شين ۾ نظر ايندو هو يعني هڪ سامراجي بورجوازي تي سياسي دارومدار رکندڙ سرڪاري جمهوريت. پراڻين زنجيرن کي ٽوڙڻ کان قاصر هئي، بين سيني قومن جي تقديرن جي فيصلي ڪرڻ جي حق کي اڻ مٽ جاٿندي. ان دولت، طاقت ۽ اثر رسوخ جي انهن سيني ڏارائن جو زور شور سان بچاءُ جاري رکيو. جنهن عظيم روسي سرمائيداري کي ان جي غالب حيثيت عطا ڪئي هئي، سمجهوتي پرست جمهوريت رڳو ايترو ڪيو ته زار شاهي جي قومي روايتن جي پاليسيءَ کي آزاد خياليءَ تي ٻڌل نعري بازيءَ ۾ تبديلي ڪري ڇڏيو.

هاڻي سوال انقلاب جي اتحاد کي بچائڻ جو هو. پر گڏيل حڪومت وٽ هڪ وڏيڪ دليل به هو يعني جنگ جي زماني جي مصالحت آميزي، ان جو مطلب اهو هو ته انفرادي قوميتن جي خواهشن کي آسٽرو – جرمن فوج جي ڪم طور پيش ڪيو وڃي، هتي به آئيني جمهوريت پسندن (Kadets) اڳيرائي ڪئي ۽ سمجهوتي پرستن انهن جي پيروي ڪئي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته نئين حڪومت لاءِ هن قابل نفرت قانوني ور وڪڙن يعني غير ملڪي يا ڏارين جي باري ۾ قديمي دور وارين منجهيل ۽ کل جوڳين ڳالهين کان مڪمل طور پاند ڇڏائڻ ممڪن ڪين هو پر ان جي خواهش ۾ ڪوشش هئي. ته انفرادي قومن خلاف موجود قانونن جي خاتمي تي ئي رڪجي، معنيٰ عظيم روسي ڪامورا شاهي جي حضور ۾ آباديءَ جي سيني حصن جي رڳو برابري قائم ڪجي.

ان رسمي برابريءَ جو سڀ کان وڌيڪ فائدو يهودين کي پيو. ڇو تہ انهن جي حقن کي محدود ڪندڙ قانونن جو انگ ٦٥٠ تائين پهچي چڪو هو ان کان علاوه شهرن ۾ رهندڙن سيني قوميتن کان وڌيڪ ننڍڙيل پکڙيل هئڻ سبب يهودي رياستي آزادي يا علائقائي خودمختياريءَ جي گهر بہ نہ ٿي ڪري سگهيا. جيستائين نام نهاد "قومي ثقافتي خودمختياري" جو تعلق آهي، جنهن هيٺ يهودي سموري ملڪ ۾ اسڪولن ۽ بين ادارن ۾ گڏ ٿي پئي سگهيا. اهو خيال مختلف يهودي گروپن آسٽريائي نظريي دان آٽوباير کان ورتو ويو هو. هي يوٽوپيا آزاديءَ جي انهن شروعاتي ڏينهن ۾ ائين پگهرجي ويو جيئن گرمي ۾ ميڻ بتي، پر هڪ انقلاب ان سبب کان انقلاب هوندو آهي، تہ ان جي تسليءَ رڳو خيرات ڏيڻ جي وعدي سان نہ ٿيندي آهي. وڌيڪ شرمناڪ قومي حد بندين جي خاتمي سندن قوميتن جي گهرجن ۽ خواهشن کي ڇڏي ڪري، صرف هڪ رسمي برابري قائم ڪري ڇڏي، پر ان ڳالهہ رڳو قوميتن جي اڻبرابري کي وڌيڪ ڇٽو ڪيو، جن مان گهٽائي جي حيثيت ويڳن يا ننڍڙڪن ٻارن جهڙي هئي.

خاص ڪري فن ليند وارن لاءِ تہ برابريءَ جو اعلان ڪا حيثيت ڪونہ رکندو هو، ڇو تہ اهي روسين سان برابريءَ جا خواهشمند نہ هئا، پر اهي تہ روس کان آزاديءَ جا گهُرجائو هئا. ان سان يوڪرين وارن کي بہ ڪجهہ هٿ حاصل نہ ٿيو ڇو تہ جبري طور روسي بنائجڻ ڪري، اهي حق کين پهريائين کان مليل هئا. ان سان لتوانيا ۽ اسٽونيا وارن جي حالت بہ نہ بدلي، جيڪي جرمن جاگيردارن ۽ روسي جرمن شهرين جو ڪاچ هئا. ان سان وچ ايشيا جي پنتي پيل قومن ۽ قبيلن جي حالت بہ نہ بدلي، جيڪي قانوني دباءَ نہ، پر معاشي ۽ ثقافتي زنجيرن ۾ جڪڙيل هئا. آزاد خيال سمجهوتي پرست تہ انهن سيني مسئلن کي مڃڻ کان ئي نابري واري ويٺا. جمهوري رياست بدستور عظيم روسي نوڪر شاهيءَ جي اهائي پراڻي رياست رهي ۽ اها پنهنجي جاءِ ڪنهن ٻئي کي ڏيڻ جو ڪوبہ ارادو نہ رکندي هئي.

سرحدي علائقن جي عوام ۾ انقلاب جو اثر جيئن جيئن گهرو ٿيندو ويو اها ڳالهہ اڃا بہ واضح ٿيندي وئي، تہ اتي روس جي سرڪاري زبان، صاحب ملڪيت طبقن جي زبان هئي. رسمي جمهوريت جي ناليءَ تي حاصل ٿيل پريس ۽ اجتماع جي آزاديءَ پنتي پيل ۽ ڏاڍ جو شڪار قوميتن کي وڌيڪ ڏک پرئي انداز ۾ اهو شعور ڏنو تہ ڪهڙي طرح اهي

ثقافتي ترقي جي انتهائي بنيادي ذريعن کان بہ وانجهيل آهن، معنيٰ پنهنجي اسڪولن، پنهنجي عدالتن ۽ عملدارن کان. مستقبل جي آئين ساز اسيمبلي جو حوالو انهن کي رڳو چيڙائڻ جو ڪم ڏيندو هو. انهن کي اڳيئي اهو علم هيو تہ اسيمبليءَ ۾ بہ اهائي پارٽي اڪثريت ماڻيندي، جنهن عبوري حڪومت بنائي هئي، جيڪا Russification روسي غلبي جي روايت جو بچاءُ ڪري.

فن لينڊ شروع کان ئي فيبروري حڪومت جي پير ۾ ڪنڊي وانگر چڀي ويو هو. زرعي مسئلي واري تلخي جي ڪري جيڪا فن لينڊ ۾ "Torpars" معنيٰ ننڍن غلام هارين جو مسئلو هو، صنعتي مزدور آباديءَ جو رڳو 14 سيڪڙو هئڻ باوجود ٻهراڙين واري سموري آباديءَ کي پاڻ سان گڏ لوڙهي ويا. فن لينڊ جي SEIM دنيا جي واحد پارليامينٽ هئي، جنهن ۾ سوشل ڊيموڪريٽ گهڻائي ۾ هئا، معنيٰ 200 جي ايوان ۾ 130 سيٽون، پنج جون جي قانون هيٺ SEIM کي جنگ ۽ خارجہ پاليسيءَ جي ڪاٽن کان علاوه مختيار اعليٰ قرار ڏيڻ ڪانپوءِ فن لينڊ جي سوشل ڊيموڪريٽن "روس جي ڪامريڊ پارٽي" کي حمايت جي درخواست ڪئي. پر جيئن ثابت ٿيو تہ اها درخواست غلط ڏس پتي تي موڪلي وئي هئي. ٻهريائين تہ عبوري حڪومت هڪ طرف هٽي ڪري، "ڪامريڊ پارٽي" کي ميدان عمل ۾ اچڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

چيڊزي (Chiedze) جي رهنمائيءَ ۾ هڪ مشاورتي وفد هيلسنگ فورز ويو پر هٿين خالي موٽي آيو. پوءِ وري پيٽروگراڊ جي سوشلسٽ وزيرن، ڪرنسڪي، چيرنوف، سڪوبيليف ۽ تسرتيليءَ هيلسنگ فورز جي سوشلسٽ حڪومت کي زور زبردستي سان ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هيڊ ڪوارٽر اسٽاف جي سربراه شاه پرست لوڪو مسڪيءَ فن لينڊ جي انتظاميہ ۽ آباديءَ کي چتاءَ ڏنو تہ روسي فوج جي خلاف ڪنهن قدم جي صورت ۾ "انهن جي شهرن ۽ سڀ کان اول هيلسنگ فورز کي تباه ۽ برباد ڪيو ويندو" ان تياري ڪانپوءِ حڪومت SEIM کي تحليل ڪرڻ لاءِ هڪ اعلان جاري ڪيو جيڪو پنهنجي اسلوب جي حوالي کان بہ ڏاڍ واري دور جو ادبي نمونو هو. حملي جي ٻهرين ڏينهن انهن ميدان جنگ کان آيل روسي سپاهي، فن لينڊ جي پارليامينٽ جي دروازن تي بيهاري ڇڏيا، اهڙي طرح آڪٽوبر انقلاب جي راه تي گامزن انقلابي روسي عوام

هڪ سنو سبق پرايو. تہ طبقاتي قوتن جي جدوجهد ۾ جمهوري اصول ڪهڙي هنڌ بيٺل آهن.

حڪمران طبقن جي بي لغام قومپرستيءَ کي منهن ڏيندي، فن ليند ۾ انقلابي سپاهين هڪ قابل فخر رويو اختيار ڪيو. سيپٽمبر جي شروع ۾ هيلسنگ فورز ۾ ٿيندڙ سوويتن جي علائقائي ڪانگريسن هي اعلان ڪيو تہ جيڪڏهن فن ليند جي جمهوريت، پارليامينٽ کي نئين سر شروع ڪرڻ جو خيال رکي ٿي، تہ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي رنڊڪ وجهڻ کي سوويت ڪانگريس هڪ رد انقلابي قدم تصور ڪندي. هيءَ فوجي مدد جي سڌي سنئين آڇ هئي، پر فن ليند جي جمهوريت جنهن ۾ سمجهوتي پرستن جي لاڙي کي غلبو حاصل هو تن جو بغاوت جي راهہ تي هلڻ جو ارادو نہ هو. هڪ نئين تحليل جي ڌڙڪي ساڻ ڪرايل نين چونڊن ۾ انهن سرمائيدار.ڌرين ٢٠٠ مان ١٨٠ سيٽون حاصل ڪري ورتيون، جن جي رضامندي حڪومت کي پارليامينٽ تحليل ڪرڻ جي سلسلي ۾ گهربل هئي.

پر هتي داخلي سوال اپري اڳيان اچي ويا. اهي سوال جيڪي اتر جي سوئزرليند، سنگ خارا ۽ لالچي مالڪن جي هن سرزمين کي بي رحميءَ سان گهرو جنگ جي طرف وٺي ويا. فن ليند جا سرمائيدار ڪلئي عام پنهنجي فوجي قيادت تيار ڪري رهيا هئا. گڏوگڏ لُکل نموني ريڊ گارڊ جا مرڪز بہ ٺهي رهيا هئا. سرمائيدارن هٿيارن ۽ انسٽرڪٽرن لاءِ سويڊن ۽ جرمنيءَ سان رجوع ڪيو. مزدورن کي سوويت فوجين ۾ حمايت ملي. ان دوران انهن فوجي حلقن ۾ روس کان مڪمل ڌار ٿيڻ واري تحريڪ زور وٺي رهي هئي، جيڪي ڪالهہ تائين پيٽروگراڊ سان سمجهوتي جي ڳالهہ ڪري رهيا هئا.

انهن جي هڪ نالي واري اخبار Khuvudstatsbladet لکيو تہ "روسي قوم هڪ جنون ۾ مبتلا آهي. انهن حالتن ۾ ڇا اسان کي اهو نہ ڪرڻ گهرجي، تہ جيترو ٿي سگهي، اسان پاڻ کي ان انتشار کان الڳ ڪري وٺون؟ عبوري حڪومت کي آئين ساز اسيمبلي جو انتظار ڪرڻ ڪانسواءِ ئي رعايتن ڏيڻ تي مجبور ٿيڻو پيو. 23 آڪٽوبر تي هڪ حڪم جاري ڪيو ويو. جنهن ۾ اصولي طور تي فوجي ۽ خارجي مامرن ڪانسواءِ فن ليند جي آزاديءَ کي مڃتا ڏني وئي. پر ڪيرنسڪي هٿان عطا ٿيندڙ ان

آزاديءَ جي ڪابہ حيثيت نہ هئي، جو تہ ان ڪان بہ ڏينهن پوءِ ان جي پنهنجي اقتدار جو سج بہ لهي ويو.

ان ڪان بہ وڏو هڪ بيو ڪنڊو تہ يوڪرين هو. جون جي شروع ۾ ڪيرنسڪيءَ RADA جي طرفان سڏايل يوڪريني فوجين جي ڪانگريس تي پابندي لڳائي ڇڏي. يوڪرين وارن جهڪڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو پنهنجي حڪومت کي شرمندگيءَ ڪان بچائڻ لاءِ ڪيرنسڪيءَ ان قدم کي قانوني قرار ڏنو. جڏهن ٽيلي گرام مليو. تہ ان وقت ڪانگريس جو اجلاس تي رهيو هو ۽ ان ۾ موجود نمائندن ان جو آڌر ڀاءُ نفرت ڀريل ٺهڪن سان ڪيو. ان تلخ سبق باوجود ڪيرنسڪي ٽن هفتن ڪانپوءِ ماسڪو ۾ ٿيندڙ مسلمانن جي ملٽري ڪانگريس تي پابندي هٽڻ ڪان بہ باز نہ آيو. ائين نظر اچي رهيو هو. جڻ جمهوري حڪومت بي چين قومن تي اها ڳالهہ واضح ڪرڻ تي گهري، تہ اوهان کي اهو ڪجهہ ملندو جيڪو اوهان ڇني وٺندؤ.

10 جون تي جاري ٿيندڙ پنهنجي پهرين اعلان ۾ RADA پيٽروگراڊ تي قومي آزاديءَ جي مخالفت جو الزام لڳايو ۽ اعلان ڪيو تہ "آئيندي ڪان اسان پنهنجي زندگيءَ جي پاڻ تعمير ڪنداسين". Kadets ڪيڊٽن يوڪريني قيادت کي جرمنيءَ جو ايجنٽ قرار ڏنو. سمجهوتي پرستن جذباتي تي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ عبوري حڪومت هڪ وفد (KIEV) ڪيف موڪليو. يوڪرين جي گرما گرم ماحول جي سبب ڪيرنسڪي، تسرتيلي ۽ تيري شنڪو کي مجبوري ۾ (RADA) کي ڪجهہ رعايتون ڏيڻو پيون. پر جولاءِ ۾ سپاهين ۽ مزدورن تي حملن ڪانپوءِ حڪومت يوڪرائن جي سوال تي ساڄي ڌر جو رويو اختيار ڪيو. ۵ آگسٽ تي RADA زبردست اڪثريت جي حمايت سان حڪومت تي ۳ جولاءِ جي ناهہ جي پيچڪڙيءَ ڪرڻ ۽ روسي سرمائيدارن جي سامراجي لاڙن ڪا متاثر ٿيڻ جو الزام مڙهيو يوڪريني حڪومت جي سربراهہ ويني چنڪو چيو تہ حڪومت جي واعدي پوري ڪرڻ جو وقت آيو. تہ معلوم ٿيو. تہ عبوري حڪومت ڪريل درجي جي ڌوڪيباز آهي. جنهن کي اميد آهي، تہ هوءَ هيرا ڦيري ڪندي، هڪ وڏي تاريخي مسئلي ڪان جان ڇڏائي سگهي ٿي. هن ڇٽي زبان سان ان ڳالهہ جو اندازو ٿي وڃي ٿو. تہ انهن حلقن جي ويجهو بہ حڪومتي اٿارٽيءَ جي ڇا حيثيت هئي. جن کي سياسي حوالي ڪان ان جي ڪافي ويجهو هئڻ گهرجي ها. ان جو سبب

اهو هو تہ نيٺ بہ يوڪرايني سمجهوتي پرست ويني چنڪو ۽ ڪيرنسڪيءَ جي وچ ۾ ايترو ئي تہ فرق هو جيترو ڪنهن معمولي ناول نگار ۽ معمولي وڪيل ۾ هوندو آهي.

اهو درست آهي، تہ آخرڪار حڪومت سيپٽمبر ۾ هڪ حڪم جاري ڪري ڇڏيو هو جنهن ۾ روس جي سيني قوميتن جي حق خود اختياريت کي تسليم ڪيو هو پر انهن جي حدن جو تعين آئين ساز اسيمبليءَ کي ڪرڻو هو. مستقبل جي ان واعدي تي ڪنهن کي بہ اعتبار ڪين هو. جيڪو داخلي طور متضاد هو ۽ ڪا ضمانت فراهم ڪرڻ وارو نہ هو ان ۾ واحد واضح شيءِ ان جون حدون ۽ قاعدا قانون هيون. عبوري حڪومت جون حرڪتون پهريان کان ئي ظاهر ظهور رڙيون ڪندي، ان جي مخالفت ڪري رهيون هيون.

2 سيپٽمبر تي ان ئي سينيٽ جنهن نون ميمبرن کي پراڻي وردي ءَ کانسواءِ داخلا جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو يوڪريني جنرل سيڪريٽريٽ يعني ڪيف جي وزارتي ڪابينا کي جاري ٿيل هدايتون ڇاپڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ حڪومت وري ان جي منظوري ڏئي ڇڏي، بهانو اهو بڌايو ويو تہ ان سيڪريٽريٽ لاءِ ڪو قانون موجود نہ آهي ۽ هڪ غيرقانوني اداري جي لاءِ هدايت جاري ڪرڻ ناممڪن آهي. انهن اعليٰ قانوندانن ان حقيقت کي بہ نہ لڪايو تہ RADA ۽ حڪومت وچ ۾ ٿيندڙ ناهہ ئي آئين ساز اسيمبليءَ جي حقن کي غضب ڪرڻ برابر هيو. هي زار شاهي سينيٽر هاڻ خالص جمهوريت جا انتهائي غير لچڪدار حامي بڻجي ويا هئا، انهن کي خبر هئي، تہ انهن جو مخالفاڻو رويو حڪمرانن کي ڏاڍو پسند آهي. جيتوڻيڪ روسي سرمائيدارن روس سان فن ليند جي ڪمزور معاشي رابطن سبب، ان جي توري گهڻي آزادي کي ڪنهن حد تائين هضم ڪري ورتو هو پر اهي يوڪرين جي اناج، Donetz جي ڪوئلي ۽ Krivorog جي ڪچن ڌاتن جي "خودمختياري"، تي ڪنهن طور بہ راضي نہ ٿيڻا هئا.

19 آڪٽوبر تي ڪيرنسڪيءَ يوڪرين جي جنرل سيڪريٽري کي تار ذريعي هڪ حڪم موڪليو تہ هو يوڪريني آئين ساز اسيمبليءَ جي حق ۾ شروع ٿيندڙ هڪ مجرماڻي تحريڪ جي سلسلي ۾ "ذاتي وضاحتون پيش ڪرڻ لاءِ فورن پيٽرو گراڊ پهچي". گڏوگڏ ڪيف جي ڊسٽرڪٽ اٽارني کي RADA جي خلاف جانچ شروع ڪرڻ جو حڪم

ڏنو ويو. پر اهي ڏمڪيون يوڪرين کي اهڙي طرح ڊيچارڻ ۾ ناڪام ويون. جهڙي طرح فن لينڊ تي ڪيل "مهربانيون" ان کي خوش ڪرڻ ۾ ناڪام رهيون هيون.

ان وقت يوڪرائن جا سمجهوتي پرست پيٽروگراڊ ۾ موجود پنهنجي وڏن سئوٽن جي مقابلي ۾ پاڻ کي وڌيڪ محفوظ محسوس ڪندا هئا. پنهنجي قومي حقن جي جدوجهد لاءِ سازگار ماحول جي موجودگي ڪانسواءِ ڪيترين ئي محڪوم قومن وانگي يوڪرين ۾ به پيٽي بورجوا پارٽين جي نسبتن بهتر استحڪام جي معاشي ۽ سماجي بنيادن کي هڪ لفظ ۾ بيان ڪري پيو سگهجي ۽ اهو لفظ هو "پسماندگي" Donetz ۽ Kirvorog جي علائقن ۾ تيز رفتار صنعتي ترقي جي باوجود بحيثيت مجموعي يوڪرين، عظيم روس جي مقابلي ۾ بدستور پنتي رهيو. يوڪريني پورهيت طبقو گهٽو ڪمزور ۽ اڻ پختو هو. بالشويڪ پارٽي تعداد ۽ معيار ۾ به ڪمزور هئي. ان منشويڪن کان الڳ ٿيڻ ۾ سست رفتاريءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ اها سياسي ۽ خاص طور تي قومي صورتحال کان صحيح طرح کان آگاهه به نه هئي. ايتري تائين جو يوڪرين جي اوڀر وارن صنعتي حصن ۾، آڪٽوبر جي وچ ۾ ٿيندڙ هڪ علائقائي ڪانگريس ۾، سمجهوتي پرستن کي معمولي اڪثريت حاصل هئي.

يوڪريني سرمائيداري اڃا تائين نسبتن ڪمزور هئي، اسان کي ياد رکڻ گهرجي، ته مجموعي طور روسي بورجوازي جي سماجي عدم استحڪام جو هڪ اهو به سبب هو ته انجو هڪ طاقتور حصو انهن غير ملڪين تي مشتمل هو جيڪي روس ۾ رهائش پذير به نه هئا. سرحدي علائقن ۾ ان کان علاوه هڪ ٻيو به سبب هو جيڪو ڪنهن به نموني ان کان گهٽ اهم نه هو. يعني انهن جي اندروني بورجوازي جو لاڳاپو ان قوم سان نه هو جنهن تي آباديءَ جو وڏو حصو مشتمل هو.

انهن سرحدي علائقن ۾ شهري آبادي جن مختلف قومي عنصرن سان ملي ڪري نهندي هئي، اها ٻوٺاٽي آباديءَ جي مقابلي ۾ بلڪل الڳ تلڳ هئي، يوڪرين ۽ سفيد روس ۾ زميندار سرمائيدار وڪيل صحافي عظيم روسي هئا، يا پولش هئا، يهودي هئا يا وري غير ملڪي هئا، جڏهن ته ٻوٺاٽي آبادي مڪمل طور يوڪريني يا سفيد روسي هئي. بالٽڪ رياستن جا شهر جرمن، روسي ۽ يهودي سرمائيدارن جون پناهه گاهون هيون، جڏهن ته ٻوٺاٽي آبادي لٽويا ۽ اسٽونيا جي مقامي رهاڪن تي ٻڌل هئي،

جارجيا جي شهرن ۾ روسي ۽ آرمينيائي رهاڪن جو غلبو هو ترڪ آذربائيجان وانگي اهي عوام جي وڏي حصي کان نہ صرف ثقافت ۽ معيار زندگيءَ جي سطح جي حوالي کان الڳ هئا، بلڪ هندوستان جي انگريزن وانگي انهن جي زبان بہ الڳ هئي. پنهنجي آمدني ۽ ملڪيت جي تحفظ لاءِ ڪامورا شاهي مشينريءَ جو محتاج ٺيٺ ۽ بين سيني ملڪن جي حڪمران طبقن سان ويجهو تعلق رکڻ ڪري، انهن سرحدي علائقن ۾ جاگيردارن، صنعتڪارن ۽ واپارين پنهنجي چوڌاري روسي اهلڪارن، ڪلارڪن، استادن، ڊاڪٽرن، وڪيلن، صحافين ۽ ڪنهن حد تائين مزدورن کي بہ هڪ سوڙهي دائري ۾ پنهنجي چوڌاري گڏ ڪري، شهرن کي روسي ۽ بينڪيتي غلبي جا مرڪز بنائي ڇڏيو هو.

ڳوٺن جي خاموش رهڻ جي صورت ۾ انهن کي نظر انداز ڪرڻ ممڪن هيو پر جڏهن انهن وڌندڙ بي صبريءَ سان پنهنجو آواز بلند ڪرڻ شروع ڪيو تہ شهرن پنهنجي رعايتي حيثيت جي بچاءَ لاءِ مزاحمت ڪئي ۽ زور شور سان ڪندا رهيا. سرڪاري اهل ڪارن، وڪيلن، واپارين جلد ئي ڪلچر ۽ صنعت جي حاڪماڻي بلندين تي پنهنجي قبضيءَ کي برقرار رکڻ جي جدوجهد کي لڪائڻ لاءِ وڌندڙ "شائونزم" جي مذمت ڪرڻ سکي ورتو. Statusquo کي برقرار رکڻ جي حڪمران قوم جي خواهش سدائين قومپرستي کان بہ مٿانهو لباس اوڍي وٺي ٿي، بلڪل اهڙي نموني جهڙي طرح فاتح قوم جي لٽ مار جي مال تي قبضي برقرار رکڻ جي خواهش "امن پسنديءَ" جي شڪل اختيار ڪري ٿي وٺي، اهڙي طرح گانڌي اڳيان ميڪڊونلڊ ائين ٿو محسوس ڪري، جڻ هو پاڻ بہ ڪو بين الاقواميت پسند آهي، اهڙيءَ طرح جرمنيءَ ڏانهن آسٽريا وارن جي چڪ Poincare کي فرانسيسي امن پسندي خلاف حملو ڏسڻ ۾ ٿي اچي. مئي ۾ RADA جي هڪ وفد عبوري حڪومت کي لکيو تہ يوڪرين جي شهرن ۾ رهندڙ ماڻهو گهٽين ۾ روسي غلبو ڏسن ٿا ۽ ان ڳالهہ کي بلڪل وساري ٿا ويهن، تہ انهن شهرن جي حيثيت يوڪرائي عوام جي سمنڊ ۾ رڳو ننڍين ننڍين ٻيٽن جهڙي آهي. جڏهن آڪٽوبر انقلاب جي پروگرام خلاف پنهنجي مناظري ۾ روزا لڪسمبرگ اها دعويٰ ڪئي، تہ يوڪريني قومپرستي ڀريائين صرف هينئن وچولي طبقي جي دانشورن جي "دل لڳي" هئي، جنهن کي بالشويڪن جي حق خود اختياريءَ جي فارمولي جي ڳر هٿرادو طور اڀاريو تہ هوءَ پنهنجي شاندار دماغ باوجود انتهائي

سنجيده تاريخي غلطي ڪري رهي هئي، جيڪڏهن يوڪريني هارين ماضيءَ ۾ ڪا قومي گهر نہ ڪئي هئي، تہ ان جو سبب اهو هو تہ اهي عام طور سياسي قد جي بلندي تائين ڪونہ پهتا هئا. فيبروري انقلاب جي وڏي خدمت ۾ گهٽ ۾ گهٽ واحد ۾ ڪافي حد تائين خدمت اهائي هئي، تہ گهٽ ۾ گهٽ روس جي جبر جو شڪار طبقن ۽ قومن کي پنهنجو آواز اٿارڻ جو موقعو ڏنو. پر هارين جي اها سجاڳي پنهنجي مادري زبان ذريعي ۽ نتيجي طور اسڪولن، عدالتن ۽ خود انتظامي ڪانسواءِ عمل ۾ نہ اچي سگهي ها. ان جي مخالفت جو مطلب هارين کي هڪ پيرو پيهر عدم وجود طرف ڌڪڻ جي ڪوشش هجي ها. شهرن ۽ ڳوٺن وچ ۾ قوميتن جي فرق کي سوويتن ۾ بہ تڪليف پرئي حد تائين محسوس ڪيو ويندو هو جيڪي گهٽ ۾ گهٽ شهري تنظيمون هيون. سمجهوتي پرست پارٽين جي قيادت هيٺ هي سوويتون بنيادي آباديءَ جي قومي مفادن کي اڪثر نظر انداز ڪري ڇڏينديون هيون. يوڪرين ۾ سوويتن جي ڪمزوريءَ جو اهم سبب اهو بہ هو. Riga ۽ Rival جي سوويتن لتويا ۽ استونيا جي قوميتن جي مفادن کي وساري ڇڏيو هو. باڪو ۾ سمجهوتي پرست سوويت بنيادي ترڪماني آباديءَ جي مفادن کي حقارت سان نڪرائي ڇڏيو. ڪوڙي بين الاقواميت جي جهنڊي هيٺ سوويتون اڪثر وقتن تي يوڪرينين يا مسلمانن جي مزاحمت تي مبني قومپرستيءَ خلاف جدوجهد ڪنديون هيون ۽ شهرن جي جابراڻي روسي غلبي کي برقرار رکڻ لاءِ تيار رهنديون هيون. بعد ۾ ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ بالشويڪن جي حڪمراني هيٺ ساڳين سوويتن ڳوناٺي زبان ۾ ڳالهائڻ شروع ڪري ڏنو. فطرت ۽ ڦرلٽ جي سبب ڊبيل رهڻ جي باوجود سائبريا جي ڏورانهن علائقن ۾ رهندڙن جي معاشي ۽ ثقافتي پسماندگي انهن کي ان ڳالهہ جي اجازت نہ ڏيندي هئي، تہ ان سطح تي پهچي سگهن. جتان قومي امنگن جو آغاز ٿيندو آهي، هتي پراڻي زماني کان ئي واڊڪا. ٽيڪس ۽ جبري مذهبي قدامت پسندي رياست جا بنيادي هٿيار هئا. اها بيماري جنهن کي اطالوي ماڻهو فرانسيسي بدي ۽ فرانسيسي Neapolitan چوندا هئا. سائبيريا جي ماڻهن ۾ "روسي" سڏائيندي هئي. هن مان خبر پوي ٿي، تہ تهذيب جا ٻج کهڙي زمين مان آيا هئا. فيبروري انقلاب ان حد تائين نہ پهتو هو اتر قطب جي شڪارين ۽ رينڊيئر پالينڌڙن کي پنهنجي صبح لاءِ اڃا بہ هڪ ڊگهي انتظار جي مرحلي مان گذرڻو هو.

فيبروري انقلاب جي ڪري پنهنجي تاريخ کان اڳ واري ننڍ مان جاڳندڙ ماڻهن يعني والگا جي ڪناري تي وسندڙن قبيلن ۾ ۽ اتر ڪاڪيشس (ڪوهه ڪاف) ۽ وچ ايشيا جي قومن ۾ اجا تائين قومي سرمائيدار ۽ صنعتي پورهيتن جو وجود ڪونہ پيو هو. هارين ۽ ڌنارن تي بڌل عوام مٿان بيٺل هڪ سنهڙو تهہ جيڪو دانشورن تي بڌل هو انهن کان مٿاهون ٿي ويو هو. هتي هلندڙ جدوجهد اڃا قومي خود انتظاميءَ جي سطح کي نہ پهتي هئي، بلڪ هتي ٿيندڙ جدوجهد جو لاڳاپو اهڙن مامرن سان هو "تہ اسان جي پنهنجي صورتختي هئڻ گهرجي، پنهنجا استاد هئڻ گهرجن، ۽ ڪنهن وقت هيءَ گهر هوندي هئي، تہ پنهنجا مذهبي اڳواڻ بہ هئڻ گهرجن." سڀ کان وڌيڪ ڏاڍ جو ڪاڄ ماڻهن کي تڪليف پرڻي تجربي ذريعي اهو سکڻ تي مجبور ڪيو ٿي ويو تہ رياست جا پڙهيل لکيل آقا پاڻ مرادو طور انهن کي دنيا ۾ ايرڻ جو موقعو فراهم نہ ڪندا. اهڙي طرح ڏتڙيل طبقن کي انتهائي انقلابي طبقي جو ساٿ نيائڻ تي مجبور ڪيو ويو. پنهنجي نوجوان دانشورن ۾ ڪابي ڌر جي عنصرن وسيلي داغستان ۽ ترڪستان ۾ موجود Chuvashes ،Votiaks ۽ Zyrians قبيلن اهو رستو ڳولڻ شروع ڪيو جيڪو بالشويڪن تائين هليو.

خاص ڪري وچ ايشيا ۾ قبضي هيٺ آيل بينڪيت جي تقدير مرڪز ۾ ٿيندڙ صنعتي ارتقا سان گڏوگڏ بدلي ۽ سڌو سنئون ڪليل ڌاڙي جي بجاءِ جنهن ۾ واپاري ڌاڙو بہ شامل هو ان جي جاءِ لڪيل ڍڪيل طريقن ورتي، جنهن سان ايشيائي هاري صنعتي ڪچي مال جي رسد جو ذريعو بڻجي ويا. جنهن ۾ گهڻو ڪري ڪپهہ شامل هئي. اشرافيہ جي منظم ڪيل ڦرلٽ سرمائيداريءَ جي بربريت ۽ پدر شاهيءَ زندگي جي بربريت کي ملائي ڪري، ايشيائي قومن کي انتهائي قومي تذليل جي ڪيفيت ۾ ڪاميابيءَ سان قابو ڪري رکيو ۽ هتي فيبروري انقلاب هر شيءِ کي جيئن جو تيئن ڇڏي ڏنو.

زار شاهي جي زماني ۾ بشڪير، بريات، ڪرغيز ۽ بين خانہ بدوش قبيلن کان هٿ ڪيل زمينون جيئن جو تيئن جاگيردار ۽ امير روسين جي تحويل ۾ رهيون. جيڪي مقامي آباديءَ جي اندر نو آبادياتي نخلستانن ۾ پکڙيل هئا. هتي آزاديءَ جي قومي جوش، جذبي ۽ سجاڳيءَ جو مطلب سڀ کان اڳ انهن روسي نوآبادڪارن خلاف جدوجهد هو جن زمين جي ملڪيت جو هترادو نظام تخليق ڪيو هو ۽ لاڏائو ماڻهن کي بک جو ڪاڄ

ٽيڻ ۽ آهستي آهستي موت جي منهن ۾ ويڙهڻ جي سزا ڏني هئي. ٻئي طرف نوان آبادڪار پنهنجي ڦرلٽ جي مال کي بچائڻ لاءِ روس جي اتحاد جو ايشيائي علحدگي پسنديءَ جي خلاف ڏاڍي زور شور سان بچاءُ ڪندا هئا. مقامي تحريڪن خلاف نون آبادڪارن جي نفرت ٽرانس بيڪال ۾ ته وحشياڻو روپ ڌاري ورتو. مارچ سوشل انقلابين جي قيادت ۾ جيڪي ڳوناڻن ڪلارڪن ۽ محاذ تان موٽندڙ نان ڪميشنڊ آفيسرن تي مشتمل هئي، بريات قبيلي جي ماڻهن خلاف ڦرلٽ ۽ چڙهائي عروج تي هئي.

بينڪيت وارن علائقن ۾ سيئي ظالم ۽ ڦورو ماڻهو پراڻي نظام کي ڏگهي عرصي تائين برقرار رکڻ لاءِ بي قرار هئا. انهن آئين ساز اسيمبليءَ جي خودمختياريءَ جو راڳ آلاپڻ شروع ڪيو انهن کي اها لفاظي عبوري حڪومت مهيا ڪندي هئي، جيڪا انهن کي پنهنجي بچاءَ جو بهترين ذريعو سمجهندي هئي. ٻئي طرف غلام قومن جا مٿيان طبقا به آئين ساز اسيمبليءَ جو نالو گهٽو ٽٽو استعمال ڪري رهيا هئا. ايتري تائين جو اهي مسلمان ملا جيڪي هينان کان پوندڙ دٻاءَ سبب پنهنجي حيثيت کي خطري ۾ ڏسندي ئي، شريعت جو سائو جهنڊو ايو ڪرڻ لڳندا هئا. هاڻ ان سوال کي آئين ساز اسيمبليءَ جي قائم ٿيڻ تائين ملتوي ڪرڻ جي ڳالهه ڪرڻ لڳا. هي نعرو ساري ملڪ ۾ قدامت پسندن، رجعتين ۽ ناجائز فائدو وٺندڙن جو نعرو بڻجي ويو هو. آئين ساز اسيمبليءَ کي اپيل ڪرڻ جو مقصد هيو ته معاملن کي التوا ۾ اڇلائجي ۽ وقت وٺجي. التوا جو اهو مقصد به هو ته پنهنجي قوتن کي گڏ ڪجي ۽ انقلاب کي گهٽو ڏجي.

منڍ ۾ اڳوائي مذهبي اڳواڻن يا جاگيردارن جي هٿ لڳي، سو به انهن ڏتڙيل ماڻهن ۾ خاص ڪري مسلمانن ۾ ائين ٿيو هو. عام طور ڳوناڻي قومي تحريڪ ڳوناڻن استادن، ڳوناڻن ڪلارڪن، ننڍين آفيسرن ۽ واپارين جي هٿ هيٺ هئي. روسين ۽ روسي ثقافت اپنائيندڙ معزز ۽ شاهوڪارن جي بدلي دانشور طبقي کان علاوه سرحدي شهرن ۾ جڙيل نوجوانن تي ٻڌل هڪ طبقو به هو. جيڪو پنهنجي ڳوناڻي بنياد سان قرب رکندو هو پر انهن جي سرمائي جي دسترخوان تائين پهچ ڪانه هئي. ان طبقي هاري عوام جي قومي ۽ ڪنهن حد تائين سماجي فرض جي نمائندگي پنهنجي مٿان ڪئي.

جينوئيڪ قومي امنگن جي حوالي کان اهي روسي ناهه پرستن خلاف جارحاڻو رويو رکندڙ هئا. پر سرحدي علائقن جا اهي ناهه پرست

انهي ساڳئي بنيادي قسم سان تعلق رکندا هئا، ۽ انهن مان گهڻا ته انهن ئي نالن سان سڏيا ويندا هئا. يوڪرائيني سوشل انقلابين ۽ سوشل ڊيموڪريٽن، جارجيا ۽ لتوانيا جي منشويڪن ۽ لتوانيا جي نرودويڪن سيني پنهنجي عظيم روسي نالي ياڻين وانگي انقلاب کي سرمائيداري نظام جي چوڪاني اندر محدود رکڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مقامي سرمائيدارن جي انتها در جي ڪمزوريءَ منشويڪ ۽ سوشل انقلابين کي گڏيل حڪومت ۾ شامل ٿيڻ بدران، رياستي اقتدار پنهنجي هٿن ۾ وٺڻ تي مجبور ڪيو. زراعت ۽ پورهيتن جي سلسلي ۾ مرڪزي حڪومت جي مقابلي ۾ اڳتي وڌڻ جو تمام گهٽو فائدو انهن سرحدي ناهه پرستن کي اهو ٿيو جو فوج ۽ ڳوناٽن علائقن ۾ انهن کي عبوري حڪومت جا مخالف خيال ڪيو ويو. جيڪڏهن ان سان روسي سمجهوتي پرستن ۽ سرحدي سمجهوتي پرستن لاءِ الڳ الڳ منزلن جو تعين نه ٿيو ته اها شيءِ گهٽ ۾ گهٽ انهن جي اپار ۽ زوال کي مختلف ٽيمپو ڏيڻ لاءِ گهٽي هئي.

جارجيا جي سوشل ڊيموڪريٽن نه رڳو ننڍي جارجيا Little Georgia جي غريب هارين جي اڳواٽي ڪئي، پر ساري روس جي "انقلابي جمهوريت" جي اڳواٽي ڪرڻ جي به ڪامياب دعويٰ ڪئي. انقلاب جي شروعاتي مهينن ۾ جارجيہ جي دانشور طبقي جي رهبرن جارجيا کي نه رڳو قومي مادر وطن پر گرائونڊي Gironde خيال ڪندا هئا، يعني هڪ اهڙو مبارڪ ڏاکڻيون صوبو جنهن جو فرض رڳو سموري ملڪ کي اڳواٽي فراهم ڪرڻ هو. ماسڪو اسٽيسٽ ڪانفرنس جي موقعي تي جارجيا جي سرگرم منشويڪ چن ڪيليءَ اها ڊاڙ هنئي، ته جارجيا وارو هر سٺي ۽ خراب وقت ۾ ايتري تائين جو زار شاهي دور ۾ به اهو ئي چيو هو ته "واحد مادر وطن روس". هڪ مهيني کانپوءِ ساڳي چين ڪيليءَ ڊيموڪريٽڪ ڪانفرنس ۾ اها رڙ ڪندي چيو ته "اسان جارجيا جي قوم جي باري ۾ ڇا چونداسين؟ اها پوري طرح عظيم روسي انقلاب جي خادم آهي". اهو صحيح آهي، ته جڏهن به ضروري سمجهيو ويو ته انفرادي علائقن جي قومي دعوائن کي ختم ڪيو وڃي يا انهن کي ماٺو ڪيو وڃي، يهودين وانگي جارجيا جي سمجهوتي پرستن به سدائين عظيم روسي بيورو ڪريسيءَ جي خدمت ڪئي. هي سلسلو ايتري دير تائين جاري رهيو جيستائين جارجيا جي سوشل ڊيموڪريٽن کي اها اميد رهي، ته انهن جي قسمت سرمائيداراڻي جمهوريت جي دائري کان ٻاهر نہ

نڪرندي، جنهن تناسب سان بالشوازم جي رهنمائي ۾ عوام جي فتح جو خطرو وڌندو ويو انهيءَ نسبت سان انهن روسي سمجهوتي پرستن سان پنهنجي لاڳاپن کي گهٽائيندي. بذات خود جارجيا ۾ موجود رجعتي عنصرن سان ڳٺ جوڙ ڪري ورتو. سوويتن جي فتحياب ٿيڻ سان ئي واحد روس جا هي جارجين حامي آزادي جا علمبردار بڻجي پيا ۽ ڪوهه ڪاف جي ٻين قومن کي پنهنجي شائونزم جو زهريلو ڏنگ ڏيکارڻ لڳا.

سماجي تڪرارن جو هي اٿنر قومي روپ جيڪو هڪ عام اصول طور سرحدي علائقن ۾ گهڻ سڌريل شڪل ۾ هو اها وضاحت مناسب طور تي پيش ڪري ٿو ته آڪٽوبر انقلاب جي مخالفت مرڪزي روس جي نسبت محڪوم قومن جي طرفان ڇو ٿي؟ ليڪن ٻئي طرف قومن جي ٽڪراءَ فيبرروي حڪومت کي لوڏي رکيو ۽ مرڪز ۾ آڪٽوبر انقلاب لاءِ سازگار حالتون پيدا ڪري ڇڏيون.

اهڙين حالتن ۾ جتي جتي قومي تڪرار طبقاتي تضادن سان اچي ٻٽ ٿيا. اتي انهن ۾ تيزي اچي وئي. لٽويا جي هارين ۽ جرمن نوابن جي وچ ۾ پراڻي ڦڏي، جنگ شروع ٿيڻ تي هزارن جي انگ ۾ لٽوي پورهيتن کي رضاڪاراڻي طور پنهنجون خدمتون آڇڻ تي مجبور ڪيو. لٽويائي هارين ۽ ڪيت مزدورن تي ٻڌل نشاني بازن جي ريجمينٽ، محاذ جنگ جي بهترين سپاهين ۾ ڳڻي ويندي هئي. اهي مئي مهيني کان ئي سوويت حڪومت جي حق ۾ ٿي چڪا هئا، انهن جي قومپرستي هڪ ڪچي بالشوازم جو رڳو باهريون خول هئي. استونيا ۾ به ان قسم جو عمل ٿيو. وائيٽ رشيا ۾ جتي جاگيردار پولش هئا، جنهن جي شهرن ۽ ننڍين واهڻن جي آبادي يهودين تي ٻڌل هئي ۽ سرڪاري اهلڪار روسي هئا، ٻيڻي ٽيڻي جبر جي ڪاج هارين جنگي محاذ سان ويجهڙائي جي اثر هيٺ پنهنجي قومي ۽ سماجي احتجاج جي ڪروڌ ۽ غضي جي اظهار لاءِ بالشوازم جو رستو ورتو. آئين ساز اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ سفيد روسين جي وڏي اڪثريت ووٽ بالشويڪن کي ڏنا.

انهن سڀني عنصرن جنهن ۾ هڪ سجاڳ قومي وقار سماجي ڪروڌ سان جڙيل هو ۽ لاهي چاڙهين جي صورت ۾ اڳتي پوئتي حرڪت ڪري رهيو هو پنهنجو شديد ترين اظهار فوج جي اندر ڪيو. هتي قومي ريجمينٽن جي جوڙجڪ جو بخار چڙهيل هو. مرڪزي حڪومت ڪڏهن انهن جي سرپرستي ڪندي هئي. ته ڪڏهن انهن کي سهندي به نه هئي ۽

ڪڏهن انهن تي ظلم بہ ڪندي هئي، جنهن جو دارو مدار ان ڳالهہ تي هوندو هو تہ انهن جو رويو جنگ ۽ بالشويڪن جي باري ۾ ڪهڙو آهي، پر عام طور تي پيٽروگراڊ طرف انهن جو رويو جارحاڻو ٿيندو ويو.

لينن انقلاب جي "قومي" تند تي بہ پنهنجون آڱريون رکي ڇڏيون. سيپٽمبر جي پڇاڙي ۾ لکيل هڪ مشهور مضمون "بحران پچي چڪو آهي" ۾ هن پُرزور نموني ان طرف اشارو ڪيو تہ ڊيموڪريٽڪ ڪانفرنس جي قومي برادري ريڊيڪلزم جي معاملي ۾ رڳو ٽريڊ يونين کان پوئتي هئي ۽ گڏيل حڪومت جي سلسلي ۾ ووٽن جي سيڪڙي جي حساب کان سوويت برادري کان اڳتي هئي. (55 مان 40) ان جو مطلب اهو هو تہ محڪوم قومن کي هاڻ عظيم روسي سرمائيدارن کان ڪنهن فائدي جي اميد نہ هئي. اهي گهٽي کان گهٽي اها ڪوشش ڪري رهيا هئا. تہ آزاد عمل جي ذريعي پنهنجا حق حاصل ڪري وٺن. جيڪو اهي هڪ وقت ۾ هڪ ٿي گره ڪٽڻ ۽ انقلابي قبضن جي شڪل ۾ ڪندا رهندا هئا.

ڏورانهن علائقي ۾ وريڪنيوڊينڪ (Verkhneyudinsk) ۾ ٿيندڙ بريات (Buriats) آڪٽوبر ڪانگريس ۾ هڪ مقرر اعلان ڪيو تہ "فيبروري انقلاب ڏورانهن علائقن ۾ رهندڙن جي زندگي ۾ ڪنهن نئين تبديليءَ جو واڌارو ڪونہ آندو آهي. ان صورتحال جو جهڙي طرح نقشو چٽيو ان مان اها ڳالهہ يقيني ڏسڻ ۾ آئي، تہ جيڪڏهن اهي هاڻ بالشويڪن جو ساٿ نہ ٿا ڏين. تہ گهٽ ۾ گهٽ انهن ڏانهن دوستاڻو ۽ غير جانبدار رويو ضرور رکندا.

بلڪل انهن ڏينهن ۾ جڏهن پيٽروگراڊ ۾ بغاوت برپا ٿي. سپاهين جي ڪل يوڪرائني ڪانگريس جو ڪٺ ٿيو جنهن ۾ يوڪرائني سوويت کي اقتدار منتقل ڪرڻ جي خلاف جدوجهد جي قرارداد منظور ڪئي وئي، پر ان سان گڏوگڏ ان ڪٺ عظيم روسي، بالشويڪن جي بغاوت کي غير جمهوري فعل سڏڻ کان انڪار ڪيو ۽ اهو وچن ڪيو تہ بعاوت کي ڪچلڻ لاءِ سپاهي موڪلڻ جي مخالفت جي سلسلي ۾ هر قدم کنيو ويندو ان اڏوري ڳالهہ جيڪا قومي جدوجهد جي وچولي طبقي جي مرحلي جي نهايت ئي اهم خاصيت آهي، پورهيتن جي هن انقلاب کي ڏاڍو سولو بنائي ڇڏيو جنهن جو ارادو انهن سيني اڌورين ڳالهين کي ختم ڪرڻ جو هيو.

ٻئي طرف سرحدي علائقن جا اهي بورجوا (سرمائيدار) گروهه جيڪي سدائين مرڪزي حڪومت طرف جهڪيل رهندا هئا. هاڻ هڪ اهڙي عليحدگي پسندي لاءِ تيار ٿي ويا. جنهن جو ڪيترن ئي صورتن ۾ ڪوبه قومي بنياد ڪونه هيو بالٽڪ جا اهي بورجوازي (سرمائيدار) جيڪي ڪالهه تائين جرمن نوابن جي حب الوطني واري جذبي جا پيروڪار هئا ۽ روس زار جي پهرين پناهه گاهه رهي چڪا هئا. هاڻي بالشويڪ روس ۽ خود پنهنجي عوام جي خلاف جدوجهد ڪي آزادي جي جهنڊي هيٺ وڙهي رهيا هئا. ان راهه تي ان ڪان به وڌيڪ عجيب و غريب منظر سامهون آيو 20 آڪٽوبر تي هڪ نئين رياستي جوڙجڪ جا بنياد رکيا ويا. قزاق سپاهين جو ذڪرڻ اولهه اتحاد ڪاڪيشن مائونٽنز ۽ اسٽيپ جون آزاد قومون جتي ڊان, ڪوبان, ٿاٿر ۽ استراخان قزاقن جا اڳواڻ جيڪي سامراجي مرڪزيت جا شروعاتي قلعا سمجهيا ويندا هئا. ڪجهه مهينن ۾ دڳ مٿائي وفاقي اصول جا پرجوش محافظ بڻجي بيٺا ۽ ميدانن ۾ وسندڙن ۽ جابلو مسلمانن جي قيادت سان گڏ ٻت ٿي ويا. وفاقي ڍانچي جون سرحدون اتر ڪان ايندڙ بالشويڪن جي خطري جي خلاف ڍال جو ڪم ڪن ها. پر بالشويڪن خلاف گهرو ويڙهه لاءِ زمين سڌي ڪرڻ ڪان اڳ ئي اها رد انقلابي عليحدگي پسندي, سڌو سنئون گڏيل حڪومت جي خلاف ٿي وئي, ۽ ان جي همت ڪي گهٽائي, ان ڪي ڪمزور ڪري ڇڏيو.

اهڙي طرح باقي سڀني مسئلن وانگي قومي مسئلو به عبوري حڪومت لاءِ انهي ڏائڻ جو سرُ ثابت ٿيو. جنهن جو هر وار نفرت ۽ ڪاوڙ جي نانگ ۾ تبديل ٿي پئي ويو.

ضميمو_ 2

# قوميت جي مسئلي تي هڪ وڌيڪ نوٽ

بالشويڪ پارٽي فيبروري انقلاب کان هڪدم پوءِ قومي سوال جي سلسلي ۾ اهڙو رويو اختيار ڪيو جنهن اڳتي هلي، ان جي فتح جي ضمانت فراهم ڪئي. اها ڳالهه رڳو سرحدي علائقن جي سلسلي ۾ ئي سچ نہ هئي، جتي انهن جي پارٽي جون تنظيمون ڪمزور ۽ ناتجربيڪار هيون، پر انهن جي مرڪز پيٽرو گراڊ ۾ بہ ساڳي صورتحال هئي، جنگ هلندي پارٽي ايتري قدر ڪمزور ٿي وئي، ۽ ان جي ڪيڊرز جي نظرياتي ۽ سياسي سطح ايترو هيٺ ڪري چڪي هئي، جو قوميت جي سوال تي بہ ان جي سياسي قيادت لينن جي واپسي کان اڳ تمام گهٽي منجهيل ۽ وچٿري قسم جي پوزيشن اختيار ڪئي هئي.

اهو سچ آهي، تہ پنهنجي روايت تي عمل ڪندي بالشويڪن هڪ قوم جي حق خوداراديت جو دفاع ڪيو لفظن جي حد تائين منشويڪ پڻ ان فارمولي جي حق ۾ هئا، ٻنهي جي پروگرامن جو متن هڪ جهڙو ئي رهيو هي اقتدار جو سوال هيو جيڪو فيصلائتي حيثيت رکندڙ هيو. پارٽي جي عارضي قيادت قومي ۽ زرعي سوال تي بالشويڪ نعرن ۽ سرمائيدارانہ سامراجي نظام کي جمهوري شڪل واري لباس ۾ لڪائي ڪري قائم رکڻ وچ ۾ موجود غير مصالحتي تڪرارن کي سمجهڻ جي سلسلي ۾ نااهل ثابت ٿي.

جمهوري پوزيشن جو سڀ کان بي ڍنگو اظهار استالن جي قلم مان ٿيو. 25 مارچ تي قومي حدبندين جي خاتمي جي سلسلي ۾ حڪومتي اعلان تي مضمون لکندي، استالن قومي سوال جو تاريخي پيماني تي هڪ فارمولو جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، ان لکيو تہ "قومي جبر

جو سماجي بنياد"، ان کي هلچل ڏيندڙ قوت، ڳرندڙ سڙندڙ زرعي اشرافيہ آهي. اها حقيقت ان جمهوري ليڪ جي فهم ۽ ڏاهپ کان گهڻو مٿاهين ڏسجي ٿي، تہ سرمائيداري جي دور ۾ قومي جبر کي تمام گهڻو واڌارو مليو ۽ ان جو سڀ کان وحشياڻو اظهار بينڪيت جي پاليسين سبب ٿيو هو وڏيڪ لکي ٿو تہ انگلينڊ، جتي جاگيردار اشرافيہ سرمائيدارن، سان اقتدار ۾ شريڪ آهي، جتي هن جاگيردار اشرافيہ جي اٽڪت طاقت گهڻو وقت اڳ ختم ٿي چڪي هئي، قومي جبر معتدل ۽ گهٽ غير انساني آهي، جنهن ۾ بلاشڪ انهن حالتن کان نظر هٽائي سگهجي ٿي، جڏهن جنگ ٿي رهي هئي ۽ اقتدار جاگيردارن جي هٿ لڳي ويو هو ۽ ان وچ ۾ قومي جبر کي ڪافي هٿي ملي چڪي هئي. (آئرلينڊ ۽ هندوستان تي ظلم ستم) هندستان ۽ آئرلينڊ تي ستم ظاهري طور لائڊ جارج جي شڪل ۾ جاگيردارن بريا ڪيو آهي، جيڪي جنگ جي صدقي اقتدار تي قابض ٿي ويا آهن. استالن وڏيڪ لکي ٿو "سئزرلينڊ ۽ اتر آمريڪا ۾ جتي نہ جاگيرداري آهي ۽ نہ ڪڏهن رهي آهي. جتي اقتدار بنا ڪنهن ڀائيوار جي سرمائيدارن جي هٿن ۾ آهي، قوميتن آزاداڻي واڌ ويجهہ ڪئي آهي، جتي قومي جبر لاءِ ڪا جاءِ ڪين آهي." ليڪ آمريڪا جي نينگرو انڊين مهاجرن ۽ بينڪيت جي مسئلن کي بلڪل وساري ٿو ويهي.

هن مايوسي واري حد تائين ڇتڪي تجزئي سان جيڪو جمهوريت سان گڏ جاگيرداري جي هڪ گندي ٽڪراءَ تائين پهچي ٿو، نج لبرل سياسي نتيجا ڪڍيا ويا آهن. جاگيردار اشرافيہ کي سياسي منظر تان هٽائڻ ۽ ان کان اقتدار کسڻ جو مطلب قومي جبر جو خاتمو ڪرڻ ۽ قومي آزادي لاءِ ضروري حقيقي حالتون پيدا ڪرڻ آهن. استالن وڏيڪ اڳتي لکي ٿو، "جيستائين روسي انقلاب جي ڪاميابين جو لاڳاپو آهي، ان واقعي اهي حالتون پيدا ڪيون آهن" هتي اسان جو واسطو گهڻو ڪري ان موضوع تي منشويڪن جي طرفان لکيل هر شيءَ جي مقابلي ۾ سامراجي "جمهوريت" جي لاءِ هڪ وڏيڪ بااصول معذرت سان آهي، بلڪل اهڙي نموني جيئن خارجہ پاليسي جي سلسلي ۾ ڪامنيف سان گڏوگڏ استالن کي اميد هئي، تہ عبوري حڪومت سان پورهئي جي ورهاست جي ذريعي جمهوري امن جو ملڻ ممڪن آهي. اهڙي طرح داخلي پاليسيءَ ۾ ان کي شهزادي لوف Lvovo جي جمهوريت ۾ قومي آزادي جون "حقيقي حالتون" ملي ويون.

سچ اهو آهي، تہ آپيشاهي جي زوال پهريون ڀيرو ان ڳالهہ کي ظاهر ڪيو تہ نہ رڳو رجعتي جاگيردار بلڪ سموري لبرل سرمائيدار ۽ ان ڪانپوءِ سموري وچولي طبقي جي جمهوريت سان گڏوگڏ پورهيت طبقي جي مٿانهين محب وطن پرت بہ، قومي حقن جي حقيقي برابريءَ جي ڏاڍو خلاف هئي، يعني غالب قوم جي مراعتن جي خاتمي جي خلاف هئي، انهن جي سيني پروگرامن جو مقصد اعتدال پيدا ڪرڻ، ثقافتي منيون تڪيون ڏيڻ ۽ عظيم روسي غلبي کي لڪائڻ هيو. اپريل ڪانفرنس ۾ قومي سوال تي لينن جي ٺهراءَ جو بچاءَ ڪندي، اسٽالن رسمي طور تي هن ٿيسز کان شروعات ڪري ٿو "قومي جبر اهو نظام آهي...... اهي قدم جيڪي سامراجي حلقا کڻن ٿا". پوءِ هو سڌو سنئون ۽ لازمي طور اصل راهہ کان ڀٽڪي وڃي ٿو ۽ پنهنجي مارچ واري پوزيشن وري اختيار ڪري ٿو. ڪو بہ ملڪ جيترو وڌيڪ جمهوري هوندو آهي، ايترو قومي جبر ڪمزور هوندو آهي، ۽ ان جي ابتڙ (Vice versa)". هي ليکڪ جو پنهنجو پيش ڪيل خلاصو آهي ۽ لينن جي لکڻين مان ناهي ڪنيو ويو. اها حقيقت ساڳي طرح ان جي ننڍڙي سوچ ۾ اچڻ کان وڌي رهي ٿي، تہ "جمهوري برطانيہ" جاگيرداري ۽ ذات پات جي نظام واري هندوستان تي جبر ڪري رهيو آهي. اسٽالن اڳتي لکي ٿو:

"روس جي ڀيٽ ۾ جتي هڪ پراڻي جاگيردار اشرافيہ جو غلبو رهيو آهي، انگلينڊ، آسٽريا ۽ هنگري ۾ قومي جبر ڪڏهن بہ ڪنهن منظم قتل عام جي شڪل اختيار نہ ڪئي." جڏهن انگلينڊ ۾ ڪڏهن بہ جاگيردار اشرافيہ جو غلبو نہ رهيو آهي! جن هنگري ۾ اڄ تائين ان جو غلبو ناهي! تاريخي ارتقا جو مجموعي ڪردار جيڪو "جمهوريت" کي ڪمزور قومن تي جبر سان ٿاڦي ٿو اسٽالن لاءِ اهو هميشہ بند ڪتاب ئي رهيو.

روس جي قومين تي بدلي رياست هئڻ ان جي تاريخي طور پٺتي هئڻ جو نتيجو هيو. پر ڏتڙيل ۽ پٺتي پيل هئڻ هڪ منجهيل تصور آهي. جيڪو اڪثر طور متضاد آهي. ڏتڙيل ملڪ هڪ ئي جيترو مفاصلو رکندي. ترقي يافتہ ملڪن جي قدمن تي نتو هلي سگهي، عالمي معيشيت جي دور ۾ ڏتڙيل قومون سڏريل قومن جي دٻاءَ هيٺ ترقي جي عام زنجير سان ڳنڍجي، وچين مرحلن جي سمورن سلسلن مٿان ٽپ ڏئي ٿيون وڃن. ان ڪانسواءِ مضبوط سماجي شڪلين ۽ روايتن جي اٿهوند گهٽ ۾ گهٽ مخصوص حدن اندر...... پٺتي پيل ملڪ کي جديد ترين بين الاقوامي

ٽيڪنڪ ۽ بين الاقوامي فڪر لاءِ وڏيڪ موزون ۽ مناسب بنائي ٿي. پوءِ به ائين نه آهي، ته ان سبب پسماندگي، پسماندگي نٿي رهي. سچي ساري ارتقا متضاد ۽ گڏيل ڪردار واري بڻجي ٿي وڃي، تاريخي انتهائن جو غلبو ڪنهن به پنتي پيل قوم جي سماجي ڍانچي لاءِ مناسب آهي، جيئن سرمائيدارن جي وچولي قسم جي جوڙجڪ تي پنتي پيل توڙي سڌريل پورهيتن جو غلبو جنهن تحت هڪ طبقي جا فرض ٻئي تي اچي پون ٿا، قومي حوالي کان به قديمي دوَر جي باقيات جو خاتمو ڪرڻ پورهيتن جي ذميواري بڻجي وڃي ٿو.

هڪ يورپي ملڪ جي حيثيت سان ڏٺو وڃي، ته روس جي تاريخي طور اڻ سڌريل هئڻ جي سڀ کان اهم ڳالهه اها حقيقت آهي، ته ويهين صديءَ ۾ ان کي جبري ڍل (Land Rent) ۽ سماجي حدن ۽ ضابطن (The Pale) يعني هارپي واري غلامي ۽ يهود لوڙهن (Ghetto) تي ٻڌل ٻٽي بربريت کي ختم ڪرڻو پيو پر انهن فرضن کي پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي ارتقائي پسماندگي سبب روس نون ۽ بلڪل جديد طبقاتي پارٽين ۽ پروگرامن کي استعمال ڪيو. راسپوٽين جي تصورن ۽ طريقي ڪار جي خاتمي لاءِ ان کي مارڪس جي نظريي ۽ طريقہ ڪار جي گهرج هئي.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي، ته سياسي عمل سياسي نظريي جي پيٽ ۾ وڏيڪ ڏتڙيل رهيو ۽ ته تصورن جي پيٽ ۾ شين کي بدلائڻ وڏيڪ ڏکيو هوندو آهي، پر پوءِ به نظريي ئي عملي قدمن جي گهرجن کي اڳتي وڌايو. آزادي ۽ ثقافتي سونهن جي حاصل ڪرڻ خاطر قوميتون پنهنجي مقدر کي پورهيت طبقي سان جوڙڻ تي مجبور ٿي ويون ۽ ان لاءِ پاڻ کي سرمائيدار توڙي وچولي طبقي جي پارٽين جي قيادت کان آزاد ڪرڻو پين ۽ انهن کي تاريخي ارتقا جي راهہ ۾ هڪ وڏي ٻلانگهہ ڪٽڻي پئي. قومي تحريڪن جو انقلاب جي بنيادي عمل يعني اقتدار لاءِ پورهيت طبقي جي جدوجهد جي هيٺ هئڻ وارو ڪم تڙ تڪڙ ۾ نہ ٿيو پر ڪيترن ئي مرحلن ۾ ٿيو ان ڪانسواءِ مختلف علائقن ۾ مختلف انداز ۾ ٿيو. يوڪرائني، سفيد روسي ۽ تاتار پورهيت هاري ۽ سپاهي جيڪي ڪيرنسڪي، جنگ ۽ روسي ثقافتي غلبي جي خلاف هئا، پنهنجي قيادت جي سمجهوتي پرست هئڻ باوجود پورهيتن جي بغاوت جا اتحادي بڻجي ويا. معروضي حوالي کان بالشويڪن جو حامي هئڻ کان پوءِ اڳئين مرحلي ۾ هو شعوري طور بالشويڪن جي راهہ اپنائڻ تي مجبور ٿي پيا. فن لينڊ، ليٿويا، استونيا

۾ اهو وڌيڪ ڪمزور شڪل ۾ ٿيو. يوڪرائن ۾ قومي تحريڪ آڪٽوبر ۾ اهڙي نازڪ شڪل اختيار ڪري ورتي، جو پورهيت انقلاب جي ڪاميابي ڪي صرف ٻاهرين فوج جي مداخلت سان ئي روڪي پيو سگهجي. اوپر جي ايشيائي علائقن ۾ جتي قومي سجاڳي وڌيڪ پنتي پيل شڪل ۾ پيدا ٿي رهي هئي. اها درجي بدرجي ۽ گهٽي دير کان بعد ئي پرولتاريہ (پورهيتن) جي قيادت هيٺ اچي پئي سگهي رڳو ان وقت جڏهن پورهيت اقتدار تي قابض ٿي چڪا هجن. جيڪڏهن اوهان هن منجهيل ۽ متضاد عمل کي مجموعي طور ڏسو، تہ ان اٽڙ نتيجي تي پهچندوَ تہ قوميتن جو وهڪرو بہ زرعي وهڪري وانگي آڪٽوبر انقلاب جي درياءَ ۾ شامل ٿي رهيو هو.

عوام جو اڻ موٽ ۽ ناقابل مزاحمت طور تي سياسي، زرعي، قومي آزادي ۽ هارپ غلامي جهڙن اولين فرضن کان پورهيت انقلاب جي نعري طرف وڌڻ، تقريري احتجاجن، پهريان کڻ ئي رٿيل منصوبن يا انقلاب مسلسل جي نظرين جو نتيجو نہ هيو جيئن لبرل سمجهوتي پرست سمجهندا هيا. پر ان جو بڻ بنياد روس جو سماجي ڍانچو ۽ سڄي ساري عالمي صورتحال هئي. مسلسل انقلاب جي نظريي رڳو ان ارتقا جي مجموعي عمل کي مساوات Formula جي صورت ڏني.

هتي سوال رڳو اڪيلي روس جو ناهي، پنتي پيل قومي انقلاب جنهن اصول هيٺ پورهيت انقلاب جي تابع هوندا آهن، ان جو لاڳاپو ساري دنيا تي ٿئي ٿو. اوڻهويهين صدي ۾ جنگين ۽ انقلابن جو بنيادي مسئلو پيداواري قوتن لاءِ منڊيءَ (Market) جي فراهمي هيو. اسان جي صديءَ جو مسئلو پيداواري قوتن کي قومي حدن کان آزاد ڪرائڻ آهي، جيڪي انهن لاءِ هٿ ڪڙيون ۽ بيڙيون بڻجي چڪيون آهن. وسيع تر تاريخي حوالي کان اوير جا قومي انقلاب پورهيتن جي عالمي انقلاب جا اولين مرحلا آهن. بلڪل اهڙي نموني جهڙي طرح روس جون قومي تحريڪون سوويت ڊڪٽيٽرشپ لاءِ ڏاڪڻيون بڻيون هيون.

لينن زار شاهي روس جي ۽ سڄي دنيا جي محڪوم قومن جي ارتقا ۾ لڪل انقلابي قوت جو جنهن گهرائيءَ ۾ وڃي جائزو ورتو اهو ساراهہ جوڳو هيو. لينن ان امن پسنديءَ کي ڌڪار ۽ ڪروڌ جي نظر سان ڏسندو هيو. جيڪا جاپان طرفان چين کي غلام بنائڻ وارن جنگ ۽ چين طرفان پنهنجي آزادي واري جنگ جي هڪجهڙي نندا ڪندي هئي. هن موجب

سامراجي جبر مڙهڻ لاءِ وڙهي ويندڙ جنگين جي ابتڙ قومي آزادي جي جنگ صرف قومي انقلاب جي ئي هڪ شڪل هئي. جيڪا پنهنجا واري اچڻ تي عالمي پورهيت طبقي جي جدوجهد جي هڪ لازمي ڪڙي نهي پوندي هئي.

پوءِ بہ قومي جنگين ۽ انقلابن جي هن جائزي مان هرگز اهو مطلب نہ ورتو وڃي، تہ بينڪيتن ۽ نيم بينڪيتن جا سرمائيدار ڪو انقلابي مشن (Mission) رکندا آهن. ان جي ابتڙ پنتي پيل ملڪن جا سرمائيدار شروع کان ئي غير ملڪي سرمائي جا دلال هوندا آهن ۽ غير ملڪي سرمائي سان ساڙ يا حسد هوندي بہ انهن سدائين هر فيصلا ڪن صورتحال ۾ انهن جو ساٿ ڏنو آهي ۽ آئينده بہ ائين ئي ڪندا رهندا.

غير ملڪي ڪمپنين جا چيني ايجنٽ بينڪيتي سرمائيدارن جي ڪلاسيڪي شڪل آهن ۽ ڪومنتانگ ان دلالپڻي (Compradotism) جي ڪلاسيڪي پارٽي آهي. دانشورن سوڌو وچولي طبقي جا مٿيان پرت قومي جدوجهد ۾ هڪ سرگرم ۽ ڪڏهن ڪڏهن نهايت ئي ڀرپور حصو تہ ونن ٿا، پر اهي آزادانو ڪردار ادا ڪرڻ کان بلڪل وانجهيل آهن. رڳو پورهيت طبقو ئي قوم جي سربراهي ڪندي، ڪنهن قومي يا زرعي انقلاب کي ان جي منزل تائين پهچائي سگهي ٿو.

ڀهروپين ۽ سڀ کان وڌيڪ خود اسٽالن کان ٿيل سڀ کان وڏي غلطي اها آهي، تہ ان محڪوم قومن جي جدوجهد جي ترقي پسنداڻي تاريخي اهميت جي باري ۾ لينن جي تعليم مان اهو نتيجو ڪڍيو آهي، تہ بينڪيتي ملڪن جي بورجوازيءَ (سرمائيدارن) جي سر تي ڪنهن انقلابي فرضن جي ادائگي آهي. ڪنهن سامراجي عهد ۾ انقلاب جي مسلسل يا مستقل ڪردار کي سمجهڻ ۾ ناڪامي، ارتقا جي رستي جي ڪتابي ترتيب ڪاري، جيئري جاڳندي ۽ ڳنڍيل عمل کي ڪَٽي ڪري مرده مرحلن ۾ ورهائڻ ۽ فرض ڪرڻ، تہ اهي وقت جي حوالي کان اجا الڳ ٿلڳ آهن. اهي سڀ غلطيون اسٽالن کي جمهوريت جي بي هودي خيال پرستاڻي تصور يعني ”جمهوري آمريت“ تائين وٺي آيون. جنهن جو ڪو حقيقي وجود ڪونہ آهي، ڇو جو يا تہ سامراج جي ڊڪٽيٽرشپ هوندي يا پورهيتن جي جمهوريت هوندي. اسٽالن جا پوئلڳ گروپ ان رستي تي هلندي، قومي سوال تي لينن جي پوزيشن کان بلڪل الڳ ٿي چڪا آهن ۽ چين ۾ پنهنجي تباهہ ڪن پاليسيءَ تي عمل پيرا آهن.

آگسٽ 1927ع ۾ اپوزيشن (ٽراٽسڪي، راڪوفسڪي ۽ ٻين ڪامريڊن) سان ٽڪراءَ وقت، بالشويڪن جي سينٽرل ڪميٽيءَ جي هڪ مڪمل اجلاس ۾ اسٽالن چيو ته ”سامراجي ملڪن ۾ انقلاب هڪ شئي آهي، اتي سرمائيدار انقلاب جي سيني مرحلن دوران رد انقلابي هوندا آهن. بينڪي ۽ محڪوم ملڪن ۾ انقلاب اجا ڪجهه ٻي شيءِ هوندو آهي، اتي قومي سرمائيدار هڪ طئه ٿيل مرحلي ۽ طئه ٿيل تاريخ تي سامراج خلاف پنهنجي ملڪ جي انقلابي تحريڪ جي حمايت ڪري سگهن ٿا.“

هتي اسٽالن اجايو يان يان ڦايان ڪندي نظر اچي ٿو جنهن جو واحد سبب خود اعتمادي جي کوٽ آهي. بينڪي سرمائيدار کي اهي خوبيون عطا ڪري رهيو آهي، جن سان ان مارچ ۾ روسي سرمائيدار کي نوازيو هيو. اسٽالن جي موقعي پرستي پنهنجي باطني توڙي ظاهري نوعيت جي پوئواري ڪندي، ڪشش ثقل جي اصول وانگي هر قسم جي رستن تان گذرندي، هڪ ئي طرف سفر ڪري ٿي. هتي نظري يا متاڇرن دليلن جي چونڊ صرف حادثاتي معاملو آهي.

عبوري حڪومت جي باري ۾ پنهنجي مارچ جي جائزي ۾ چين جي ”قومي“ حڪومت ڏانهن منتقليءَ جو نتيجو هي نڪتو ته اسٽالن ٽن سالن تائين ڪو منتانگ جو ساٿ ڏنو. اها پاليسي هڪ اهڙي هاجي تي اچي پوري ٿي، جيڪو جديد تاريخ جي خوفناڪ ترين حقيقتن مان هڪ آهي. هنن بالشوزم جي گهٽ درجي وارن نقالن، ڪنهن وفادار خادم جي حيثيت سان 11 اپريل 1927ع تائين چيني سرمائيدارن جو ساٿ ڏنو، يعني جڏهن شنگهائي جي پورهيتن جو پوائنتو قتل عام ڪيو ويو. تڏهن اسٽالن چيانگ ڪائي شيڪ سان پنهنجي ياراڻي جو جواز ان نموني پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ”اپوزيشن جي بنيادي غلطي هن حقيقت ۾ لڪل آهي، ته اها روس ۾ 1905ع واري انقلاب کي جيڪو ٻين قومن کي محڪوم بڻائي رکڻ واري سامراجي ملڪ ۾ برپا ٿيو هيو چين جي انقلاب سان ملائي ٿي. جيڪو پاڻ هڪ محڪوم ملڪ آهي“..... اسٽالن جي حوالي کان به اها ڳالهه حيران ڪندڙ آهي، ته هن ڪڏهن به نه سوچيو ته روسي انقلاب کي ”ٻين قومن تي جبر ڪندڙ قوم“ جي انقلاب جي حوالي سان نه ڏسي، پر روس جي انهن ٻين قومن جي تجربن واري نقطئي نظر سان ڏسي، جن چينين جي مقابلي ۾ ڪو گهٽ ظلم نه سٺو هيو.

روس جي پيش ڪيل انهن وسيع تجربن مان جيڪي ان ڪي پنهنجي ٽن انقلابن دوران حاصل ٿيا آهن, اوهان کي هڪ ڪانسواءِ باقي هر قسم جي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ملندي يعني اها جنهن ۾ ڪنهن محڪوم قوم جي سرمائيدارن پنهنجي قوم جي سلسلي ۾ ڪو آزاداڻو ڪردار ادا ڪيو هجي. هر سرحدي خطي جو سرمائيدار طبقو جنهن چاهي جيڪو بہ روپ ڌاري رکيو هجي, پنهنجي ارتقا جي هر مرحلي تي اڻتر طور تي مرڪزي بينڪن, ٽرسٽن ۽ واپاري ادارن جو محتاج هيو. هي طبقو پنهنجي جوهر جي حوالي کان ڪل روسي سرمائي جو دلال هيو. جنهن بورجوازيءَ کي روسي غلبي واري تحريڪ جي حڪم هيٺ ۽ لبرل ٽوڙي جمهوري دانشورن جي وسيع پرتن کي سرمائيدارن جي تابع ڪيو ٿي. جنهن سرحدي علائقي جو سرمائيدار طبقو جيترو وڌيڪ "پڪو پختو" هوندو آهي. اوترو ئي گهڻو اهو رياستي مشينريءَ سان جڙيل هوندو آهي. گڏيل طور محڪوم قوم جو سرمائيدار طبقو حڪمران سرمائيدار سان تعلق جي حوالي کان اهوئي ڪردار ادا ڪندو هيو. جهڙو رياستي سرمائيدار عالمي مالياتي سرمايي سان تعلق جي حوالي کان ڪندو آهي. تڪرارن ۽ محتاجين جي منجهيل سلسلي بغاوت لاءِ تيار ٿيندڙ عوام خلاف جدوجهد ۾ انهن تنهي جي بنيادي اتحاد کي هڪ ڏينهن لاءِ بہ ختم ڪونہ ڪيو.

رد انقلاب (1907_1917) جي دور ۾ جڏهن قومي تحريڪن جي قيادت مقامي سرمائيدارن جي هٿن ۾ هئي. اهي روسي مطلق العناني سان عملي سمجهوتي جي باري ۾ روسي آزاد خيالن کان بہ وڌيڪ کلي ڪري ڳالهہ ڪندا هيا. پولش, بالٽڪ, تاتار, يوڪرائني ۽ يهودي سرمائيدار طبقا سامراجي حب الوطني جي ڏيکاءَ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ جي ڪوشش ڪندا هيا. فيبروري انقلاب کان پوءِ انهن آئيني جمهوريت پسندن (Kadets) پنيان پناهہ ورتي يا آئيني جمهوريت پسندن (Kadets) وانگي پنهنجي قومي سمجهوتي پرستن جي پنيان. سرحدي قومن جي سرمائيدار طبقي 1917ع جي سرءُ جي موسم ۾ عليحدگي پسنديءَ جي راهہ اختيار ڪئي, قومي ڌاڍ خلاف جدوجهد لاءِ نہ پر وڌندڙ پورهيت انقلاب خلاف جدوجهد لاءِ, مجموعي طور تي محڪوم قوم جي بورجوازيءَ انقلاب جي خلاف عظيم روسي سرمائيدار طبقي جي مقابلي ۾ ڪنهن گهٽ جارحاڻي رويي جو مظاهرو نہ ڪيو.

تنهن هوندي بہ تنهي انقلابن جي عظيم الشان تاريخي سبق انهن واقعن ۾ حصو وننڌڙن مان ڪيترن ئي ماڻهن جي ذهنن تي ڪي نقش ڪونہ ڇڏيا، خاص ڪري اسٽالن جي ذهن تي. بينڪيتي قومن اندر طبقن وچ ۾ هم آهنگي جو سمجهوتي پرستاڻو يعني وچولي طبقي جو تصور جنهن 1927_1925 جي چيني انقلاب کي قتل ڪيو نقالن هٿان ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي پروگرامن ۾ بہ شامل تي ويو آهي. جنهن سان هي پروگرام ان سيڪشن ۾ اوير جي محڪوم قومن لاءِ رڳو ڪنهن ٿندي طور تبديل ٿي رهجي ويو آهي.

قومي سوال تي لينن جي پاليسيءَ جي حقيقي ڪردار کي سمجهڻ لاءِ بهتر اهو ٿيندو تہ ابتڙ ڏسڻ (Contrast) جو طريقہ ڪار اختيار ڪندي، ان جي ڀيٽ آسٽريا جي سوشل ڊيموڪريٽن جي پاليسيءَ سان ڪئي وڃي. بالشوازم ان مفروضي کي پنهنجو بنياد بڻايو تہ قومي انقلابن جو هڪ سلسلو شروع ٿيندو جيڪو ڪيترن ئي ڏهاڪن تائين هلندو ۽ ان باري ۾ سرواڻ پورهيتن کي هدايتون جاري ڪيون. ان جي ابتڙ آسٽريا جي سوشل ڊيموڪريسيءَ غلاماڻہ انداز ۾ حڪمران طبقن جي پاليسيءَ جي سلسلي ۾ مفاهمت جي راهہ ورتي. ان آسٽرو – هنگيرين بادشاهت هيٺ قومن جي جبري گڏيل شهريت جو دفاع ڪيو ۽ گڏوگڏ انهن مختلف قوميتن جي پورهيتن جي انقلابي اتحاد جي حصول ۾ بلڪل نااهليءَ جو ثبوت ڏيندي، انهن کي پارٽي ۽ ٽريڊ يونين ۾ بند ڪري ڇڏيو جيڪي گهٽو ڪري ورهايل هيون. هيپس برگ گهراڻي جو هڪ اعليٰ تعليم يافتہ اهلڪار ڪارل ريز هيپس برگ، شاهي گهراڻي جي حڪمراني کي نئين سر جواني عطا ڪرڻ لاءِ، آسٽرو مارڪسزم جي علمي خزاني کي اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو. ايتري تائين جو هو هڪ ڏينهن آسٽرو – هنگيرين بادشاهت جو ٻي يارو مددگار نظريي دان بڻجي رهجي ويو. جڏهن مرڪزي سلطنتون ڪچليون ويون، تہ هيپس برگ گهراڻي هڪ دفعو ٻيهر پنهنجي اقتدار اعليٰ تحت خودمختيار رياستون قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. آسٽريائي سوشل ڊيموڪريسيءَ جو آفيشل پروگرام جيڪو شهنشاهيت جي دائري ۾ رهندي، پرامن ارتقا جي مفروضي تي ٻڌل هيو هاڻ هڪ گهڙي اندر بذات خود شهنشاهيت جو پروگرام بڻجي ويو جيڪا چار سال جنگ جي خوفناڪ غلاظت سان ڀريل هئي، پر اها ڪَٽيل (زنگيل) زنجير جنهن ڏهن قومن کي ٻڌي رکيو هيو ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. آسٽريا هنگري داخلي

مرڪز مخالف لاڙڻ سبب ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا، جن کي مارسيلز جي جراحت سان هٿي ملي هئي. نين رياستن جي جوڙجڪ تي ۽ پراڻين رياستن کي نئين سر اڏيو ويو. آسٽريا جا جرمن هڪ اونهي کاهي مٿان لٽڪي رهيا هئا. هاڻ انهن جو مسئلو بين قومن کي قابو ڪرڻ نہ پر پاڻ کي غير ملڪي غلاميءَ واري لعنت کان محفوظ رکڻ هيو. آٽو باير آسٽريائي ڊيموڪريسي جي ”ڪابي ڌر“ واري ڌڙي جي نمائندگي ڪندي، قومي حق اراديت جو فارمولو پيش ڪرڻ لاءِ ان کي هڪ مناسب وقت خيال ڪيو. اهو پروگرام جيڪو گذريل ڏهاڪن دوران هيپس برگ جي گهراڻي ۽ حڪمران سرمائيدارن خلاف پورهيتن جي جدوجهد کي هٿي ڏئي ها، اهو هاڻ هڪ اهڙي قوم جي پنهنجي بچاءُ واري هٿيار طور اڳيان آندو ويو جيڪا ڪالهہ تائين غالب هئي. اڄ ان کي آزادي ماٽينڊڙ سلاوڪ Slavic قومن طرفان خطرو سامهون هيو. بلڪل اهڙي نموني جيئن آسٽريا جي سوشل ڊيموڪريسيءَ جو اصلاح پسنداڻو پروگرام اڪ چنپ ۾ اهو ڪک بنجي ويو هو جنهن جو بادشاهت سهارو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. اهڙي طرح حق خوداراديت جو هي فارمولو جنهن کي آسٽريائي مارڪسسٽن خصي ڪري ڇڏيو هيو. هاڻ اهو جرمن سرمائيدارن جي ڊانوان ڊول ٻيڙيءَ کي بچائڻ لاءِ لنگر جو ڪم ڪري رهيو هيو.

جڏهن معاملو بلڪل انهن جي هٿن مان نڪري چڪو هيو تہ 3 آڪٽوبر 1918ع تي جرمن پارليامينٽ (Reichstag) جي سوشل ڊيموڪريٽڪ ميمبرن کلي دل جو مظاهرو ڪندي، اڳوڻي سلطنت جي قومن جي حق خوداراديت کي ”مڃي“ ورتو. 4 آڪٽوبر تي سرمائيدار پارٽين پڻ حق خوداراديت کي قبول ورتو. اهڙي طرح آسٽرو جرمن سامراجين تي هڪ ڏينهن جي برتري حاصل ڪرڻ کانپوءِ سوشل ڊيموڪريٽن انتظار جي پاليسي ٻيهر اختيار ڪئي، ڇو تہ اهو نہ پيو چئي سگهجي، تہ صورتحال ڪهڙو رخ اختيار ڪندي، ۽ ولسن وري ڇا چوندو؟

13 آڪٽوبر تي فوج ۽ بادشاهت جي فيصلائتي طور ڊهڻ کانپوءِ ئي جڏهن آٽو باير جي لفظن ۾ اها صورتحال پيدا ٿي، جنهن لاءِ اسان جو قومي پروگرام بنايو ويو هو آسٽريائي مارڪسسٽن حق خوداراديت جو سوال عملي طور تي اٿاريو سچ تہ اهو هيو تہ انهن وٽ هاڻ وڃائڻ لاءِ ڪجهہ ڪين هيو. باير ڏاڍو صفائي سان اها وضاحت ڪري ٿو بين قومن تي پنهنجي حاڪميت جي خاتمي کانپوءِ جرمن قومي سرمائيدار

سمجهندا هئا. تہ اهو تاريخي فرض هاڻ ختم ٿي چڪو آهي. جنهن جي خاطر انهن مادر وطن کان رضاڪاراڻي جدائي جو ڏک سنو هيو. هي نئون پروگرام ان لاءِ شروع نہ ڪيو ويو هيو تہ محڪومن کي ان جي ضرورت هئي، بلڪ ان لاءِ تہ اهو جابرن لاءِ خطرناڪ ڪونہ رهيو هو.

ملڪيت جا مالڪ طبقا تاريخي طور ڏکيائن جو شڪار هئڻ ڪانپوءِ قومي انقلاب کي قانوني طور تسليم ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا ۽ آسٽريائي مارڪسسٽن انقلاب کي نظرياتي طور جائز قرار ڏيڻ لاءِ ان موقعي کي مناسب خيال ڪيو انهن چيو تہ، اهو هڪ پختو انقلاب هيو بروقت ۽ تاريخي اعتبار کان تيار...... بهرحال هاڻ اهو ختم ٿي چڪو آهي، هتي سوشل ڊيموڪريسيءَ جو جوهر اسان جي اڳيان ائين موجود آهي، جيئن هٿ جي ترِيءَ تي رکيل هجي.

سماجي انقلاب جي ڳالهہ بلڪل ٻي هئي، جنهن کي ملڪيتي طبقن طرفان مڃتا ڏيڻ جي ڪا اميد ڪونہ هئي، ان کي ملتوي ڪرڻ، ان سان غداري ڪرڻ ۽ شان و شوڪت کان محروم ڪرڻ ضروري هيو. جيئن تہ سلطنت پنهنجي ڪمزور ترين يعني قومي ڪڙيءَ کان ٽٽل هئي، ان لاءِ آٽو باير انقلاب جي ڪردار جي حوالي کان هيٺيون نتيجو اخذ ڪيو تہ هي ڪنهن بہ نموني سماجي نہ هيو بلڪ قومي انقلاب هيو. در حقيقت تحريڪ جي اندر شروع کان ئي گهرو سوشل انقلابي مواد موجود هيو ان جي "خالص قومي ڪردار" جو اندازو ان حقيقت کان ٿي ٿو وڃي، تہ آسٽريا جي ملڪيتي طبقن، اتحادين کي ڪلي عام دعوت ڏني، تہ اهي انهن جي پوري فوج کي قيدي بنائين. جرمن سرمائيدارن اطالوي جرنل کي منٿون ايلاز ڪيا، تہ هو اطالوي سپاهين سان گڏ ويانا تي قبضو ڪري وٺي.

بيهودي ۽ نمائشي وڏائي ذريعي انقلابي عمل مان قومي هيئيت کي سماجي مواد کان ائين الڳ ڪيو ويو جڻ تہ اهي الڳ الڳ تاريخي مرحلا هجن. اسان کي هتي ائين ڏسڻ ۾ ٿو اچي، تہ آٽوباير ڪيتريُ قدر اسٽالن جي ويجهو آهي! هن جي منزل انتها درجي جي افاديت پسندي هئي. ان جو مقصد سماجي انقلاب جي خطري جي خلاف سرمائيدارن جي جدوجهد ۾ سوشل ڊيموڪريسيءَ جي تعاون جو جواز فراهم ڪرڻو هيو.

جيڪڏهن اسان مارڪس جي هن فارمولي کي اختيار ڪريون، تہ انقلاب تاريخ جا لوڪوموٽو انجڻ Locomotive Engine آهن، تہ آسٽريائي مارڪسزم جي حيثيت بريڪن جهڙي آهي. بادشاهت جي

حقيقي طور ڏهڻ ڪانپوءِ بہ جڏهن سوشل ڊيموڪريسيءَ کي حڪومت ۾ شرڪت جي دعوت ڏني وئي، تہ اها اهو فيصلو ڪرڻ کان قاصر هئي، تہ پراڻي هيپس برگ وزارت کان الگ ٿئي يا نہ. ”قومي“ انقلاب پاڻ کي پراڻن وزيرن کي سگهہ ڏيڻ واري غرض کان اسٽيٽ سيڪريٽري مهيا ڪري ڏيڻ تائين محدود رکيو. صرف ۹ آڪٽوبر کان پوءِ جڏهن جرمن انقلاب Hohenzollerns شاهي گهراڻن کي ڪٽي ٻاهر ڦٽو ڪري چڪو هيو. آسٽريائي سوشل ڊيموڪريٽن اسٽيٽ ڪائونسل آڏو رٿ پيش ڪئي تہ هڪ جمهوريہ جو اعلان ڪيو وڃي. هنن پنهنجي سرمائيدار ساٿين کي بہ ڏمڪائي ڪري ان ۾ شامل ڪيو. جيڪي عوام جي تحريڪن سبب ڏڪي رهيا هئا. غير دانشمندائي ٽوڪ ڪندي، آٽو باير لکي ٿو ”ڪرسچن ڊيموڪريٽ جيڪي 9 ۽ 10 نومبر تائين بادشاهت جا طرفدار هئا، تن 11 نومبر تي مزاحمت مان هٿ ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو..... ”سوشل ڊيموڪريٽن کي هڪ بليڪ هنڊريڊ بنياد پرست جنوني (Black hundred Monarchy) پارٽي تي پورن ٻن ڏينهن جي سرسي حاصل هئي! رد انقلابي ضد ۽ بي حيائي اڳيان انساني جرئت ۽ همت جا سڀ قصا ڦڪا ٿي ٿا وڃن. آسٽريائي سوشل ڊيموڪريسيءَ کي ارادن جي ابتڙ انقلاب جي شروع کان ئي خودڪار طور تي قوم جي سربراهي ڪرڻي پئي، جيئن روسي منشويڪن ۽ سوشل انقلابين سان ٿيو هو انهن وانگيان هنن کي بہ پنهنجي طاقت مان خوف هيو. گڏيل حڪومت ۾ سوشل ڊيموڪريٽن هر ممڪن ڪوشش ڪئي، تہ انهن کي گهٽ ۾ گهٽ جاءِ ملي. آٽوباير ان جي وضاحت هيئن ٿو ڪري، ”سوشل ڊيموڪريٽن طرفان پهريائين پهريان حڪومت ۾ رڳو معمولي شرڪت جي گهر جو سبب، بنيادي طور تي انقلاب جو خالص قومي ڪردار هيو“ انهن ماٺهن اقتدار جي سوال جو فيصلو قوتن جي حقيقي گڏيل تعلق جي بنياد تي يا انقلابي تحريڪ جي قوت يا حڪمران طبقن جي ڏيوالپڻي يا پارٽي جي اثر رسوخ جي بنياد تي نہ. پر ”خالص قومي انقلاب“ واري معمولي گهٽيا ڪتابي ليبل جي بنياد تي ڪيو. جنهن کي ڪنهن سيڪڙات واقعن جي حقيقي رخ تي چنبڙائي ڇڏيو.

ڪال ريز طوفان رڪجڻ تائين اسٽيٽ ڪائونسل جي هيڊ سيڪريٽري جي عهدي تي فائز رهيو. ٻيا سوشل ڊيموڪريٽ آفيس جي ميزن هيٺان لڪي ويا. پر عوام ان اخروٽ جو قومي ڪوپو ڪائي مطمئن نہ

ٽيو جنهن جو مغز آسٽرو مارڪسسٽ سرمائيدارن لاءِ بچائي رکي رهيا هئا. پورهيتن ۽ سپاهين سرمائيدار وزيرن کي ڌڪا ڏئي ٻاهر ڪڍيو ۽ سوشل ڊيموڪريٽن کي ميزن جي هيٺان کان نڪرڻ تي مجبور ڪيو. بيمثال نظريي دان ان جي به وضاحت ڪري ٿو. "رڳو ايندڙ ڏينهن ۾ رونما ٿيندڙ واقعن قومي انقلاب کي سماجي انقلاب ڏانهن ڌڪي ڪري حڪومت اندر اسان جي وزن ۾ واڌارو آڻي ڇڏيو." آسان زبان ۾ ان جو ترجمو ائين ٿو ڪري سگهجي، ته عوام جي حملي ئي سوشل ڊيموڪريٽن کي گيسيون پارائي ميزن جي هيٺيان کان ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪيو.

پر انهن پنهنجي عادت کي گهڙي کن لاءِ به تبديل نه ڪيو اهي اقتدار ۾ ته اچي ويا، پر صرف ان لاءِ ته "رومانويت" ۽ "مهم جوئيءَ" جي خلاف جنگ شروع ڪري سگهن. هي نموني باز انهيءَ سماجي انقلاب کي انهن ئي لقبن سان نوازي رهيا هئا. جنهن حڪومت جي اندر هنن جي وزن ۾ واڌارو آندو هيو. جيڪڏهن انهن آسٽرو مارڪسسٽن 1918ع ۾ پورهيتن جي انقلابي رومان پرستيءَ کان Vinna kreditaustall کي بچائڻ جو تاريخي فرض ڪاميابي سان نڀايو ته ان جو واحد سبب اهو هيو ته انهن کي هڪ حقيقي انقلابي پارٽي جي طرفان ڪنهن رنڊڪ کي منهن ڏيڻو نه پيو هيو. مختلف قوميتن تي ٻڌل ٻنهي رياستن آسٽريا ۽ هنگريءَ جي هاٺوڪي تقدير بالشوازم ۽ آسٽرو مارڪسزم جي وچ واري فرق تي ٺپو هڻي ڇڏيو آهي. لينن پندرهن سالن جي عرصي تائين "عظيم روس" جي سيني صورتن خلاف سختي سان ٽڪراءُ ۾ رهيو ۽ سيني محڪومن قومن جو زار جي سلطنت کان ڌار ٿيڻ واري حق جي تبليغ ڪندو رهيو. بالشويڪن تي الزام لڳايو ويندو هيو ته اهي روس کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ پويان آهن. پر قومي مسئلي تي ان جرئت منداڻي انقلابي فارمولي جي ڪري بالشويڪ پارٽيءَ زار شاهي روس جي ننڍين ۽ محڪوم قومن جو اڻ ٽٽ اعتماد حاصل ڪري ورتو. اپريل 1917ع ۾ لينن چيو ته جيڪڏهن يوڪرائينين ڏنو ته اسان وٽ هڪ سوويت جمهوريه آهي، ته اهي الڳ نه ٿيندا، پر جيڪڏهن اسان وٽ هڪ Miliukov آمر جمهوريه بڻي، ته اهي الڳ ٿي ويندا. ان سلسلي ۾ هو سچو ثابت ٿيو. تاريخ قومي سوال تي ٻن پاليسين جو هڪ اهڙو جائزو پيش ڪيو آهي، جنهن جو ڪو مٽ نه آهي. آسٽريا هنگري جنهن جي پورهيتن جي تربيت هڪ ڊڄڻي ۽ بزدلاڻي پاليسي هيٺ ٿي هئي، هڪ زبردست اٿل پٿل ۾ وکري

رهجي ويو. ان ڪانسواءِ هن عمل ۾ اڳواٽي گهٽو ڪري قومي حصن ۽ سوشل ڊيموڪريٽ پارٽي جي هٿن ۾ رهي. روس ۾ زار ازم جي ڪنڊرن تي قوميتن تي ٻڌل هڪ نئين رياست وجود وٺي چڪي آهي ۽ بالشويڪ پارٽيءَ معاشي ۽ سياسي ٻنهي حوالن کان انهن کي پاڻ ۾ جوڙي ڇڏيو آهي.

اڳتي هلي ڪري سوويت يونين جو انجام ڪهڙو ٿيندو ٿئي...... ۽ هاڻ ٻه هي ڪا پرسڪون پناهه گاهه نه رهي آهي..... لينن جي قومي پاليسي کي انسانيت جي ابدي خزانن ۾ پنهنجو مقام ملي ويندو. (ٽراٽسڪي)

ضميمو ـ 3

# ڪالاباغ ڊيم - پاڻي يا رُڃ؟

پاڪستاني رياست جي ناڪاميءَ جو هڪ ٻيو ثبوت ڪالاباغ ڊيم وارو مسئلو بہ آهي. جنهن کي رياست نہ حل ڪري سگهي ٿي ۽ نہ ئي ختم ڪري سگهي ٿي. ڇاڪاڻ تہ هن ڊيم بابت هي رياست نہ قانوني ۽ سياسي اٿارٽي رکي ٿي ۽ نہ ئي معاشي سگهہ اٿس. جو اها پنهنجي ٻل تي ڊيم جوڙي سگهي. تنهنڪري رياست ڄاڻي ٻجهي هن ڊيم جي هڪ نان اشوءَ کي اشوءَ طور اياريندي رهندي آئي آهي ۽ ماضيءَ ۾ تن ڏهاڪن کان پاڪستاني حڪمران وقت بہ وقت هن نان اشوءَ تي پنهنجي سياست چمڪائيندا رهيا آهن. پيپلز پارٽي پاران هن ڊيم لاءِ رقمون رکيون، بعد ۾ هن ڊيم مخالفت ۾ وڏا ڊرٽا بہ هنيا. نوازشريف بہ ڪيترا ڀيرا هن ڊيم جي مخالفت ڪئي ۽ ٻہ ڀيرا ڊيم ناهڻ جو باضابطہ اعلان بہ ڪيو. پرويز مشرف بہ ابتدا ۾ هن ڊيم کي تڪراري اشو قرار ڏيئي پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ 2005ع ۾ هر حالت ۾ اهو ڊيم ناهڻ جو اعلان ڪيو. جڏهن تہ موجوده پ پ سرڪار بہ اقتدار تي ويهڻ وقت ڊيم اڏڻ کان انڪار ڪيو ۽ هاڻ وري صوبن جي رضامنديءَ واري ڳالهہ پئي ورجائي. مطلب تہ جڏهن بہ حڪمرانن کي پنهنجي حڪمراني ۾ ڊيگهہ ڏيارڻ يا ملڪ جي عوام ۾ جرئت پيدا ٿيڻ جي ڪا صورت سامهون ايندي آهي تہ. حڪمران يڪدم هن مئل اشوءَ کي صرف هڪ ڪاغذي اعلان ذريعي جيئرو ڪري ونندا آهن، تہ جيئن اهي پاڻ دولت جي ڦرلٽ جاري رکي سگهن ۽ 21 صديءَ جي ترقي يافتہ دؤر ۾ بہ عوام بک، بدحالي، بيروزگاري، بيماري ۽ غربت جون اذيتون سهندو رهي. ٿورن لفظن ۾ حڪمرانن جي هن پاليسيءَ کي 'ويڙهايو ۽ حڪمراني ڪريو' واري سامراجي پاليسي بہ چئي سگهجي ٿو.

ڪالاباغ ڊيم منصوبي مطابق 170 ميل ڊگهو هوندو ان ۾ 6.65 ملين ايڪڙ فٽ (M.A.F) پاڻي جي استعمال ۽ ذخيري جي گنجائش هوندي. ڪالاباغ ڊيم اڏيندڙن جي اها بہ دعويٰ آهي، تہ ان سان ميانوالي، خوشاب ۽ جهلم جي 3,71000 ايڪڙ غير آباد زمين آباد ٿيندي. ان سان 3600 ميگاواٽ بيحد سستي بجلي بہ ٺهندي، واپڊا اهلڪارن جو اهو بہ چوڻ آهي، تہ ڪوٽڙي کان سمنڊ تائين 10 ايم اي ايف گهربل پاڻي جي وهڪري تي ڪو بہ فرق نہ پوندو. انهن جو چوڻ آهي، تہ ذخيرو ڪيل 90 سيڪڙو پاڻي رڳو ٻوڏ جي 100 ڏينهن ۾ حاصل ڪري سگهجي ٿو. جڏهن تہ ان جو استعمال سڄو سال جاري رهندو آهي. انهن موجب 24 ايم اي ايف پاڻي اجايو سمنڊ ۾ وڃي ٿو. انهن جو اهو بنيادي دليل آهي، تہ وڌندڙ آباديءَ جي ضرورتن لاءِ وڏيڪ ايراضي کي آبادي لائق بنائڻ ضروري آهي ۽ سستي بجليءَ جي فراهمي لاءِ بہ ڪالاباغ ڊيم ۽ ٻين ڊيمن کي بنائڻ لازمي آهي. ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت ڪندڙ سنڌين ۽ پختونن جا مختلف شڪ شبها آهن. مثال طور سنڌين کي اهو انديشو آهي، تہ پهريائين کان ئي پاڻي جي کوٽ جو شڪار سنڌ کي هي ڊيم بلڪل برپٽ بنائي ڇڏيندو. جڏهن تہ پختونن کي اهو خطرو آهي، تہ نوشهرا سميت سرحد جو ڪافي سارو علائقو سم جي پاڻي ۾ ٻڏي ويندو. سنڌي ماهرن جو ٻيو چوڻ آهي، تہ سنڌودرياءَ ۾ ايترو پاڻي ئي ناهي، جو ان کي اجا بہ ذخيرو ڪري سگهجي. اهڙي طرح ماضيءَ ۾ پنجاب طرفان پاڻي چوري ڪرڻ جي شڪايت بہ ڪئي ٿي وڃي. سنڌودرياءَ ۾ پاڻي جي کوٽ ڪري ڪارو ساموندي پاڻي جر جي پاڻي ۾ ملي ويو آهي، جنهن ڪري جر جو پاڻي بہ ڪارو ٿي ويو آهي. جڏهن تہ واپڊا جو چوڻ آهي، تہ هر سال ڪوٽڙي کان هيٺ MAF39 پاڻي گذري ٿو. پختون ماهرن کي اهو بہ خدشو آهي، تہ ڊيم جي ويڪر سان سرحد ۾ وڏي پيماني تي سم ۽ ڪلر ڦهلجي ويندو. جنهن سان ڪوڙ ساري زمين برپٽ بڻجي ويندي. انهن کي اهو بہ خطرو آهي، تہ پاڻي جي اِيڏي وڏي ذخيري جي ويڪر سبب ڪابل درياءَ جي وهڪري ۾ بہ ڊرائي اچي ويندي. جڏهن تہ اڳ ئي افغانستان ۾ ٻيلن جي انڌاڌنڌ ڪٽائي ڪري ڪابل درياءَ مٽي سان ڀرجي ويو آهي. اهڙي طرح اها مٽي پشاور چارسده ۽ نوشهره ۾ زمين جي بربادي جو باعث بڻجندي.

اڳ ئي تربيلا مان پاڻي رسڻ جي سبب مردان ۽ صوابي جي زرخيز زمين سم سبب بنجر بڻجي وئي آهي. انهن زمين مان سم کي ختم ڪرڻ

واري اربين روپين جي پروجيڪٽ (SCARPC) هيٺ نڪرندڙ سم واري پاڻي جو وهڪرو ڊيم سبب بند ٿيڻ جو خطرو آهي. سالٽ رينج سان سلهاڙيل هئڻ ڪري ڪالاباغ ڊيم مان هيٺ پاڻي سمڻ بدران ڪنارن جي طرف سمندو جنهن سان ڪوهاٽ، لڪي ۽ ڪرڪ ضلعن ۾ پيئڻ جو مٺو پاڻي بہ کارو ٿي ويندو.

انهن اعتراضن کان علاوه اها بہ هڪ حقيقت آهي، تہ وڏن ڊيمن جي اڏاوت سان هزارين لکين ماڻهو بي گهر بہ ٿين ٿا. تربيلا ڊيم جي تعمير سان 96000 هزار ماڻهو بي گهر ٿيا هئا. انهن جي آبادڪاري لاءِ 1978ع ۾ 1.107 ارب روپين جي خرچ سان ٿي نئيا شهر اڏيا ويا هئا. پر انهن مان اڪثر ماڻهو هن ساري عمل مان ناخوش رهيا. ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت سان بي گهر ٿيڻ وارن لاءِ اهڙا 47 نئيا شهر اڏڻ گهرجن.

اهڙي طرح ٽيڪنيڪي ۽ سياسي طور تي ٻنهين ڌرين کان ڪالاباغ ديم جي مسئلي تي دليل اچي رهيا آهن ۽ ايندا رهندا. پر اهي هڪ خاص سياسي سماجي ۽ اقتصادي نظام جي دائري تائين محدود آهن ۽ جيئن تہ سرمائيداڻو نظام بذات خود تاريخي طور رد ٿي چڪو آهي، ان لاءِ هن نظام ۾ رهندي، مختلف طريقن ۽ سڌارن ذريعي بهتريءَ جون ڪوششون نہ ڪامياب ٿيون آهن، ۽ نہ ٿي ٿينديون يا ٿي سگهنديون. هر نظام ۾ رائج الوقت سياسي ۽ معاشي نظام کي سامهون رکندي، وڏي پيماني تي ترقياتي منصوبا بنائي سگهجن ٿا ۽ انهن تي عمل بہ ٿي سگهي ٿو پر ڪالاباغ ڊيم جي بحث جو سڀ کان وڏو الميو اهو آهي، تہ حڪومت ۽ مخالف ڪندڙن جي سوچ صرف هن نظام تائين ئي محدود آهي، ان لاءِ هنن جا تجزيا وڏن ديو جيڏن مسئلن جي حل لاءِ ناقابل عمل آهي.

ڪالاباغ ڊيم جو پهريون تصور 1953ع ۾ پيش ڪيو ويو هيو پوءِ جنرل ضياءَ پاڪستاني شائونزم جي ڏاڍ ۽ جبر هيٺ 1984ع ۾ ان کي زوري ٿاپڻ جي ڪوشش ڪئي، شايد هن سنڌ ۾ هلندڙ 1983ع جي تحريڪ کي ڪچلڻ کانپوءِ ان تحريڪ کان انتقام وٺڻ ٿي گهريو. هر پاڪستاني فوجي آمر ڪيترائي دفعا جبر ۽ ڏاڍ جي حوالي کان ان رتا کي اٿاري ٿو ۽ ڪڏهن اجا بہ وڏيڪ انتشار کي وڌائڻ ۽ بين بنيادي اشوز تي هلندڙ تحريڪ کي زائل ڪرڻ لاءِ بہ هن مسئلي کي اياري ٿو. اڄ ڪيترائي بنيادي مسئلا جهڙوڪ: غربت، بيماري، مهانگائي، بيروزگاري ۽ عام سماجي ذلت آهي، جيڪي هن نظام جي وجود جو اٽڙ نتيجو آهن، سي

پوائنتو روپ وٺندا پيا وڃن. جڏهن تہ ڪيترائي نوان مسئلا، حڪمران، ان سڄي صورتحال کي اڃا بہ ڳنڀير ڪرڻ ۽ پورهيت عوام کي ورهائڻ ۽ مايوس ڪرڻ لاءِ ڄاڻي ٻجهي بہ ڪڙو ڪندا آهن. تاريخ شاهد آهي، تہ دنيا ۾ ڪيترائي دهشتگردي جا واقعا حڪمران بين مسئلن کان ڌيان هٽائڻ ۽ تحريڪ کي ضايع ڪرڻ لاءِ خود ڪرائيندا رهندا آهن. اهو سلسلو اڃا بہ جاري ۽ ساري آهي. ان پسمنظر ۾ ڏٺو وڃي، تہ ڪالاباغ ڊيم جو اشو جيڪو جنرل ضياءَ جهڙي آمر ظالم جبر ۽ ڏاڍ مڙهڻ طور اپاريو هيو ان کي مسترد ڪرڻ جو مظلوم قومن جي عوام کي حق آهي، ڇو تہ جبر ذريعي نہ ڪو مسئلو حل ٿي سگهي ٿو ۽ نہ ئي ڪو سماج ترقي ڪري سگهي ٿو.

دراصل مسئلو اهو آهي، تہ گذريل 56 سالن ۾ حڪمران ڪو بنيادي مسئلو حل ناهن ڪري سگهيا. زرعي انقلاب ۽ زمين جي ورهاست جو ڪم پورو ڪرڻ بجاءِ وڌيڪ منجهي ۽ بحران جي ور چڙهي ويو آهي، پاڪستان کي جديد صنعتي سرمائيدار ملڪ بڻائڻ لاءِ بنيادي ڍانچو (انفراسٽرڪچر، ٽيڪنيڪي ۽ صنعتي) اڏيو نہ ويو آهي، ان جي اڌوري تڪميل سڄي سماج جي شڪل اڃا بہ بي سري ۽ بدنما ڪري ڇڏي آهي.

اها ئي ڪيفيت پارلياماني جمهوريت ۽ سيڪيولر رياست جي قيام سان لاڳو آهي. پاڪستان ۾ پارلياماني (سرمائيداراڻي) جمهوريت سان جيڪو بہ حشر ٿيو آهي. ان سان ملڪ جي حڪمران طبقن جي ڪردار ۽ صلاحيتن جو بهتر اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

قومي جمهوري ۽ سرمائيداراڻي انقلاب جو هڪ اهم فرض، جديد قوم ۽ رياست جي جوڙجڪ هوندي آهي، ان فرض ۾ بہ پاڪستان جا حڪمران طبقا تاريخي طور تي بري طرح ناڪام ٿيا آهن. پاڪستان جي نهڻ ڪانپوءِ "پاڪستاني قوم" جي بڻجڻ جو عمل شروع تہ ڪيو ويو پر اهو اڃا تائين اڌورو ئنگيو پيو آهي. موجوده نظام جي بحران کي ڏسندي، ان جي تڪميل جا ڪي آثار نظر ڪونہ ٿا اچن. جهڙي طرح هتي قومي استحصال ڪيو ويو آهي ۽ پاڪستان جي مختصر تاريخ ۾ هر هر مختلف صوبن ۾ قومي آزادي جون تحريڪون پئي اٿيون آهن. پر گذريل ڪجهہ سالن کان گلوبلائيزيشن جي عمل ۽ دنيا جي معيشيت تي سامراجي هڪ هٽين (ملٽي نيشنل ڪمپنين) جي وڌندڙ غلبي جن

معاشي ۽ اقتصادي رجحانن کي جنم ڏنو آهي تن سان سرمائيداراڻي قومي رياستن جو وجود ۽ ڪردار ڏاڍو ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ انهن ئي بنيادن هيٺ قومي تحريڪن کي بہ زوال جو منهن ڏسڻو پيو آهي.

پاڪستاني ۾ ڪالاباغ ڊيم هڪ اهڙو اشو آهي، جيڪو گذريل ڪجهہ سالن کان قومپرستي جي تحريڪن جو مکيہ محور بڻجي ويو آهي. پاڪستاني حڪمران ان کي مڙهڻ گهرن ٿا ۽ قومپرست ان جي مخالفت ڪن ٿا. سوال اهو بہ آهي، تہ ڪالاباغ ڊيم نهڻ سان جيڪڏهن مسئلا وڌن ٿا، تہ ڇا ان جي نہ ٺهڻ واري ڪيفيت ۾ مسئلا ڪين وڌندا؟ ٻنهي ڪيفيتن ۾ محروم طبقن جا ماڻهو يعني پورهيت عوام ئي انهن اذيتن جو ڪاج آهن، جيڪي سماجي ترقي نہ هئڻ ڪري پيدا ٿيون آهن يا ٿي سگهن ٿيون.

اسلام آباد ۽ لاهور جي ايوانن ۾ ويٺل حڪمران پنجاب جي پورهيت طبقن جي نمائندگي نٿا ڪن، اهڙي طرح جڏهن ائين چيو ويندو آهي، تہ ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت لاءِ سيني صوبن جي راءِ ضروري آهي، تہ پوءِ اها راءِ ڪنهن جي هوندي. ڇا سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جون هاڻوڪيون حڪومتون ۽ حڪمران انهن صوبن جي پورهيتن جي نمائندگي ڪن ٿا؟ ان جو جواب نفي ۾ هوندو سنڌ ۽ سرحد جون حڪومتون جيڪڏهن ان مسئلي تي مشرف جي حمايت ڪري ڇڏين، تہ پوءِ ڇا سنڌي ۽ پختون اشرافيہ ۽ ڪامورا شاهي سنڌي ۽ پختون پورهيتن جي نمائندگي ڪن ٿا؟ ان جو جواب بہ نفي ۾ ملندو ڇو تہ هر قوم ۾ بہ قومون هونديون آهن ۽ اهي قومون طبقن تي مشتمل هونديون آهن، آخري تجزيي ۾ فيصلائتو تضاد طبقاتي مفادن جو تضاد هوندو آهي. ان لاءِ طبقاتي ڇڪتاڻ هميشہ کان ناقابل مصالحت ئي رهي آهي ۽ جيستائين طبقاتي سماج موجود آهي، اها ناقابل مصالحت ئي رهندي، هن ڇڪتاڻ ۾ لاها چاڙها ايندا رهن ٿا ۽ ايندا رهندا، پر انساني نسل جي مقدر جو فيصلو ان ئي طبقاتي جنگ ۾ پورهيت طبقن جي فتح جي صورت ۾ ئي ٿيڻو آهي.

هن پس منظر ۾ بہ اسان کي قومپرست پارٽين ۾ طبقاتي فرق نظر اچي ٿو ۽ طبقاتي ڦرلٽ تہ پنجاب ۾ بہ جاري آهي. هن طبقاتي جدوجهد جي بنيادي مسئلن ۾ سڀ کان اهم مسئلو سموري سماج ۾ هڪ جهڙي ترقي جو نہ هئڻ آهي. زراعت، صنعت، پاڻي، روزگار بجلي ۽ بنيادي مسئلا

وڌي رهيا آهن، گهٽجي ڪين رهيا آهن. گذريل 56 سالن ۾ جيئن هر شعبي ۾ ابتري آئي آهي ۽ مسئلن ۾ جهڙي نموني واڌارو ٿيو آهي، ان جو مثال رڳو صرف پاڻي مهيا نہ ڪرڻ جي مسئلي مان ئي ملي وڃي ٿو.

ٿل ڪينال بہ ساڳئي طرح حڪمرانن جي هڪ اشتعال انگيزي آهي. ڪالاباغ ڊيم ۽ ٿل ڪينال جهڙا مسئلا تڪراري شڪل ان لاءِ اختيار ڪن ٿا، ڇو تہ عام طور تي زرعي شعبو بہ باقي سڀني معاشي ۽ سماجي ڪيفيتن وانگي انتهائي اڻبرابري واري نوعيت جو آهي. هن اڻ نهڪندڙ ۽ اڻ برابري واري ارتقا ۾ فوجي اشرافيہ طرفان معيشيت جي ٻين شعبن وانگي، زراعت ۾ بہ وڌندڙ حصيداري، انهن کي ٿل ڪينال جهڙي پاليسين کي پنهنجي مفاد لاءِ استعمال ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي. ان سان حڪمرانن ۾ تضاد اڀرن ٿا ۽ قومي احساس محروميءَ ۾ بہ واڌ اچي ٿي. ان لاءِ هن قسم جا واقعا وڌيڪ ڪاوڙ ۽ خلفشار کي جنم ڏين ٿا. پر انهن جي بنياد يعني سماجي اڻبرابري کي روڪڻ بغير انفرادي طور تي ان جو ڪو بہ تدارڪ ٿي نہ سگهندو ۽ نہ ئي ان سان سماجي معيار زندگيءَ ۾ سڌارو ايندو ۽ نہ ئي مسئلن جو خاتمو ٿي سگهندو.

عالمي بئنڪ جي هڪ تجزئي موجب پاڪستان ۾ في فرد پاڻي جي فراهمي 1947ع ۾ 4800 ڪيوبڪ ميٽر هئي. جڏهن تہ 2003ع صرف 1000 ڪيوبڪ ميٽر آهي. ايندڙ 25 سالن ۾ ملڪ جي ڪل پاڻي جي ضرورت ۾ 15 کان M.A.F35 اضافو ٿي ويندو. گذريل 30 سالن ۾ منگلا، چشما ۽ تربيلا ڊيمن ۾ پاڻي ذخيرو M.A.F 15 گهٽ ٿي M.A.F 11 رهجي ويو آهي. واپڊا جي هڪ تحقيق موجب 2010 تائين وڌيڪ 5 سيڪڙو پاڻي ضايع ٿي ويندو. ان جو اهم ڪارڻ گرميءَ جي وڌڻ سان گليشرن تي جميل برف جي پگهرڻ ۾ تيزي اچڻ آهي، جنهن سان انهن ڊيمن ۾ مٽي پرجڻ جي عمل بہ تيزي آئي آهي. ان تحقيق مطابق تربيلا ڊيم هر سال هڪ لک ايڪڙ فٽ M.A.F پاڻي ذخيرو ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. جنهن جي ڪري 10 ڏينهن جي ضرورت جو پاڻي موجود هوندو آهي. پر مٽي سان پرجڻ ڪري اها صلاحيت بہ ختم ٿيندي پئي وڃي. 16 جون 1976 کان 20 فيبروري 2003 تائين هر سال ڏهہ ڏينهن اڳ ئي هن ڊيم جي پاڻي جي سطح سڀ کان هيٺين نشاني تي ايندي رهي آهي. ان جو مطلب اهو آهي، تہ ايندڙ ڪجهہ سالن ۾ ربيع ۽ خريف جي فصلن جي لاءِ پاڻي ميسر نہ ٿيندو. اها هڪ انتهائي پوائنٽي صورتحال آهي، حڪمران بہ ان

ڪان ڊنل ۽ گهبراهٽ جو شڪار آهن، پر ڇا ڪالاباغ ڊيم سان اهو مسئلو حل ٿي سگهندو؟

سڀ ڪان پهريائين تہ اهو سمجهڻ جي ضرورت آهي، تہ نسل انسان جو سمورو سفر فطرت تي فتح حاصل ڪرڻ جو سفر آهي، انسان مختلف دورن ۾ مختلف ايجادن ۽ اڏاوتن ذريعي فطرت جي ڪيترن ئي عنصرن تي قابو پائي ڪري، انساني زندگي کي ئي بدلائي ڇڏيو. پينسلين جي ايجاد کان اڳ 35 لک سال جي انسان جي تاريخ ۾ هن ڌرتي تي انساني آبادي وڌ کان وڌ فقط ڏيڍ ارب هئي، ان کانپوءِ صرف گذريل پنجهتر سالن ۾ انسان جي آبادي 6.53 ارب تي پهچي چڪي آهي.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي، تہ وڌندڙ آباديءَ ڪري مسئلا بہ وڌيا آهن. پر انهن مسئلن کي ايجادن، پراجيڪٽن ۽ وڏن وڏن منصوبن ذريعي حل ڪري سگهجي ٿو. انهن کي حل ڪرڻ جي جديد ٽيڪنالاجي پوري صلاحيت رکي ٿي. مسئلا وڏا آهن، تہ ان جا ڪارڻ ۽ انهن جا حل بہ وڏا ئي آهن.

پر اصل مسئلو اهو آهي، تہ هي ڊيم ۽ ٻيا منصوبا ڪهڙي سماجي، سياسي ۽ معاشي نظام ۽ ٽيڪنيڪ جي معيار موجب اڏيا وڃن ٿا، اسان وٽ تاريخ ۾ اهڙيون شاهديون موجود آهن، تہ هڪ سماجي نظام هيٺ ٺهندڙ منصوبا ٻئي ڪنهن نظام يا انهيءَ نظام جي بحران ۾ ڦاسڻ سبب ڪهڙي طرح ڪامياب ۽ ناڪام ٿيندا رهيا آهن. هڪ اهم مثال مصر ۾ درياءِ نيل تي اڏيل اسوان ڊيم آهي، مصر ۽ سوڊان وچ ۾ 1959ع ۾ ٿيندڙ پاڻي ناهہ تحت ان جي اڏاوت شروع ٿي هئي، هن ناهہ هيٺ هن ڊيم مان سوڊان کي 14.3 بلين ڪيوسڪ ميٽر (b.cn.m) پاڻي ملڻو هيو. جڏهن تہ مصر کي 7.5 b.cn.m پاڻي ملڻو هيو.

1964ع ۾ تعمير ٿيندڙ هن ڊيم ذريعي 27.2M.A.F گنجائش جو دنيا جو سڀ کان وڏو هٽرادو پاڻي ذخيرو وجود ۾ آيو هيو. هي 220 ميلن تائين مصر ۾ 100 ميلن تائين سوڊان ۾ پکڙيل آهي. 1970ع جي انگن اکرن مطابق ان مان 10,000 ملين ڪلو واٽ بجلي پيدا ٿي رهي هئي، جنهن سان مصر ۾ في فرد بجلي جي سپلاءِ 170Kwh کان وڌي 550kwh تي وئي هئي، جيڪا يورپي معيارن جي ويجهو پهچي وئي هئي، هن منصوبي جي ڪاميابي جو اهم ڪارڻ انهن ملڪن ۾ ڪاهي ڊر جي حڪومتن جون سوشلسٽ پاليسيون هيون، مصر ۾ جمال عبدالناصر سامراج سان ٽڪر

ڪائي سوئز ڪينال کي قومي تحويل ۾ ورتو هيو ۽ مصر ۾ رياستي معيشيت کي ڪنٽرول ۾ وٺي وڏا وڏا منصوبا شروع ڪيا هئا. اهڙي طرح سوڊان ۾ جعفر نميري جي حڪومت وڏي پيماني تي سڌارن جو عمل شروع ڪيو هيو. جڏهن ڪريملن مان برزنيف ناصر کي مصر ۾ سرمائيداريءَ جي مڪمل خاتمي کان روڪيو ۽ سوڊان ۾ جعفر نميري حڪومت، مڪمل طرح سوشلسٽ پاليسيون لاڳو ڪرڻ کان پاسو ڪيو ته نه رڳو خود اقتدار انهن کان کسجي ويو پر سرمائيداريءَ جي راهه تي هلندي، اهي منصوبا به ناڪام ٿي ويا. اڄ مصر ۽ سوڊان جي ماڻهن جي زبردست اڪثريت غربت ۽ افلاس ۾ هڏڪيون ڏئي رهي آهي ۽ سرمائيداراڻي بنيادن تي هي اسوان ڊيم هاڻي انهن جي زندگين کي خوشحال ڪرڻ کان وانجهيل آهي. اهڙي طرح روس ۽ چين ۾ اسٽالنزم جي ناڪاميءَ مان اهو ثابت ٿو ٿئي، ته ڊيم ۽ ٻيا وڏا منصوبا ڪهڙي طرح صرف سوشلسٽ معيشيت ۾ ئي سماج کي هڪجهڙي ۽ مستقل ترقي ڏئي سگهن ٿا. هن وقت نه رڳو ڪالاباغ ڊيم تڪراري آهي پر دنيا جي اڪثر بين ملڪن ۾ سرمائيداري جي اقتصادي بحران سبب، اڪثر ڊيمن جي اڏاوت تڪراري بڻجي وئي آهي.

چليءَ ۾ درياءَ نارماڊا تي بڻجندڙ سردار سرور ڊيم، مليشيا جو بڪن ڊيم، نميبيا ۾ دريا ڪنسيني تي اڏجندڙ ايپيسيوا ڊيم، لائوس ۾ درياءَ ميڪانگ تي نهندڙ والي ٿيون ڊيم ۽ سڀ کان وڌيڪ چين ۾ درياءَ زانگزي تي اڏجندڙ ٽرمي گورجز ڊيم به ان قسم جي تڪرارن جو شڪار آهن. پر سوال ٿو پيدا ٿئي، ته ڇا ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت سان پاڻي جو مسئلو حل ٿي ويندو؟

سڀ کان پهريان ته اسان ان تي ايندڙ خرچ جو ڪاٿو ٿا ڪريون. اڄ کان 15 سال اڳ ان ڊيم جي تعمير جو ڪاٿو پنج ارب ڊالر هيو. 1993 ۾ ان جي اڏاوت تي ٿيندڙ خرچ جو اندازو لڳايو ويجي، ته ان تي هاڻ جيڪو اندازو لڳائجي ٿو ته اهو 10 ارب ڊالر جو آهي. يعني 800 ارب روپيا!

سوال هي ٿو ايري، ته اها رقم ايندي ڪٿان؟ پاڪستان وٽ ته ايتري رقم خرچ ڪرڻ جي گنجائش آهي ئي ڪونه. ٻاهريان ملڪ يا سيڙپڪار اها رقم ڊيم تي رڳو هڪ شرط جي صورت ۾ ئي لڳائيندا، ته ان ڊيم مان کين ڪيترو نفعو ملندو. جيڪڏهن هن ڊيم مان سامراجين کي ئي نفعو ڪمائڻو آهي، ته پوءِ هتان جي واسين کي هن ڊيم مان فقط غربت ۽ ذلت

ئي ملندي. جيڪڏهن حڪومت پاڪستان ٻاهران قرض ڪٽي ان ڊيم کي نهرائي ٿي، تہ انهن قرضن ۽ وياج جو وزن تہ پوءِ بہ پورهيت عوام تي ئي پوندو. پهريائين سامراجي ڦرلٽ ۽ سرمائيداراڻي استحصال سان هتان جي عوام جو جيڪو حشر ٿيو آهي، انهيءَ جو اندازو رڳو انهيءَ ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ هر روز ڏهہ هزار ماڻهو غربت جي لڪير کان هيٺ ڪري رهيا آهن.

جيڪڏهن اسان ڊيم مخالف ماهرن جو نقطئہ نگاهہ ڏسون، تہ زراعت ۽ پيئڻ جي پاڻي جي اڻاٺ جي مسئلي کي حل ڪرڻ جون جيڪي اهي تجويزون ڏئي رهيا آهن، اهي بہ ناقابل عمل آهن. ڇو تہ هن نظام وٽ ايتري اقتصادي گنجائش ڪٿي آهي، جو اهو سماج تي وڏيڪ سيڙپڪاري ڪري سگهي.

ان لاءِ بنيادي مسئلو وسيلن جو آهي. هن ملڪ جا وسيلا صرف ڪجهہ هٿن تائين محدود آهن. انهن وسيلن کي هن وقت عالمي مالياتي نظام تيزي سان لٽي رهيو آهي. هر هڪ ڊالر جيڪو پاڪستان ۾ اچي ٿو تہ ان جي عيوض 14 ڊالر واپس وڃن ٿا. هڪ سال ۾ ٻاهرين سيڙپڪاري ذريعي هڪ هٿيون 2.4 ارب ڊالر لٽي ڪٽي ويون آهن. ايندڙ سال تائين اها رقم 4 ارب ڊالرن تائين پهچي ويندي. بين الاقوامي طور سرمائيداريءَ جي وياج خوري جي اڻکٽ حوس، نہ رڳو هن دنيا جي آبادي جي وڏي اڪثريت جو شديد استحصال ڪندي، انهن کي برباد ڪيو آهي، پر انهن هن گرهہ جي آبهوا، ماحول ۽ قدرتي وسيلن جو بہ انتهائي بي درديءَ سان استعمال ڪيو ويو آهي، موسمن کي خراب ڪري ڇڏيو آهي ۽ ماحول کي گدلو ڪندي، آبهوا خراب ۽ گندي ڪري ڇڏي آهي. ڪيترن ئي ٻوڏن ۽ ڏڪارن اربين انسانن جي زندگين کي اذيت ناڪ ڪري ڇڏيو آهي، معيشيت کي تباهہ حال ڪري ڇڏيو آهي ۽ پوري ڌرتي کي اڃا وڌيڪ پسماندگي ۽ بربادي جو شڪار ڪري ڇڏيو آهي. ٻئي طرف پاڪستان جي سرمائيداراڻي ۽ جاگيرداڻي اشرافيہ بہ هن ڦرلٽ ۾ تيزي سان شريڪ ۽ ساٿي آهي. اهڙي طرح جيستائين هن ملڪ جا وسيلا هن ملڪ جي اڪثريت جي گڏيل ملڪيت ۾ نٿا اچن، هن سماج جي ترقي ۽ خوشحالي اڻٽيٽي آهي. اهڙي طرح مالياتي سرمايي جي آمريت، جمهوريت ۾ بہ انهن جي ئي نمائندگي ڪندڙ هوندي آهي، جن وٽ سرمايي جي ملڪيت هوندي آهي.

پورهيت عوام ڪي اهي وسيلا صرف انهي صورت ۾ هٿ اچي سگهندا، جڏهن هي نظام بدليو ويندو. ڇو تہ نفعي جي حوس تي ٻڌل هن نظام ۾ ٽيڪنڪ، سائنس، معيشيت ۽ سياست سرمايي جي غلام ۽ ٻانهي آهي، جيڪا صرف ان مقصد لاءِ استعمال ٿئي ٿي. اهڙي طرح ننڍين توڙي وڏن منصوبن جو مقصد رڳو حڪمران طبقن جي مفادن لاءِ هوندو آهي.

هن سرمايداراڻي نظام کي بدلڻ لاءِ پورهيتن کي طبقاتي جدوجهد ذريعي هڪ سوشلسٽ انقلاب برپا ڪرڻ جي ضرورت آهي، اها ضرورت اڄ جيترو شديد آهي، اڳ ڪڏهن بہ نہ هئي. سوشلزم هيٺ ٽيڪنالاجي ۽ سائنس انسانن جي ڀلي لاءِ استعمال ٿيندا. ڏوڪڙ جي جڪڙ کان آزاد ٿي ڪري ٽيڪنالاجي وسيلي ۾ بي پناهہ واڌارو ڪندي. برفاني جبلن ۽ سمنڊن مان ملندڙ پاڻين کي بہ انساني ضرورتن لاءِ فراهم ڪري سگهندي.

سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ پختون خواهہ سميت پاڪستان جي سموري عوام کي انهن جي راءِ ۽ جمهوريت جو حق بہ ان وقت ملندو جڏهن هتي پنچائتن کان وٺي ڪري، مٿئين هر اداري تائين دولت جي جبر کان پاڪ حقيقي پورهيتن جي جمهوريت نپجي سگهندي. ان سوشلسٽ نظام هيٺ نہ رڳو سنگين مسئلا ختم ٿيندا، بلڪ سڄو سماج ترقي، خوشحالي ۽ ڪائنات تي فتح جي هن سفر کي جاري ڪري سگهندو جنهن کي سرمايي جي زنجيرن جڪڙي رکيو آهي.

ضميمو ـ 4

# بلوچستان ۾ جاري فوجي آپريشن

پاڪستان جي ٽيهٺ سالن جي تاريخ ۾ هتان جي سيني کان وڏيڪ ڏتڙيل ۽ پوئتي پيل صوبي بلوچستان ۾ پنج وڏيون بغاوتون ٿي چڪيون آهن. ۽ اهو تصادم فوجي آمر مشرف جي دؤر ۾ به، نه صرف جاري رهيو پر ان وقت پنهنجي انتها تي پهتو جڏهن بلوچستان جي مکيه سردار اڪبر بگٽي کي جهازن جي بمباري ذريعي قتل ڪيو ويو ۽ بعد ۾ بالاچ مري کي به ماريو ويو.

بلوچستان جو اهو فوجي آپريشن آمريت جي خاتمي کان پوءِ جيئن جو تيئن جاري رهيو. جيتوڻيڪ پ پ حڪومت جي اچڻ ۽ صدر زرداري طرفان بلوچستان کي خودمختياري ڏيڻ جا پڻ اعلان ڪيا ويا آهن. پر انهن اعلانن جي باوجود اهو آپريشن هن حڪومت ۾ به ختم نه ٿيو آهي. 2 اپريل 2009ع تي تربت مان ايڊووڪيٽ ڪچڪول جي آفيس مان رياستي ادارن طرفان ٽن جوانن، غلام محمد بلوچ، لال منير ۽ شير محمد بلوچ کي اغوا ڪرڻ بعد انهن کي بيدردي سان قتل ڪرڻ، انهي فوجي آپريشن جي جاري رهڻ جو وڏو ثبوت آهي.

ان کان علاوه گذريل فوجي حڪومت دؤران سوين ماڻهن کي رياستي ادارن هٿان گم ڪرايو ويو هو پر پ پ حڪومت جي اچڻ کان پوءِ سواءِ چند وڏن ماڻهن کي آزاد ڪرڻ جي، باقي ڪنهن کي به اڃا آزاد نه ڪرايو ويو آهي. وڏيڪ حيرت ۽ شرم جهڙي ڳالهه اها آهي ته سرڪار پاران انهن ماڻهن جي گم ڪرڻ واري الزام کي تسليم ڪرڻ کان ئي انڪار ڪيو آهي. جنهنڪري بلوچستان مزاحمتي قومپرست تنظيمن ٽڪراءَ جو رستو اختيار ڪيو آهي. هتي حيرت جهڙي ڳالهه ته اها آهي ته، موجوده پ پ حڪومت جي وزير داخله رحمان ملڪ انهن گم ڪيل ماڻهن جي فهرستن

ڪي غيرحقيقي ۽ ڪوڙو قرار ڏنو آهي، جنهن سان پ پ حڪومت پاران خودمختياري ڏيڻ واري اعلان جي بہ پت وائکي ڪري ڇڏي آهي.

بلوچستان ۾ قومي محرومي ۽ استحصال جون مختلف ڪيفيتون آهن. معدنيات، گئس، جاگرافيائي طور تي سڀ کان وڏو صوبو هجڻ سان گڏ، بلوچستان پاڪستان جو سڀ کان گهٽو پوئتي پيل غير ترقي يافتہ صوبو آهي. ٽي.بي يا سلهہ جو مرض هتي سڀ کان وڌيڪ آهي. هڪ لک آبادي ۾ 177 ماڻهو هن مرض ۾ مبتلا آهن. اهڙي طرح باقي ملڪ جي ڀيٽ ۾ بلوچستان ۾ مليريا 30 ڀيرا وڌيڪ آهي. هتي اسڪولن ۾ داخلا جي شرح 28٪ ڇوڪرا ۽ 20٪ ڇوڪريون آهن. هتي عورتن جي تعليم جي شرح صرف 9٪ آهي. هتي صرف 21٪ عورتن کي ويم ڪرڻ جون ڪجهہ جديد سهولتون ميسر آهن. هتي ڄمندڙ هڪ هزار ٻارن مان 158 ٻار پنجن سالن جي عمر کان اڳ ئي مري وڃن ٿا. هر ڏهن ٻارن مان چار ٻار خوراڪ جي کوٽ جي ڪري گهٽ وزن رکن ٿا. سڄي بلوچستان ۾ سواءِ ٻن شهرن جي نيڪال ۽ صفائي جا ادارا نہ آهن. بلوچستان حڪومت پنهنجي ڪل بجيٽ جو 10 سيڪڙو قرض ۽ وياج جي مد ۾ وفاقي حڪومت کي ڏئي ٿي. بلوچستان ۾ ترقياتي بجيٽ ايتري تہ ٿورڙي آهي، جو سماجي ادارن جي ملازمن جون پگهارون ان بجيٽ مان بہ پوريون نہ ٿيون ٿين!!! بلوچستان ۾ فوجي آپريشن کان اڳ 35000 رياستي فوجي هئا. جن تي في ڪس 15000 روپيہ ماهوار خرچ ٿيندو هو. جڏهن تہ هتي صرف 12000 استاد آهن، جن جي بہ مشڪل سان 6000 روپيہ ماهوار پگهار آهي!!!

بلوچستان ۾ جتي طبقاتي محرومي شديد آهي، اتي اها قومي محرومي کي پڻ جنم ڏيڻ جو باعث بنجي ٿي. جيئن هتي اڳ ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي، تہ پاڪستان جي حڪمرانن جو بلوچستان سان انتهائي تعصب وارو رويو آهي. جيڪو هڪ قسم جي بينڪي ۽ سامراجي رجحان جي عڪاسي ڪري ٿو. هن ڏاڍ ۽ جبر جي خلاف بلوچستان ۾ مختلف وقتن تي بغاوتون ايريون آهن. جيڪڏهن اسان تاريخي حوالي کان ڏسون، تہ پاڪستاني حڪمرانن شروع کان ئي جبر جي ذريعي بلوچستان تي پنهنجي غاصبيت قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ورهاڱي کان پوءِ رياست قلات کي زبردستي پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ، نوروز خان کي حيدرآباد ۾ ڦاسي ڏيڻ ۽ 1973ع ۾ چونديل حڪومت کي برطرف ڪرڻ سميت سمورا عمل حڪمرانن جي ڏاڍ ۽ ظلم جي تاريخ

بيان ڪن ٿا. ان وچ ۾ پاڪستاني حڪمرانن خلاف پنج پيرا بغاوتون 1948ع، 1958ع، 1973ع، 1977ع ۽ 2006ع ۾ ٿيون آهن ۽ موجوده فوجي آپريشن هڪ ڇهين وڏي بغاوت کي جنم ڏيڻ طرف وڌي رهيو آهي. 1977ع يعني ٽيهن سالن کان پوءِ هڪ ڀيرو ٻيهر هن بغاوت جو اڀرڻ ظاهر ڪري ٿو ته بلوچستان ۾ ڪوبه مسئلو حل نه ٿيو آهي، پر جيڪڏهن ٿيو آهي، ته بلوچن جي زندگي جون حالتون اڃا به وڌيڪ خراب ٿيون آهن ۽ هتي احساس محروميءَ انتها درجي تي پهچي ويئي آهي. حڪمرانن جي مڙني ظلمن جي برخلاف بلوچن جي آزاديءَ جي جدوجهد جو جيڪڏهن جائزو وٺنداسين، ته اسان کي هي جدوجهد خود داخلي ڪمزورين ۽ تضادن جو شڪار نظر ايندي. جنهن کي اسلام آباد جا حڪمران پنهنجي مفادن لاءِ استعمال به ڪندا رهن ٿا. ڪڏهن رشوت ۽ بدعنواني جي ذريعي، ته ڪڏهن مراعتن، سهولتن ۽ طاقت ۾ حصيداري ڏيڻ جي ذريعي ۽ ڪڏهن رياستي دهشتگردي جي ذريعي، بلوچستان تي پنهنجو تسلط قائم رکيو پيا اچن. باقي حڪمرانن پاران اها پروپيگنڊا، ته بلوچ سردار ترقي ڪرڻ نه ٿا ڏين ۽ سردار پنهنجو سرداري نظام جاري رکڻ ٿا چاهين، اهو سراسر ڪوڙ ۽ بدنيتي تي ٻڌل آهي. ڇو ته گهٽ ۾ گهٽ گذريل 63 سالن جي تاريخ شاهد آهي، ته پاڪستاني حڪمران پنهنجي مفادن جي حاصلات لاءِ هتي جي سرداري نظام کي جاري رکڻ خاطر بلوچستان جي ترقي کي شعروي طور تي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. جڏهن ته هتي معاشي ۽ سماجي ترقي ئي واحد رستو هئي، جيڪا سرداري نظام کي اکيڙي سگهي ها. باقي جيستائين بلوچستان ۾ ٻاهرين مداخلت بابت سرڪاري الزامن جو تعلق آهي. اهي به حڪمرانن جي واڻڪپ ۽ منافقت کي پڌرو ڪن ٿا. اها بلوچستان ۾ مزاحمت کي بدنام ڪرڻ جي چال آهي. هونئن به هتي مخالفن کي غدار ۽ ملڪ دشمن سڏڻ ۽ پنهنجي ناڪامي کي لڪائڻ، اسلام آباد وارن جو شيوو رهيو آهي. جيڪڏهن سنجيدگي سان ٻاهرين مداخلت جو جائزو وٺجي، ته آمريڪي سامراج جي ته پاڪستان جي هر معاملي ۾ نه صرف مداخلت آهي، پر ملڪ جي معيشت ۽ سياست تي ڄڻ ته مڪمل ڪنٽرول آهي. اهڙي طرح خود پاڪستاني رياست جي روس، افغانستان، هندستان ۽ ٻين ملڪن جي داخلي معاملن ۾ مداخلت جاري آهي. هي سمورا سفارتڪار جيڪي بظاهر ٻين ملڪن جي سالميت ۽ عدم مداخلت جو راڳ آلاپيندا رهندا آهن، اهو سڀ ڪجهه منافقت ۽

مڪاري تي مبني هوندو آهي، جڏهن تہ اهي جتي بہ مقرر هوندا آهن، تہ اتي ئي مداخلت ڪندا رهندا آهن. ڇو تہ هيءَ غيرملڪي مداخلت هاڻي سرمائيداراڻي نظام جو روح بڻجي چڪي آهي، جنهن ذريعي اهي معاشي مفاد حاصل ڪن ٿا. اهڙي طرح بلوچستان ۾ پڻ پاڪستاني حڪمرانن کان علاوه چين، آمريڪا، ايران ۽ هندستان جا بہ مفاد ٿي سگهن ٿا. جن کي مڪمل طرح رد نہ ته ڪري سگهجي.

جيڪڏهن بلوچستان يا ڪنهن ٻئي صوبي ۾ فوجي ڇاوڻيون بڻائڻ، فوجون مقرر ڪرڻ ۽ ان جي جارحيت تي اربين روپيہ خرچ ڪيا پيا وڃن، تہ اهو صرف ۽ صرف سرمائيداري ۽ سامراجي سرمائيڪاري جي مفادن جي تحفظ جي لاءِ آهن. ٻين لفظن ۾ اهو عمل محنت جو استحصال وڌائڻ ۽ سرمائي جو جبر تيز ڪرڻ جي لاءِ آهي. ان ڪري بلوچستان ۾ تہ ڇا پر ٻين هنڌن تي بہ فوجي ڇاوڻيون ۽ فوجي تعميرات بلڪل مذمت جوڳي آهي ۽ انهن جي خلاف جدوجهد جي پڻ حمايت ڪجي ٿي.

پر هي سوال وري ملڪيت جي رشتن سان بہ جڙيل آهي. سرمائيدار طبقو ۽ سندن جوڙيل نظام سرمائي جي سماجي طاقت جي زور تي پنهنجي من ماني ڪندو رهندو. جيڪڏهن پاڪستان جي حڪومت وٽ معاشي ترقي جو واحد رستو سامراجي- سرمائيڪاري ئي رهجي ويو آهي، تہ ڇا قومپرستن وٽ ان جو ڪو ٻيو متبادل آهي؟؟ جيڪڏهن ڪو ٻيو معاشي نظام ان جي متبادل نہ آهي، تہ پوءِ لڙائي صرف سرمائيڪاري کي وڌيڪ سگهہ ڏيڻ جي نظام ۽ ان جي بدلي ۾ ملڻ واري ڪميشن تي جاري رهندي ۽ پوءِ اهڙي لڙائي ۾ بلوچستان جو پورهيت عوام تہ غريب ۽ محروم ئي رهندو!!

اهڙي طرح گوادر ۾ سرمائيڪاري جي ذريعي خاص طور تي پنجابي مزدورن جي وڏي تعداد جو ملازم بڻجي اچڻ جو خدشو ظاهر ڪيو پيو وڃي. هن دليل جي بنياد تي بلوچ قومپرست پنهنجي سماجي ۽ سياسي حمايت ۾ واڌاري جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.

اهو دليل ان وقت تائين درست آهي، جيستائين ان ذريعي تنگ نظر قومپرستي جو زهر پکيڙيندي قومي تعصب سان طبقاتي يڪجهتي کي نقصان نہ پهچائجي. پر پوءِ بہ هتان بہ سوال اڀرن ٿا. هڪ تہ گوادر يا ٻين اهڙين جڳهين تي، جتي سامراجي ۽ قومي سرمائيدار سيڙپ ڪندا، تہ ان جي ساخت اهڙي نوعيت جي هوندي، جنهن ذريعي جديد فني بنيادن تي گهٽ ۾ گهٽ مزدورن کان وڌ ۾ وڌ پيداوار ۽ نفعون حاصل ڪري سگهن.

هيو سوال جيڪو اهم آهي، تہ پنجاب ڪان ڪهڙا مزدور هتي ايندا. جيڪي پنهنجي گهرن کان هزارين ڪلوميٽر پري هتي اچي مزدوري ڪندا. ان جي معنيٰ تہ پنجاب ۾ بہ ايڏي ڪا خوشحالي نہ آهي، جنهن جي واويلا ڪري، پنجاب جي استحصال جو شڪار پورهيتن کي پڻ پنجاب جي بگهڙ صفت ۽ استحصالي حڪمرانن سان گڏ بيهاريو وڃي ٿو!! ان ڪان علاوه هڪ ٻيو مسئلو اهو بہ آهي تہ اڄ جي سامراجي عالمگيريت جي دؤر ۾ اهڙي قسم جي سيڙپ ڪاري جي ذريعي هتان جي ماڻهن کي ڪيترو فائدو ٿيندو؟ جڏهن تہ لبرلائيزيشن جي پاليسين جي ذريعي هتي ڪم ڪرڻ وارن پورهيتن جو رت نچوڙي آمريڪا، يورپ، چين ۽ ٻين سامراجي گهڻ قومي ڪمپنين جي بئنڪن ۾ ناڻو گڏ ڪيو ويندو.

بلوچستان ۽ ٻين مظلوم قومن ۾ مزاحمت ۽ جدوجهد جو هڪ نقطو اهو بہ آهي، جنهن تي حڪمرانن جي سڌ سماءَ جا ذريعا مجرماڻي خاموشي جو پردو وجهيو وينا آهن، اهو نقطو آهي، طبقاتي جدوجهد جو. سن 2001ع ۾ جڏهن آمريڪي سامراج افغانستان تي جارحيت شروع ڪئي هئي، تہ ان دؤران ڪوئيٽا جي سول سيڪريٽريٽ ۽ ٻين شعبن جي ملازمن طبقاتي بنيادن تحت پگهارن ۾ اضافي ۽ ٻين معاشي مطالبن جي حاصلات لاءِ هڪ تحريڪ هلائي هئي، جيڪا هڪ وڏي ۽ مضبوط هڙتال جي شڪل اختيار ڪري ويئي هئي. حڪمرانن پهريائين پورهيتن کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سوين پورهيتن ۽ انهن جي اڳواڻن کي گرفتار ڪري جيلن ۾ بند ڪيو ويو پر حڪمران هن جدوجهد کي ڪچلي نہ سگهيا ۽ نيٺ پورهيتن آڏو گوڏا کوڙيا ۽ سمورا مطالبا منظور ڪيا. هن هڙتال سان سامراجي آقا پڻ ڏجي ويا هئا. هن هڙتال جي فتح پورهيت طبقي جي طاقت ۽ طبقاتي جدوجهد جي قوت کي نمايان ڪيو هو. ايندڙ وقت ۾ اهڙيون هڙتالون وري ٿينديون، جيڪي نہ صرف صوبائي پر ملڪي سطح تي پکڙبيون، انهن جا اثر عالمي سطح تي پڻ پوندا ۽ عالمي سطح تي پورهيت طبقي جي جدوجهد جي لاءِ وڏي مدد جو باعث بڻبيون. هن طبقاتي جدوجهد جي تناظر کي بلوچستان يا ڪنهن بہ خطي جي سياسي تناظر مان ڪيڻ ۽ ان جي اهميت کي گهٽ ڪرڻ هڪ رجعتي قدم ۽ انقلاب ڪان مڪمل انحراف جي برابر هوندو. جيڪڏهن اسان بلوچستان ۾ موجوده مسلح جدوجهد ۽ پاڪستاني فوج جي جارحيت جو جائزو وٺون تہ نہ ئي هي پهرئين جدوجهد آهي ۽ نہ ئي هن

جاري سياسي ۽ اقتصادي نظام ۾ آخري هوندي. جيڪڏهن آمريڪي سامراج عراق ۾ ساڍا چار ارب ڊالر ماهوار يعني هڪ لک روپيہ في منٽ خرچ ڪري، پنهنجي تاريخ جو سڀ کان وڏو خسارو برداشت ڪري عوامي مزاحمت کي ختم نہ ڪري نہ تو سگهي، تہ پاڪستان جي ڪمزور رياست ڀلا بلوچ مزاحمت کي ڪيئن ٿي ختم ڪري سگهي؟

جيڪڏهن اها سيڙپڪاري بلوچ سردارن يا سياستدانن جي زيرنگراني ڪرائي وڃي، تہ بہ بلوچستان جون حالتون سڌري نہ ٿيون سگهن. ڇو تہ ترقي لاءِ صرف سرمائيڪاري ڪافي نہ هوندي آهي، پر اصل مسئلو اهو هوندو آهي، تہ اها ترقي ڪهڙي معيشت جي نظام تحت ٿي رهي آهي. سرمائيداري نظام اندر سيڙپ ڪاري صرف ئي صرف نفعي جي شرح حاصل ڪرڻ لاءِ هوندي آهي. جڏهن تہ منصوبہ بندي تي ٻڌل سوشلسٽ معيشت اندر تمام سيڙپ ڪاري ۽ پيداوار جو مقصد سماجي ترقي، ثقافتي واڌارو ۽ انسانن جي ضرورتن جو پورائو ڪرڻ هوندو آهي.

هلندڙ فوجي آپريشن ۾ ڪنهن حد تائين قومپرستيءَ جو اڀار آيو آهي، پر 1970ع جي ڍاڪي واري بغاوت اڃا تائين جنم نہ ورتو آهي. شايد ان جو بنيادي سبب هتان جي اڪثر قومپرستن جو سماجي تبديلي جي پروگرام کان انڪار ڪرڻ آهي.

ٻئي طرف هتي رياست ۽ قومپرستن جي وچ ۾ تصادم، ڪنهن حد تائين آمريڪي سامراج ۽ چين جي سرمائيڪاري جي وچ ۾ سرد جنگ يا گهرو لڙائيءَ جو حصو بنجي ويو آهي. جنهن ڪري هنن ٻنهي ۾ ٽڪراءَ جو ڪردار وڌيڪ مونجهاري وارو ۽ ڳنڀير ٿي ويو آهي.

ڏنو وڃي تہ بلوچستان ۾ قومي سوال ايترو سولو نہ آهي، جيترو پيش ڪيو پيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ هن صوبي جي آباديءَ جو 60 سيڪڙو غير بلوچن تي مشتمل آهي. جنهنڪري مستقبل ۾ بحران وڌڻ جي صورت ۾ اهو تضاد اُڀري بہ سگهي ٿو ۽ خاص ڪري رياستي ادارا ۽ حڪمران طبقا ان تضاد کي اڀاري بہ سگهن ٿا، تہ جيئن بلوچن جي هلندڙ مزاحمت کي ختم ڪري سگهجي ۽ اهڙو اشارو پختون خواهملي عوامي پارٽي پڻ ڏنو آهي، جيڪا بلوچستان جي پشتونن جي نمائندگي ڪرڻ جي دعويدار آهي. هن طرفان بلوچستان ۾ پٺاڻن ۽ ٻئي خطي جي پشتونن کي گڏ ڪري هڪ گريٽر پشتونستان بنائڻ جو پروگرام پيش ڪيو آهي. جيتوڻيڪ هن عالمگيريت واري دؤر ۾ اهڙي قسم جي هڪ نئين سرمائيداراڻي رياست جو قيام نہ

صرف مشڪل آهي، پر ان سان هتي مختلف سامراجي قوتن جي مداخلت پڻ وڌي ويندي، جنهن سان اهي مظلوم قومن جي قومپرستيءَ کي پنهنجي مفادن ۾ استعمال ڪندا.

پر ان جو اهو مطلب بہ هرگز نہ آهي، تہ مظلوم قومن کي پاڪستاني يا پنجابي حڪمران طبقن جي جبر ۽ ڏاڍ هيٺ رهڻ گهرجي. پر اڄ جي حقيقت اها آهي تہ اڄوڪي دؤر ۾ پيداوار ۽ مواصلات جا جيڪي رشتا جنم وٺي چڪا آهن، انهن ۾ هن قومي استحصال ۽ جبر خلاف شروع ڪيل جنگ کي طبقاتي جدوجهد سان جوڙڻو پوندو، تڏهن ئي مظلوم قوم جي نجات جو رستو نڪري سگهندو.

ان کان علاوه هڪ ٻيو عنصر پڻ هتي اڀاريو ويو آهي، گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڏهاڪن کان ملائيت ۽ رجعيت کي هتي وڌائي پئي وڃي. جيڪڏهن غور سان ڏسبو تہ انهن مذهبي رجحانن عين ان وقت اڀرڻ شروع ڪيو جڏهن بلوچستان ۾ "سيڪيولر" ۽ "ترقي پسند" قومپرستي سوشلزم ۽ انقلابي سماجي تبديلي کان منهن موڙڻ شروع ڪيو هو.

احمد رشيد پنهنجي ڪتاب 'افراتفري ۾ گهٽتائي' (Descent to Chaos) ۾ لکي ٿو تہ ملان عمر ۽ افغانستان طالبان شورا اڄا تائين بلوچستان صوبي ۾ رهائش پذير آهي. جيتوڻيڪ انهن مذهبي بنياد پرستن کي آمريڪي سي. آءِ اي ۽ پاڪستاني رياست ئي هتان جي مزاحمت ڪرڻ وارين تحريڪن ۾ ڏار وجهڻ لاءِ استعمال ڪيو هو. ان کان اڳ ۾ انهن جو هتي نالو نشان بہ نہ هو. پر اهي هاڻي مسلح انتهاپسند هتي موجود آهن ۽ 2007ع کان خودڪش حملن ۾ پڻ ملوث آهن.

هلندڙ ڏهاڪي ۾ ئي جيڪڏهن هتان جي بنياد پرستن جي سياست جو جائزو وٺبو تہ 2002ع جي چونڊن ۾ بلوچستان اسيمبلي ۾ جميعت العلماءِ اسلام 16 سيٽون کٽيون هيون ۽ انهن صوبائي حڪومت پڻ بنائي هئي ۽ هلندڙ اسيمبلي ۾ پڻ انهن جون 10 صوبائي سيٽون آهن. جيتوڻيڪ انهن جي چونڊ ڪاميابين ۾ رياستي ايجنسين جو پڻ وڏو ڪردار رهيو آهي، پر بنيادي طور اهڙو عمل عوام جي ان مايوسيءَ جي پڻ نشاندهي ڪري ٿو تہ هتي سيڪيولر قومپرست، ترقي پسند ۽ ٽريڊ يونين قيادت بلوچ عوام جا مسئلا حل ڪرائڻ ۾ ناڪام ويا آهن، تنهنڪري ئي هتي بنياد پرستي ابري آهي.

ڏٺو وڃي تہ مذهبي رجحانن جا سماجي بنياد بہ ڪمزور ٿي ويا آهن، اهي مذهبي پرچار ۽ تبليغ ۾ ڪامياب نہ ويا تہ انهن هاڻي مذهب جي نالي

تي دهشتگرديءَ جون ڪارروايون شروع ڪيون آهن. جيڪي پڻ هميشہ لاءِ جاري نہ رهڻيون آهن. اهي جلد ئي پنهنجي انجام کي پهچڻيون آهن.

ان سان گڏ اها ڳالهہ بہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي تہ بلوچستان ۾ شديد غربت جي باوجود هتان جو حڪمران طبقو جيڪو هتان جي سردارن ۽ نوابن جي شڪل ۾ اسيمبلي ۾ موجود آهي، اهو ملڪ جي بين حاڪمن وانگر عياشين ۾ مگن آهي. صوبائي اسيمبلي جي ڪل 62 اسيمبلي ميمبرن مان 61 ميمبرن وزارتون حاصل ڪيون آهن. تنهنڪري اها حيرت جهڙي ڳالهہ نہ آهي تہ پاڪستاني رياست هن ئي طبقي کي استعمال ڪنديءَ بلوچستان تي پنهنجو تسلط قائم ڪري رکيو آهي. تنهنڪري هن طبقي مان جند ڇڏائڻ بغير بلوچستان جي آزادي ۽ خوشحالي ممڪن نہ آهي.

اهڙي طرح پارلياماني سياست کان وٺي مذهبي جنونيت تائين ۽ بلوچ قومپرستي کان وٺي پشتون قومپرستي تائين سياسي افق تي حاوي مختلف پارٽين ۽ رجحانن عوام جي ڏکن ۽ دردن جو درمان نہ ڪيو آهي. هتي قومپرست پارليامينٽ ۾ بہ رهيا آهن، انهن هتي مسلح جدوجهد بہ ڪئي آهي، پر پوءِ بہ مسئلو حل نہ ٿي سگهيو آهي.

اڄ جو سڀ کان وڏيڪ اهم سوال اهوئي آهي تہ هن جابر ۽ ظالم رياست کي ڪهڙي طرح شڪست ڏيئي، بلوچستان جي عوام کي آزاد ۽ خوشحال ڪرائي سگهجي ٿو. تنهنڪري اهڙو تناظر صرف ۽ صرف طبقاتي جدوجهد جو ئي بنجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ سرمائيداري نظام اندر هاڻي اها گنجائش ئي ختم ٿي وئي آهي تہ اهو قومي ۽ سماجي مسئلا حل ڪري سگهي، پر ان جي ابتڙ سرمائيداري نظام قومي ۽ سماجي تضادن کي اڃا بہ وڌائي سگهي ٿو. تنهنڪري هتي قومي ۽ عوامي مسئلن کي فقط طبقاتي جدوجهد طور ڪٽي سگهجي ٿو.

بلوچستان ۾ مزدورن جو هڪ خاطر خواه تعداد موجود آهي. ان سان گڏ هتان جي هارين کي پڻ هنن پورهيتن سان گڏ جڙت ڪرائي سگهجي ٿي، جن ماضيءَ ۾ پنهنجون طبقاتي جنگيون لڙيون آهن. جن پنهنجي جدوجهد جي طريقہ ڪار سان رياست کي چئلينج ڪيو آهي. انهن پورهيت ۾ بلوچ بہ آهن تہ پٺاڻ بہ آهن ۽ بين قوميتن سان تعلق رکندڙ مزدور بہ آهن. انهن جي تحريڪ جي جهنڊي هيٺ قومي جبر ۽ استحصال جو خاتمو ڪرڻ، ظالم نظام خلاف هڪ انقلابي جنگ جي فتح پڻ هونديءَ جيڪو نظام هتان جي رياستي، قومي ۽ طبقاتي استحصال جو سبب آهي.

ضميمو نمبر_5

# بنياد پرستي بمقابلا انتهاپسندي

پاڪستاني رياست مذهب جي بنياد تي قائم ٿي هئي، تنهنڪري هتان جي مسلمان اشرافيہ اهڙي بنياد کي سوني جهرڪي طورڪم آڻڻ لڳي ۽ هتان جي سرمائيدارن پنهنجي دولت ڪمائڻ لاءِ مذهب کي خوب استعمال ڪيو. هن رياست هتي مذهب جو اهڙو راڳ آلاپيو جو اهو عوام جي زندگين ۾ روڳ بنجي ويو جنهنڪري بک، غربت ۽ بيروزگاري وغيره جهڙا بنيادي مسئلا جيڪي هتان جي سرمائيدار طبقي کي حل ڪرڻا هئا، گذريل 63 سالن تائين انهن تان عوام جو ڌيان هٽرائڻ ۾ حڪمران ڪامياب رهيا. ان جو وڏي ۾ وڏو سهرو هتان جي دقيانوسي طبقاتي تعليمي نظام تي پڙ آهي، جنهن ۾ مذهبي مضمونن کي لازمي قرار ڏنو ويو. ايسيتائين جو مقابلي جي امتحانن، ڊاڪٽري، انجنيئرنگ ۽ ڪمپيوٽر سائنس جي مقرري وارن انٽرويوز ۾ پڻ ديني مضمونن جي مداخلت رهي، تہ جيئن هر ماڻهو ذهني طور تي مذهب کان متاثر رهي ۽ اهو پاڪستاني حڪمرانن طرفان ڏنل هر ظلم ۽ ستم کي خدا جو امر سمجهي برداشت ڪندو رهي ۽ سرمائيدار طبقا عوامي دولت کي بنا خوف جي لُٽيندا رهن.

هتي سامراج طرفان برصغير جو ورهاڱو پنهنجي مفادن ۽ مسلمان اشرافيہ جي فائدن لاءِ ڪرايو هئو تہ جيئن 1946ع وارو انقلاب ٻيهر اپري نہ سگهي ۽ برصغير جو ڪنٽرول هميشہ لاءِ سامراجين جي هٿن ۾ رهي. پر ٽيهٺ سالن جي عرصي کان پوءِ عوام جي آڏو سامراجي مقصد ۽ پاڪستاني سرمائيدار طبقي جي دولت جي حوس ايتري تہ وائکي ٿي چڪي آهي، جنهن جي مٿان حڪمران پيلي تہ ڪيترا بہ خول چاڙهين، پر هاڻي انهن جا مقصد ڪٿي بہ لڪي نہ ٿا سگهن. جنهنڪري هتي 1946ع ۽

69_1968ع وارن انقلابن کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ طاقت رکندڙ انقلاب پڇي راس تي پُڄڪو آهي، جنهن کي روڪڻ لاءِ سامراجين مقامي سرمائيدارن سان ملي پڳت ڪري ملن کي هٿن ۾ هٿيار ڏنا آهن. ته جيئن عوام کي مذهب ۾ ايترو الجهائجي، جو عوام پنهنجي بنيادي مسئلن متعلق ڪڏهن به سوچي نه سگهي، پر اهو ممڪن نه آهي. چاڪاڻ ته ڪجهه وقت لاءِ ٿورن ماڻهن کي ته بيوقوف بنائي سگهجي ٿو پر هميشه لاءِ سموري عوام کي بيوقوف بنائي نٿو سگهجي.

16_فيبروري 2009ع تي هڪ عجيب و غريب ۽ ڊراماڻي طريقي هيٺ پيپلز پارٽي ۽ عوامي نيشنل پارٽي واري گڏيل سرڪار جي سرحد صوبي جي وزيراعليٰ ۽ صوفي محمد جي وچ ۾ "نظام عدل" واري ٺاهه تي صحيحون ڪيون ۽ 13_ مارچ کان سوات ۾ مالاڪنڊ ڊويزن جي 6 تعلقن ۾ شريعت جي نفاذ طور تي قاضي ڪورٽون پڻ قائم ڪيون ويون.

سوات ۾ اسلامي شريعت نافذ ڪرڻ واري ڊرامي 'ن پيپلز پارٽيءَ ۽ عوامي نيشنل پارٽي جي سيڪيولر هجڻ واري پٽ وائکي تي وئي آهي ۽ شريعت جي نفاذ وارو اهو ٺاهه هڪ لطيفو بنجي ويو آهي ته. "سوات جي عوام مذهبي پارٽين کي رد ڪندي، عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ کي روٽي، ڪپڙا ۽ مڪان لاءِ اي.اين.پي کي علاج ۽ روزگار لاءِ ووٽ ڏنا هئا. پر حڪمرانن پنهنجي واعدن جي ابتڙ عوام کي شريعت جي نالي ۾ ملائيت جي حوالي ڪرڻ لڳي!!"

ٿورڙو ماضيءَ تي نظر وجهنداسين ته. 2001ع کان اڳ پاڪستاني رياست انهن ئي ملن کي پنهنجن مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ۽ ساڳيو ئي صوفي محمد 10 هزار نوجوانن جو لشڪر وٺي، آمريڪا خلاف افغانستان ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ پهتو. انهن نوجوانن مان ٿورڙا ڪي واپس موٽيا ۽ باقي سمورا سامراجي بمباري ۾ ماريا ويا. جڏهن ته انهيءَ لشڪر جو اڳواڻ صوفي محمد سيني کان اڳ ۾ پڄي ويو هئو. هاڻي ٻيهر ان ئي مُلان ذريعي سوات ۾ شريعت وسيلي امن جي بحالي وارو ناٽڪ رچايو ويو. جيڪو نه صرف رياست جي ناڪامي جو کليل ثبوت آهي، پر رياست جي اندر موجود تضادن ۽ بنيادپرستي ذريعي مالي مفادن جي حاصلات جو پڻ اظهار ٿئي ٿو.

هن ٺاهه کان اڳ فوج ۽ بنياد پرستن جي هلندڙ لڙائي ۾ 3 هزار کان به وڌيڪ معصوم ماڻهو پڻ ماريا ويا. جن ۾ گهڻو تعداد عورتن ۽ ٻارن جو هو. هزارين ماڻهو نه صرف جسماني طور تي زخمي ٿيا. پر اهي عمر پر ذهني ۽

نفسياتي طور تي مفلوج ٿي ويا آهن ۽ لکين ماڻهو هجرت سبب بي گهر ٿيا. ان هوندي بہ اهو شريعت جي نفاذ وارو معاهدو ڪيو ويو جنهن ۾ موجوده حڪومت انهن بنياد پرستن کي جن کي اها هاڻي انتهاپسند سڏي ٿي، انهن اڳيان گوڏا کوڙيا ۽ ملان فضل الله ۽ صوفي محمد کي هيرو قرار ڏنو ويو. ان ناهہ جي باوجود امن نہ ٿيو ۽ نہ ئي ٿي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ امن ڪرڻ ۽ ڪرائڻ هاڻ رياست جي وس جي ڳالهہ نہ رهي آهي. ڇو تہ هن خطي ۾ وسيلن تي قبضي جي هيءَ لڙائي، جيڪا هن نظام اندر جاري رهڻي آهي، اها جاري آهي.

هتي هن ڳالهہ ان وقت عجيب رخ اختيار ڪيو جڏهن ان ناهہ جي ٺيڪ ٽن مهينن کان پوءِ ان معاهدي جو بہ جنازو ڪڍيو ويو ۽ بنا اعلان جي فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو. جنهن ۾ نہ صرف سوين جانيون ضايع ٿيون آهن، پر ڏيڍ هفتي جي مختصر وقت ۾ 25 لک ماڻهن کي پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي بي گهر ٿيڻو پيو. 1-جون 2009ع تي فوجي ترجمان موجب بونير، شانگلا، مالاڪنڊ، لوئر دير، اپر دير ۽ مينگوره جو ڪنٽرول حاصل ڪيو ويو آهي. ان بيان جي باوجود انهن علائقن ۾ ويڙهہ اڃا تائين جاري آهي.

پختون خواهہ جي ڪيترن ئي علائقن اندر هلندڙ هن خانہ جنگي جو حل نہ فوجي بنيادن تحت ممڪن آهي، نہ ئي ڳالهين ۽ معاهدن ذريعي امن بحال ٿي سگهي ٿو. حقيقت اها آهي، تہ جيستائين معاشي ۽ سماجي ظلم جاري هجي، اتي امن ڪيئن ٿي سگهندو؟ آمريڪا وٽ اسلحو ۽ دولت آهي. پاڪستاني فوج پڻ هٿيارن جا ڍير لڳائي ڇڏيا آهن. جڏهن تہ ٻئي پاسي مذهبي انتهاپسندن وٽ دولت جا ايترائي ذخيرا آهن. جيڪي سخت پوئتي پيل علائقن ۾ هجڻ جي باوجود بہ جديد جنگي هٿيار حاصل ڪري سگهن ٿا. پر ان سان گڏ پاڪستاني فوج ۽ ايجنسين جي حمايت پڻ خريد ڪري سگهن ٿا. هن مالياتي جبر واري دؤر ۾ جتي طالبان ليڊر ۽ فوجي جنرل پئسن سان کيڏي رهيا آهن، اتي انهن ٻنهيءَ جي ويڙهہ ۾ بي سبب غريب عوام مارجي رهيو آهي، جنهن جو ٻنهي طرفن مان ڪنهن سان بہ تعلق نہ آهي.

سوات ۾ ملن پاران "نظام عدل" نالي اسلامي نظام جو نعرو هڻڻ، اصل ۾ مذهب جي نالي تي پورهيت عوام کي گمراهہ ڪرڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ مذهب کي ڪا الڳ قسم جي آزاد معيشت نہ آهي. هتان جي مذهبي عالمن پاران جيڪا معيشت ٻڌائي آهي، تنهن ۾ عشر، زڪوات،

خيرات، محصول ۽ واپار تي مناسب نفعو جائز آهي. ان نامڪمل معيشت جو بہ سمورو انحصار سرمائيداري نظام تي آهي. جڏهن تہ سرمائيداري نظام پنهنجي جوهر ۾ هڪ مڪمل استحصالي ۽ ظالم نظام آهي. ان کي استحصالي نظام ان ڪري سڏيو ويندو آهي،تہ هن نظام اندر جيڪي بہ مزدور پورهيو ڪن ٿا، انهن جي ڪمائي مان کين کي 5 – سيڪڙو اجورو مس ڏنو وڃي ٿو ۽ باقي انهن جي ڪمائي ڪيل 95 سيڪڙ دولت سرمائيدار يا ڪارخانن جا مالڪ پاڻ کڻي وڃن ٿا. جنهن کي استحصال يا واڌو قدر (Surplus value) چيو ويندو آهي. جڏهن تہ جائز اسلامي معيشت جي فلسفي موجب مزدور طبقي ۽ سرمائيدارن جي وچ ۾ ان ڪمايل دولت جي منصفاڻي ورڇ ڪرڻ ممڪن ئي نہ آهي، سواءِ ان جي تہ سرمائيدارن جي ذاتي ملڪيت کي ختم ڪري، ان کي سماجي ملڪيت ۾ تبديل ڪيو وڃي، جنهن کي عام طرح سوشلسٽ معيشت چوندا آهن. ياد رهي تہ سڄي دينا ۾ صرف معيشت جا بہ قسم آهن. هڪ سرمائيداري نظام جي معيشت جيڪا دنيا اندر جاري آهي. جنهن جو مقصد صرف ۽ صرف دولت ڪمائڻ آهي. يعني هن معيشت هيٺ جيڪا بہ پيداوار ڪئي ويندي آهي، اها ناڻي ۽ نفعي تي ڪپائي ويندي آهي. هن نظام تحت پلي تہ شيون ۽ دوائون بچي پون يا مدي خارج بنجي وڃن، اهي اڇلائي ڇڏيندا پر اهي انسانن کي مفت فراهم نہ ڪيون ويندون. جڏهن تہ ٻي معيشت سماجي ملڪيت يعني سوشلسٽ معيشت آهي. جنهن تحت جيڪا بہ پيداوار ڪئي ويندي آهي، اها صرف ۽ صرف انساني ضرورتن جي پورائي لاءِ هوندي آهي ۽ اها پئسن تي وڪڻڻ لاءِ نہ هوندي آهي.

تنهنڪري هتي سعودي عرب کان افغانستان ۾ طالبان حڪومت تائين اهو ثابت ٿي چڪو آهي، تہ انهي مذهبي نظام جي پهچ صرف ۽ صرف مذهبي عبادتن، سماجي اخلاقيات ۽ ثقافت تائين رهي آهي ۽ نہ ڪي معيشت تائين جيڪا سرمائيدارن ۽ سامراجين جي ڪنٽرول ۾ آهي، جن کي مذهبي نظام هر طرح جو تحفظ فراهم ڪيو. جڏهن تہ هن علائقي ۽ پاڪستان سميت سڄي دنيا جي عوام جو اولين مسئلو معاشي آهي، يا ائين چئجي تہ هتي اٿو لٿو ۽ اڄهو بنيادي مسئلو آهي ۽ باقي مسئلا پوءِ جا آهن. ٿورڙن لفظن ۾ ائين چئجي تہ مذهبي معاشي نظام اصل ۾ سرمائيداري نظام کي ئي جاري رکڻ جو نالو آهي.

هن تناظر ۾ ڏٺو وڃي ته "نظام عدل" جي ٽن مهينن تائين هتي سرمائيدارن ۽ سامراجين جي ملٽي نيشنل ڪمپنين جو وار به ونگو نه ڪيو ويو پر سماجي برائي جي نالي ۾ نياڻين تي سرِعام ڪوڙا به هنيا ويا ۽ ڪيترن انسانن کي گولين جو نشانو بنايو ويو. جيڪو نظام غريب ۽ پورهيت عوام جو استحصال ڪندڙ سرمائيدار ڌرين جو هٿ ڪپڻ بجاءِ محروم ۽ مصيبتن جي ماريل عوام کي اجا به وڌيڪ آزار ڏئي، ته اهڙو عمل خود عدل ۽ انصاف جي راهه ۾ نه صرف رڪاوٽ آهي، پر ظلم ۽ جبر جي انتها پڻ آهي.

سچ ته اهو آهي، ته عوام سان عدل ۽ انصاف ان وقت ئي سگهندو جنهن وقت پورهيت عوام جي سمورن مسئلن کي حل ڪيو وڃي، جن جي اڻ هوند سبب سماجي برايون ۽ ڏوهه جنم وٺن ٿا. تنهنڪري اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته، سرمائيداري نظام اندر رهي ڪري ڪوبه عدل ۽ انصاف وارو نظام جوڙي نه ٿو سگهجي. جيڪو نظام خود سماجي استحصال، ظلم، سمورين براين ۽ ڏوهن جو هڪ مجموعو آهي. انهي انسان دشمن سرمائيداري نظام کي ڊاهڻ ۽ ان جي جاءِ تي انساني برابري ۽ خوشحالي واري سماج اڏڻ سان ئي هتي هر انسان کي انصاف ملي سگهندو جتي سمورا انسان پنهنجي انساني عظمت ۽ وقار جي منزل ماڻيندا.

جهڙي طرح 1947ع جي ورهاڱي برصغير جي هڪ قديم معاشري ۽ ثقافت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو هو اهڙي طرح 1893ع ۾ ڊيورنڊ لائين واري لڪير ڪيڻ سان برصغير جي هن اولهندي حصي ۾ به اهڙو ئي جڙتو ورهاڱو ڪيو ويو هو. حقيقت اها آهي ته، پاڪستان ۽ افغانستان ۾ هاڻي جدا جدا تبديليون ممڪن نه رهيون آهن. انهن ٻنهيءَ جا مسئلا هڪجهڙا آهن. تاريخ هڪ آهي، ڪافي علائقن جون ثقافتون ۽ ٻوليون هڪجهڙيون آهن. پر انهن سڀني کان وڌيڪ اهم ڳالهه ته انهن جي غربت، بيروزگاري، بيماري، ذلت ۽ ڏتڙيل سماج مان ڇوٽڪارو به مشترڪ آهي.

متحده مجلس عمل جي ملن واري حڪومت اسلام جي نالي عوام سان وڏو هاڃو ڪيو هئو ۽ هاڻي وري پيپلز پارٽي ۽ عوامي نيشنل پارٽيءَ جي جمهوري حڪومت انهن کي ووٽ ڏيڻ جي انعام طور عوام کي سزا ڏيئي رهي آهي ۽ سڄي علائقي کي هڪ خانه جنگي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. رياستي بنياد پرستن ۽ جنوني انتهاپسندن جي هلندڙ ويڙهه ۾ هڪ ڌر جي فتح اصل ۾ عوام جي شڪست آهي. ڇاڪاڻ ته ٻنهي ڌرين جو مقصد عوام

جي ڦُرلٽ واري نظام کي قائم ۽ دائم رکڻ آهي. تنهنڪري انهن ٻنهيءَ مان نجات سرمائيداري نظام جي نجات سان سلهاڙيل آهي جنهن مان ڇوٽڪاري جا رستا واضح ٿي رهيا آهن ۽ عوام جي شعور ۾ طبقاتي جدوجهد جو احساس بيدار ٿي رهيو آهي. هتان جي پورهيت عوام جي سامهون افغانستان ۾ ثور انقلاب برپا ٿيو هو ۽ پختون خواه ۾ پڻ انقلابي روايتن جي ڊگهي تاريخ موجود آهي. هتان جي طبقاتي جدوجهد کي پوري خطي سان سلهاڙي هڪ سوشلسٽ انقلاب برپا ڪري سگهجي ٿو جيڪو سيني مٿين جي ذکن ۽ تڪليفن مان ڇوٽڪارو ڏياريندو.

سڄي دُنيا ۾ قومي حقن جي هلچل، بالشويڪ انقلاب کان پوءِ شروع ٿي. اڄ ڏکڻ آمريڪا ۾ جيڪي قومون سامراج کان آزاديءَ ۽ قومي حقن جو حصول ڪري رهيون آهن، اُنهن ۾ ٽراٽسڪي ازم جو تمام وڏو اثر رهيو آهي. واضح رهي ته گهڻو ڪري قوم پرست پنهنجن قومي حقن تي سمجهوتا ڪندا رهيا آهن. جڏهن ته ڪميونسٽ ننڍي ۾ ننڍي قومي حق حاصل ڪرڻ لاءِ جان جي بازي لڳائڻ کان به نه ڪيٻائيندا آهن. انهيءَ ڪري قومي آزاديءَ جي تحريڪن جا اڳواڻ گهڻي ڀاڱي ڪميونسٽ يا ڪميونزم جا دوست رهيا آهن. هيءَ ڪتاب معلوماتي ۽ فلسفياڻي طور قومي معاملي تي اهم ۽ پُرمغز ڪتاب آهي. تنهنڪري اسين اُن کي سنڌيءَ ۾ شايع ڪرڻ تي پنهنجو پاڻ کي ۽ سموري قوم کي مبارڪباد پيش ڪريون ٿا ۽ اها به اميد رکون ٿا ته سڀئي قومي حقن لاءِ جاکوڙيندڙ ڪامريڊ اُن جو مطالعو ڪندا.

- ڄام ساقي

قومي سوال تي مشتمل هيءَ ڪتاب "قومي سوال ۽ مارڪسي بين الاقواميت" اصل ۾ قومن جي اظهار جي آزاديءَ متعلق هڪ جامع دستاويز آهي، جنهن ۾ نه صرف عالمي دانشورن: ٽيڊ گرانٽ، ايلن ووڊز ۽ لال خان جا اهم ليک شامل آهن پر ان سان گڏ دنيا جي قومن جي عالمي انقلابن بابت چڱي ڄاڻ ڏنل آهي ۽ آخر ۾ اهم ضميما به شامل ڪيا ويا آهن. هيءَ ڪتاب قومي تحريڪ جي پيچيدگين کي سمجهڻ لاءِ، ننڍي کان وٺي وڏي ڪارڪن لاءِ به رهنمائيءَ جو سبب بڻبو ۽ شعور جي آگاهيءَ لاءِ هڪ مثبت قدم ثابت ٿيندو. مذڪوره ڪتاب، اهڙي سماج جي پوئواري ڪري ٿو جتي نوجوان بيروزگار نه هجن، ڪوبه پورهيت غريب ۽ بدحال نه هجي، ڪابه عورت بيوس ۽ لاچار نه هجي، ڪوبه پيرسن بزرگ پنهنجي زندگيءَ مان بيزار نه هجي، ڪوبه ٻار جبري پورهيو نه ڪري، تعليم ۽ علاج سڀني لاءِ هجي، هر طرف برابري ۽ مساوات هجي ۽ هر لحاظ کان قوم آزاد ۽ خوشحال هجي.

.... انهن سمورين حقيقتن کان علاوه صرف خواهش ڪرڻ سان قومي آزادي ملي نه ٿي وڃي، پر اها موجوده معروض اندر هڪ مڪمل منظم ۽ شعوري جدوجهد جي گهُر ڪري ٿي.

- انور پنهور

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻَڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوائ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)